# ڪٿا
# ڏِسي ڏوهہ اکين سين

## جمال ابڙو



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ
1998ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻہ سؤ تيرهن

چپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس
تنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ | القادر پرنٽنگ پريس ڪراچي.

پهريون ايڊيشن | فيبروري 1998ع

قيمت 100/- رپيا

پڪي جلد سان 130/- رپيا



---

DISEE DOHH AKHIUN SEEN (Auto Biography - Vol. 1) Written by JAMAL ABRO. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition February 1998. Price per copy 100/-
Book No. 213

# انتساب

ابي امان جي نالي جن تقي توقي، ڪندون پاسا پيجي مونکي اڻ گهڙيل ماڻهوءَ مان، انسان بنائڻ ۾ وسان ڪونہ گهٽايو ۽ هر وقت مون تي ڪَرڙي نگاهہ رکندا آيا تہ متان راهہ تان ٿـڙڪي نہ وڃي. سندن لک ڪروڙ احسان جي لاهڻ جا ئي نہ آهن. خدا توفيق ڏئي تہ سندن اميدن ۽ معيار تي پورو لهان ۽ پڻ دعائن ۽ پاڏائڻ سان سندن ٿورا لاهڻ جا جتن ڪندو اچان.

جمال ابڙو

ستر ڪر ستار آئون اگهاڙي آهيان،
ڍڪين ڍڪڻهار ڏيئي پاند پناهہ جو.
(شاهہ)

رک ستر منهنجو سائين، ستار تنهنجو نالو،
ڪر بخش سڀ خطائون، غفار تنهنجو نالو،
احسن جون پوريون آسون ڪر لطف ساڻ مولا،
ڏي دان مونکي داتا، ڏاتار تنهنجو نالو.
(حافظ محمد حسن چنا)

ڏاتار تہ تون، ٻيا منڱيئي مڱڻا
(شاهہ)

پاڻا ڍڪي پاند، جي ڏسي ڏوهہ اکين سين
(شاهہ)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# منهنجي وصيت

خميس 9- جون 1994ع
ڪراچي

”اي مانجهاندي جو ماڳ جو تو ساٿيهہ پانئيو“

سڀ ساراهہ سچي ڌڻيءَ جي جو فاطر سماوات والارض آهي. خالق ۽ فاطر ۾ فرق آهي. هر ننڍو وڏو ڪاريگر ۽ فنڪار پاڻ کي خالق تو سمجهي ۽ پنهنجي بنايل شيءِ کي پنهنجي تخليق تو سمجهي. آسمانن ۽ زمين ۽ ڪروڙين اربين تارن ستارن گرهن ۽ بي حساب ڪهڪشائن جو اپائيندڙ ۽ هر هڪ کي ڪمال قدرت سان پنهنجي پنهنجي مدار ۽ محور ۾ هلائيندڙ ۽ انهن تي ڪنٽرول ڪرڻ وارو ئي هن سچي فطرت ۽ مانداڻ جو فاطر آهي. عقل کي محو ڪندڙ اهڙا واقعا ٿين ٿا جو وڏي ۾ وڏو دانشور، سائنسدان ۽ فلسفي هڪو ٻڪو ۽ حيران ٿيو وڃي. تازو ئي سائنسدانن اڳڪٿي ڪئي هئي تہ هيءَ سڄي ڪائنات يقيناً تباهہ ٿيڻ واري آهي جو ٻہ ڪهڪشائون (جنهن کي اسان حضرت نوح جي ٻيڙيءَ جو گسو چئون، جنهن ۾ حقيقتاً ڪروڙين اربين تارا آهن جي پيا ڦرن هلن ۽ هڪ ئي گس ۾ پيا وڃن) پاڻ ۾ ٽڪرائڻ واريون آهن. سائنسدان بہ سچا هئا، پر ٻہ ڪهڪشائون هڪٻئي منجهان بنا ٽڪرائڻ جي لنگهي هليون ويون. آهي ڪنهن خالق کي ايڏي وسيت جو ڪروڙين تارن ستارن ۽ گرهن کي حڪم ۾ هلائي اهڙو ڏگ وٺائي جو پاسو پاسي سان نہ گسي.

”خالق تنهنجي ڪاند جو پرو پاند نہ ڪوءِ
نالو رب سندوءِ، رهيو اهم روح ۾. (شاهہ)

اهو رب آهي جو پالي ۽ سنڀالي ٿو. اهو الله آهي جو وحدهٗ لاشريڪ لهٗ آهي ۽ ڪڏهن ڇڏي نٿو وڃي. محترمہ بينظير ڀٽو چيو تہ ضيائي مارشل لا ۾ ڪيس اڪيليءَ ڪوٺي ۾ بند ڪيو ويو. نہ ساٿي نہ ساٿياڻي. سيڪجهہ ڪسي ويا ڪتاب اخبارون ريڊيو ڪپڙا ڏندڻ صابڻ پاڻي وغيره بہ. پر منهنجو رب مونکان نہ ڪسي سگهيا. پرين تنهنجي پاند ڍولا ڍڪي آهيان. جيڪو ڪڏهن ڇڏي نہ وڃي ۽ جو ڏسي ڏوهہ اکين سين پاڻان ڍڪي پاند، ان ڪان سواءِ ڪهڙو چارو ۽ ڪهڙو دوست يار يا مددگار. هيڏي وڏي مانداڻ جو مالڪ تي ڪري بہ اسان ڪِول جيڏن جيتامڙن جي مڪمل سارسنڀال پيو لهي. رڳو ننهن ڪٽجي پوي تہ سوين مزدور ۽ ڪاريگر ڪات ڪهاڙا وسلا ۽ اوزار ڪٽي مرمت ۾ ڏينهن رات جنبي وڃن ۽ اسان کي خبر بہ نہ پوي تہ ناهي جوڙي راس ڪري بنا مزوري وٺڻ جي هليا وڃن. اسان جا ڄامڙا دانشور چون تہ ڇا جا فرشتا ڇا جا ملائڪ، ڀائي هي فرشتا نہ هئا تہ ٻيا ڪير هئا؟ چون تہ ڇا جا جنڙا ڇاجي جنات، جي ماڻهوءَ ۾ واسو ڪن. ڀائي هي لکين قسم جا وائرس جنڙا ناهن تہ ٻيو ڇاهن. ڏسڻ ۾ ڪونہ اچن پر اندر واسو ڪن تہ سيئو تپ ڏڪٽي، اکيون ڳاڙهيون بت گرم، جابول ڪي تہ ماريو ڇڏن، ڪن کي ڊاڪٽر حڪيم ڇڄايو ڇڏين. مائڪرو اسڪوپ ۾ شڪل ڏسون تہ ڊپ وٺيو وڃي، تہ بابا ڪروڙن ۾ جنڙا بہ آهن تہ فرشتا بہ آهن. اسان کي ڪهڙي خبر هن ڪائنات جي، جو وينا فتوائون ڏيون. مون شيخ اياز کي چيو تہ منڊي ماڪوڙي ڪوهہ ۾ ڀيئي ڪڇي اپ. تہ شيخ اياز چيو تہ قاضي قاضن منڊي ماڪوڙي کي ڏسڻ جي منزل تي پهتو هوندو ۽ ڪوهہ بہ ڏٺو هونداڻين. اسان تہ نہ منڊي ماڪوڙي آهيون نہ ڪو ڪوهہ جو اندازو اٿئون. اسين تہ واريءَ جا ذرا آهيون جن کي سمنڊ جون ڇوليون ڌڪا ڏيو پيون سٽين. اياز جي اها ڳالهہ تہ اسين تہ ريت جو ذرو آهيون: خاوند تنهنجي ڪاند جو پرو پاند نہ ڪوءِ، ناهي تہ ٻيو ڇاهي. مون ننڍي هوندي ڪان شيخ اياز ۾ هڪ صوفي ۽ Mystic ڏٺو آهي. ماڻهو ڇا بہ چون. مونکي بہ تہ ڪافر ۽ دهريو چوندا هئا. الله اجر ڏيندن. اسان تہ آهيون ئي ميرا، مندا، گندا، گدلا، ڪوجها، ڪميڻا. هو تہ مديون ميٽڻ وارو وڏو رحيم وڏو رحمان وڏو ڪريم ۽ غفار ۽ وڏي ڳالهہ تہ "معاف ڪندڙ" آهي. سندس ڪرم جو پرو پاند يا ماپو آهيئي ڪونہ. اسان جو معراج آهي ٻاڏائڻ ۽ ليلائڻ.

صاحب تنهنجي صاحبي، عجب ڏنيسون،
پن پوڙين پاتال ۾، پهڻ تارين تون،
جيڪر اچين مون، ته ميربائي مان لهان. (شاهه)

ميري کي مان ڏيڻ وارو ڪيڏو نه ڪريم هوندو، ته منهنجي وصيت اها اٿوَ ته پاڻ کي ميرو سمجهو. نمي ڪمي نهاريو، هٿ جوڙ جي وات ونو. پاڻ کي عقل ڪُلُ نه سمجهو. سنڌي ڪلچر ته اهو آهي ته ٻئي جي غلطيءَ تي به چوندا ته ادا. تنهنجو ئي ڀَت گهاٽو. اڄڪلهه ته عجيب واءُ وريو آهي ۽ کهاڙي ڪلچر تي ٽان ڦون پئي پوي. کهاڙين کي عام طرح اسين ماٺهو ڌاڙيلون چوندا آهيون. کهاڙي ته ريدار، ٻڪرار ۽ مزور جو اوزار آهي. اسان تشدد کان ايترو ته پري آهيون جو کهاڙي ته نهيو پر جي ڪنهن الهڙ جوان رڳو لٺ کنئي ته به اوطاقن، ديرن ۽ ڪچهرين ۾ پچر هلندي ته فلاڻي جو پٽ وري لنڙيو ساماڻو آهي. معنيٰ لٺ به عيب، کهاڙي ته پري ٿي. اسين ايڏا امن پسند آهيون جو جڳ جهان جو خير گهرندا آهيون. منهنجي عمر هينئر ستر سال آهي پر ننڍي هوندي وڏڙا جيڪا دعا گهرندا هئا ان ۾ چوندا هئا، رب منهنجا خير، هندو، مسلمان ڏي خير، اوڙي پاڙي ڏي خير، جڳ جهان ڏي خير. يقين ايندوَ ته هندوءَ کي چوندا ئي هئا راڄ جي نياڻي ۽ ان کان مسلمان عورتون پڙدو به ڪونه ڪنديون هيون. پلو ٿئي سائين جي ـ ايم سيد جو، جو هندو مسلمان جو ويڇو وڌائي، سياست ڪارڻ منزل گاهه جو ممڻ مچائي نفرتون وڌائي ايڪتا ۽ امن جون ڌجون اڏائي ڇڏيائين. الله معاف ڪندس. هاڻي وري سنڌي ـ مهاجر ۽ پنجابي جو مامرو هليو آهي. اڙي پائي اسين هزارن سالن کان محبتون ورهائڻ وارا اسان کي نفرتن جي گهاٽي ۾ چو ٿا پيڙايو. مونکي ته ائين چوندي ڪو شرم يا اهم محسوس نٿو ٿئي ته مان پنجئي وقت دعا گهرندو آهيان ته هندو مسلمان ڏي خير، بلوچي بروهي ڏي خير، پنجابي پناڻ ڏي خير، سنڌي مهاجر ڏي خير. ڇا ڪيان وڏڙن جو ڪيڙيل آهيان. هونئن به نفرت کي اپنائي مان پنهنجي سنڌيت کي ڪيئن تو طلاق ڏيئي سگهان. سو اي منهنجي اولاد، هندو، مسلمان، پنجابي، پناڻ، سنڌي، مهاجر ۽ پاڙيسري سان ايئن هلو جيئن پنهنجو رت هجن، بلوچ ته آهي ئي سنڌي.

ڌاڌيان ڳالهائڻ، ڪاوڙ غصو ڪرڻ، پچرڻ، گلا ۽ پچر به، نفرت جون ڏيئون پٽ آهن. انهن ۽ انهن جي سنگت کان پاڻ پري رکو. عهد ڪيو ته

ڪوبہ پنهنجي نازيبا عمل سان توهان کي ايترو ڪيرائي نٿو سگهي جو توهان ڪائنس نفرت ڪرڻ لڳو.

علم نافع جي تمنا ڪيو. علم نافع معنيٰ اهو علم جو نفعو رسائي سموري انسان ذات کي بہ، حيوانات، نباتات ۽ ماحول کي. علم جو سرچشمو آهي ايمان: ۽ ايمان آهي عمل. زبان سان ڪنهنجي وجود کي مڃڻ ايمان نہ آهي. ايئن تہ شيطان جي وجود کي بہ مڃون ٿا پر مٿس ايمان نٿا رکون. ايمان جو لازمي نتيجو آهي عمل. ٻار کي هزار بار سمجهايو ۽ جهلبو تہ باهہ ۾ آڱر نہ وجهہ سڙي پوندين، پر هو نہ مڙندو. هر هر آڱر باهہ ڏانهن وڌائيندو ۽ پوءِ جي هڪ دفعو سيڪ اچي ويس تہ مجال آ جو وري آڱر باهہ ڏانهن وڌائي. ڪيس پختو يقين (ايمان) ۽ علم ٿي ويندو تہ باهہ ساڙيندي. پوءِ توهان هزار بار ڪيس يقين ڏياريو تہ باهہ ڪانہ ساڙيندي تہ بہ هو باهہ ۾ آڱر وجهڻ جو عمل نہ ورجائيندو. ثابت ٿيو تہ عمل ٿي آهي ”ايمان يا علم ۽ ڄاڻ“ ۽ پڻ ”ايمان، علم ۽ ڄاڻ“ آهي عمل، هڪ شخص آيو ۽ اچي حضرت علي عليہ السلام کي سلام ڪيائين. پاڻ جواب نہ ڏنائون. ٻيهر سلام ڪيائين تہ بہ جواب نہ مليس. تڏهن ٽيهر سلام ڪري چيائين يا علي! مان تنهنجي ٽولي مان آهيان. پاڻ ڪنڌ مٿي ڪري فرمايائون تہ مان تنهنجا ڳل سڪل ۽ چپڪيل ڪونہ ٿو ڏسان، تنهنجو پيٽ پٺيءَ سان لڳل ڪونہ ٿو ڏسان، تون ڪيئن منهنجي ٽولي مان آهين! مار، ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ! اسين وِک وِک تي بلڪ گرانٽ گرانٽ تي يزيد ۽ يزيديت کي سلام پيا ڪيون پوءِ بہ دعويٰ تہ اسين عليءَ جا حبدار! حضورﷺ فرمايو تہ مان نبي انهيءَ ڪري موڪليو ويو آهيان جيئن ماڻهن جي اخلاق کي زور وٺايان. اخلاق جمع آهي خلق جو. معنيٰ نبوت جو مقصد ئي آهي خلق ۽ حسن سلوڪ. ٻي حديث شريف آهي تہ بهترين ورثو جو توهان اولاد کي ڏئي سگهو ٿا سو آهي خُلق ۽ حسن سلوڪ. اسين آهيون جو وتون وڙهندا ۽ گاريون ڏيندا ۽ وري اهڙن ماڻهن جي همت افزائي ڪندي ڪين سڏيون جيالا ۽ جوشيلا جوان. فردوسي چيو آهي تہ، ”تفو برتو اي چرخ گردان تفو“ منهنجو پيٽويو عبدالحق وڪو رٽائرڊ ايس. ٻي جو ڏاڍو جهانديده، سمجهدار ۽ ڏاهو ماڻهو آهي سو فردوسيءَ جي انهيءَ شعر جو ترجمو هيئن ڪندو آهي تہ اڙي ٽڪ هجئي زمانا پوءِ ٽڪ هجئي. اها اسانجي اعمال جي صحيح تصوير آهي. اسين شرمسار ٿيڻ بدران الٽو سيٽيا وتون ۽ وتون ٻين تي

تنقيدون ڪندا. ياڻي خُلق ۽ حسن سلوڪ تہ پري، صبر ۽ برداشت بہ ڪونہ. ناڻين نيڻ نهار تہ تون ڇا آهين. شاهہ سائين تہ چئي ڏنو: اديون آئون اڻجاڻ. اسان مان هرڪو سقراط بڻيو وتي ۽ وڏي وات وتي ٻين جا ٽِڪا لاهيندو.

هو چوني، تون مَ چئُ واتون ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينيڪي. (شاهہ)

تہ خُلق ۽ حسن سلوڪ آهي هيناهين وڻڻ، نهنو ٿيڻ، جهيڻو ڳالهائڻ، منو ڳالهائڻ، ڪاوڙ ڪروڌ نہ ڪرڻ، ادب لحاظ ۽ نهنائيءَ سان پيش اچڻ، سهپ ۽ برداشت جو مادو ذارڻ، ٻين جي ڪم اچڻ، خدمت چاڪري ڪرڻ، هڙئون وڙئون خرچ ڪرڻ، ٻين جي سک لاءِ ڏک ڏسڻ ۽ قرباني ڪرڻ. پوءِ ڏسو تہ ڪيڏو نہ آنند ٿو اچي ۽ سچو سک ماڻجي. بري سان ڀلو ڪرڻ ۾ ڪيڏو نہ سک ۽ آنند آهي سو ڪري ڏسو تہ خبر پويوَ تہ آنند ٿيندو ڇاهي؟ مونکي هن ڪيفيت ۾ غالب ٿو ياد اچي:

نہ سنو گر برا ڪهي ڪوئي، نہ ڪهو، گر برا ڪري ڪوئي،
روڪ لو، گر غلط چلي ڪوئي، بخش دو گر خطا ڪري ڪوئي.

غالب تي ڇا لکي ڇا لکجي، منهنجي نظر ۾ هو تمام وڏو شاعر ۽ عظيم انسان هو. فقير منش، تعصب کان ڏور، رضا تي راضي، ڏکن ڏاکڙن ۾ بہ شگفتہ، ڇا چئي ڇا چئجي. ڪنهن سان نہ الجهندو. معاف ڪرڻ وارو پاڻ کي برو سمجهڻ وارو منهنجي خيال ۾ تہ سچو صوفي هو. جيتوڻيڪ رياضت جي منزلن ۾ ڪونہ اڙيو، پر قدرت هن کي عملي طور رياضت جي سيني منزلن مان گذاريو، پاڻ خبر اٿوَ تہ غالب جو ديوان منهنجي سيرانديءَ کان پيو هوندو آهي. سندس هر شعر عجيب آهي.

بازيچہ اطفال هي دنيا ميري آگي،
هوتا هي شب و روز تماشا ميري آگي.

ڏسو تہ سهي هن ماڻهوءَ جي عظمت، سولن سادن لفظن ۾ ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ ڪري ڇڏيائين. سندس هر هڪ بيت لاجواب آهي. فرمائي ٿو:

غالب بُرا نہ مان، جو واعظ برا ڪهي،
ايسا ڀي ڪوئي هي، سب اڇا ڪهين جسي.

پٺي هنڌ چوي ٿو:

جب توقع هي، اٺ گئي غالب،
کيون کسي کا، گلا کري کوئي.

هي ڳالهيون غيب مان کنهن تي القا ٿيون ٿين. کنهن کانديري کرڻ جي مجال ناهي. منهنجو ايمان آهي تہ عظيم شاعر يا اديب اهو ٿيندو جو اول الهہ لوڪ هوندو. اهوئي اهڙين بلندين کي پهچي سگهندو. هڪڙا پٽائي گهوٽ جهڙا الهہ لوڪ ۽ ٻيا اهي جن تي ڪي گهڙيون اها مخصوص ڪيفيت طاري ٿي وڃي ٿي. خلوص اخلاق، هڏ ڏوکي ٿيڻ، اونو ڪرڻ، ظلم ۽ ظالم کي ننڊڻ بلڪ مخالفت ڪرڻ، مخالفت منفي جذبو نہ آهي. حضور سائين ﷺ فرمايو آهي تہ، مظلوم ۽ ظالم جي مدد ڪيو. ظالم کي ظلم کان روڪڻ حقيقت ۾ ظالم توڙي معاشري جي مدد ڪرڻ آهي. غالب چيو، ”روڪ لو گر غلط چلي کوئي“. پٽائي گهوٽ چيو، ”ڪريو بري تي ٻڇ“، پر رحمة اللعالمين سهڻي ۾ سهڻا الفاظ چيا تہ، ظالم جي مدد ڪريو. هي آهن الاهيت جا جلوا. ڪيڏو نہ جبل جيڏو جالوت هجي ان جي اڳيان اڏول ٿي بيهڻ ۽ چوڻ تہ آڏو ٽڪر ٽر. ڏيک ويک ۽ شهرت کان ڏور ڀڄڻ. اهي سڀ بنياد آهن چڱي ماڻهو ٿيڻ ۽ چڱي ليکڪ ٿيڻ لاءِ. موضوع ٽيڪنيڪ ۽ اسلوب جي ڄار ۾ ڦاسڻ جو ضرور ئي ڪونهي. شاهہ لطيف جا ٻہ ٽي لفظ کڻو تہ ان ۾ سيئي فني خوبيون پاڻمرادو اچي ٿيون وڃن. اديون آئون اٺجاڻ، الا ڏاهي مَ ٿيان، آڏو ٽڪر ٽر، چپون چپر ڪٽ: ڪني سانگو سر جو، ڪي گهوريس ڪيو گهڙن، هائيءَ هٽان هار، ڇا جي ڏنگو ڏينهن، تتي تڏي ڪاهہ، ڏمرجي تہ ٻہ ڏئي، ڏسو تہ ڪيڏيون نہ اثرائتيون آهون ۽ دانهون ۽ پُڪارون آهن، زمين آسمان کي هيٺ مٿي ڪرڻ واريون، لفظ صرف ٻہ ٽي.

ڪٽان جو ڪٽي وڃي نڪتس، پر ڇا ڪجي چوٽو تہ آهي. علامہ آءِ. آءِ قاضي هر هفتي، سولجر بازار ڪراچي ۾ پنهنجي گهر ۾ ليڪچر ڏيندو هو. ڪراچي جا اڪثر پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو، هندو مسلمان پارسي ڪرستان سڀ ايندا هئا. مون پروفيسر ڊيو آرٽ ٻہ اتي ڏٺو. اسين ڪجهہ، شاگرد دوست ايل ـ ڊبليو هاسٽل کان پيرين پنڌ ويندا هئاسين ۽ پيرين پنڌ موٽندا هئاسين. هالا نوان جو مرحوم ڊاڪٽر محمد اشرف ميمڻ هميشه ڪلندو رهندو هو، ڏاڍو ملڻسار، محبتي ۽ داناءُ ماڻهو هو. سوال پڇيائينس تہ علامہ صاحب

سڪن سان گڏ ساوا چو ٿا سڙن. ساون ڪهڙو گناهہ ڪيو؟ علامہ صاحب چيو، ابا! انهن بہ گهوڙا گهوڙا کانہ ڪٺي. ننڍڙو سوال ننڍڙو جواب پر معنيٰ بي انت. سو گهوڙا گهوڙا تہ ڪرٽي آهي. ماٺ ميٺ ۾ ظلم سهڻ وارو خود ظالم ليکبو. حضور محمد مصطفيٰ ﷺ کان پڇيو ويو تہ، يا رسول الله! ايمان ڇا آهي؟ ڪنهن ملان مولوي وارو جواب ڪونہ ڏنائون. فرمايائون تہ، ايمان اهو آهي تہ جتي بہ غلط ڪم ٿيندي ڏسو تہ ان کي بزورِ بازو روڪيو. ماڻهن سوال ڪيو تہ يا رسول الله! بانهن جي زور سان روڪڻ جي طاقت نہ هجي تہ پوءِ؟ پاڻ فرمايائون تہ، ٻئي درجي جو ايمان اهو آهي تہ پوءِ ان ٿيندڙ ظلم کي زبان سان روڪيو. حضرت بيبي زينب سڳوري عليه سلمها ائين ڪيو ۽ اموي خلافت جي قلعي جون مظبوط ديوارون ڏوڏي ڇڏيائين. سنڌ جي وڏي ۾ وڏي انقلابي، مارئي بہ ائين ڪيو ۽ مظلوم ماروئڙن کي جاڳائي جهنجهوڙي عمر جي بادشاهي ڪوٽ کي ڪيرائي ڇڏيائين.

ادا مسڪين کي، وهوا وٺي سانگيءَ سندي مصرع،
نماٽي نار آهيان پر وڏن جا وڻ وڄائيندس.

هي جو دهشتگردي، گولي، مار ڌاڙ، جلائو گهيرائو جو ڌاريو ڪلچر آيو آهي، اهو اسانجو ناهي. اهو اسان وٽ هندستان جي سرحد پريان نادر غزنوي ۽ غوريءَ جي اولاد ۽ ڇاڙتن امپورٽ ڪري آندو آهي. ڪتن، ڪميڻن ۽ ڪائرن جو ڪلچر آهي. يلا هڪڙي بي هٿيار بيگناهہ پنيان پنجاهہ ڇٽن جي لوڏ ڇريون ڪاتيون ۽ پستول کڻي پئي تہ اهي ڪائنر، ڪتا ۽ ڪميڻا نہ چئبا تہ بيو ڇا چئبو. مهرباني ڪري پاڻ کي اهڙي ڪائنر ڪلچر کان بچائجو. ها، تياري ضروري آهي، خود بچاءُ، تنگ جو بچاءَ عين انسانيت آهي. مورچابندي ڪرڻ، مناسب دفاعي هٿيار رکڻ، سڏ ۾ سڏ ڏيڻ، پناهگاهن ۾ ويهي حملي آور کي حڪمت عملي سان هٽائي ڇڏڻ. اهڙي سکيا ۽ رٿابندي چپ چاپ ۾ ڪرڻ، ضروري بلڪ تمام ضروري ۽ وقت جي اهم ضرورت ۽ هر ڪنهنجو بنيادي حق آهي. باقي سنڌو ديش سنڌو ديش جي بي وقتي راڳٹي يا هنبوڇي هٹڻ آهي پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هڻڻ ۽ دشمن کي اجايو موقعو ڏيڻ.

قوم اها ٿي زنده رهي جنهنجو ڪلچر تہ زنده رهي. اسان جو وجود

اسانجي ڪلچر سان جڙيل آهي ۽ اسانجي ڪلچر جون پاڙون پختيون آهن. انهيءَ ڪري دل شڪستي ٿيڻ جي ڪا ڳالهہ نہ آهي. هي جو هر ڪو پريشان آهي تہ سنڌ ۽ سنڌيت جو الائي ڇا ٿيندو، انهن لاءِ منهنجو پيغام آهي تہ پنهنجي انهيءَ ڪلچر کي ڇنبڙيا رهو، جنهن اسان کي هزارن سالن تائين قائم ۽ دائم رکيو آهي. غزنوي آيا، غوري آيا، قنڌاري، خراساني ۽ ايراني آيا ويندي يوناني ۽ سٿين قوم جا ماڻهو آيا جي سنڌي ٿي ويا. پٺاڻ ۽ بلوچ تہ اسان کان وڌيڪ جوشيلا سنڌي ٿي ويا آهن. سٿين قوم ذات مٽائي سنيٰا ٿي ويا. بني تميم، ٿهيم ٿي ويا، وقاصي وڪا ٿي ويا. اهو اسانجو ميٺ محبت، عزت، آدرياءُ ۽ مهل ڪمهل ڪم اچڻ، وڏو هٿيار آهي، جنهن سان اسان هر تاريءَ قوم کي، سندس وطن وسارائي، سنڌي بلڪ نيٺ سنڌي بڻائي ڇڏيو آهي. افسوس صد افسوس جو اسان مهاجرن جي هڪ ننڍڙي گروهہ کي اجا پنهنجو نہ ڪري سگهيا آهيون. مفتي منجهہ ويهار تہ ڪَلَ پوَئي تہ توکان کهڙي ويڪ ٿي وئي آهي. ڊيل ڪارنيجي جو وڏو حقيقت پسند هو سو لکي ٿو تہ جڏهن تنهنجي ۽ ٻئي ڪنهن جي وچ ۾ ڪوبہ اختلاف ٿي پوي تہ پاڻ کان پڇ تہ مون ۾ کهڙي خرابي يا وڏ آهي. ان ويڪ کي درست ڪريو تہ مهاجر اسان کان وڌيڪ پڪا ۽ جوشيلا سنڌي ٿي ويندا. گهٽا تہ ٿي چڪا آهن باقي بہ ٿي ويندا.

لکڻ وينس وصيت ۽ لکي ويس نصيحتون ۽ پارتون. اڳيان ماڻهو بہ ائين ڪندا هئا. جيئن مٿي چئي چڪو آهيان تہ حضور اڪرم ﷺ فرمايو تہ، بهترين ورثو جو توهان اولاد کي ڏئي سگهو ٿا اُهو آهي خُلق ۽ حسن سلوڪ ۽ ٻئي هنڌ فرمايو اٿائون تہ، الله تعاليٰ سان محبت ڪيو ٿا تہ ٻهرين انسانن سان محبت ڪيو. هاڻي توهين، ڊيئر ۽ پٽ پاڻ ڄج ٿيو تہ مون اهو ورثو توهان کي ڪيتري قدر ڏنو آهي. جي فيل ويو آهيان تہ معاف ڪجو، جي ڪامياب ويو آهيان تہ دعائون ڪجو.

زندگيءَ جي ڪا حقيقت ناهي. بس موت ئي هڪ حقيقت آهي، جنهن کي قبول ڪرڻو ئي آهي ۽ ڪيڪارڻو آهي. مان تہ عرصي کان پاڻ کي ان لاءِ تيار رکيو اچان. انشاءَالله کلي موڪلائينداسون. ٻي مزيدار ڳالهہ ٻڌايانوَ، موت

بہ نج حقيقت نہ آهي. شاهہ سائين فرمايو تہ مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات، جو ترجمو آهي "مو تو قبل الموتو" جا، قرآني حقيقت آهي. پر قرآن الحڪيم کي بار بار پڙهڻ سان مون جيڪي ڪجهہ پرايو يا سمجهو آهي تنهن سان عالم سڳورا شامل راءِ ٿين الائي نہ پر ڳالهہ تہ صاف پئي آهي. قرآن الحڪيم ۾ صاف صاف فرمايو ويو تہ، "اوهين مئل هئا پوءِ توهان کي جياريوسين. پوءِ توهان کي وري مارينداسين ۽ وري جيارينداسين" اها ڳالهہ تہ چٽي پئي آهي. مئل هئا پوءِ توهان کي جياريوسين. معنيٰ جيئڻ (ڄمڻ) کان اڳ بہ توهان هئا ۽ مرڻ کان پوءِ بہ هوندا. باقي جيئڻ مرڻ جو بکيڙو ڇاجو. اسين هميشه هئاسون ۽ هميشه هونداسون. هن ڌرتيءَ تي رڳو عارضي ظهور ٿيو جو بس اک پٽڻ ۽ اک ٻوٽڻ جو ڊرامو هو. صوفي فقيرن اجايو ڪونہ چيو تہ اسين آدم ڪنون اڳي هئاسين، سو مان مرڻ کان پوءِ بہ هوندس ۽ الله گهريو تہ توهان کي ڏسندو ۽ ڇاڇيندو رهندس. مونکي توهان جي دعائن جي ۽ نمازن جي ضرورت هوندي جا دل کولي ڏجو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ، "ماڻهو ننڊ ۾ آهن مرندا تہ جاڳي پوندا." مان بہ نيٺ "جاڳي پوندس جڏهن سنڌ آزاد ٿيندي." اهو منهنجي قبر جو ڪتبو آهي.

وصيت ڪبي آهي مال ملڪيت لاءِ سا تہ مون وٽ ڪانهي. منهنجو سرمايو توهان آهيو ۽ مون سڄي سيڙپ توهان ۾ ڪئي. ان ڪري گهري ٿو وڻان تہ پائر پينر مٺ محبت سان رهجو ۽ ڏکئي وقت ۾ هڪٻئي جي ڪم اچجو. بدر توهان ۾ سيني کان وڏو آهي ۽ هوئڻ بہ تمام وڏو ماڻهو ۽ خوبين جي کاڻ آهي. هڪ دوست ويٺي بدر جون خوبيون ڳڻايون، مون کيس اڌ ۾ روڪي چيو تہ اهڙي ڪا خوبي ٻڌاءِ جا بدر ۾ نہ آهي.

مات تي مَ مَ ڪرڻ لڳو. سو اهو منهنجي چوڻ اٿوَ تہ بدر توڙي شاهده، جا خدمت خلق ۾ سڀ کان اڳري آهي ۽ وڏي ڀيڻ آهي انهن کي مون جهڙي عزت ڏجو. ڪوبہ مسئلو ڪڙو ٿئي تہ انهن جي راءِ وٺجو ۽ ڪوشش ڪري مڃجو. اولاد جي معاملي ۾ الله سائين مون تي تمام مهربان رهيو آهي. شل اها مهرباني ۽ احسان قائم ۽ دائم رهي، ڇا اطهر ڇا اظهر ڇا ساجد ڇا رابيل ۽ ڇا تہ شبني آهي. الله واري ۽ روحاني فيض واري. ان لڙهيءَ ۾ پويل

رهندؤ تہ ڏک نہ ڏسندؤ.

مون تي موت جون ڪي تاريخي الفا ٿيون آهن، پر اهو ڳجهہ جو مسئلو آهي. الله بهتر ڄاڻي ٿو. ايترو چئي ٿو ڇڏيان تہ وفات ڪهڙي تاريخ بہ ٿئي، منهنجي ورسي 26- مارچ تي ملهائجو. پنهنجي ماءُ سان گڏ ۽ ٿي سگهي تہ سندس پير ۾ دفن ڪجو. اجايو خرچ ڪرڻ جو ضرور نہ آهي. ڪفن منهنجي پراڻي احرام جو ڏجو. جيئرن کي نئين ڪپڙي جي وڌيڪ ضرورت آهي. ڪفن، دفن، قبر ۽ ماني ٽڪي تي خرچ منهنجي پينشن جي پئسن مان ڪجو. زندگيءَ تي اعتبار ڪونهي انهيءَ ڪري مان خالي چيڪ تي صحيح ڪري ڇڏيندو آهيان ساجد کي خبر اٿؤ ۽ هو پئسا ڪڍائي وٺندو ڪو گهٽا ڪونهن پندرهن ويهہ هزار هوندا.

پينرون اڪثر چونديون آهن تہ اسان پائرن کان حصو ڪونہ وٺنديونسين. اهو قطعي غلط آهي. حق ڇڏڻ آهي هڪ خراب رسم کي جنم ڏيڻ ۽ هٿي ڏيڻ ۽ پڻ جاهلن کي هُشي ڏيڻ جو سماج ۽ معاشري کي بگاڙڻ جو موجب بڻجي ٿو ۽ هزارين گگدامن جا حق لوڙهجي وڃن ٿا. مڙدن ۾ بہ مڙس اهو جو پنهنجو حق نہ رڳو گهري وٺي پر وڙهي بہ وٺي، نہ تہ اشرافن توڙي ڪمزورن ۽ هيٺن سان نسورو ناحق ٿيندو.

بيو اهو تہ منهنجي لاش کي پاڻ قبر ۾ لاهجو. ٻئي کي هٿ لائڻ نہ ڏجو. انهيءَ تجربي مان گذرڻ ضروري آهي. ڪا مهل نہ ڪنهن جهڙي. الله پناهہ ۾ رکي. هي جو قرباني جي ٻڪر تي پاڻ سِير وجهٽي آهي انهيءَ جو مطلب ۽ فلسفو بہ اهو آهي. تجربي مان عملي طرح پاڻ کي گذارٽو آهي. اڳڙيو ٿيڻ آسان نہ آهي.

اجڪلهہ اخبارن ۾ آخري ديدار طور لاش جو فوٽو ڏين ٿا جون مونکي پسند نہ آهي. فوٽو ڏجي تہ سٺو هشاش بشاش چهري وارو. باقي بيجان بي روح منهن ۾ ڇا رکيو آهي. شرعاً جائز هجي تہ مان هوند مٿل جو ميڪ اپ ڪرايان، جو هونئن تہ غير ضروري آهي. باقي غسل ڪانپوءِ ڏاڙهي جا وار پڃي لڙڪي ٿا پون انهن کي قٽيءَ سان نہ تہ بہ آگرين سان مٽي ڪري ڇڏجي.

توهان ڪو ڏک غم، گريہ زاري نہ ڪجو. ڪلمي توحيد ۽ درود

شريف جو ورد ڪجو. مان موت سان ڪافي مانوس تي ويو آهيان ڪا ڳالهه نه آهي. بس اهو سمجهو ته دنيوي موت، وري جيارڻ جو وسيلو آهي. مال ۽ موت جي مامري ۾ وچڙي اصل ڳالهه ته وٺين مان وهي وئي. مون چوڻ ائين پي چاهيو ته هيناهين وٺو ۽ لاهن چاڙهن کان مٿاهان ٿي سالم دماغ ۽ سوچ قائم رکو. مِٺ محبت سان رهو. پنهنجن پراون، پا ڙي وارن توڙي مخالفن سان به مٺو هلو. ڪنهنجي به دل نه رنجائجي. آئت ڏجي، آئي ويل ڪم اچجي، هڙئون وڙئون ڏجي، مالڪ مٺو ته اهو آهي جو ڏمرجي ته به ڏئي. مال ميڙڻ جي محبت، مان مريادا کي ڪائي ڪوڪلو ڪري ٿي ڇڏي. لالچ ۽ لوڀ جو پيٽ پرجڻو ئي ڪونهي. مان اينٽي ڪرپشن جو چيئرمين رهيو آهيان. اعليٰ سطحي ميٽنگن ۾ چيو ويندو هو ته پگهارون وڌائجن ته رشوت ختم ٿي ويندي. ميٽنگن ۾ ويٺل صاحب لکن ڪروڙن جا مالڪ هئا ته به چرڪن وانگر وات ڦاڙيو ويٺا هوندا هئا. جيڪي آيو سو هڙپ. اميرالمؤمنين حضرت علي عليه السلام جن فرمايو ته دنيا جي وقعت مون وٽ ائين آهي جيئن ٻڪريءَ جي نڪ جي غلاظت (خطبہ شقشقه). ادبي لحاظ کان ڏسو ته به ڪيڏي نه تُز تشبيهه آهي ٻڪري حلال جانور آهي ان ڪري حرام يا نجس نه آهي. ته به ٻڪري جي نڪ جي غلاظت اهڙي ڪريهه آهي جو هٿ لائڻ ته ڇا رڳو ڏسڻ سان به ٻُچان ايندي ۽ حضرت اميرالمؤمنين دنيا کي ان کان به گهٽ وقعت وارو ڪوٺيو. جڏهن ذهن ۾ اهڙي تبديلي ايندي ته رشوت ازخود ختم ٿي ويندي، حضورﷺ جن جي حديث مطابق ته رشوت ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻئي لعنتي آهن. رشوتي ڪاموري کي پري ڪچهريءَ ۾ رڳو زبان جا ڪهاڙا وهائجن ته پاٺهئي چرڪندو ۽ ٻچڙو ٿيندو ۽ حتر ڪندو. عزت نفس به ماڻهو نيٺ ڪيتري داؤ تي لڳائيندو. هزار، پنج هزار، لک، ڏهه لک پر جيڪڏهن ڪو حرامي ڪامورو چوي ته زال يا ڌيءَ آڻي ڏي ته پري ڪچهريءَ ۾ لاهي موچڙو ڪونه وٺبس. تنهنڪري عزت نفس جي اصول تي قائم رهي هڪ ڪارو پئسو به ڏيڻ کان انڪار ڪجي. نه رڳو رشوت پر هر اصول ۽ حق تي ماڻهو اڏول ٿي بيهي رهي ته سڄو سماج ئي سڌري پوي ۽ سڀ غلط ڪاريون ختم ٿي وڃن. رڳو پيار، محبت، ضمير جي سچائي ۽ خير خواهي ڪپي. مون پنهنجي زندگي ۾ هڪ ئي نعرو سوچيو ۽ ڏنو آهي ۽ اهو آهي ”خير خواهي“.

هندو مسلمان، ڪرستان، پارسي، پنجابي، مهاجر سڀ جو خير ۽ سڀ جي خير خواهي ڪيو، سوچيو ۽ وڏي واڪ چئو. اهو اٿؤ منهنجو آخري پيغام ”خير خواهي“.

آخر ۾ هڪ ننڍڙي گهرو ڳالهہ، توهان اها ڳالهہ ضرور محسوس ڪئي هوندي تہ مان پٽن کان وڌيڪ نياڻين سان مانوس آهيان. هونءَ عورت جي عزت ڪرڻ، ڪو آدجڳاد، کان مون ۾ ۽ منهنجن وڏن جي رت ۾ ڀرپور انداز ۾ پريل آهي. آغا احد جان مرحوم جو علم جوتش جو تمام سٺو ڄاڻو هو ان ڪنڊلي ناهي حساب لڳائي مون کي چيو هو تہ تنهنجي طبيعت ۾ عورت ذات جي عزت ۽ خير خواهي نهايت عجيب ۽ حيرت انگيز طور پريل آهي. حضور سائين ﷺ جن بہ پنهنجي نياڻين، ٽيج شريڪ ڀينرن ڀائرن ۽ ٽيج پارينڌڙ ماءُ سان نهايت عزت احترام ۽ پيار سان پيش ايندا هئا. مختصر ڳالهہ اها تہ ڀينرن سان نهايت عزت احترام سان پيش اچجو. جيئن ماءُ کان وڌ ڪوبہ اولاد جو وڌيڪ سڄڻ نہ آهي تيئن ڀيڻ کان وڌ ڀاءُ جو ڪو سڄڻ ناهي. پلي پنهنجي زالن کان پڇي پڪ ڪيو تہ ايئن آهي ڪِ نہ. ڀينرن ۾ بہ توهانجي وڏي ڀيڻ شاهده هڪ شاهڪار آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجيون ۽ توهان جي مرحوم ماءُ جون سڀ خوبيون خاميون ڀرپور طرح منجهس موجود آهن. سندس عزت ڪندا چوڻ وٺندا ۽ مشورو ڪندا تہ لاڀ پرائيندا. اهو بہ ياد رکندا تہ توهانجي ٽنهي ڀينرن ۾ روحاني قوتون آهن. سندن خوشين ۽ رنج ۾ شامل حال رهندا تہ توهانجو فائدو آهي. سندن رنج ڪٽندا تہ نقصان ڏسندا. وڏو ڀاءُ پيءُ برابر ۽ وڏي ڀيڻ ماءُ برابر. اها ڳالهہ نہ وسارجو.

چوندا آهن تہ بہ ڀائر ٽيون ليکو. ائين بہ چوندا آهن تہ ڀائرن سان کهڙا ليکا. ٻئي چوڻيون سچيون آهن ۽ منجهن تضاد نہ آهي. بس هر ڳالهہ کي جدا بيهاري چنڊڇاڻ ڪري ليکو ڪبو تہ اهو موزون ۽ صحيح هوندو ۽ غلط فهمي پيدا ئي نہ ٿيندي. ان کان پوءِ جيڪڏهن ڪو ڪس ڪائي عفو يا احسان ڪري تہ اهو افضل آهي. وٺڻ واري هٿ کان ڏيڻ وارو هٿ بهتر آهي. پر احسان ڪندڙ وساري ڇڏي ۽ جتائي نہ، ۽ جنهن تي احسان ٿئي ان وٽ ميوتي بہ هجي ۽ جتائيندو بہ رهي تہ پوءِ محبت ۽ عزت وڌندي رهي ٿي.

منهنجي روزمره جي استعمال جون شيون پلي توهانجون پينرون کڻن. توهان وٽ رلي ويندين. منهنجا وڳا توهان پائيندا تہ مونکي خوشي ٿيندي نہ تہ خيرات ڪري ڇڏيندا. ڪتاب، ڪاغذ ۽ خط بدر جي امانت آهي.

مون ڪو اهڙو عمل ڪونہ ڪيو آهي، جنهن لاءِ شرمسار هجان (ڪچايون ٿڪايون الله معاف ڪندو). سڀ سان چڱو، سڀ سان ڀلائي ڪئي اٿم. ڪڏهن سمجهوتو يا سوديبازي ڪانہ ڪئي اٿم. ضمير کي مرڻ ڪونہ ڏنو اٿم. سڄي عمر ڏکيو سکيو گذاري، جهيڙيندو رهيو آهيان. اڙڏو بہ رهيو اهيان تہ اڏول بہ. الله عيب ڍڪيندم. پوئتي ڪڏهن ڪونہ هٽيو آهيان.

**اڳي پوءِ مران، مر مران مارڳ ۾ (شاه)**

جڳ جهان ڏي خير ـ سنڌ ڏي خير ـ سنڌ واسين ڏي خير.

**جمال ابڙو**
25- سيپٽمبر 1994ع
ڏينهن آچر
ڪراچي.

# سانگي قوم

اسين ذات جا سانگي آهيون. سانگي وڏي ۽ زورآور قوم آهي. هونئن تہ سڄي سنڌ ۽ پنجاب ۾ پکڙيل آهي پر سنڌن ڳڙهہ لاڙڪاڻو ضلعو آهي. اسانجو سردار مير صاحب سڏبو آهي. اسانجو موجوده سردار مير غلام محمد خان سانگي (جو تازو وفات ڪري ويو) سو اسانجي ناماري سردار مير غلام محمد خان سانگيءَ جو ڏوهٽو هو. چاڪاڻ تہ ڪيس پٽاڻو اولاد ڪونہ هو. سندس زورآوري سخا ۽ شان مان جا قصا ڪهاڻيون مشهور آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ گهڻيون زمينون بہ سانگين جون آهن. ڪلهوڙا فقير جڏهن پاور ۾ آيا ۽ پيري مرشديءَ جو سلسلو شروع ڪيائون تہ جيڪا پلي زمين ۽ باغات گهاڙ واهہ جي ڪناري ڏسن تہ مرشد سڳورو پڇي تہ، "اي زمين ڪنهن دي اي" تہ ويچارو سانگي مريد چوي تہ "سائين تساڏي ملڪيت اي" تہ مرشد سڳورو بہ هڪدم مريدن کي چوي تہ بابا! وڃي قبضو ڪريو. پوءِ جڏهن سانگين اکيون پٽيون تہ ٻرُ تي بيٺا. ڪلهوڙن سان جنگيون ڪيائون. ميان شاهل محمد جي مُنڊي لاهي ويا جنهن جي مقبري ۾ رڳو سندس ڊيري پوريل آهي. سندس مُنڊي لاهڻ وارو جلال ابڙو سانگي هو. هيءَ عام روايت زبان زد عوام آهي، تاريخي حوالو ڪونہ اٿم. باقي اها تاريخي حقيقت آهي تہ سمن جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ کان پوءِ سما ابڙا لاڙ مان هجرت ڪري اتر ۾ تلٽيءَ کان وٺي ڳاها، شڪاربور، ويندي بلوچستان ۾ سبي ڍاڍر ۽ ڪڇي ۾ پکڙجي ويا. مونکي مرحوم سردار رند، بلوچ ۽ گهگهي پائي سڏيندو هو. ڇاڪاڻ تہ بلوچستان جا ابڙا بلوچ سڏبا هئا. مونکي سردار محبوب علي خان مگسيءَ پاڻ چيو تہ ادا! اسين مگسي بہ ابڙا آهيون، پر بلوچستان ۾ پنهنجي رياست (جهل مگسي) هئڻ سبب بلوچ سڏجون ٿا. هينري پاٽنچر بہ ابڙا ۽ مگسي هڪ شاخ ۾ ڳڏيا آهن تاريخي حادثات جي اٿل پٿل ۾ ايئن ٿيندو آهي. سومرا بہ حڪومت وڃائڻ کان پوءِ اتر طرف آيا ۽ ڏنڏن پنيان ذاتيون سڏايائون جيئن ڪٽي، نيرولي، ڪنهنباتي، وايا ۽ ڊکڻ. ڊکڻ ۽ عيسائي تہ وڏا زور وارا زميندار ٿيا جن مان خان بهادر محمد پناهہ ڊکڻ مشهور آهي، جڏهن سومرا ۽ سما ابڙا اتر طرف آيا ۽ طاقتور قومون ثابت ٿيا تہ انهيءَ سڄي علائقي کي

تلتيءَ کان ونئي ڳاها (شڪاربور) تائين روپاهہ جو علائقو سڏيو ويو. ان کي چانڊڪا سڏڻ غلط آهي. اهو روپاهہ جو علائقو هو، جنهن ۾ سپ، سومرا ۽ سما ابڙا هئا. خود مخدوم بلاول ۽ دولهہ دريا خان ۽ سندس پٽ محمد خان، منڻ خان ۽ امير سارنگ اتي رهيا ۽ وڏا زميندار هئا. دولهہ دريا خان جو علائقو باغبان ۽ ڳاها يا ڪاهان سڏبو هو. ڳاها نج ابڙا آهن اهي مغلن سان وڙهندا آيا ۽ ڪڏهن بہ کين سک سان ويهڻ ڪونہ ڏنائون. تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ مصنف يوسف ميرڪ صاف لکيو آهي تہ، سميجن ابڙن اسان کي سخت تنگ ڪيو آهي ۽ اهي ”سانگي نياڳا“ بہ ابڙا آهن.“ اها مغلن جي حڪمت عملي هئي تہ سانگين ابڙن جو زور پيڻ لاءِ چانڊين کي وڏيون جاگيرون ڏئي روپاهہ علائقي (ضلعي لاڙڪاڻو ۽ دادو) ۾ ويهاريائون تہ جيئن مقامي ماڻهن جو زور پيجن. اهو تڪراءُ اڄ تائين قائم آهي. سانگي اڄ تائين بلوچن، جتوئي ۽ ڏاهاڻين سان ڪونہ ٺهن ۽ هڪبئي سان وڙهندا اچن. سانگين ۽ ابڙن جو ڪلهوڙن طرفان وڙهڻ بہ انهيءَ مامري جو حصو آهي جو سپ گڏجي مغلن سان وڙهيا ۽ نيٺ کين تڙي ڪلهوڙن کي جيڪي مرشد هئا حڪومت ڏياريائون. ڪلهوڙن جو وڏي ۾ وڏو بهادر سپهہ سالار شاهہ بهارو بہ ابڙو (جهنجي يا جهنجڻ ) هو ۽ اڄ بہ سندس مقبري جو گادي نشين علي اڪبر ابڙو آهي ۽ سندس مقبري جي چوڌاري دودائي تائين سانگين جا گهر ۽ زمينون موجود آهن. جلال خان ابڙو ۽ مير خان ابڙو بہ ڪلهوڙن جا فوجدار هئا. مير واهہ، مان سمجهندو هئس تہ ميرن جو کٽايل آهي پر ڪاغذ ۽ ڪتاب اٿلائڻ کان پوءِ پتو پيو تہ مير واهہ مير خان ابڙي جو کٽايل آهي. مولانا غلام الرسول مهر پنهنجي ڪتاب ”تاريخ ڪلهوڙا“ ۾ بہ ٽي دفعا غلط ورجايو آهي تہ گهاڙ واهہ ڪلهوڙن کوٽايو ۽ زراعت کي زور وٺايائون. وري اتي جو اتي لکي ٿو تہ گهاڙ واهہ جي ٻنهي ڪپن تي سانگين ۽ ابڙن جون سر سبز ۽ شاداب زمينون ۽ باغات هئا. جي گهاڙ واهہ کوٽايو ٿي ڪلهوڙن تہ ان جي ٻنهي ڪپن تي اڳوات ٿي سانگين ۽ ابڙن جون سرسبز ۽ شاداب زمينون ۽ باغ ڪٿان آيا. مان اڳ بہ چئي آيو آهيان تہ دولهہ دريا خان واري علائقي کي چوندا ئي هئا باغبان. جا ڳالهہ تاريخي ڪتابن ۾ بغير شڪ ۽ شبهي جي موجود آهي! سما، سميجا، ابڙا چنيهہ (چنا) ۽ پنهور گهٽو اڳ ان علائقي ۾ زورآور زميندار ۽ سردار موجود هئا. ڏسجي ٿو تہ مولانا مهر صاحب جاءِ واردات جو معائنو ٿي نہ ڪيو

آهي نہ تہ عقل جو اندو بہ ڏسي سگھي ٿو تہ گھاڙ هڪ قدرتي نانگ وانگر ور وڪڙ کائيندڙ ڦاٽ آهي نہ ڪو هٿرادو کوٽايل واهہ. مان ڪو ڪلهوڙن کي گھٽ ڪون ٿو چوان. اسان سنڌن حڪمت عملي، شجاعت ۽ مسلسل جدوجهد جا قائل آهيون، جن ارغونن ۽ مغلن جي ظلمن کان سنڌ کي نجات ڏياري، پر حقيقتون تہ حقيقتون آهن ۽ تاريخ ۾ قلمبند آهن. لاڙڪاڻو تہ اڳئي مهذب ۽ ساهہ سيباڻو هئو ۽ اڄ تائين ڀهاڪو آهي تہ هجيئي ناڻو تہ گھمر لاڙڪاڻو. جيتوڻيڪ سکر وڏو شهر، تجارتي مرڪز ۽ گاديءَ جو هنڌ هو تہ بہ ان کي اها شهرت ۽ عزت نہ ملي. اتلو ٿوڪ وچان چوندا هئا، ”هل ڙي ساڪرو“ معنيٰ واپاري ذهن وارو.

اچون ٿا تاريخي حقيقتن تي، مون تہ مٿي ايئن چيو آهي تہ اسين ڪلهوڙن جا ٿورائتا آهيون جو اسان کي ڌارين جي غلاميءَ کان نجات ڏيارپائون، پر مولانا غلام الرسول مهر ڪتاب ”تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور“ جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ، ”بنگال ۽ دکن وانگر هي پرڳڻو (سنڌ) مرڪز يعني دهليءَ کان گھڻو پري هو تنهنڪري مرڪز کان الڳ ٿي رهڻ لاءِ ايئن ڪرڻ وڌيڪ آسان هو. سنڌ جو سمورو ضابطو هوندئن بہ اتي جي رهاڪن جي هٿن ۾ اچي چڪو هو. ان طرح سنڌ کي عملي طرح خود مختياري جو درجو حاصل ٿي چڪو هو ۽ ان جي مرڪز سان وابستگي رڳو رسمي وجي رهي هئي. سنڌ جا اهي رهاڪو ڪلهوڙا هئا جن پيري مريدي جي ذريعي ڪافي شهرت ۽ اثر رسوخ حاصل ڪري ورتو.“

ڪلهوڙن کي سنڌ جا رهاڪو سڏي پوءِ مولانا صاحب چيو آهي تہ ڪلهوڙا اصل ۾ عباسي آهن. ان لاءِ ڪوبہ دليل نٿو ڏئي سواءِ انهيءَ جي تہ خود ٽالپرن ۽ فلاڻن فلاڻن کين عباسي ڪوٺيو آهي. ٽالپر تہ سنڌن مريد هئا. مولانا خود پاڻ صفحي 43 ۽ 44 تي لکي ٿو تہ، ”مرآت“ ۽ ”جواهر“ ٻئي تاريخون ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جون لکايل آهن ۽ اهي سنڌن عباسيت جون دعويدار آهن، جيتوڻيڪ ”انهن جي پيش ڪيل شجرن کي قبول ڪري نٿو سگھجي.“

برٽن لکي ٿو تہ، ڪلهوڙا اصل ۾ سنڌ جي قوم هئا ان ڪري سمجهڻ گهرجي تہ هو هندن مان مسلمان ٿيا. جڏهن هن خاندان امتيازي درجو حاصل ڪيو تڏهن پنهنجي عباسي هجڻ جي دعويٰ ڪرڻ لڳا. مگر عالمن جي نزديڪ سنڌن عباسي هجڻ جو شجرو ناڪامياب ثابت ٿيو (جنهن جي تصديق

مولانا مهر به ڪئي آهي). انهيءَ تي ڪلهوڙا ”سهر خطيبه“ پنهنجا ماڻهو موڪليا ته جيئن اتان جي بزرگن وٽ جيڪي خانداني شجرا ۽ دستاويز موجود هئا تن جا نقل ڪري اچن. بزرگن ايئن ڪرڻ کان نٽايو ته ڪلهوڙن نه رڳو انهن جون جاگيرون ضبط ڪيون پر سندن ڳوٺن کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ ٿامي جون اهي تختيون پاڻ سان کڻائي ويا جن تي شجرا اڪريل هئا ۽ اهڙيءَ ريت هو حضرت عباس جو اولاد بڻجي ويا ۽ پير مرشد سڏجڻ ۾ آيا. (برٽن صفحو 410 ـ سورلي صفحو 25، مولانا مهر صفحو 45)

ڪلهوڙا عباسي آهن ته اسانجون اکيون ٺڏيون. ڪنهن کي ڪهڙو اعتراض، پر هڪ ڳالهه جا مون شروع ۾ چٽي سا ثابت ٿي ته ڪلهوڙن جي حڪمت عملي هئي مذهب جي نالي ۾ ڏاڍ سان سياسي اثر رسوخ حاصل ڪرڻ. تاريخ ۾ ائين ٿيندو آيو آهي ۽ اڄ به مذهب جي نالي ۾ ڏاڍ ۽ جلائو گهيرائو جي سياست هلي پئي ڪلهوڙو هجڻ ڪا گهٽتائي ڪانهي ۽ باعزت ۽ خوددار خاندان ماڻهو اڄ به ڪلهوڙو سڏائيندا اچن. خود ميان آدم شاهه ڪلهوڙو مشهور آهي ۽ پڻ ميان يار محمد ڪلهوڙو ۽ سندن خلف مان وڏو بزرگ ميان نصير محمد ڪلهوڙو. اسان جي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ نوڦ ميرو خان جا زميندار ڪلهوڙو سڏائين. ڳوٺ وليد جو چڱو مڙس ڪامريڊ علي محمد (بيگم اشرف عباسيءَ جو ياءُ) ڪلهوڙو سڏائيندا هو ۽ اخبار ڪڍندو هو ”آواز ڪلهوڙا“ قنبر تعلقي ۾ ڳوٺ آبڙي، ديهه به آبڙي، پر زمينون سڀ ڪلهوڙن جون ۽ سندن چڱو مڙس وڏيرو غلام حيدر ڪلهوڙو ۽ اڄ ڪلهه وڏيرو محمد عثمان ڪلهوڙو. هڪ خانبهادر ڪلهوڙو به تي گذريو آهي جو مون پاڻ ڏٺو. منهن تي اڇا چٽيءَ جا داغ هئس. وڏو شانائتو شريف ماڻهو هو. ان وقت جو گورنر سر لانسيلات گراهم به سندس دعوت تي آيو هو.

مون ڳالهه پئي ڪئي سانگين ابڙن جي ۽ وڃي ڪلهوڙن تي پهتس. ڇا ڪجي تاريخي حقيقتون ته لڪائي ڪونه سگهبيون. جيڪڏهن حوالا ڏيڻ شروع ڪيا ته ڊيگهه ٿي ويندي. مون ان سلسلي ۾ جن ڪتابن تان مدد ورتي آهي انهن مان ڪي خود ڪلهوڙن جا مداح هئا. مثلاً: تحفة الڪرام، هِيوز، ايٽڪش، پوسٽنس، لب تاريخ سنڌ، ڊيوڊسٽن، مرزا قليچ بيگ، نامه نغز وغيره.

مون گهڻو ٽٽو مولانا غلام الرسول مهر جي ڪتاب تاريخ ڪلهوڙا ۽

مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "قديم سنڌ ۽ سمن جي حڪومت" تي پاڙيو آهي ۽ پڻ تحفة الڪرام تي. نامہ نغز وارو لکي ٿو تہ شاهل محمد

"اراضي بہ سانگين ابره بہ جبر گرفت و داده عزيزان کبر"

يعني زمينون سانگين ابڙن کان ڏاڍ سان وٺي پنهنجن عزيزن کي ڏنائين. هيءُ ڪتاب شاهنامي جي طرز تي باغ علي "خائف" جو ڪلهوڙن جي تعريف ۾ لکيل آهي ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ لکيو ويو تنهن ڪري ان کي ڪوڙو نٿو چئي سگهجي. جلال خان ابڙي جو واقعو بہ "مرآت" ۾ تفصيل سان آيل آهي، جنهن جو ذڪر مولانا غلام الرسول مهر پنهنجي ڪتاب تاريخ ڪلهوڙا ۾ صفحي 141 تي ڪيو آهي تہ ڪيئن ميان الياس جي سوال ۽ جلال خان ابڙي جي جواب تي ڪلهوڙن فقيرن ڪٺي ڳنڍ ٻڌي تہ جلال خان سموري زمين بينل فصل، ڍور ڍڳا ۽ ٻج توڙي ڪيتيءَ جو سامان مرشد کي نذراني ۾ ڏئي ڇڏيو. "ماثر الامراءِ" جو مصنف بہ جلال خان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "ابڙا قوم قديمي زماني کان سنڌ ۾ زمين جي مالڪ رهندي تي آئي." تحفة الڪرام" وارو لکي ٿو تہ هن واهہ (گهاڙ واهہ) جي ٻنهي ڪنارن جي زمين سانگي ۽ ابڙا قومن جي هئي جن کان ميان شاهل محمد خريد ڪري پنهنجي اولاد ۽ پائرن ۾ ورهائي. خانبهادر خداداد خان لکي ٿو تہ ميان صاحب سانگي ۽ ابڙا قوم کان سندن زمينون کسي ورتيون انهيءَ ڪري ميان صاحب ۽ انهن قومن ۾ هٿيار بند لڙائي لڳي. سيد علي محمد راشدي بہ لکي ٿو تہ، سانگي ۽ ابڙا قومن کان زمينون کسي ورتائين، جنهن تان آخر لڙائي لڳي. سيٺن لکي ٿو تہ، "واهہ (گهاڙ واهہ) جي ٻنهي ڪپن تي سانگين ۽ ابڙن جون زمينون هيون سي کانئن ڦري پنهنجن پائرن کي ڏنائين. ابڙن جي سردارن ڄام صديق ۽ جلال خان ٻين زميندارن کي پاڻ سان ملائي ساڻس لڙايون ڪيون. گولڊ سمٿ بہ ساڳيو ئي بيان ڪيو آهي. ظاهر آهي تہ زمين خريد ڪرڻ وارو قصو بلڪل هٿرادو ۽ ميان صاحب تي ڍڪ ڍڪڻ جي مترادف آهي. مولانا غلام الرسول مهر ڇنڊڇاڻ ڪري صفحي 144 تي لکي ٿو تہ، انهيءَ سلسلي ۾ سانگي ۽ ابڙا قوم سان سندس اختلاف وڌي ويا، جنهن آهستي آهستي لڙائيءَ جي صورت اختيار ڪئي، ابڙا قوم مان ڄام صديق ۽ جلال خان مريديءَ جا سمورا حق وساري ڇڏيا ۽ ڪيتريون ئي لڙايون لڳيون ۽ ڪنهن هڪ لڙائي ۾ ميان صاحب قتل ٿيو." هيگ جو بيان آهي تہ، "ڪلهوڙن جو هيءُ شيوو

هوندو هو ته جارحاڻه حرڪتن ۽ ڦرمار سان گڏوگڏ پوک جي ڏنڌي ۾ سخت محنت ڪندا هئا.“ هيگ به ساڳي غلطي ڪندي لکي ٿو ته، هنن گهاڙ واهه کوٽايو. ڪوبه ذي عقل ماڻهو اها ڳالهه ڪونه مڃيندو ته گهاڙ واهه ڪوئي کوٽايل واهه آهي. جي گهاڙ واهه ڪلهوڙن جو کوٽايل هجي ها؟ ته ان جي ٻنهي ڪپن تي سانگين ۽ ابڙن جو سرسبز پوکون اڳ ۾ ئي ڪيئن هجن ها.

مرزا قليچ بيگ ڪلهوڙن بابت لکندي چوي ٿو ته، ميان اوڍائو ساري خاندان جو وڏو هو. سندن پوئينرن جو شجرو هيئين طرح ٿو لکي:

ٿل، پيل، چينو، محمد، ابراهيم عرف ڪلهوڙو خان، هاشم، راڻو، طاهر خان، سهب، ڪاجن، آدم شاهه، دائود الياس، شاهل محمد، ميان نصير محمد، يار محمد، ڪلهوڙو، تحفة الڪرام، نامه نغز، مرآت، دولت عباسيه ۽ جواهر عباسي به ائين ئي چون ٿا.

انهن مان هر هڪ صاحب جو ذڪر ڪبو ته وڏي ديگهه ٿي ويندي. ان ڪري مان صرف چند حوالا پيش ڪيان ٿو.

تحفة الڪرام وارو صاحب لکي ٿو ته:

هن خاندان جو پهريون بزرگ ميان اوڍائو نالي هو، جو ڪيچ مڪران پهتو ۽ پيري مريديءَ جي طريقي سان هڪ وڏي جماعت سندس معتقد بڻجي وئي. هن جو اولاد پڻ اوڍائي جي لقب سان مشهور ٿيو. سڀ تاريخون انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته ڪلهوڙا اصل ۾ اوڍائا فقير آهن. انهن مان هڪ ابراهيم، ڪلور جبل تي رياضتون ڪيون جنهن ڪري سندس پويان ڪلورا يا ڪلهوڙا سڏجڻ ۾ آيا. اهو ڪلور ڪوٽ اڄ به ميانوالي پرسان موجود آهي. ائين هو ميان ۽ ڪلوُرا تي ويا. سنڌ ۾ ۽ سنڌي زبان ۾ ڪلوُر جي معنيٰ ته هرڪو ڄاڻي ٿو. شيخ صادق علي صاحب پنهنجي تحقيقي ڪتاب ”سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان جون مسلمان قومون“ ”انگريزي) ۾ صفحي پنجين تي ڪلهوڙن جون هيئيون شاخون لکي ٿو:

١- ايل، ٢- ينگي ڪلهوڙا، ٣- يُتا ڪلهوڙا ،۴- ديميا ڪلهوڙا، پولائي ڪلهوڙا، ۵- ڏِڪا ڪلهوڙا، ٦- جهُنجها ڪلهوڙا، ٧- ڪولڙا، ٨- پيت ڦاٽا، ٩- تاسريا، ١٠- وڏ پڳيا وغيره. اهو ڪتاب 1901ع ۾ ڇاپيو ويو. سندس پنجين پيڙهي ۾ ٿل نالي هڪ بزرگ ڪاهر ٻيلي ۾ آيو ۽ گوجر

قوم کان زمين کسي اتي رهائش اختيار ڪيائين. تل جو فرزند پيل ٻيءُ جو جانشين ٿيو. انهيءَ پيل جو پٽ، چينو خان هو. ظاهر آهي اهڙا نالا عرب نزاد، عباسين جا نٿا ٿي سگهن.

عربن سان نسبت ڏيکارڻ فيشن هو. تنيا ۽ ڪاسائي قريشي ٿي ويا ۽ ڪوري ۽ جوٽيجا پاڻ کي انصاري سڏائڻ لڳا. هر دؤر ۾ ايئن ٿيو آهي تہ حاڪم قومن سان زوري نسبت جوڙي وئي آهي. مگر پين عرف مغل پين جا خليفا پاڻ چون ٿا تہ هو ٿهيم آهن، پر سڏائين ٿا قريشي. خليفو غلام قادر جو ڪاليج ۽ ايل ڊبليو هاسٽل ۾ مونسان گڏ هو ۽ ٻوءِ جڏهن مان سجاول ۾ جج هئس تہ سائس ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. سو مونکي پاڻ ٻڌائيندو هو تہ هو ٿهيم آهن ۽ سندن وڏن جا نالا بہ آهن، مگر، پين، ماڪر پيو وغيره، جي نج مقامي نالا اهن. ٻوءِ بہ چوندو هو تہ ٿهيم اصل ۾ بني تميم آهن تنهن ڪري هو قريشي آهن. حالانڪ مرزا قليچ بيگ موجب هو سماٽ اهن. ايئن اسان جو عزيز عبدالحق وڪو بہ پاڻ کي وقاصي، سعد بن وقاص جو اولاد سڏائيندو آهي. حالانڪ وڪا بہ سماٽ ۾ آهن، پاڻ ئي چوندو آهي تہ وڪا، نومڙيا ۽ باريچا هڪ قوم ۽ مائٽ آهن. حالانڪ نومڙيا ۽ باريچا توڙي ٽاٽي بولا خان جا ملڪ بہ سماٽ جي شاخ آهن. وري جڏهن بلوچن جي حڪومت آئي تہ ڪيترائي سماٽ قومن جا قبيلا پاڻ کي بلوچ سڏائڻ لڳا، جهڙوڪ جوکيا، جکرا، جکراٽي ويندي منهنجي ناناڻن مان ڪن منگواڻن بہ پاڻ کي بلوچ سڏائڻ شروع ڪيو. اهو آهي سياسي قوت جو ڪلچر تي ڌاڙو. انگريزن جي ڏينهن ۾ وري انگريز تہ ٿي نٿي سگهيا. سو تلفظ بگاڙي انگريزيءَ جو رنگ ڏيڻ شروع ڪيائون. قريشي پاڻ کي لکڻ ۽ سڏائڻ لڳا ڪريشچي، جسٽس منير پاڻ کي لکندو ۽ سڏائيندو هو مونر، هڪ ڏينهن منهنجي پياري دوست ۽ روم ميٽ (ڪمري ۾ گڏ رهندڙ) محمد ٻچل سومري اعلان ڪيو تہ هن جو نالو آهي ميڪورو بينگي. چيوسونس اهو آهي ڇا؟ تہ ڪلي چيائين ماڪوڙو پنگي، پيو ڇا. هينري پاٽنجر پنهنجي ڪتاب .سنڌ ۽ بلوچستان جي سير ۾ صفحي نمبر 57 تي مگسي، ابڙا، انڙ، لاشاري، ٻڙدي، جکراڻي، جاگيراڻي وغيره سڀ هڪ ئي قوم جي شاخ ڪري لکيا آهن. اها ڳنڍ تڏهن کلي جو لاشارين دولهہ دريا خان سمي کي پنهنجو ڄاڻائي سندس ورسي ملهائي.

هيءَ ڳالهہ منهنجي خيال کي هٿي ڏئي ٿي تہ بلوچ بہ سنڌي سماٽ

آهن. سندن ٻولي بہ سبيءَ کان ڪوسڪي تائين سنڌي آهي.

”مرآت ۽ جواهر“ مطابق ان وقت سنڌ ولايت جي وڏي حصي جو حاڪم سهتا قوم جو راءِ ڏورنگ هئو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ شهر بڪار جي نزديڪ ڪوٽ ڪانجهي هو. ڪلهوڙن جي وڏي احمد کي دل ۾ خيال آيو تہ راءِ جي مدد سان قدم ڄمائي، فوج گڏ ڪرڻ جي تدبير ڪجي. راءِ ڏونرنگ جي وفات کان پوءِ سندس پٽ جکرو جانشين ٿيو. ٿل کي ”مرآت“ وارو ٿل خان ٿو سڏي ۽ چوي ٿوتہ سندس اصل نالو فتح خان هو پر عام ماڻهو هن کي ٿل خان سڏيندا هئا. انوقت برهمڻ آباد، اروڙ ۽ سون مياڻيءَ جو حاڪم راءِ دولهہ يا دلوراءِ هو جنهن ٿل خان کي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. سهتا قوم بہ ٿل خان جي مدد ڪانہ ڪئي تنهنڪري اتان لڏي سنڌو ندي ٽپي، درياهہ جي هڪ شاخ جي ڪناري جا لڪيءَ کان اولهہ طرف جبل مان ڦاٽ ڪائي اڳتي وڃي ٿي هڪ اهڙي هنڌ رهڻ جي تجويز ڪئي جتي نہ رڳو زمين زرخيز هئي پر حفاظت جو بہ قدرتي بندوبست موجود هو. اها زمين گوجرن جي قبضي ۾ هئي جيڪا ٿل خان کانئن زوريءَ کسي اتي هڪ ڳوٺ ٻڌايو ۽ ان کي ڪاهر ٻيلو نالو ڏنائين. مرآت ۽ جواهر ٻنهي لکيو آهي تہ ٿل هيءُ علائقو گوجرن کان تلوار جي زور تي ڦريو. بهاولپور گزيٽيئر لکيو آهي تہ ان ڳوٺ جو نالو پنهنجي ڏاڏي جي نالي تي ڪاهر ٻيلو رکيائين. هيگ لکيو اهي ڪاهر ٻيلي جا کنڊر، جان نالي ڳوٺ جي ڏکڻ اولهہ ۾ ساڍن ٽن ميلن تي موجود آهن.

ٿل يا ٿل کان پوءِ هن خاندان جو ٻيو مشهور ماڻهو چينو خان ٿيو جو ٿل جو پوٽو هو. پير علي محمد شاهہ راشدي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وصيت نامي جو انگريزي ۾ ترجمو ڪندي لکي ٿو تہ چيني خان جو زمانو تخمينا 1220ع ٿئي ٿو. چينو خان سردار بڻيو ۽ ڄام چينو خان سڏجڻ لڳو. اهو سمن حاڪمن جو لقب ڄام اڄ تائين مانائتو آهي. ايتريقدر جو ٽالپر ميرن بہ پنهنجي اولاد جو نالو مير ڄام خان رکيو.

چيني خان لاءِ تحفة الڪرام جو بيان آهي تہ، پائرن سان نفاق سبب، ڪنيات پهتو جتي اديجا قوم سان رهڻ لڳو. نامه نغز وارو صاف لکي ٿو تہ، پائرن سان سندس لڙائي ٿي هئي ۽ پوءِ ڪنيات هليو ويو، جتي راڻي ڏهر ٻلال سمي زميندار جي ڌيءُ سان شادي ڪيائين ۽ ڪيس ان مان محمد نالي پٽ

ڄائو جو سنڌ ولائت جي حاڪمن جو جد امجد هو. دائود بہ انهيءَ چيني جو پٽ هو، جنهن جو اولاد دائود پوٽا مشهور ٿيو. وڏيڪ لکي ٿو تہ هي چينو روهڙي پرڳڻي جي تعلقي پريالوءِ ۾ ديهہ ٻيلي چيني ۾ رهڻ لڳو ۽ پوءِ آخري وقت ۾ ڪنيات هليو ويو جتي وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو. سندس پٽ دائود، ٻيءَ زال شاهو سمي وزير جي ڌيءَ مان ڄائو. چيني خان جيئري ئي وصيت ڪئي تہ پڳ محمد، جو راڻي ڌهر جو ڏوهٽو هو، ان کي ڏني وڃي. پنهنجي تلوار بہ ان کي ڏنائين. باقي مصلو، تسبيح ۽ قرآن مجيد دائود جي حوالي ڪيائين. انهيءَ محمد جو پٽ ابراهيم عرف ڪلهوڙو خان هو. ڪلهوڙي خان جي حمايت سنڌين ۽ راڻي ڌهر جي برادري وارن ڪئي. منهنجي خيال ۾ سنڌين ۽ راڻي ڌهري جي برادري مان مراد آهي سماٽ قومون. تاريخ ڪلهوڙا صفحو نمبر 94 ۾ لکيل آهي تہ، ٻنهي ڌرين يعني ابراهيم ۽ دائود ۾ تفرقو وڌندي عداوت ۽ دشمني تي پهتو، آخرڪار انهيءَ عداوت، قتل ۽ خونريزيءَ جو اهڙو خوفناڪ هنگامو پيدا ڪيو جو جيستائين منجهائن هڪڙي شاخ (دائود جو اولاد) سنڌ مان لڏي پلاڻي نہ نڪتي هي هنگامو ختم نہ ٿيو. ظاهر آهي تہ دائود پوٽا سماٽ قومن کان شڪست کائي سنڌ مان ڀڄي ويا. پر مولانا مهر فرمائي ٿو تہ دائود پوٽن کي اوج ۽ عروج تي پهچڻ توڙي عام شهرت حاصل ڪرڻ ۾ اڳرائي ۽ اوليت نصيب ٿي. اهو سندس جهڪاءَ بهاولپور جي موجوده عباسي (دائود پوٽہ) حڪمرانن ڏانهن هڪ تاريخ نويس کي نٿو سونهين. لاشڪ چينو خان هڪ زورآور سردار ثابت ٿيو پر مولانا مهر جي ساراهہ ڪجهہ حدون اورانگهي ٿي وڃي. مثلاً لکي ٿو تہ:

محمد چينو خان ڪريم الطبع، نهٺو، عادل، پاڪ دامن ۽ نوڪرن ۽ عام ماڻهن سان رحم ۽ مهربانيءَ سان هلندو هو."

1- هوڏانهن پاڻ ئي لکي آيو آهي تہ پاڻرن سان نفاق ۽ لڙائي سبب لڏي ڪنيات هليو ويو ۽ اتي جي راڻي ڌهر پلال سمي جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين.

2- صفحي نمبر 87 تي لکي ٿو تہ، "مرآت" ۾ شاديءَ جو تفصيل هيئن ڏنل آهي تہ هڪ دفعي چيني خان جو پاڏو راڻي ڌهر جي ڪوچي ۾ وڃي پيو، ڌهري پاڏي کي جهلائي، سخت ڌڪ هڻايا. عبدالله داروغي اهو واقعو چيني خان کي ٻڌايو. ڳالهہ ٻڌندي چيني خان کي

جڻ باهہ لڳي وئي ۽ راڻي کان بدلي وٺڻ لاءِ موقعي جي تلاش ۾ رهيو. هڪ ڏينهن کيس پتو پيو تہ راڻي جي ڏيءُ روز سهيلين سان درياهہ تي سير لاءِ ايندي آهي. چيني خان وڃهہ وٺي ڇوڪريءَ کي زوري کڻي اچي پنهنجي گهر ۾ ويهاريو پوءِ کوريجا، سهتا، ڏل، اڊيجا، برفت، نهمڙدي رند مڙيا، ڪرمتي کهوڙ، جاڙيجا، جوکيا، لاسي، ٿهيم ۽ ٻين قومن جا سردار وچ ۾ پيا ۽ چيني خان کي خط موڪليائون. خط ملنديئي چيني خان ڇوڪريءَ کي پالڪيءَ ۾ويهاري عزت ۽ حرمت سان واپس موڪليو. اهڙيءَ ريت ڇوڪريءَ جي شادي چيني سان ٿي. پڙهندڙ انصاف ڪن تہ ڪٿي پاڏي کي ڏڪ ڪٿي نياڻيءَ کي زوري کڻي وڃڻ. مولانا پاڻ ٿو لکي تہ مرآت ۽ جواهر ۾ اهڙا داستان بيان ٿيل آهن جن ۾ ڪو غير معقول وڌاءُ ڪونهي ۽ بلڪل اعتبار ۽ قياس ۾ اچڻ جوڳا آهن ۽ انهن جو راوي جام پلنگهر آهي جو گنجابہ، مستونگ، ڪرتہ، سبي ۽ ڍاڍر جو حاڪم هو. اڄ بہ سبي ۽ ڍاڍر ۾ ابڙا تمام گهڻا آهن. منهنجي مرحوم دوست تاج محمد ابڙي جي تہ اباڻي زمين ڍاڍر ۾ هئي ۽ آهي.

3- چيني خان ديهہ ٻيلي چيني تعلقي پرپالوءِ تي قبضو ڪيو.

4- چيني خان جي وفات جي باري ۾ مرآت ۽ جواهر ۾ ذڪر آهي تہ راڻي ڏهري (چيني خان جو سهرو) جون مينهون هڪ هنڌ پاڻي پيئڻ آيون جتي چيني خان جو مال پاڻي پيئندو هو. جاڙي مهر کين منع ڪئي. ڳالهہ وڌي وئي ۽ فساد ۾ راڻي ڏهري جو ماڻهو مارجي ويو جيڪو راڻي ڏهري جي زال جو رضاعي (ٿڃ شريڪ) ڀاءُ هو. چيني خان جي زال ڪاوڙجي پيءُ جي گهر هلي وئي. چينو خان تعزيت جي خيال کان اوڏانهن روانو ٿيو. درياهہ پار ڪندي ٻيڙيءَ ۾ سندس گهوڙو ڏڙا هڻڻ لڳو جنهن ڪري ٻيڙي اونڌي ٿي پئي ۽ چينو خان ٻڏي ويو. سندس زال کي جڏهن اها خبر پئي تہ هڪدم درياهہ ۾ پاڻ اڇلي جان ڏنائين. ڇٽن ڏينهن کان پوءِ ٻنهي جا لاش هٿ آيا ۽ ڪنيات ۾ دفن ڪيا ويا.

مٿي ذڪر ڪيل واقعن مان صاف ظاهر آهي تہ ڪنيات روهڙي، سکر ۽ لاڙڪاڻو ضلع جنهن جون حدون ڪراچيءَ تائين هيون ۽ پڻ بلوچستان ۾،

سمات قومن جو تسلط هو. اڄ تائين سڄي بلوچستان ۾ سنڌي سمجھي ۽ ڳالهائي وڃي ٿي. مون سان نواب محبوب علي خان مگسي پاڻ ذڪر ڪيو تہ مگسي بہ ابڙا آهن پر بلوچستان ۾ هجڻ سبب بلوچ سڏجن ٿا. سمات ۽ بلوچن وچ ۾ تڪرار ۽ تفرقو بہ ڌارين وڌو. مان مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ لاڙڪاڻي وارو علائقو سڏبوئي روپاھ هو. باغبان بہ سڏيندا هئس. هتي دولھ دريا خان، مخدوم بلاول سانگين، ابڙن ۽ سومرن جون زمينداريون، سرداريون ۽ قومون هيون. هي قومون ارغونن ۽ مغلن جي لاءِ مٿي جو سور هيون، دولھ دريا خان جا پٽ ۽ پونير سائن انڙپور ۽ ٺلٽيءَ وٽ لڙآيون ڪندا آيا. ٺلٽيءَ جا منگواڻا بہ جنگجو هئا ۽ سدائين سمات (اصل سنڌي) قومن جو ساٿ ڏنائون. يوسف ميرڪ تاريخ مظهر شاهجهانيءَ ۾ پنهنجو غصو روڪي نہ سگهيو آهي ۽ صاف لکيو اٿائين تہ ”اهي سانگي نياڳا بہ ابڙا آهن ۽ منگواڻا تہ وڏا حرامي آهن.“ انهن جو زور ڀڃڻ لاءِ چانڊين کي لاڙڪاڻي ۾ (اڄ جي دادوءَ سميت) آباد ڪيو ويو ۽ کين هُشي ڏيڻ لاءِ علائقي کي سڏڻ ٿي لڳا چانڊڪا. انگريزن ۽ پوءِ مير ٽالپرن بہ اهائي پاليسي اختيار ڪئي ۽ جتي ڪٿي مقامي قومن جو زور ڀڃڻ لاءِ مختلف بلوچ قبيلن کي نوازيندا ۽ آباد ڪندا رهيا. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب قديم سنڌ ۾ لکي ٿو تہ، ”چانڊين جو سردار ولي محمد هو جنهن کي انگريز سرڪار جي مدد ڪرڻ عوض وڏي جاگير ملي. سندس پٽ غيبي خان هو. رند، جمالي، لغاري ۽ ڪوسن کي بہ جاگيرون مليون“. هي سڄو سياسي چڪر هو، پر قدرت اهڙي جو اهي سڀ قومون بہ پڪيون سنڌي ٿي ويون. سمات ۽ بلوچ قبيلن جي تنازعي جو ٻج سياسي تقاضائن هيٺ ڇٽيو ويو. ايتريقدر جو اڄ تائين ”چانڊيا، مگسي“ محاورو يا پهاڪو ٺهي ويو. ”چانڊيا مگسي“ معنيٰ توڙ جا دشمن. اها بہ هڪ ثابتي آهي تہ مگسي سمات قوم ۽ بقول سردار محبوب علي خان مگسيءَ جي ابڙا آهن. مرزا قليچ بيگ لکي ٿو تہ، ”پهرين ڪلهوڙا هتي آيا ۽ زمينون هٿ ڪيائون.“ مان ڀانيان ٿو تہ ڪافي حوالا ۽ ثابتيون ڏئي چڪو آهيان. تنهن ڪري وڌيڪ ڪوٽ ڪوٽان نٿا ڪيون. لاڙڪاڻي، سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، دادو، بهاولپور ۽ ديراجات، منڻ ڪوٽ وغيره ۾ سانگين جا بيشمار ڳوٺ آهن ۽ اهي سڀ لاڙڪاڻي جي مير غلام محمد خان سانگي (هاڻي مير ظفر حسين سانگيءَ) کي سردار ڪري مڃين ٿا. اڄ بہ لاڙڪاڻي ضلعي ۾ سؤ سوا ڳوٺ سانگين جا آهن

۽ هو هڪ مربوط قوم آهن. سوال آهي ته هيڏا سارا جو ابڙا هئا، ڄام صديق ابڙو، جلال خان ابڙو، ڪبير خان ابڙو ۽ وليداد خان ابڙو انهن جا ڳوٺ ڪيڏانهن ويا. مونکي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اڪيچار ڳوٺ ابڙن جا سُجهن، ڳوٺ طيب ابڙو رتيديري پرسان، ڳوٺ علي محمد ابڙو، ڳوٺ الهيار ابڙو، ڪجهه ڳوٺ قنبر تعلقي ۾: ۽ لاڙڪاڻي جي پر ۾ ڳوٺ وليد ۽ ڳوٺ نظر ابڙو جتان جو وڏيرو شير محمد ابڙو وڏو زورآور ۽ شاناٽنو زميندار هو ۽ هميشه خانبهادر کهڙي سان اليڪشن ۾ مقابلو ڪندو هو. عام چوڻي مشهور آهي ته سانگ پائي سانگي ٿيا. سانگ چئبو آهي تڪسات ۽ لِڪَ کي. ابڙا به ايئن سانگي ٿيا. جيئن ماموئين جا ست بيت تاريخي حيثيت رکن ٿا ۽ تاريخي واقعن تي روشني وجهن ٿا تيئن ڪجهه بيون چوڻيون به مشهور آهن. مثلاً:

**سنڌ سمو، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير،**
**چوٿون هو چغدو، جنهن جو پلنگ مٿان پير.**

بي هڪڙي تاريخي حقيقت آهي. ان جو به ذڪر ضروري آهي. چنا به هڪ تمام زورآور ۽ مشهور قوم هئي. جيئن مٿين بيت ۾ صاف ظاهر آهي ته سنڌ سمون، ڪاڇي چنو، پٽي جيسلمير. معنيٰ سموري ڪاڇي علائقي تي چنا قوم جو تسلط هو ۽ ٻهاڙي علائقي جا رهاڪو هئڻ ڪري جاننا ۽ جنگجو هئا. ان لاءِ به تاريخي ڪهاوت آهي ته چنا چؤڪي ذات سانگ پائي سانگي ٿيا. اها ٻي ڳالهه آهي ته زماني ۽ تاريخي حوادث جي مجبورين ڪان هنن چمڙي جو واپار شروع ڪيو. مالدار ته اڳيئي هئا ۽ پوءِ موچي سڏجڻ ۾ آيا. هڪ ثابتي اڄ به موجود آهي ته لاڙڪاڻي لڳ هڪ ڳوٺ "چنا" نالي سان اهي پر اتي جا سڀ رهاڪو سانگي آهن، زمينون به سانگين جون آهن ۽ چونديل چيئرمين به سانگي آهي. سندن سردار به مير ظفر حسين سانگي آهي. معنيٰ چنا به سانگي ابڙا آهن.

وري اچون ٿا ڪلهوڙن تي ڇاڪاڻ ته ڪلهوڙن ۽ ابڙن جو ذڪر تاريخي لحاظ کان گڏوگڏ اچي ٿو. محمد چيني خان کان پوءِ هيءُ خاندان گمناميءَ ۾ هليو ويو. مولانا پنهنجي ڪتاب صفحي نمبر 112-113 تي لکي ٿو ته نون پيڙهين تائين سندن ذڪر ڪنهن به نه ٻڌو. معنيٰ چيني خان جهڙو زبردست ۽ مشهور ماڻهو به ڪو منظم راڄ، زميننداري يا تسلط جو دائرو پيدا نه ڪري سگهيو. جيسين راڻي ڏهري ۽ سمات قومن جي ڪيس حمايت رهي،

تيسين طاقت ۾ رهيو ۽ پوءِ گمناميءَ ۾ هليا ويا. مرآت ۾ درج آهي ته:

”ڪلهوڙي خان جي اولاد ۾ حڪومت جو ڪوبه نشان باقي نه رهيو، حتاڪه نون پيڙهين تائين ڪير انهن جو نالو به ڪونه وٺندو هو ۽ انهن مان ڪنهن وٽ به ڪا چيز موجود نه هئي“، يعني سچا هئا.

نون پيڙهين کان پوءِ آدم شاهه ڪلهوڙو پيدا ٿيو، جنهن پنهنجي خاندان کي گمنامي ۽ اونده مان ڪڍي عزت ۽ شهرت بخشي (تاريخ ڪلهوڙا صفحو 113) آدم شاهه جي پيءُ جو نالو گجن شاهه هو. سنڌ ۾ شاهه صرف سيد کي سڏيو ويندو آهي، گجن ۽ آدم به رڳو پيري مريديءَ ڪارڻ شاهه سڏايو حالانڪ هئا ڪلهوڙا يا اوڍاڻا.

”جواهر“ جي مصنف باغ علي خائف ته آدم کي شاهه به نه لکيو آهي. لکي ٿو ته چيني خان جي نسل مان آدم نالي شخص هو جو وڏو طاقتور ۽ نالي وارو ماڻهو هو. اهو فقر ۽ سياست جي گڏجي وچڻ ڪري ٿيو. جيئن تاريخ ڪلهوڙا صفحو 119 تي اچي ٿو سو به ابڙن جي مدد سان ٿيو. تحفة الڪرام جو بيان آهي ته آدم شاهه سري علائقي جو سير ڪرڻ کان پوءِ ڳوٺ هڙي تعلقي چانڊڪي ۾ اچي رهيو. اتي ڪبڙ خان ابڙو پنهنجي لاڳاپي وارن کي وٺي ديہ ڳوٺ مان نڪري ميان آدم جي مريدن ۾ شامل ٿي ويو. تحفة الڪرام جو بيان آهي ته ڪبڙ خان ابڙي جي درخواست تي خان خانان چانڊڪي پرڳڻي جي زمينداري چانڊيا قوم کان وٺي ميان صاحب جي حوالي ڪئي. خان خانان سن 999هجري ۾ مغلن پاران سنڌ فتح ڪرڻ آيو هو. سندس مقابلو ٺٽي جي ترخان حاڪم مرزا جاني بيگ سان ٿيو، جنهن هارايو ۽ سيوهڻ خالي ڪري ويو. اهڙين سياسي حالتن ۾ ڪبڙ خان جي درخواست قبول پئي. مولانا مهر صفحي 130 تي لکي ٿو ته ”ڪبڙ ابڙي، جو ميان صاحب جو خاص خليفو هو، چانڊڪي جي زمينداري حاصل ڪئي. زمينداري حاصل ڪرڻ جو مقصد يقيناً اهو نه هوندو ته ميان صاحب هڪ ممتاز زميندار بڻجي وڃي پر مقصد فقط هي هوندو ته مريدن جي ڪاڻ پيٽ ۽ لنگر جو خرچ هلندو رهي“.

پر ميان صاحب ٻيا طريقا اختيار ڪيا. تحفة الڪرام وارو لکي ٿو ته، ميان صاحب زمينون وڌائڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون. آسپاس جي زميندارن شڪايتون ڪيون ۽ ميان آدم شاهه شهيد ٿيو.

هيگ لکي ٿو ته آدم شاهه غير آئيني اقدام جي بنياد تي ڪلهوڙن جي

جماعت وٺي سنڌ جي اتر ۽ ڏکڻ وارن علائقن ۾ داخل ٿيو ۽ چانڊيا قبيلي کان زمينون ڦري پنهنجن ماڻهن کي ڏنائين.

لب تاريخ سنڌ، ائٽڪن ۽ هيوز بہ ڪجهہ اهڙن خيالن ۽ واقعن جو ذڪر ڪيو آهي، پير علي محمد شاهہ راشدي لکي ٿو تہ، آدم شاهہ جا مريد تمام وڌي ويا ۽ ان طرح ڪيس وڏي طاقت حاصل ٿي وئي. پر پاسي جي ڪيترن ئي زميندارن ۽ سردارن حسد وچان بکر جي نواب وٽ تشويش جو اظهار ڪيو، جنهن ڪيس گرفتار ڪري ملتان موڪليو جتي ڪيس شهيد ڪيو ويو.

ديوڊ سٽن چوي ٿو تہ آدم شاهہ زميندارن کان سندن زمينون ڦريون. انهن ملتان جي حاڪم وٽ شڪايتون ڪيون، جنهن ڪيس موت جي سزا ڏني.

ميجر جنرل هيگ بہ اهڙوئي بيان ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ ڪلهوڙن جي جارحانہ روش ۽ مظلومن جي حقن کان حد درجي جي بي پرواهيءَ سبب سندن خلاف غضب جو طوفان برپا ٿي ويو. ملتان کان بہ هڪ فوج موڪلي وئي ۽ آدم شاهہ کي گرفتار ڪري موت جي سزا ڏني وئي.

مولانا مهر سيني واقعن جي ڇنڊڇاڻ ڪري ان نتيجي تي پهچي ٿو تہ اهو امڪان کان ٻاهر آهي جو ميان آدم شاهہ کي ملتان ۾ حڪومت قتل ڪرائي ۽ وري بہ اجازت ڏئي تہ سندس جنازي کي شهيد طور ملتان مان ڪڍائي تدفين لاءِ سکر موڪلڻ جي اجازت ڏئي. مرآت ۽ جواهر جي بيان مطابق ميان صاحب بکر ۾ مارجي ويو ۽ مولانا مهر ان بيان کي صحيح ٿو سمجهي ۽ چوي ٿو تہ، سندس ميت کي ملتان مان سکر آڻڻ آسان نہ هو. مطلب تہ ميان شاهل محمد ۽ ميان آدم شاهہ جي پڇاڙي هڪ جهڙي ٿي. پر مريدن کي موقعو ملي ويو جو ٻنهي کي شهيد بنائي پنهنجي تنظيم کي وڌيڪ جوشيلو ۽ مضبوط بنايو.

ميان الياس جنهن جلال خان ابڙي جون زمينون نذراني ۾ ڦٻايون، تنهن لاءِ پير علي محمد شاهہ راشدي لکي ٿو تہ ميان الياس ڪيتريون ئي زمينون ٻيهر هٿ ڪيون جي سندس والد جي وقت ۾ ڪلهوڙن کان ڦرجي ويون هيون. ميان الياس ميان دائود جو پٽ ۽ ميان آدم شاهہ جو پوٽو هو. ميان شاهل محمد، ميان الياس جو ننڍو ڀاءُ هو. ميان الياس بہ مريدن جي زور تي زمينون حاصل ڪيون. تحفة الڪرام وارو لکي ٿو تہ، ابتدائي دؤر ۾ ميان

الياس جي قبضي مان سندس موروثي زمينون نڪري ويون، پر پوين ڏينهن ۾ سندس مريدن گهٽيون زمينون قبضي ۾ ڪري ڇڏيون. يعني اهو سلسلو پشت بپشت هلندو رهيو. شاهل محمد تہ حد ڪري ڇڏي جو زمينون سانگي ۽ ابڙا قومن کان کسي ورتيون. آخر ۾ سانگي ۽ ابڙا قومن ڄامر صديق ابڙي ۽ جلال خان ابڙي جي سربراهيءَ ۾ شاهل محمد سان لڙايون ڪري کيس قتل ڪري ڇڏيو (تاريخ ڪلهوڙا صفحو 144)

ميان الياس جو پٽ ۽ ميان شاهل محمد جو پاٽئيو ميان نصير محمد هڪ ناميارو بزرگ ۽ حڪومتي صلاحيتن جو صاحب هو، جنهن ڪلهوڙن جي حڪومت جو بنياد وڌو.

ميان نصير محمد سياڻپ ۽ تجربي کان ڪم وٺندي ميان آدم شاهہ ۽ ميان شاهل محمد وارا طريقا نہ ورتا ۽ مريدن تي ڪنٽرول رکيو. تڏهن بہ تحفة الڪرام وارو لکي ٿو تہ مقامي ماڻهو ساڻس لڙائيءَ لاءِ تيار ٿي ويا، جنهن ڪري لڙائي ڪرڻ بجاءِ ريگستان طرف هليو ويو. اتي گذران مشڪل هو ان ڪري واپس پنهورن جي علائقي ۾ موٽي آيو جتي پنهورن جو رئيس مير پنهور وڏو لشڪر وٺي آيو. لڙايون بہ لڳيون پر مرزا خان بمبئي جي حاڪم صلح جي ڪوشش ڪري ميان صاحب کي پاڻ وٽ گهرائي، اورنگزيب جي دربار ۾ دهلي ڏياري موڪليو. جتي هڪ مدت تائين قيد رهيو. پٺيان سندس مريدن سان لڙايون ٿينديون رهيون ڊگهي مدت کان پوءِ ميان صاحب آزاد ٿي وطن وريو. (تحفة الڪرام)

مرآت ۽ جواهر تہ ڇٽو ڇٽو لکيو آهي تہ ميان صاحب ڇهني پرڳڻي تي پنهنجو قبضو ڄمايو ۽ شورش برپا ڪيائين. بکر ۽ سيوستان جي ڪيترن پرڳڻن تي اوچتو حملو ڪري ڪيترن ئي سرڪاري ڪامورن کي قتل ڪرايائين. ظاهر اهي تہ سندس زهد ۽ تقويٰ تي سياست سوار هئي ان وقت شايد اهوئي طريقو رائج هو. ميان نصير محمد نهايت شان، مانَ، دليري ۽ پيري مريدي جي اوج تي پهچي وڏي ڄمار ماڻي سن 1692ع ۾ وفات ڪئي ۽ کيس ڪاريءَ وٽ هڪ ڳاڙهي دڙي تي دفن ڪيو ويو. ڪيترائي دفعا پنهورن جي سردارن سان لڙايون ڪيائين ۽ سنڌ جي هڪ وڏي حصي تي قابض ٿي ويو. (لب تاريخ سنڌ). ميان صاحب تي فرزند ڇڏيا: دين محمد، يار محمد ۽ مير محمد. دين محمد مسندنشين ٿيو، پنهور سردار، ميان دين محمد سان بہ

لڙايون ڪندا آيا. پنهور بار بار وڙهندا آيا پر آخر شڪست قبول ڪري تابعداريءَ ۾ اچي ويا.

ڪلهوڙا آهستي آهستي ابڙا قوم تي به غالب پئجي ويا ۽ سندن زمين تي قبضو ڪري ورتائون تانجو شيخ نصير جو زمانو اچي ويو. (ماثرالامراء)

ميان دين محمد کي به سندس ڏاڏاڻن سبب ملتان گهرائي قتل ڪيو ويو. پيون سڀ ڳالهيون چڙڏي اچون ٿا ميان يار محمد تي. ميان صاحب وڏو زيرڪ سياستدان، سنو منتظم ۽ عوامي سپهه سالار هو. هن ئي ڪلهوڙن جي حڪومت جو بنياد وڌو. پيري مريدي سان گڏوگڏ جنگ و جدال ۽ ويڙهه به ڪندو آيو. ايتريقدر جو بروهين ۽ بلوچن کي به ٿوڻا چپاياڻين ۽ سبي، ڍاڍر ۽ گنجا به قبضي ۾ آندائين، جنهن ڏنڌي سان ميان صاحب وڙهندو هو، اهو سندس مقبري تي رکيل اهي. خداآباد تي منزل دوران 1931-32 ۾ بابا مونکي مقبري تي وٺي ويو ۽ مجاورن ان ڏنڌي جو "ديدار" اسان کي ڪرايو. مقبري تي وڻن جي ٽارن سان اڪيچار ڏنڌا ٻڌا پيا آهن. پڇا تي مجاورن ٻڌايو ته ماڻهو ٻاسون ٻاسيندا آهن پوءِ جنهن جي مراد پوري ٿيندي آهي سي سڪا خاطر ڏنڌو يا ڏنڌي ڪٽي ايندا اهن ۽ اچي وڻن ۾ ٻڌي ويندا آهن. برطانيه ۾ به ويلس پرسان سمونڊ اندر هڪ پهاڙ اهي. واءَ، طوفان ۽ اوندهه ۾ ڪيترا جهاز ان سان ٽڪرائبا هئا سو جهازران به سڪا ٻاسيندا هئا پوءِ جيڪو جهاز بچي ويندو هو ته انهيءَ جو جهازران اتي جهنڊو کوڙيندو هو. ائين کوڙ سارا جهنڊا اتي نظر ايندا هئا. هڪ جهازران جنهن کي اعتبار نه ايندو هو، ان کي اهي جهنڊا ۽ جهنڊيون ڏيکاري چيو ويو ته هاڻي ته اعتبار ايندءِ نه، ته ڪيترن جون مرادون پوريون ٿيون آهن. هو يار به ڪو نپٽ حقيقت پسند هو سو چيائين ته جن جن جهازن کي پير (سينٽ) نه بچايو آهي انهن جا به جهنڊا لڳائڻ کپن ته خبر پوي ته ڪيترن جا ٻيڙا ٻوڙيا اٿائين. مان ڪپري ۾ جج هئس ته هڪ باريش، دلچسپ ماڻهو هڪ ڪيس ۾ جوابدار ٿي حاضر ٿيو. هو ڪو پڪو وهابي هو ۽ هڪ پير جي قبر ڍاٽي هئائين. چارج رکي چيومانس ته بچاءَ جا شاهد ڏيندين؟ چيائين جج صاحب فريادي حاضر ٿي نٿو ٿئي ۽ تون ٿو مونکان بچاءَ گهرين. چيومانس ڪهڙو فريادي؟ چيائين سائين اهو فلاڻو پير جنهنجي قبر ڍاهي پٽ ڪئي اٿم. اهو ته داڻهن ئي ڪونه ٿو ڪري باقي ٻين ڪاٿائو پٽن کي سيڪ آيو آهي. ڳالهه وزندار هئي پر مون رعب سان چيومانس ته شاهد ڏين ٿو

يا نہ. چيائين هاڻو لک نالا ۽ مون لکيا. پهريون عبداللطيف ولد حبيب شاهہ وينل ڳوٺ پٽ شاهہ، ٻيو عثمان پٽ فلاڻو وينل سيوهڻ، اتي مونکي سمک پئي ۽ قلم کڻي جهليم ۽ چيم اڙي هيءَ ڪهڙي مذاق آهي. چي سائين سمن ڪڍين پوءِ ڪورٽ سڳوريءَ جي حڪم تي نہ اچن تہ قدم کڻين. مون چيومانس شام مون وٽ اچجانءِ ۽ آيو. چانهہ گڏجي پيتيسين ڪچهري بہ ڪئي سون. ڏاڍو دلچسپ ۽ روشن دماغ ماڻهو هو. نالو وسري ويو اٿم، جيتوڻيڪ ماڻهن کي پڪ هئي تہ سزا ايندس پر مون ڪيس ڇڏي ڏنو. اهڙا عجب جهڙا ڪردار بہ پيا آهن. نالو شايد عبدالعليم درس هئس.

هڪ ٻيو وڏو واقعو ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ جهوڪ واري شاهہ عنايت جو شهيد ٿيڻ آهي. جيتوڻيڪ ميان يار محمد، نٿي جي نواب اعظم خان جي مدد ۾ ڪجهہ لشڪر موڪليو ۽ ٻيو تہ شاهہ عنايت شهيد سان قرآن شريف وچ ۾ رکي ٺاهہ ڪرڻ وارا سندس فرزند محمد خان ڪلهوڙو ۽ مير شهداد خان هئا تہ بہ شهادت جو ذميدار نواب اعظم خان هو نہ ڪي ميان يار محمد، پڻ ميان يار محمد کي نواب وٽان انعام ۾ چاچڪان ۽ سماواتي پرڳڻن جا ڪيترائي ڳوٺ جاگير ۾ ڏنا ويا ۽ ميان يار محمد نواب شاڪر خان کان روپاهہ جو پرڳڻو مقاطعي تي ورتو (تحفة الڪرام ۽ تاريخ ڪلهوڙا صفحو 260) ثابت ٿيو تہ روپاهہ جو پرڳڻو موجود هو جو بعد ۾ چانڊڪا سڏيو ويو.

مشهور آهي تہ شاهہ عنايت بيت چيو تہ:

ڪاهي ڪلهوڙو آيو، ڪري منڊي صلاح،
اچي اڙيو انهن سان، جنين وٽ الله،
ڪلهوڙي جي باهہ، وساڻي ورهين ڪي.

هي سڀ ثبوت ڏيکارين ٿا تہ ميان يار محمد نٿي جي نواب جي مدد ضرور ڪئي ۽ انعام اڪرام بہ ورتا پر شهادت جو سچو قصور نواب اعظم تي پوي ٿو. ميان صاحب کي ڪهڙي خبر تہ ههڙو ڪلور ٿيندو. چون ٿا تہ ميان صاحب تي هن شهادت جو ايڏو اثر ٿيو جو سالن جا سال حُجري کان ٻاهر ئي نہ نڪتو. هيءَ پشيماني ڇڄي يا سياسي اٽڪل بازي، ان جي خبر خداوند کي. نيتن تي شڪ نہ ڪبو.

ڪلهوڙن کي هت ڇڏيون ٿا. منهنجو موضوع هو ابڙا ۽ سانگي.

مان پانيان ٿو تہ مان ڪافي ثبوت ڏئي چڪو آهيان تہ ابڙو ۽ سانگي هڪ قوم آهي.

ڳالهہ اصل تہ آهي سمات جي، جيڪي چيو وڃي ٿو تہ حضرت سام بن نوح عليه السلام جو اولاد آهن. سمات لقب آهي راجپوت حاڪمن جو. جيئن سمرات چندر گپت، هندوستان جو شهنشاهہ. سمرات مان ”ت“ ڪيرايو تہ سمرا يعني سومرا ٿي پيا. جيڪڏهن ”ر“ ڪيرايو تہ سمات ٿي پيا. سما ۽ سومرا ٻئي راجپوت آهن. سنڌ ۾ راجپوت بدران اڪر آهي راج پتر، جو ڦري راجپر يا راڄپر ٿي پيا. راڄپر جي شاخ آهي ٻانيڻ، هي سنڌ ۾ هڪ عجيب ڦرڪو آهي نہ تہ ڪٿي ٻانيڻ برهمڻ ۽ ڪٿي راڄپر ڪتري. هت ميمڻ بہ جي وٺش واپاري آهن سي سڏائن ڪتري. مونکي مرحوم الاهي بخش ٻانيڻ، جو خيرپور جو وڏو ڏاهو زميندار ۽ ايم پي اي هو ٻڌايو تہ هو راڄپر آهن.

پر مان پانيان ٿو تہ ”ٻانيڻ“ اصل ۾ ”ٻابينو“ آهي جو چند سمون ۽ لاکي جو پٽ آهي. ڏسو ڪتاب قديم سنڌ مصنف مرزا قليچ بيگ ، صفحو 395. هو صاحب لکي ٿو تہ، ”ڄام جوڻو سنڌ جي سمن جو وڏو ڏاڏو هو جو لاکي جو پٽ هو. انهيءَ کي پنج پٽ هئا هر هڪ ڪوريو، تاجو، ابڙو، بلوچ ۽ ٻابينو.“ ثابت ٿيو تہ ابڙو، بلوچ ۽ ٻابينو (ٻانيڻ) سڳا ڀائر هئا، هڪ پيءُ جا پٽ، ڪو عجب ناهي جو اهي ٻانيڻ پاڻ کي راجپوت يا راڄپر يا راڄڙ سمجهن ٿا. خبر ناهي تہ سسئي جو پيءُ بہ ڀائو ٻانيڻ هو يا سمو راڄپر. تحفة الڪرام صفحي 80 تي بہ آيو آهي تہ ڄام جوڻي کي پنج پٽ هئا هر هڪ ڪوريو، تاجيو، ابڙو، بلوچ ۽ ٻابينو، ساڳئي صفحي تي وڌيڪ چيو ويو آهي تہ اڄ تائين سڄي سنڌ، گجرات تائين، جا اڪثر رهاڪو سمي جو اولاد آهن ۽ سنڌ گهڻو ڪري هنن ماڻهن سان آباد آهي. مان 1941ع ۾ آزادي جي آندولن دوران جڏهن سنڌ جا سڀ درسگاهہ بند ٿي ويا هئا تڏهن جهوناڳڙهہ گجرات پڙهڻ ويس. مون ڏٺو تہ سڄي گجرات سنڌي سمن سان ڀري پئي هئي. مسجد جا امام بہ سنڌي تہ درگاهن جا فقير بہ سنڌي. رات جو ڪالوا گيٽ کان هاسٽل ايندي ڏٺم تہ هڪڙي تمام پوڙهي ۽ ڪمزور عورت هڪ هڙ رستي جي پاسي ۾ رکي پٽ تي ويني هئي. مان وٽس ويس ٻڌايائين تہ پوڙهي ۽ بيمار هئڻ ڪري ٿڪجي پئي هئي. مون چيومانس تہ هڙ مان ٿو کڻي هلان. سندس ڳوٺ هاسٽل کان ٿورو پريان هو پڇڻ تي ٻڌايائين تہ هو سنڌي سما

آهن مـون کيس ٻڌايو تہ مان بہ سانگي ابڙو آهيان. پوءِ تہ ڏاڍا زور پريائين تہ ڳوٺ هل ۽ ڳوٺ وارن سان مل. مان پڙهڻ جو بهانو ڪري کيس گهر وٽ ڇڏي موٽي ويس.

سمات تمام وڏي قوم آهي. سڄو پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان سمات آهن. حيرت آهي تہ بلوچ هڪ لغو ۽ واهيات ڪهاڻيءَ تي سندرو ٻڌي پاڻ کي امير حمزه رضي الله عنه جو اولاد پيا سڏائين. ڇي حضرت حمزي هڪ جنڙيءَ سان جماع ڪيو ۽ ان جو اولاد بلوچ ٿيو يا مائي جتو جو ناجائز اولاد جتوئي ٿيا. توبهہ. حقيقت ۾ بلوچ لفظ ئي مرڪب آهي بل + اوچ جو، معنيٰ وڏي ٻل يا طاقت وارو. پاڻ ئي بلوچ يا بلوُش چوندا آهن. اسين سڀ سنڌي گهڻو ڪري سورج بنسي ڪُل جا راجپوت آهيون. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب قديم سنڌ ۾ جيڪو شجرو صفحي نمبر 279 ۽ 480 تي ڏنو آهي سو هتي طوالت سبب نٿو ڏئي سگهجي. سنڌ جا سما، راجا دسرت ۽ شري رامچندر جي شاخ مان آهن. راڻيءَ ڪوشليا جي پُٽ شري رامچندر جي پڙ پوٽن مان هڪ جادم هو جيڪو سنڌ جي سمن جو ڏاڏو آهي. ان کان پوءِ سيني جو وڏو آهي لاکو. توهان ڏسندا تہ سنڌ ۽ ڪڇ ۾ ڄام لاکو، لاکو ڦلاڻي، لاکات ۽ لاکير نالا عام آهن. لاکي جا پٽ هئا انڙ، ڄتو، ڦل ۽ مناهيون، وري انڙ جو پٽ لاکو جنهن جو پٽ سمون ۽ سمي جا پٽ هئا ڄکرو ۽ ڪاڪ جو حاڪم ڪاڪو، جنهنجا پٽ هئا پلي ۽ راءِ ڏن يا راڏڻ، اڄ بہ راڏڻ جو شهر ضلعي لاڙڪاڻي (هاڻ ضلع دادو) ۾ ريلوي اسٽيشن آهن. راءِ ڏن جو اولاد هو سمو نوتيار، لاکو، ابڙو ناهيون، ڪوريو (پوءِ ڪٺونريجو) ۽ پلي، پليءَ جا پٽ ساند ۽ اُڏو. ان مان ٿيا ڪاڪو، جاڙو، جوڻيجو، هنگورو، ڏيرو ۽ ڄام هوتي. مشهور سسئي پنهون وارو پنهون، هوت قبيلي مان هو. هيءَ بہ هڪ ثابتي آهي تہ بلوچ سنڌي سما آهن. پنهونءَ جو نالو حقيقت ۾ نج سنڌي پنيو يا پنيل آهي جو اڄ تائين سنڌ جا ماڻهو رکندا آهن. شاهہ صاحب جو بيت "پنهل ڄام پرچ الا" سڌو سنئون ٻڌائي ٿو تہ اهو پنهل اصل ۾ ڄام پنيل آهي. ڪتاب "سسئي پنهونءَ ۾ هرنام سنگ شام لکيو آهي تہ پنهونءَ جي ماءُ کي اولاد ڪونہ ٿيندو هو انهيءَ ڪري پئي دعائون گهرندي هئي. وڌيڪ لکي ٿو تہ پنهون سڪيلڌو هو (صفحو 85 ۽ 59) ظاهر آهي تہ اهڙي ٻار جو نالو پنيو يا پنيل رکيو ويو. بيون ثابتيون بہ ڏسو تہ سندس پيءُ

جو نالو هو ڄام آري. جو بہ سنڌي سمات جو نالو آهي. پنهون جي پيئرن جا نالا آهن. چنره، هوتو ۽ نوتو. قادر بخش نظاماڻي جو وڏو عالم ۽ بلوچ قوم پرست بہ آهي، ان سان جڏهن اهو بحث ڇيڙيو تہ مون وٽ مڃي اٿيوَ تہ اهي بلوچن جا نالا ناهن ۽ واقعي پنهون سنڌي ڪردار آهي. سنڌ ۾ آري جي نسبت سان آريجا ذات اڄ بہ آهي، جنهن سوداگر سان پنهون پنيور آيو هو ان جو نالو هو بيبيو، جو نالو اڄ بہ سنڌ ۾ رکيو وڃي ٿو. جيئن استاد بيبو خان. ان جي معنيٰ اها ٿي تہ پنهون سنڌ مان ئي هڪ ماڳ ڪيچ تان هڪ سنڌي سوداگر سان ئي نڪتو هو. ان ماڳ کي ڪيچ مان ڦيرائي ڪيچ مڪران ڪري ڇڏيو اٿن جا بي وڏي غلطي آهي. هرنام سنگهہ شام ان کي ڪيچر جو علائقو سڏيو آهي جو خود ڪينجهر يا ان جي آسپاس جبلن ۾ ڪرڇات وغيره ٿي سگهي ٿو نہ تہ سسئيءَ جا مائٽ ڪيئن ڪيس اڪيلو ڇڏين ها تہ مڪران پنڌ ڪري وڃي. هو خوشحال هئا ۽ سڀ ڪجهہ ڪري سگهيا ٿي. هوتي قبيلي جا ماڻهو اڄ بہ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا ۽ سنڌي ڳالهائين ٿا. خود بزنجو لفظ ڏسو تہ نج سنڌي آهي. جيئن ناريجو، سميجو، جاڙيجو، وغيره، بزنجا بہ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا ۽ سنڌي ڳالهائن ٿا.

وڃي پنهونءَ جي پيڙ ۾ پياسون. ڳالهہ بي هلي شجري جي. مرزا قليچ بيگ صفحي 182 ۽ 183 تي ڄام هوتي جي اولاد مان ڄام هيڙ، راهوجو ۽ ڄام راهو لکي ٿو، وري انهيءَ جي اولاد مان آهي ڄام لاکو جنهن جو اولاد آهي ڄام جوڻو، انڙ، ڪاهو، پلي، اوٺو، ابڙو، هنگورو، ڄام جوڻو، جو سنڌ جي حاڪمن جو ڏاڏو آهي. سندس اولاد آهي، بابينو، "بلوچ"، ابڙو، تاجيو ۽ ڪوريو. ڄام بابيني جا پٽ آهن ڄام جوڻو ۽ ڄام انڙ. مونکي جيڪا ڳالهہ بڌائي هئي سا اها تہ بلوچ نج سمات آهن ۽ ابڙو ۽ بلوچ پيئر آهن. ان ڪري ئي مرحوم سردار رند مونکي گهگهي پيئي سڏيندو هو. مان پانيان ٿو تہ ڪوريو، کهڙو آهي ۽ ڪوريو ڪنئوريجو.

مولانا غلام الرسول مهر صفحي 100، 101 ۽ 102 تي مختلف ڪلهوڙن سردارن جي وقت ۾ مختلف ابڙن وڏيرن جي فهرست ڏني آهي، جن ڪلهوڙن کي هر وقت ۽ هر حال ۾ مدد ڪئي. ترتيبوار نالا آهن:

1- وڏيروجلال خان ابڙو،2- وڏيرو دادخان ابڙو،3- وڏيروجهانگي خان ابڙو 4- وڏيرو هاشم خان ابڙو، 5- وڏيرو لالو ابڙو، 6- وڏيرو جهانگي خان (بيو)،

7- وڏيرو وليداد خان ابڙو، 8- وڏيرو طيب خان ابڙو.

لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اج بہ بہ مشهور شهر آهن، طيب ابڙو ۽ وليداد. مرحوم دوست محمد ابڙو ائڊووڪيٽ طيب ابڙي جو وينل هو. ڳوٺ وليداد جتي مان بہ پڙهيس لاڙڪاڻي لڳ ڪامريڊ علي محمد ڪلهوڙي ۽ سندس پيڻ بيگم اشرف عباسي جو ڳوٺ آهي. رائيس ڪئنال مان گهاڙ واهہ جي منهن وٽان جا پهرين شاخ نڪري ٿي، تنهن جو نالو آهي آبڙي شاخ ۽ اهو بہ هڪ ثبوت آهي تہ ڳوٺ وليداد، وڏيري وليداد ابڙي جو نانوَ پنيان آهي ۽ ان ڳوٺ ۾ چنا بہ رهن ٿا جن مان عبدالحميد چنو منهنجو هم ڪلاسي هو.

وڏيري جلال خان کي پنج پٽ هئا. جوڏو خان، بکر خان، خير دين خان، بهادر خان ۽ عمر خان. عمر خان کي بہ پٽ هئا تنگر خان ۽ تماچي خان، مان پانيان ٿو تہ منهنجو خاندان عمر خان مان آهي چو تہ اسان جي خاندان ۾ عمر خان ۽ وليداد عرف واليڏنو نالا اڄ تائين هليا اچن. اسان جي ڏاڏن پڙ ڏاڏن جا نالا آهن عمر خان بن واليڏنو بن عمر خان بن واليڏنو بن عمر خان. منهنجو ڏاڏو هو عمر خان ولد واليڏنو جن جون قبرون اڃان بہ اسان جي ڳوٺ سانگي ابڙا لڳ، مقام حاجي رحمت الله ۾ آهن.

ابڙن جا اصل سردار ترائي وارا تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ آهن. اڄڪلهہ همت علي خان سردار آهي. نادر حسين سندس چاچو آهي جو ايم پي ايم بہ هو. اهي بہ پاڻ کي ابڙو نہ، پر ڪماريو سڏائين ۽ سڀ اهل شيعت جا آهن ان ڪري اسان وارو وڏيرو عمر خان پنهنجي نالي جي نسبت سان منجهائن ٿي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري هو سانگي ابڙو هو ۽ اڄ تائين سندس پونئير اهو نالو رکندا اچن. منهنجو پاڙيئيو عمر خان آهي ۽ پوٽو واليڏنو.

## علي خان ابڙو:

منهنجي ڏاڏي عمر خان ولد واليڏني جا وڏا ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي ڳوٺ محبوب بنگلو ضلعو لاڙڪاڻو ڇڏي مٽن مائٽن سميت ميهڙ، تڏهن ضلعي لاڙڪاڻي، ڏي لڏي آيا ۽ اچي پنهنجو ڳوٺ سانگي بڌائون،، تپو منگواڻي، ديهہ منگواڻي، شهر منگواڻيءَ جي پر ۾، ستم ظريفي ڏسو تہ تپو بہ منگواڻي، ديهہ بہ منگواڻي ۽ شهر بہ منگواڻي پر وڏيرو وري محمد صادق جانوري، چانديو.

هيءَ ساڳي سياسي چال هئي جو منگواڻا ويڙهاڪ جنگجو ۽ دولهه دريا خان جا ساٿاري سمات راجپوت هئا انهن دولهه دريا خان جي پٽن محمد خان ۽ منڻ خان ۽ امير سارنگ خان جي قيادت ۾ ٺٽيءَ وٽ شاهه بيگ ارغون سان ڪيئي لڙايون ڪيون. ارغون غالب پيا ۽ ٺٽيءَ جي منگواڻن تي ظلم جي انتها ڪري ڇڏيائون. سميجا اٻڙا توڙي منگواڻا حڪومتي ڏاڍ سبب اهو تر ئي ڇڏي ٽڙي پکڙي ويا. منهنجي نانگ جا منگواڻا لڏي اچي ميهڙ تعلقي ۾ وينا ۽ ڳوٺ منگواڻي ٻڌائون، جنگجو، ويڙهاڪ ۽ ڏاڍا مڙس ته هئا ان ڪري جلد ئي سڄي تر تي تسلط قائم ڪري ويا. ارغونن کين زير ڪرڻ لاءِ جانوري چاندين کي اتي آباد ڪيو.

مجبوراً منهنجي ناني وڏيري مير محمد منگواڻي جا وڏا جدا ڳوٺ لانگهه ٻڌي سانگي جي پر ۾ اچي وينا ۽ اڄ تائين سندس پويان توڙي اسين سانگي، جانورين کي ڪونه ميون. جيتوڻيڪ زماني سارو سندن عزت ڪيون، پر هنن جي ڪتڪي اسان تي اڄا آهي. اسان جو ڳوٺ عمر خان سانگي ميهڙ کان ماڏو ۽ شاهه گودڙئي رستي طرف جهنگ ۾ آهي. ورند واٺئي واري فريد آباد به اسان کان اڄا پرپرو آهي. راڌڻ اسٽيشن کان نوَ ميل ميهڙ لاري تي اڇبو پوءِ بيل گاڏي يا ٽانگي تي چار ميل اولهه ۾ اسان جو ڳوٺڙو ربو واهه جي ڪپ تي آهي، جڏهن سانوڻيءَ ۾ پاڻي ايندو هو ته ماڻهو خوشيءَ وچان دهل وڄائيندا، هنبوڇيون هڻندا پاڻيءَ سان ڳڏوگڏ هلندا ايندا هئا. پري اولهه ۾ گودڙيئي کان اورتي سپريو بند آهي جو جبل ۽ ڳاڄ جي پاڻيءَ کي روڪي ٿو. جي سپريو ڀڄو ته اسان جا گهر گهاٽ ۽ فصل سڀ چٽ ٿي ويندا پوءِ ماڻهو وڃي شهرن ۾ پورهيو ڪن ڇهه آنا ڏها ڙيءَ تي. اسان جو ڳوٺ نقشي ۾ ڪجهه هيئين بيهي ٿو:

اسان جو ڳوٺ، منگواڻي شهر کان ميل کن پري ۽ لانگهه جو ڳوٺ سڏ پنڌ تي آهي. اسڪول منگواڻي ۾ هو ۽ آهي. ان ڪري ڇوڪريون ڪونه پڙهيون باقي به چار ڇوڪرا پنڌ ئي پنڌ اسڪول ويندا هئا. وچ ۾ جهنگ ۽ پوءِ وڏي ڊوري ايندي هئي پوءِ وڃي منگواڻي جي سڙڪ تي چڙهبو هو. ڪتاب وغيره اصل ڪونه. بس پٽي ڪافي هئي. اسڪول ۾ ماستر ميٽ مليل پٽيءَ تي اندآ پري ڏيندو هو جي گهر ۾ ڪاريءَ مس ۽ ڪلڪ سان پري ماستر کي ڏيکاريندا هئاسين. پيو هو سريلو ورد الف انب، ب بلا، ب

ٻڪري جو ۽ ڪوڙا ايڪ ڏون ڏون، ٻہ ڏون چار وغيره جو. مونکي حيرت آهي تہ اهڙي معمولي تعليم سان هيڏا وڏا دماغ، دانشور، اديب، محقق ۽ عالم ڪيئن پيدا ٿيا جو شهرين کي هر ميدان ۾ ماري ويا. سنڌ جا سڀ جو سڀ وڏا ماڻهو ۽ آفيسر گهڻو ڪري هارين نارين ۽ غريبن جو اولاد هئا. مان ڀانيان ٿو تہ سندن بنيادي استاد ڳوناٺو ماحول ۽ فطرت هئي. اتي ويٺي تعليم ملندي هئي. نانگ، ٻلا، لٺ، ڏڪو، چور، گهوڙاتو، گدڙ جي سچي ۽ ڪوڙي اوناءِ، مختلف فصل ۽ ٻوٽا، ڳجهارتون، گرو چيلي جون ڳالهيون، عقلي زباني حساب سڀ سوچڻ تي مجبور ڪندا ۽ ذهن کي تيز ڪندا هئا. سوچڻ سمجهڻ ۽ پرجهڻ جي ڳالهہ هئي. هاٿي اٺ ڪتابن جا ڪٽي ويندڙ ٻارڙا ذهني بوجهہ ڪٽي ٿا موتن، سوچن اصل ڪونہ. پڇون تہ ٻي ربئين هڪ صوف تہ ڏهہ صوف ڪيتري تہ مُنجهندي جواب ڏيندا تہ ٽوٽينس آر ٽوينٽي يعني ڏهہ ڏون ٿيندو ويهہ. ٻهراڙي جو ڇوڪرو چوندو تہ ڏهن کي ٻيڻ ڪبوتہ ويهن ربين جا ڏهہ صوف. ڳوناٺا، معصوم ٻارن کي حساب ڏيندا تہ هڪ وڻ تي پکي ويٺا آهن ۽ ٻئي وڻ جي پکين کي ٿا چون تہ توهان مان هڪ هيڏي اچي تہ اسين توهان کان ٻيڻا ٿي ويندا سين تہ هو ٿا چون تہ توهان مان هڪ هيڏي اچي تہ هڪجيترا ٿي پئون. سوچي سوچي مٿو هٽي نيٺ پڇنبو. هي تہ ٿيو سؤلو انهيءَ کان ڏکيا حساب ذهني ۽ زباني ملندا هئا. دل ۾ عدد وارڻ ۽ پوءِ جواب صحيح ڏيڻ يا مسافر جو هڪ پنيان ٻئي پير تي دعا گهرڻ تہ پئسا ٻيڻا ڪري ڏي تہ هيترن پئسن جو پڙ توتي چاڙهيندس ۽ موتي اچي ڳوٺ پهچي تہ پئسا اوتري جا اوترا. ايئن چڻ تہ الجبرا بہ سيکاري ڇڏيندا هئا. رونشو ۽ راند الڳ. مٽي ماٽتي ۽ سڱ جا حساب ۽ ڳجهارتون الڳ. وري رات جو ديرن تي ۽ دن تي يڪتاري ۽ دلي تي راڳ الڳ، گهڻو ڪري لوڙائو ۽ صوفياڻو راڳ. ڪتابن جي ڪِيڙي ٿيڻ بدران مشاهدي ۽ تجربي سان ڪيڙي ڇڏيندا هئا. ڪجهہ ڪلامن جا بند مون کي اجا ياد آهن جي مون ڇئن سالن جي عمر ۾ ٻڌا. مثلاً:

وڃي ٿو وحدت جو، هي نوبت نغارو،
نوبت نغارو، هو نوبت نغارو، ڪلمي جو قرارو.

يا وري بسنت جي موسم ۾ مگڻهار ايندا هئا ۽ هر در تي اچي ڏؤنڪو هڻندا هئا. مونکي اجا بہ هڪ ڳاڙهي ڏاڙهيءَ ۽ چمڪندڙ اکين وارو مگڻهار ياد

آهي، جنهن سان بہ ٽي ڄڻا ٻيا دهلاري بہ ساڻ هوندا هئا ۽ لوڙائو ڳائيندا هئا:

هي وڃي حال چئجو وو وڃي پيش پرين،
سڻي هي حال منهنجو، من غور ڪرين،
وو آئي مند بسنت جي لنگها لاڳ لهن، هي وڃي حال چئجو.

بس پوءِ تہ سڄو ڳوٺ ڇهڪي پوندو. هڪڙي تہ مست موسم بسنت جي ٻيو سرنهن جي پيلن گلن جي ڦلهار، مال چيٽ چري متارو ٿيل، ڪير مکڻ جام، هاري ناري واندا. بس هر در تان آن وني، ان سان باڇڪا پري ويندا هئا. موٽ ۾ سرنهن جا بسنتي گل ڏيندا هئا.

ورند واڻئي جون ڪافيون بہ عجب هونديون هيون. سليس، ساديون، سچا جذبا ۽ تصوير ڪشائي. ٻڌو هڪ ڪافيءَ جا بہ ٽي بند:

1- اصل ابوجهہ اياڻي مان،
هئس نينگر ننڍڙي نماڻي مان،
هاڻي سور سهي سياڻي مان.

2- جڏهن عشق لڳو تہ اکڙي پٽي،
پينر پري تہ ڏيو مونکي وهہ جي وٽي،
مني ڪوڙي هجي، مر ڪاري ڪٽي.

واهہ ڙي ورند واڻيا واهہ. بس رڙ لڳي پئي هوندي هئي تہ ”چوي ورند واڻيو، فريدآباد وارو“. ثنائي ۽ فنائي جا مولود بہ مشهور هوندا هئا. شيرل باداهي پوءِ، گهٽو پوءِ پيدا ٿيو. سندس ڪافين ۾ سوز ڀربور هوندو هو ۽ حجر ۽ وڇوڙي جو درد. شايد ڪا چوٽ لڳل هئس. آهي ئي چوٽ لڳڻ جي ڳالهہ بس پوءِ تہ ماڻهو سون مان پارس ٿيو پوي، يا لوهہ مان پيش سون جهڙو ملائم.

ها سو ياٽي وهي اچڻ جي ڳالهہ ٻي ڪيم تہ ماڻهو خوشيون ڪندا، هنبوڇيون هڻندا پاٽيءَ سان گڏوگڏ هلندا ايندا هئا. اسان جي دل بہ گدگد پئي ٿئي تہ پاڻيءَ ۾ ٽپون پر مائرون سوٽيون ڪنيون بيٺيون هونديون تہ متان پاڻيءَ ۾ لٿا آهيو، نٿون پاڻي آهي، نانگ، بلائون ۽ وڇون نڪرندا. سياڻي نہ تہ بہ پررينءَ. بس پوءِ تہ الائي ڪيئن ٻيو ڏينهن ٿيندو. پوءِ تہ لٿا لاهي ننگائي ننگا ڇيڙڪ پاڻي ۾ پيو تڙڳبو ۽ ڪيڏبو پلي ٽاڪ منجهند ٿي وڃي. ڪا ميڇي لڳندي تہ رڙ نڪري ويندي. گوج تہ ٿئي ئي نانگ جهڙي.

اسان جي ڳوٺ ۾ سڀ هڪ ابي جو اولاد آهن. ڪنهن ڏاڙئين کي

ويهڻ ڪونہ ڏنائون متان ڏارين جي اچ وڃ ۾ ڪشت ٿئي. ويڙها، سو هوندا هئا پر سڀ مائٽ، نياٽيون سياٽيون بنا پردي، گهٽين ۾ گهرن ۾ پيون هلنديون هيون. نڪا جهل نہ پل، پوءِ بہ مجال آ جو ڪوبہ اٿوڻنڌڙ واقعو ٿئي. ننڍا ٻار ۽ جوان ڇوڪريون گڏ ئي گڏ اڪيوٽ، ليٽ ڪبوتر ۽ ٻيون الائي ڪهڙيون ڪهڙيون رانديون ڪندا هئا. مان ڏهن ٻارهن سالن جو هئس ۽ منهنجي پڦات مرادان ڇوڏهن سالن جي. معصوميت سان راند ئي راند ۾ ست ڏئي سندس رئو لاهي وٺي پڳس. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي ٿي وڃي امان کي دانهن ڏنائين. امان مونکي سڏي اهڙا تہ دڙڪا ڏنا جو سمجهہ ئي نہ اچيم تہ ٿيو ڇا. نيٺ ڪڇيس تہ مون ڪيو ڇا آهي. انهيءَ تي پاڻ پيٽا دڙڪا مليم. پلو ٿئي پڦيءَ جو جنهن مار کان بچايم ڇي معصوم ويچاري کي خبر ئي ڪانهي تون پئي وهلور وڃي. پوءِ امان بہ کلي ويئي پر فهمائش ڪيائين تہ خبردار جي وري ڪا اهڙي حرڪت ڪئي اٿئي تہ هڏ گڏ پيجي ڇڏينديسانءِ ۽ مان تپا ڏيندو تاڙيون وڃائيندو ٻاهر نڪري ويس. البت سوچ ۾ پئجي ويس تہ آخر ٿيو ڇا. ڪيڇلو ۽ حرڪتي هوندو هئس. ٻالڪپڻو آهي ئي اهڙو. پڦڙ خير محمد جي گهر ۾ گهاٽي پير هوندي هئي. ان جون لامون مٽي سان پيون لڳنديون هيون. ڇا ڪندو هئس جو راند ۾ محو ڇوڪرين جون چوٽيون پير جي لام سان ٻڌي ڇڏيندو هئس پوءِ تہ جيڪا ڊڪي سا ڦهہ هيٺ. ڪندا الڳ. کل جا ڪوُڪرا، پر دانهن ڪانہ ٿي. کل پوڳ ٿيو وري راند شروع، صفا ننڍڙيءَ عمر ۾ چون ٿا ڏاڍو انگلي، ڪيٽي باز ۽ ضدي هوندو هئس. امان ٻار لاهڻ لاءِ ولي محمد جي گهر واريءَ دريا خاتون حوالي ڪري ڇڏيو. ان کي امان دڙيا خاتون چوندو هوس. سندس ڌيءُ زينب سجو ڏينهن ڪنيون پئي گهمائيندي هئم. ننڍڙو ٻار ڪنهنکي نہ وڻندو. سندن موت تائين هو منهنجي لاءِ امان دريا خاتون ۽ ادي زينب رهيا. سياري جي سخت وڍيندڙ سردي ۾ ڪيٽو ڪندو هئس تہ امان دريا خاتونءَ ڏي هلو. پوءِ امان ويچاري ويل ۾. پئي سيني کي منٿون ڪندي تہ هنکي ڪٽي ڏئي اچو ولي محمد جي گهر. آڌي رات سيءَ ۾ ڪير نڪري پر مان بہ نہ مڙندو هئس. جيسين ضد پورو نہ ٿئي. ضدي اچ تائين آهيان جو اصولن تي ۽ ضمير تي سودو نہ ڪيو اٿم. پل ڪيترو بہ نقصان ٿئي. امان تي ڳالهہ ڪري تہ اڌ رات جو پاٺي گهريم. ڇيم اهو خراب آهي پيو. امان جي شامت آئي جو اهو پاٺي ڪٽي هاريائين. پوءِ منهنجي رڙ متان

رڙ تہ هاريل پاٽي ميڙي ڏيو. پاتي اچي ڪنا تيا، سؤ جتن ڪيائون پر منهنجي ضد آڏو ڪنهنجي نہ هلي. نيٺ امان ويچاري پٽ تي ويهي پاٽي ميڙڻ جي بهاني ٻڪ پريندي آلي ذرتي کي مٽي سان لٽيندي وئي ۽ ڏِک اها ڏنائين تہ اهو هاريل پاٽي وٽي ۾ پئي وجهي. نيٺ مونکي هاريل پاٽي مليو ۽ مان فتحمند ٿي سمهي پيس. اهو منهنجو ضد ۽ سوديبازيءَ کان انڪار ڪيئي دفعا منهنجي آڏو آيو پر مان هر آزمائش ۾ ڪامياب ٿيندو آيس. اسپيڪر عبدالله حسين هارون، جنهن جي ذهني سطح ميونسپالٽيءَ جي ميمبر جي بہ مس هئي سو جو اسپيڪر ٿيو تہ پاڻ کي چيف منسٽر کان بہ مٿي ڀيو پائي. خير اهو ذڪر پوءِ ايندو پر چوي تہ مون کي سڀ پاور يا اختيار آهن. ڪيس گهڻوئي سمجهايم تہ اختيار قاعدن قانونن کي هوندا آهن، توکي رڳو اهو اختيار آهي تہ ان محدود دائري ۾ انهن کي استعمال ڪرين. نيٺ هڪ ڏينهن سندس چئمبر ۾ وڃي ڪيس چيم تہ سياٽي کان مان پنهنجي ڪرسيءَ تي ڪونہ هوندس. ڪيم بہ ائين تيڙ ڪٽي ويهين گريڊ جي نوڪري ڇڏي گهر اچي اعلان ڪيم تہ مون نوڪري ڇڏي ڏني. منهنجي مرحوم گهر واري ويچاري، هڪ اکر نہ ڪچي. بس مونکي چتائي ڏنائين ۽ چپ تي وئي. ڪيس منهنجي طبيعت جي سني جاڻ هئي.

ڳالهہ شروع ڪئي هئم بابي سائينءَ جي. منهنجو ڏاڏو عمر خان ڏاڍو تيز فهم، جهانديده ۽ محنتي ماڻهو هو جنهنجي مستقبل تي نظر هئي. نوڙهي بادشاهہ جو زمانو (ايڊورڊ ستون) يعني 1911-1899ع ۾ پنجئي پٽ پڙهائڻ خاطر ڪراچي موڪليائين. نئين نئين ريل نڪتي هئي ۽ ماڻهن کي اعتبار ئي نہ اچي تہ ڪل واري گاڏي تي چار سؤ ميل طئي ڪري ڪراچيءَ پهچائي ٿي. منهنجي ٻالڪپڻي يعني 1930ع تائين ڪيترن ماڻهن ريل گاڏي ڏٺي ئي ڪانہ هئي. بابا سنهڙو سيپڪڙو ۽ قد جو ننڍو هوندو هو. بابو ٿو ڳالهہ ڪري تہ عيد ڏينهن ڏاڏو ڪيس وڏيري محمد صادق جانوري جي اوطاق تي وٺي ويو تہ وڏيري طنز ڪري چيس تہ عمر فقير هيءُ ڪيئن هر ڪاهيندو. ڏاڏي اعتماد سان جواب ڏنس تہ توهين سڀ هن جا ڳيجهو ٿيندؤ. ٿيو بہ ائين.

ڏاڏو عمر خان فقيرائي خيالن جو ماڻهو هو. ان ڪري عمر فقير سڏيندا هئس. چوندو هو تہ ”بهشت دلاسو، دوزخ دڙڪو، ڪوڙيءَ دنيا جو ڪوڙو ڪڙڪو“ بس رڳو خير خواهہ ٿيو ۽ ٻين جي سارسنڀال لهو. دعا گهرندو

هو تہ رب منهنجا خير، هندو مسلمان ڏي خير، اوڙي پاڙي ڏي خير، جڳ جهان ڏي خير. پنج پٽ ڇاوس تہ سيني جا نالا عليءَ سان منسوب ڪيائين. وڏو علي نواز پوءِ علي خان، غلام علي، شير علي ۽ علي محمد. ڇوڪرا سنڌ مدرسي ڪراچي موڪلي پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ساڻن ملڻ بہ ويندو هو. سياڻو ماڻهو هو. ڳوٺ مان ڪڪڙ ڪٺي ويندو هو جي ڪراچي ۾ وڪڻي پاڙي پتي جو پورائو ڪندو هو. مڙس مٿير هو. ڳالهہ هُلي تہ حاجي رحمت الله جي قبرستان ۾ جنات آهي. ڪو هجي جو آڌي رات جو اتي ڪِلو ڪوڙي اچي. ٻن چئن جوانن ڪوشش ڪئي پر دهشت جهلي نہ سگهيا. ڏاڏو ويو سو ڪِلو ٻي نوڪيائين تہ الائي ڪٿان گهتو (رڍ جو ٻچو) رنيندو ڏانهس اچڻ لڳو. هي بہ ان کي پاڪر ۾ ڪٺي بہ ڪوهہ پنڌ ڪري ڳوٺ موٽي آيو ۽ اعلان ڪيائين تہ ڪِلو تہ نوڪي آيو آهيان، پر هڪ جنڙو بہ پڪڙي آيو آهيان. انکي ٻڌي ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن مالڪ پيرو ڪٺي اچي نڪتا ۽ گهيتو انهن کي موٽائي ڏنائين.

بابو ٿو ڳالهہ ڪري تہ تن ڏينهن ۾ ڪراچي هيءَ ڪراچي نہ هئي. ٽرام گهوڙا ڇڪيندا هئا. وير چڙهندي هئي تہ سمونڊ جو پاڻي سنڌ مدرسي ۾ اندر ڪاهي ايندو هو. اهو تہ 1943ع ۾ مون بہ ڏٺو. نيوچالي ڪان صدر تائين جهنگ هوندو هو ۽ ڪا بلڊنگ ڪانہ هئي. باٿ آئلينڊ واقعي هڪ ٻيٽ هو جنهن جي چوڌاري پاڻي هو. ڪلفٽن روڊ تي ڪجهہ بہ نہ هيو. رستي جي ٻنهي پاسي ٻئنچون پيون هونديون هيون تہ ماڻهو ويهي ٽڪ پٽين ۽ هوا خوري ڪن. ڪلفٽن کي هوا بندر چئبو هو ۽ سمونڊ جو پاڻي ڪوناري پارڪ جي پهاڙي تائين ايندو هو. عبدالله شاهہ غازيءَ جو مقبرو ئي ڪونہ هو. بس پهاڙي جي چوٽيءَ تي هڪ قبر هوندي هئي جاڏي ڪوئي مشڪل سان لڙندو هو. ليارِي نديءَ جي پرينءَ پر قبرستان ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو هو. صدر ۾ گورا قبرستان کان پوءِ جهنگ ۽ ويراني هوندي هئي. اهو سڀ ڪجهہ تہ مون پاڻ 1945ع کان اڳ ڏٺو. گِزري بہ بندر هو ۽ سواءِ ڪجهہ بلوچن ۽ مڇيرن جي پيو ڪو گهر ڪونہ هو. ڊرگ روڊ ۽ ملير شهر کان گهڻو پري جدا ڳوٺ هوندا هئا. بابا جي وقت ۾ تہ ايلفي بہ اجان پوري ڪانہ اڏي هئي. بس بندر روڊ، ڪارادر، مٺو در، ڪڏو، پيم پوره رام سوامي ۽ ماڙي پور هئا. گانڌي گارڊن کي راڻي باغ چوندا هئا. گهڻو ڪري ٽرام تي سفر ڪبو هو. پئسي وارا ماڻهو ٻگهوڙي بگيءَ تي چڙهندا هئا. ٽانگو ۽ وڪٽوريا مهانگا هئا. ڇهہ آنا،

ٻارنهن آنہ وٺندا هئا. وڏا ماڻهو تہ ڇا خود اسيمبلي ميمبر مؤلو مسافر خاني ۾ رهندا هئا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ويچاري مؤلو عرف سيٺ موليڏني جي مسافرخاني کي بہ مسلمان ڪري مولوي مسافر خانو ڪري ڇڏيائون. رام باغ کي آرام باغ ڪيائون. سيتا اسٽيشن کي مسلمان ڪري رحمان ننگر بڻائي ڇڏيائون. مشهور ۽ معروف گدو بندر بہ مسلمانيءَ کان ڪونہ بچيو حسين آباد ٿي ويو. بلوچستان ۾ مشهور شهر هندو باغ کي مسلم باغ ڪري ڇڏيائون. اهو عمل صرف سنڌ ۽ بلوچستان جهڙن يتيم صوبن ۾ ٿيو. باقي پنجاب ۾ تہ اڃا تائين ڀائي ڦيرو، ٽوبا ٽيڪسنگهہ وغيره هليا اچن. اتي مسلمانيءَ جو عمل ڪجهہ جهيڻو رهيو. اسان وٽ تہ جهانگير ڪوٺاري پارڪ وٽ شوالي سان گڏ مسجد بہ ٺهي وئي. جهانگير کي بہ انهيءَ ڪري بخشيائون جو سمجهائون تہ مغل شهنشاهہ جهانگير جي نالي تي آهي. جي خبر پوين ها تہ جهانگير هڪ آتش پرست پارسي هو تہ شايد ڊاهي پٽ ڪنس ها. صدر ۾ جهانگير پارڪ ۾ مسجد ٺاهي ڇڏيائون ۽ رام باغ ۾ بہ بہ سنا ڪشادا پارڪ هئا ۽ وڏا آسائشي هئا. هاڻي رهي نالو الله جو. ٻيو تہ ٺهيو ڪينجهر کي ڪلري ڪري ڇڏيائون. اها خبر ٿي ڪانہ هئن تہ ڪلر ٿيندو ڇاهي. مان ۽ اياز ٻيڙيءَ ۾ ڪينجهر جو سير ڪري رهيا هئاسون ٻيڙيءَ واري کان پڇيوسين تہ ڀائو اهو ڪيئن ٿيو. نندو ٽن لفظن ۾ جواب ڏنائين تہ سائين اسان جي دلين کي ڪلر ڪائي ويو آهي. اسين ڪڪا وڪا ٿي ماٺ ٿي وياسين. ڇيوسينس تہ اسان کي مائي نوريءَ جي تربت تي وٺي هل. پڇرندي ڇيائين تہ سائين مائي نوريءَ تي تہ ويٺا آهيو. مڃاڻ تہ ان سرڪاري ٻيڙي جو نالو نوري رکيو هئائون. سنڌي غيرتمند مهاڻي جي اندر ۾ تہ ڪو جوالا هو جو ڦاٽ ڏئي پيو. ڇي جيڪو ٿو لوسي لسڙاٽ اڇي سو ٿو اڇي ان ۾ ڇڙهي. اسان وري ڪونہ ڪڇيو ۽ پاڻ کي ڏوهي محسوس ڪيوسين. مون اياز کي سندس ئي لفظن ۾ چيو تہ مان ڏوهي آهيان مان ڏوهي آهيان، مون ڪيئي ڏوهہ ڪيا آهن. ڏٺم تہ اياز پهاڙ جيان ٿي ويو. شايد سندس اندر ۾ ٻيو ڪو نظم جنم وٺي رهيو هئو. اياز بہ بقول رباني جي "وڏو حرامي" آهي. اهو گندو لفظ رباني تمام پياري ۽ قابل ماڻهن لاءِ ڪتب آڻيندو آهي. لڪيءَ جي چشمن تي وياسون اتي هڪ غريب عورت، ملي ۾ ورتل، پٽ تي ريڙهيون پائيندي گرم چشمي ڏانهن وهنجڻ خاطر پئي وئي. مون بہ ڏٺي ربانيءَ بہ ڏٺي. رات جو اچي سن جي سرڪاري بنگلي تي گذاريوسين.

صبح جو سوير رباني هڪ پني جو ٽڪر کڻي آيو جنهن تي اياز رات وچ ۾ شعر لکيو هو. اياز کي انهيءَ پياري لقب سان نوازي چيائين جمال ڏس ته اها مائي تو به ڏٺي مون به ڏٺي پر هن (ح) ڏس ته ڇا لکيو آهي. ان شعر ۾ مائيءَ کي بيمار، ملي ورتل قتيل بي يارومددگار "سنڌ" سان تشبيهه ڏني هئائين. مان اياز جي ذات تي حيران ۽ رباني جو مٽائنس "پيار" جو وسڪارو ته هي ههڙو ههڙو ته بلا آهي ڪو جِنُ آهي. رباني ۽ اياز پاڻ ۾ ڏاڍا حجائتا ۽ رازدان آهن. رباني ڪيس چيڙائيندو آهي ته اياز ڪلي ڪيس ٽن آڱرين سان پوندبو ڏ يندو آهي.

تن ڏينهن ۾ سنڌ مدرسي جو پرنسپال هڪ انگريز مسٽر وائنس هو. بابا توڙي پيا سڀ سندس تمام گهڻي تعريف ڪن ٿا. بابا ته سندس پسنديده شاگرد هو جو هميشه پهريون نمبر ڪڻندو هو. تن ڏينهن ۾ ڪراچي جا شاناڻا ماڻهو شاگردن جي همت افزائي ڪندا هئا ۽ کين نصيحتون ڪندا هئا. سيٺ چاڳلا ۽ جام مير مقبول خان آف لسبيله وٽ بابا جي اچ وڃ هئي. ڏاڏو سائين ڪراچي آيو ته ٻڌايائين ته ڪراچيءَ ۾ هڪ موٽر ڪار آئي آهي جا ڪل تي هلي ٿي ۽ ماڻهو ان ۾ سواري به ڪن ٿا. بابا چيس ته سيٺ چاڳلا وٽ آهي ۽ شام اتي هلنداسون. ذرا سوچو ته سڄي ڪراچيءَ ۾ هڪ موٽر ڪار. شام جو ڏاڏو سائين ۽ بابا سيٺ وٽ ويا. سيٺ نه رڳو موٽر ڪار ڏيکارين جيئن ڏاڏي سائين جو مقصد هو پر ڪار ۾ چاڙهي کين گهمايائين به. پوءِ ڏاڏي وچي ڳوٺ ڳالهيون ڪيون ۽ ماڻهو وات ۾ آڱر وجهي "بلي انگريز بلي" ڪرڻ لڳا. انگريزن جو ڌاڪو هو. کين سڏيندا هئا صاحبلوڪ ۽ ليڊيءَ کي منڊم. سندن وڏي عزت هوندي هئي. انصاف ۽ قاعدي جا ته ڪوڏيا هئا. مجال آ جو ڪو وڏو زميندار يا جاگيردار ڪنهن جو حق ماري يا ظلم ڪري، لڪندا وتندا هئا. ملڪ ۾ امن امان ۽ انصاف جو بول بالا هو. اڄ تائين ماڻهو کين ياد ڪن ٿا. ڇي سائين حڪومت ڪري ته انگريز ڪري، شينهن ٻڪري گڏ چاري ڇڏيائين. اڄ تائين آزاديءَ کان پوءِ به ماڻهو چون ته هاڻ ڪٿي حڪومت انگريز کي ڏين ڏسو ته ڪيئن ٿا هلائي ڏيکارين. ڪنهن وڏي ۾ وڏي زميندار يا نواب کي ڪنهن آفيسر وٽان ليٽر ايندو هو ته ڦڦڙي وڃي ويندي هئس. ڪليڪٽر سان ملڻ لاءِ وڏيون تياريون ڪري سهي سنيري نڪرندو هو ۽ پوءِ ڏينهن جا ڏينهن ڳالهيون هلنديون هيون ته صاحب هيئن چيو هوئنن چيو. اڄ حڪومت ور چڙهي وئي آهي اڻ پڙهيل، جاهل ۽ بد دماغ وڏيرن جي. ڪوئي

کي ملي هريڙ تہ پنساري تي وينو. ساڳو حال آهي وڏيرن ۽ ميمبرن جو. جيڪي اڇين سو هضم، ڳيت ئي ڪونہ ڏين هاٿي بہ سمڪ اڇين تہ انگريز گهرائي گورنر رکن ۽ سڀ اختيار کين ڏين. پريزيڊنٽ ۽ پرائيم منسٽر ڀلي پاڪستاني هجن. ڏسو تہ امن ٿئي ٿو يا نہ. ڀلا ڇو کين جيڪڏهن ڊاڪٽر ۽ انجنيئر انگريز اڇي سگهن ٿا تہ گورنر ۽ آءِ جي ڇو نہ؟ اهي وڏيرا اهڙو ڊڄندا هئا جو جڳ جهان کي خبر آهي تہ سردار واحد بخش خان ڀٽي تي جڏهن ڪيس ٿيو تہ لاڙڪاڻي مان ڀڄي ٺٽي ضلعي ۾ لڪو. سر شاهنواز ڀٽي تي انڪوائري ٿي تہ ٿي مهينا خانبهادر اسراڻ جي ڪوٺ ۾ لڪو وينو هو. اهو هو حڪومت جو شان ۽ دٻدٻو.

سچ تہ ماڻهن کي آزاديءَ سان دلچسپي ئي ڪانہ هئي. گانڌي ۽ جناح کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا هئا. جناح کي تہ سڏيندا ئي هئا مائي جَنان. حيدرآباد جي ٽنڊي ولي محمد ۾ چاچو ابوبڪر سومرو واڍو هوندو هو. جڏهن ڀنگي هڙتال ڪندا هئا ۽ گند ڪچرو گڏ ٿي ويندو هو تہ چاچو ابوبڪر ٻاهر نڪري سرعام گانڌيءَ کي زن دختر گاريون ڏيندو هو تہ سڄو ڏوهہ انهي خول جو آهي. انگريزن کي ڪو لهر لوڏو ڪونہ هو پر بين الاقوامي ۽ اقتصادي حالتون اهڙيون ٿيون جو هو ازخود هليا ويا. اسان جي تاريخ ۾ اهڙا ڪوڙ سٽيا ويا آهن جو الله جي پناهہ. انهن جي اپٽار بہ پي پي سي موجب ڏوهہ. ماڻهو ڪيترو وقت انهن ڪوٽن ڪڙولن ۾ رهندو. جناح صاحب تہ بددل ٿي هندوستان ڇڏي وڃي لنڊن ۾ مقيم ٿيو هو. پوءِ 39-1938ع ۾ نوابن جو ٽولو وٺس لنڊن ويو ۽ ڪيس وٺي آيا تہ هل پاڪستان ملي ٿو تون اسان جي وڪالت ڪر. گانڌيءَ ۽ جناح کي مؤدبانہ سلام. باقي ڪيڏ تہ سڄي انگريز سرڪار جي هئي نہ تہ ڪير ٿو ڪنهن کي پليٽ تي رکي ملڪ ڏئي. ڪانگريس جو بنياد بہ انگريزن پاڻ وڌو. مفڪر پاڪستان جو اعزاز علامہ اقبال کي ڏنو ٿو وڃي، جنهن جهڙو وڏو ڪوڙ مون ڪونہ ٻڌو. خود علامہ اقبال 1934ع ۾ سر ٿامس کي لکيو تہ، نظريہ پاڪستان لنڊن جي ڪئمبرج يونيورسٽيءَ جي هڪ شاگرد جي ذهن جي پيداوار آهي ۽ هو يعني علامہ اقبال ان نظريي جو خالق نہ آهي. اهڙي صاف انڪار کان پوءِ بہ اسان جا تاريخ نويس علامہ اقبال مٿان اهو نظريو مڙهيندا ايندا تہ ڇا ٿو ڪري سگهجي. مٿي مان مولانا غلام الرسول مهر جي تضادن جو ذڪر ڪري چڪو آهيان. پيو تہ ٿهيو بيگلار نامي جو

مصنف، مرزا باقي جهڙي ظالم، قاتل ۽ درندي صفت ماڻهوءَ بابت لکي ٿو تہ، هو وڏو داناءُ، انصاف وارو ۽ بينظير منتظم هو. تاريخ نويسن کان اهڙيون جانبدارانہ فاش ڪوتاهيون ٿي ويندڙيون آهن. پر تاريخ تہ ڏاڍي بيرحم آهي ۽ حقيقتون لڪن ڪونہ ٿيون. مسلم ليگ جي الهہ آباد وارو ساليانو اجلاس جنهن ۾ علامہ اقبال اها تقرير ڪئي هئي سو ٿيو هو ڊسمبر 1930ع ۾. ان کان اڳ تاريخ پهرين نومبر 1930ع تي لنڊن ۾ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس منعقد ٿي هئي؛ ان ۾ بہ اهيئي مسئلا زير بحث آيا. پر ان کان اڳ چوڌري رحمت علي پنهنجو ڪتابڙو "پاڪستان جي اسڪيم" شايع ڪري چڪو هو. قائد اعظم بہ مسلم ليگ جي اجلاس دهلي منعقده 1943ع ۾ صاف چيو تہ لنڊن ۾ رهندڙ ڪن نوجوانن ۾ "اهو خيال پيدا ٿيو" تہ اتر هندستان جو هڪ حصو هندستان کان الڳ ڪري ان کي پاڪستان نالو ڏنو وڃي. باقي هرويرو علامہ اقبال کي پڳ ٻڌائي آ تہ پلي، پر حقيقت جي اظهار ڪرڻ کان جهليو ۽ روڪيو تہ نہ. هاڻي تہ هڪ ڪتاب "خدوخال اقبال" نالي سان ڇپجي چڪو آهي، جنهن کي مارڪيٽ ۾ اچڻ نٿا ڏين. پاڪستان جا مفڪر خود انگريز پاڻ هئا. اچو وچور ڏسون:

1- جان برائٽ 24- جون 1858ع - پنج يا ڇهہ صوبا مڪمل اختيارين سان هڪ جدا رياست ٿي ويندا. ڏسو جنگ آزادي 1857ع ۾ ٿي آهي ۽ هڪ سال اندر مسلمانن کي آزاد ملڪ جو آسرو يا رشوت آڇي وئي آهي.

2- 1868ع سر سيد احمد خان: انگريزن جو ٻولڙيو فرمائي ٿو تہ هندستان ۾ بہ قومون آهن جي ڪڏهن بہ گڏ رهي نہ سگهنديون.

3- ڊبليو ايس بلنٽ 1883ع: هندستان کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪيو وڃي، اتر ۾ مسلمانن جي حڪومت ۽ ڏکڻ ۾ هندن جي.

4- ٿيوڊور بيڪ: 1887ع مسلمان هڪ عليحده قوم آهن. مسلمان ڪڏهن بہ هندو اڪثريت جي ماتحت رهڻ قبول نہ ڪندا.

5- ٿاٿيوڊور موريس: 1899ع آزاد متحده هندستان جو قيام ناممڪن آهي. مسلمان الڳ قوم آهن ۽ پاڻ کي هندستاني قوم تسليم نٿا ڪن.

6- ڀائي پرمانند: هندستان کي ٻن هندو ۽ مسلم خطن ۾ ورهايو وڃي.

7- لويٽ ويزر 1914ع: مسلمان اتر هندستان کي وچ اوير سان ملائن، ان ۾ انهن جي بقا آهي.

8- چوڌري رحمت علي1915ع: اتر هندستان کي مسلم مملڪت بڻايو وڃي.
9- لارڊ ڪرزن: 1917ع هندستان ڪڏهن به واحد مملڪت رهي نه سگهندو. تقسيم جا واضح امڪانات آهن.
10- اي ـ ايس مانٽيگو (1917ع): هندستان جو انجام خودمختيار صوبن يا ملڪن ۾ ٿيندو.
11- اي ـ بي ڪينيٿ: مسلمان هڪ اهڙي رياست جو سوچي رهيا آهن جو اتر اولهه هندستان ۽ افغانستان تي مشتمل هجي.
12- پيٽرڪ فيگن 1925ع: مسلمان اتر هندستان ۾ پنهنجي تسلط لاءِ جدوجهد ڪن.
13- سر آغا خان 1928ع: اتر اولهه هندستان کي مسلم مملڪت ۾ شامل ٿيڻ کپي.

اهڙي طرح ٿيوڊور ماريسن ۽ مسٽر مانچيسٽر گارجن به گل افشاني ڪئي آهي. سر آغا خان مشهور معروف انگريزن جو پولڙيو هو، جنهن ۾ ڪو شڪ شبهه ڪونهي. ان ئي مسلم ليگ جو بنياد وڌو. مون مٿيون حقيقتون ڪي ـ ڪي عزيز جي ڪتاب هسٽري آف آئيڊيا آف پاڪستان ۽ جنگ اخبار مجريه 23- آگسٽ 1991ع تان ورتيون آهن. ٻيو ته ٺهيو شريف الدين پيرزادي صاحب پنهنجي ڪتاب اووليوش آف پاڪستان ۾ گهڻا انڪشاف ڪندي لکي ٿو ته 1904ع ۾ لارڊ ڪرزن بنگال جي اهم مسلمان شخصيتن سان ڳالهيون ڪري کين ذهن نشين ڪرايو ته هو الڳ ٿي اسلام جي بالادستي قائم ڪري اهڙو اوڄ حاصل ڪن جو قديم بادشاهن جي وقت ۾ به ڪونه ڏٺو هوندن. صاف ظاهر آهي ته پاڪستان جا مفڪر ۽ خالق خود انگريز هئا. علامه اقبال ته اٿين ئي پنجاب کي هڪ هيرو ڪپندو هو سو ناهي چڏيائون. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ، سر سٽيفورڊ ڪرپس صوبن جي آزاديءَ جون تجويزون حڪومت برطانيه طرفان آنديون هيون جي تمام چڱيون هيون ۽ جناح به قبول ڪيون هيون، پر پنڊت نهروءَ جي هڪ فاش غلطي ۽ اُبهرائي سبب گڙٻڙ، بدمزگي ۽ بداعتماديءَ جي فضا پيدا ٿي وئي ۽ معاملو وڃي تقسيم تي پهتو. مٿئون ڪارو منهن ٿيو ڪميونسٽن جو، جي اسٽالن جي چوڻ تي تقسيم جي حق ۾ ٿي بيٺا. اسٽالن ته چاهيو ٿي ته انگريز نڪرن ۽ هندو پارت سندن دشمن بڻجي

۽ رشيا سان دوستي ڳنڍي وٺج واپار توڙي سياسي ناتا وڌائي ۽ تاريخ اهو ثابت ڪيو. پوءِ تہ تقسيم جا ڪلور ٿيا. نفرت، قتل، گهيراءُ، جلاءُ ۽ قانون شڪني ۽ منافقي اسان جو قومي ڪردار بڻجي ويا. گهر گهر کان جدا ٿي ويو، لڏپلاڻ، مارڌاڙ، عزتون لٽجي ويون ۽ ليڊر صاحب وڃي صدارتي يَوَن (محلات) ۾ ويٺا. منهنجو پيءُ علي خان ابڙو تقسيم جي سخت خلاف هو ۽ اهڙا مضمون سنڌي اخبارن قرباني وغيره ۾ ڇپائيندو رهيو، جنهن تان ڪاوڙجي تڏ دماغ عبدالغفور پرڳڙي ائڊووڪيٽ لاڙڪاڻہ سنڌس خلاف الوحيد ۾ هڪ مضمون لکيو، جنهن ۾ علي خان ابڙي کي ٽڪل دماغ لکيائين. الله جو شان. ڪٿ ڄامڙو جيتامڙو، عبدالغفور جو پوءِ وڃي ضياءَ جي هنج ۾ ويٺو ۽ ڪٿ علي خان ابڙو جو عالم، فاضل، مصنف، سڌارڪ، جينيس انقلابي ۽ جرئتمند ماڻهو هو، جو پنهنجي قول، فعل ۽ ضمير جو سچو هو. اڄ بہ سنڌس سوين شاگرد ۽ ماتحت سنڌس ساراهہ جا ڍڪ پرين ٿا. منفرد سوچ جو ماڻهو هو. سراج الحق ميمڻ جو والد صاحب ڳالهہ ٿو ڪري تہ سنڌس ٽيچرس امتحان هلي رهيو هو ۽ هو سخت بخار ۾ هو. پيپر لکندي علي خان ابڙو اچي سنڌس پنيان بيٺو ۽ جيڪي ڪجهہ هڪ صفحي تي لکيو هئائين سو پڙهي مسٽر علي خان ابڙي ڪانئس پيپر وٺي چيو تہ تون پاس آهين هاڻي گهر وڃي آرام ڪر. ڪجهہ ساڳي ڳالهہ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ٿو ڪري تہ هو عربي جو پيپر لکي رهيو هو تہ صاحب اچي پنيان بيٺو ۽ سنڌس پٺي ٺپڙي چيائين، شاباس بابا! تون پاس آهين.

سنڌ مدرسي ۾ علي خان ابڙي شاندار رڪارڊ قائم ڪيا. هر امتحان ۾ پهريون نمبر. وينڊي بمبئي يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ امتحان کان ايم-اي تائين سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر. غور ڪريو بمبئي يونيورسٽي معنيٰ سنڌ گجرات، راجستان، بمبئي ۽ مهاراشٽر. اڳ ۾ ڪنهن بہ هندو يا مسلمان اهڙو رڪارڊ قائم نہ ڪيو هو. بمبئي اهڙي ڏکي يونيورسٽي هئي جو اڌ مارڪ تان بہ ناپاس ڪري ڇڏيندا هئا. اتانجا فيل ٿيل وڃي علي ڳڙهہ ۽ پنجاب مان مئٽرڪ پاس ڪري ايندا هئا. ٻہ ٻہ ٽي ٽي دفعا فيل ٿيل بہ اتان پاس ٿي ايندا هئا. الطاف حسين قادري بہ ائين ڪيو ۽ پوءِ مختيارڪار، ڊپٽي ڪمشنر ۽ سيڪريٽري ٿيو. بابو سائين غريب هئڻ سبب جهونا ڳڙهہ ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ هليو ويو. اتي نواب مهابت خان جي حڪومت هئي ۽ تعليم مفت

هئي. اتي بہ ساڳي ڪار، هر امتحان ۾ سڄي يونيورسٽي ۾ پهريون نمبر. انٽر ۾ پهريون نمبر، بي - اي پهريون نمبر ويندي ايم - اي پهريون نمبر. ههڙو ماڻهو جينيس نہ چئبو تہ بيو ڇا چئبو. بئي ڪنهن بہ ماڻهو اهڙو ڪارنامو انجام ڪونہ ڏنو هو. سنڌ جو هي پهريون ماڻهو هو جنهن اهڙي حيرت انگيز ڪاميابي سرانجام ڏني. هو پهريون سنڌي مسلمان هو جنهن ايم اي پاس ڪئي. سيشن جج دريشاڻي صاحب مون کي ٻڌايو تہ سندس والد شڪارپور جو عبدالعليم دريشاڻي سنڌ جو پهريون مسلمان ايم اي هو. ائين هوندو پر علي خان ابڙي جهڙو ڪارنامو قطعي نہ جو هر امتحان ۾ پهريون نمبر. سادو، سٻاجهو ۽ سچار ۽ انقلابي اهڙو جو انگريزن جڏهن ڪانئس پڇيو تہ تون ڇا ڪندين ۽ ڪهڙي نوڪري ڪپئي تہ چيائين تہ، مان ماستر ٿيندس. پوءِ تہ هوشياري محنت ۽ لگن سان ڪم ڪرڻ سبب جلد ئي وڏن عهدن تي پهتو. اهڙو جوشيلو جو ڳوٺ ڳوٺ ۾، ڪاڇو ڪوهستان هجي يا ٿر، اٺ تي چڙهي وڃي اسڪول قائم ڪيائين. مونکي بہ پاڻ سان وٺي هلندو هو ۽ مان پنجن ورهين جو هئس. ملا اسڪول سندس ذهن جي پيداوار هئا. خانگي اسڪول بہ کولرايائين ۽ انهن لاءِ ساليانو معاوضو مقرر ڪرايائين. بس ڳوٺ ڳوٺ ۾ تعليم عام ڪرايائين. اعتبار نہ اچيوَ تہ اڄ بہ ڪونڪر ڪرچات، ڳڏاپ، جوهي، مٺي، ننگر پارڪر ۽ ڇاڇري، عمرڪوٽ، جيڪب آباد، ٽنگواڻي، ٿل، پان سعيدآباد، خدا آباد جي هندن مسلمانن کان پڇي ڏسو. وري ماسترن کي بہ پاڻ پڙهائيندو هو. ٽريننگ ڪاليج بہ پنهنجي منفرد شخصيت ۾ پاڻ هو. هندن سان گهڻي پوندي هئس جو هو سندس اهڙن ڪمن ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندا هئا ۽ هڙئون وڙئون سندس مدد ڪندا هئا. سنڌ ۾ جتي ڪٿي تعليم جو چرچو عام ٿي ويو. ايماندار وري اهڙو جو ماني بہ ڪنهن ماستر جي ڪانہ کائيندو هو. سندس ايمانداري جا ڪارناما بعد ۾ بيان ڪندس. سڄي سنڌ ۾ علي خان، علي خان پئي پوندي هئي. ٻلي جهانگارا باجارا ڇو نہ هجن. عام طرح صاحب سڏبو هو، پر صاحبي جو ڪو تر بہ منجهس ڪونہ هو. انگريز اهڙا متاثر ٿيا جو سندس باري ۾ لکيائون تہ، هي هڪ تصوراتي تعليمي ماهر آهي يا تہ هي هڪ تبليغي جوش ۽ جذبي وارو آفيسر آهي. ڪيس خانبهادر جو لقب آڇيائون تہ پاڻ انڪار ڪيائين تہ اهو تہ هڪ زيور آهي. مونکي بس پنهنجو حق ڏيو تہ وڌيڪ تعليم جي خدمت ڪري سگهان. حق

مان سندس مطلب پروموشن ۽ اختيار هئا. ان وقت تعليم جو سيڪريٽري خانصاحب يار محمد ميمڻ حيدرآباد وارو هو. تنهن وجهہ وٽي پنهنجي مائٽ خانبهادر محمد صديق ميمڻ کي لقب ڏياريو، جنهن صاحب ماستر محمد صديق مسافر جي لکڻين تي ڌاڙا هڻي پنهنجي نالي ڇپرايون. اها ڳالهہ منهنجي روبرو علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽہ مرحوم، جو الاهہ لوڪ ماڻهو هيو، محمد صديق ميمڻ کي هومر اسٽيڊ هال حيدرآباد ۾ چئي. مان ان وقت پندرهن - سورهن سالن جو هئس ۽ ڪاليج ۾ پڙهندو هئس.

بابي سائين جي ايمانداريءَ جي ڳالهہ ٻي ڪيم. اٽ تي سيڌي جي پيتي ساڻ هلندي هئي. دال ڀاڄي تي گذارو ڪندا هئاسين. اسماعيل بورچي هو ۽ صاحب خان جانوري خيرپور ميرس جو، نائيڪ هو. مون بہ ايئن سنڌ جي هر ننڍي شهر جو ڊاڪ بنگلو ڏٺو ۽ رهيس. شام جو بندوق کڻي گهمڻ نڪرندا هئاسين. ڳيرا يا سهو ماري ايندو هو، جنهن جو ٻوڙ پچندو هو ۽ پٽيوالا بہ خوش تہ گوشت کائڻ نصيب ٿيو. سفر ۾ يا ريل ۾ ڪو ماستر صاحب ڊبگڙيون ۽ ٻوڙ کڻي ايندو هو تہ اول ان کي پئسا ڏئي پوءِ کائيندو هو. هڪ لڳا ڪو ماڻهو بدڪن جو ٽوڪرو اسان جي ڳوٺ سانگي ۾ ڇڏي ويو. بابو ان وقت گهر ۾ ڪونہ هو. لڙي ٽيهري اچي تي ۽ اسين ٻار پيا ٽپا ڏيون تہ بدڪون ڪهي پچايو تہ کائون، پر امان هيسيل هئي. چيائين خبردار! متان ڪنهن پکيءَ کي هٿ لاتو آهي. بابو آيو تہ تپي ڳاڙهو تي ويو، ڪاوڙ ۽ غصو ماريندو هو. رڳو ايترو پڇيائين تہ پکي ڪٿان ۽ ڪنهن آندا آهن. ٻڌي چيائين تہ نہ کپن انهن کي کولي ڇڏيو. پکي ويچارا پر پکل يا تنگ پکل هئا سي ڳوٺ جي گهرن ۾ هليا ويا ۽ ماڻهن هر گهر ۾ ڪُهي کاڌا. اسان وٽ اهوئي ساڳ پکو. امان جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. چئي ڏنائين تہ پکي تہ ساڳو ڪسجي ۽ کاڄي ويا. پاڻ جواب ڏنائين تہ شڪر ڪر تہ تنهنجن ٻچن جي پيٽ ۾ حرام جي هڏي ڪانہ وئي.

اسان جڏهن لاڙڪاڻي لڏي آياسين تہ غريباڻو گذر هو. مينهون پنهنجون هيون ان ڪري کير مکڻ تي گذر هو. مڇي ماني يا ٻوڙ ماني وارا هئاسين تہ بہ ٻيون ضرورتون آهن ئي آهن. امان آفيسر جي زال هئي. ڪيس رڳو هڪ موچارو وڳو هو ۽ منهنجن ڀينرن کي بہ هڪ هڪ وڳو هو جو پيٽيءَ ۾ بند رهندو هو. جڏهن ڪي مايون يا ڪائي آفيسر جي زال ايندي هئي تہ امان ۽ اديون

پڇي ان ڪوٺي ۾ وينديون هيون ۽ گهنجيل وڳو پائي، پڳهريل منهن کي ٽوال سان مهٽي ٻاهر نڪري، آيلن جو آترياڻ ڪنديون هيون. نه سرخي نه پائوڊر نه صابڻ. صابڻ هوندو هو ته پان ڇاپ ڪپڙن ڌوئڻ جو صابڻ. هڪ دفعي پاڙي ۾ هڪ ننڍو آفيسر، مختيارڪار عبدالڪريم منگي اچي رهيو هو. اچڻ سان وهنجڻ لاءِ صابڻ اسان کان گهريائين. مان پاڻ وٽ پان ڇاپ صابڻ ڪيس ڏنو جو ڏسي موٽائي ڏنائين. چيائين ته بابا وهنجڻ جو صابڻ کپي. پيئرس هجي يا لڪس ٿي هلي ويندو. اچي امان سان ڳالهه ڪيم، مون ته ڪونه سمجهيو پر هوءَ سمجهي وئي ۽ چيائين ته وڃي چوُس ته اهڙو صابڻ اسان وٽ ڪونه آهي. سندس ننڍو ڀاءُ عبدالحميد منگي جنهن کي حمڙو سڏيندا هئاسين منهنجو دوست ٿي ويو. انهي معرفت مونکي شهري طور طريقا معلوم ٿيا. اهو عبدالحميد منگي اوورسيئر جو اسپيشل ڪورس ڪري ايس . ڊي . او ٿي ويو ته رشوت جو رڻ ٻاري ڏنائين. يار ويس ۽ ڪلمڪ هئو باقي هر ڪمزوري ۽ فعل منجهس هو. ظاهر ۾ قميص سلوار ۽ ڦاٽل بوٽ، آفيسرن ۽ ماڻهن ڏيکارڻ لاءِ ته مان ايماندار آهيان. هوڏانهن منهنجو ننده ڀاءُ [illegible] . [illegible]ري ۾ ڊگري وٺي اسسٽنٽ انجنيئر ٿيو ته ڏيک شهزادن جهڙو ڏيندو هو. سٺا فل سوٽ، سٺو فرنيچر، سٺو بورچي، مهمان نواز ۽ پنهنجو شان ۽ مان. ميرپورخاص ۾ هو ته وٽس هڪ سنهڙو سيپڪڙو ماڻهو ٿلهن شيشن جي عئنڪ سان آيو. واٽر ڪورس پڳل هوس سو ڪمال مٽس گرم ٿي ويو. هن گهٽوئي چيس ته هر قسم جي خدمت ڪنداسون ته ڪمال ويتر ڳاڙهو ٿي ويو ته مان پائيءَ تان رشوت نه وٺندو آهيان جو ٻين جون زمينون سڪائي توکي پاڻي پڇي ڏيان. ماڻهو سياڻو هو سو اٿيو ڪونه ڪل پوڳ ۽ دنيا جي ڳالهين ۾ لڳي ويو. آخر ۾ چيائينس ته منهنجي دعوت کاءُ. انهيءَ تي هائو ڪيائينس. وري ان ماڻهو چيس ته، ڀاڀيءَ کي به وٺي اچجائين. اتي ئي نپ جواب ڏنائينس. هن وري زور ڀريس ته چيائين ته تنهنجي زال پاڻ اچي منهنجي زال کي دعوت ڏئي ته پوءِ ڏسي وٺبو. هو ڪو استاد هو سو هلندي چوندي ويو، ته مار ابڙا ڪي ڏاڍا نڪ وارا آهن. ويو ته مون ڪمال کان پڇيو ته اهو ڪير هو. مان تن ڏينهن ڪيري ۾ جج هئس. چيائين ڄام صادق علي هو. پوءِ ته ڄام صاحب سان ڏاڍي گهاٽي دوستي ٿي ويس جا پڇاڙي تائين قائم رهي. جڏهن ڪمال 1989ع ۾ گذاري ويو ته ڄام صاحب لنڊن مان مونکي فون ڪري عذر خواهي ڪئي ۽ اهو به

چيو تہ سندس ياءُ ۽ پٽ بہ تڏي تي اچي عذر خواهي ڪندا. اهو هو فرق بابا جي تربيت ۽ خانداني روايت جو.

ٻيو واقعو بابا جو ياد ٿو اچيم جو بدڪن ڪان بہ وڌ هو. هڪ رات امان سان ڳالهہ ڪيائين تہ اسڪولي ٻارن جون يونيفارم قميصون سبائڻيون آهن سو ڪمون سرهيو درزي کي ٿي آنہ في قميص نيڪي تي ڏنيون اٿم. امان وٽ مشين هئي سو چيائين تہ مونکي نيڪي تي ڏي. سختي سان انڪار ڪيائين تہ اهو غلط ڪم آهي ايئن نہ ٿيندو. امان ٻيو ڏڪ هنيو. چي "چو نيڪو آهي، مان ٻي آني قميص سبندس" اتي ويچار ۾ پئجي ويو چيائين ڀرين درزيءَ کي چوندس تہ بہ آنہ وٺي انهي انڪار ڪيو تہ پوءِ توکي. اهو 1930ع جو ذڪر آهي. جڏهن اسين لاڙڪاڻي ۾ ڪرمان باغ ۾ مسواڙي جاءِ ۾ رهندا هئاسين. ٻئي ڏينهن صبح جو امان خيالن ئي خيالن ۾ خوش. اسان کي چيائين تہ هزار ٻيانيون ڪيترا پئسا ٿيندا. حساب ڪري ڏنوسينس تہ سوا سؤ رپيہ. خوش ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپي چي هل ايترا پئسا. پر فڪر ۾ هئي. شام جو بابا ڪپڙن جا ٿان اچي آڏو ڦٽا ڪيس چي درزي ٻي آني ۾ اصل نٿو مڃي. پوءِ تہ امان ڏينهن رات ڪم کي لڳي وئي. گهر ۾ نوڪرياڻي مائي جنان تي ربيہ ماهوار تي رکيل هئي سو امان بہ ڪم پورو ڪري سوا سؤ ربيہ وٺي ايرينگ پاڻ بہ نهرايا ۽ ٻنهي ڌيئرن کي بہ نهرائي ڏنائين. سون هو پندرهن ربيہ تولو. مزي جي ڳالهہ اها تي جو ڪجهہ ڪپڙو بچائي امان اسان ٽن ننڍن پٽن کي ٿي ٿي چڏيون بہ ناهي ڏنيون. چڏيون چا، پٽا پٽي ڪچا هئا. بابا جو ڏنو سو اچي ڪاوڙيو چي هيءَ سرڪار سان بي ايماني آهي. امان بہ پاڻ جهلي نہ سگهي چي، "هي چا ڪهڙي بي ايماني. ٽڪرا ٽڪرا بچيا سي ڳنڍي ٻارن کي چڏيون ناهي ڏنيون اٿم. درزي بہ گهر ڪٽي وڃي ها. پر هاڻي بہ ٻارن ڪان لهرائي ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري تي ڏيان ۽ وڃي سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪراءِ. بابا مشڪي وينو ۽ چيائين ائين آهي تہ پوءِ ٺهيو. اهڙا هئا ايماندار آفيسر اڄ تہ ڏاڙا ٿا هٽن. اسان اهو سڄو رونشو ٻي ڏنو ۽ تربيت ورتي. گهرجي تربيت ۽ ماحول وڏو اثر ٿي رکي. اڄڪلهہ وڏا وڏا بحث ٻيا هلن تہ تعليم جي معيار ڪرڻ جا ڪهڙا سبب آهن. ماستر جوابدار آهن يا شاگرد يا تعليم جو نصاب. سائين پناهہ علي شاهہ جو تعليم جو سيڪريٽري هو تنهن مون ڪان اهو سوال پڇيو جو گورنر وٽ ان بابت ميٽنگ هئس. مون نڪ جواب ڏنومانس

تہ اول ڏوھہ مائٽن ۽ ماءُ پيءُ جو. ماٽ تي ويو، چيائين جمال سچ ٿو چوين.

اڄ ٻار ٻاھر ٿو نڪري تہ مائٽ ٿا چونس تہ، ”پيٽ ڪي آنا، پٽ ڪي نہ آنا“. پوءِ ٻار بہ بددماغ ۽ بدمزاج نہ ٿيندا تہ ٻيو ڇا ٿيندا. پڙھڻ ڇڏي وتن جهڳڙا ڪندا. اسان ڪان تہ ڪا سھوَ پوندي ھئي تہ امان ڪُٽي رکندي ھئي. وِٽي جي ڳَنيءَ سان ڪٽيندي ھئي يا ڪپڙن ڌوئڻ جي سوٽيءَ سان پر خبرداري اھڙي ڪندي ھئي جو ڌڪ چيلھہ ڪان ھيٺ ھڻندي ھئي تہ متان ڪو اوُلو سوُلو ڌڪ نہ لڳي وڃيس. اڄڪلھہ چون ٿا تہ ٻار کي مار نہ ڪڏھن پر اسان وٽ تہ پھاڪا آھن تہ مار سنوار آھي يا تنديڙو ٻار مڇ جو وار، جيئن ورائينس تيئن وري. ھي انگريز بہ اصول ناھي، آزمائين اسان تي. مون پاڻ ڏٺو آھي تہ پنھنجن ٻارن کي اونڌو ليٽائي، پنڊڙن تي ڪٽيندا آھن. اڄڪلھہ تہ ٻارن کي مانٽيسري اسڪولن ۾ مٺيءَ ۽ گپ سان ڪيڏڻ ڏين ٿا.

ايئن ڪونھي تہ اسين غريب ھئاسون پر گذر غريباڻو ھو ۽ ڏيکاءُ بہ اھڙو ڪيو ويندو ھو نہ تہ بابي جي پگھار پنج سؤ رپيہ مھينو ھئي ۽ سڄي تر ۾ اھا ڳالھہ مشھور ھئي تہ خچر ناٿي جو ھر مھيني ۾ سانگين وٽ اچي ٿو. چور بہ گھٽا ايندا ھئا پر اسان جا ڪجھہ سانگي بہ سجاڳ ۽ ڏاڍا مڙس ھوندا ھئا. ان ڪري چور پري ڪان ھڪ بہ گھوڙاٽو اچلي پچي ويندا ھئا. اسان جي وڏي ماڙي ھوندي ھئي جا ڪوھہ پنڌ ڪان ڏسڻ ۾ ايندي ھئي. تن ڏينھن جا پنج سؤ رپيا توھان سوچي نٿا سگھو تہ ڪيڏي وڏي رقم ھئي. ماڻھو چوندا ھئا تہ غريب کي ھڪ سؤ ملي وڃي تہ جيڪر شادي ڪري وٺي. اتي چانور پنھنجا ھئا. گوشت ڇھين آني سير، بيضا ساڍا چار آنا ڊزن، ٻڪرو پنجن رپين ۾. مون خود1961ع ۾ سجاول ۾ ٻڪرو پندرھن رپين ۾ ورتو ۽ گوشت ڏيڍ رپئي سير. ڪپڙو ٻي آني وال. ھونئن تہ کير وڪڻبو ئي ڪونہ ھو. چئبو ھو تہ کير آ پير. مفت ۾ ڏئي ڇڏبو ھو. خود لاڙڪاڻي شھر ۾ ٿيتي کير ڇھہ پئسا بہ آنا سير ڏيندا ھئا سو بہ يارھين تاريخ مفت، يارھين واري پيران پير جي طفيل. اسان جو روزانو خرچ ٻارھن آنن ڪان وڌ نہ ٿيندو ھو. ڪڏھن رپيو سوا ٿيو تہ بابا، امان ڪان پڇندو تہ بيگم ھيترو خرچ! وري حساب ڏسي چپ ٿي ويندو ھو. نوڪرياڻي جي پگھار ٽي رپيا مھينو ۽ نوڪر جي ڏھہ، ٻارنھن رپيا جن مان ھو پنھنجو خرچ بہ ڪندو ھو تہ ڳوٺ ٻارن کي بہ موڪليندو ھو. لاڙڪاڻي ۾ گھر جي مسواڙ ڏھہ پندرھن رپيہ مھينو. سو بہ پڪو ۽ وڏو گھر نہ

تہ ننڍا ۽ غريباڻا گهر ٻي ٽين رپئي ۾ ملندا هئا. بوٽ بہ ڪان پنج رپيہ، ترڪي ٽوپي بہ ٻہ ادائي رپيہ. ٻي ڪا ضرورت هئي ڪانہ. لاڙڪاڻي ۾ اليڪٽرسٽي 1931ع ڌاري آئي، بل مهيني ۾ ٻہ رپيا، ريڊيو، ٽي وي تہ پئدا ئي ڪونہ ٿيا هئا. ٽوٽاري وارو چاٻيءَ تي فونو نڪتو تہ اسان 35 رپين ۾ ورتو. پوءِ تہ اوڙي پاڙي جون زالئفائون ۽ ٻار اچي گڏ ٿيندا هئا. عجب لڳندو هئن تہ پيتي ڪيئن ٿي ڳائي. ڪسڙ ڦسڙ ڪندا هئا تہ اندر ڳائڻو لڪي ويٺو هوندو ٻيو ڇا. رڪارڊ ٽالهيءَ جهڙا وٺي اچبا هئا. جيوڻي، مائي الهہ رکي، استاد بيبو خان، سونو خان منو ۽ سيگل جا رڪارڊ گهڻو هلندا هئا. چاٻي ڏيري ٿيندي هئي تہ ماڻهو چوندا هئا تہ ڳائڻي جي نڙي ويهجي وئي آ. ڪجهہ لوڻ ڪٽا چوسڻ لاءِ ڏيوس. رهڻي اهڙي سادي جو ڊرائينگ روم ۾ ڪتون وجهي هنڌ وڇائي ڇڏبا هئا. ڊرائنگ روم وري ڪهڙو، گهر جي وچ ۾ هڪ هال (صفحو چٽبو هو) هوندو هو. عام سٺن گهرن جو نقشو اڪثر هيئن هوندو هو:

دروازي جي ڪـاٻي پاسي پائخانو، غسل خانو ۽ نلڪي جي ڏِڪي ۽ ساڄي پاسي بورچيخانو ۽ اڳڻ ۽ پوءِ ورانڊو ۽ ورانڊي ڪان پوءِ صفحو ۽ ڪمرو اوطاق ڪري ڪم آڻبو هو.

هي ٻارنهن سؤ يا پندرهن سؤ فوٽن جو سٺو گهر هوندو هو. هال ۾ ڪپٽ لڳل هوندا هئا. مٿان ڪونو ۽ ڪمرو ۽ ان مٿان ٿپڙ. سڄي گهر ۾ ڇت جو پکو رڳو هال ۾ لڳل هوندو هو. ان ڪري ڏينهن جو سمهبو بہ اتي ئي هو. رات جو سڀ ٿپڙ ڪجندا ڪوٺي تي. زال مڙس وچي ٿپُڙ تي سمهندا جنهن لاءِ ڪاٺ جي ڏاڪڻ لڳل هوندي هئي. مهمان طائيءَ کي رستي تي ڪٽ وجهي سمهاربو هو. ٻاهر گندي پاڻيءَ جي حوضي هوندي هئي جنهن مان روزانو ميونسپالٽي جا ڀنگي اچي دٻن سان پاڻي ڪڍي ويندا هئا. هر ڀنگيءَ کي گڏهہ گـاڏو مليل هوندو هو جنهن مٿـان ڊرم رکيل هوندو هو. اها هئي سکي شهري زندگي، هڪڙو ماڻهو ميونسپالٽي پاران پندرهن ڏينهن ڪٽا مار ڪنيون گهٽي ۾ هوڪو ڏيندو هو تہ ڪوٺا مار وٺو. ٻئي ڏينهن قاتل ڪٽا ۽ ڪوٺا مار وٺي هليو ويندو هو. شام جو ميونسپالٽي جو ماڻهو ايندو هو، جيڪو رستن گهٽين ۽ ڪُنڊن وٽ فانوس ٻاري ويندو هو. گاسليٽ بہ ميونسپالٽيءَ جو. اهڙا هوندا هئا بندوبست: لاڙڪاڻو ننڍو شهر ويهہ، پنجويهہ هزار آبادي جو هو. شهر کي آسانيءَ سان ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي پيو،

سيئو بازار يا بندر روڊ مک درمياني رستو هئو ۽ اڃا آهي سيئو بازار جي اولهہ ۾ گهٽو ڪري مسلم آبادي، جاڙل شاهہ ۽ قائم شاهہ جون درگاهون ۽ وڏن ماڻهن جا بنگلا نما گهر، اسڪول، اسپتال، سرڪاري آفيسون ۽ بنگلا هئا. مسلم مدرسو جتي مسلمان شاگرد پڙهندا هئا ۽ ان جي بلڪل سامهون رستي جي ٻئي پر سول اسپتال هئي، هاڻي اتي گرلس هاءِ اسڪول آهي. ان سان لڳو لڳ تجر باغ آهي. ان ۾ هڪ تجر آهي، جتي چيو وڃي ٿو تہ نواب ولي محمد لغاري کي امانت طور دفن ڪيو هئائون پوءِ لاش ڪڍرائي حيدرآباد کڻي ويا. پوءِ اهو ريجهو باغ ٿيو. چون ٿا تہ اهڙي ڪالرا پٽي جو جو مٽ مائٽ بيمارن کي ڇڏي هليا ويا. شهر خالي ٿي ويو پر ڊاڪٽر ريجهومل نہ ويو ۽ هر غريب غربي جي سندن گهرن ۾ وڃي بنا معاوضي خدمت ڪيائين. آخر پاڻ بہ ان موذي مرض ۾ وٺجي گذاري ويو. سندس اهڙين خدمتن عيوض تجرباغ جو نالو مٽائي ريجهو باغ رکيو ويو ۽ سندس سنگ مرمر جو پتلو ٺهرائي اسٽيسن روڊ جي چوڪ تي هٽايو ويو. عبدالفتاح ميمڻ وڪيل جي گهر سامهون جو گهر اصل ۾ ديوان پيسو مل آوتراءِ جو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هندستاني مسلمانن اسلامي جذبي ۽ جوش هيٺ اهو پتلو پٽي ڇڏيو ۽ ريجهو باغ کي مسلمان ڪري جناح باغ ڪري ڇڏيائون. اسان گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڏي ريجهو باغ مان لنگهي ريلوي لائين ٽپي ويندا هئاسين تہ ڊاڪ بنگلو ۽ پوءِ خالي منزل گاهہ ميدان ملندا هئا. جڏهن محمدي صاحب ڪليڪٽر ٿي آيو تہ منزل گاهہ ۾ آفيسر ڪرڪيٽ راند ڪيڏندا هئا. اتي قلعي نما پڪل پٽ جا بہ آثار هئا. هاڻ ات سول اسپتال آهي. پريان پٽن جا بنگلا ۽ نواب امير علي خان لاهوري جو لاهوري محلو ۽ بنگلو هئا. اها بہ مسلمان آبادي هئي. نواب لاهوري وڏو اثر رسوخ وارو ماڻهو هو ۽ جيترو وقت چاهيائين ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ رهيو ۽ جنهن کي وٺندو هئس ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊائيندو هو. سندس هڪ هٽي منهنجي وڏي ياءُ شمس الدين ابڙي اڇي ٽوڙي جو اڃان نوجوان ڇوڪرات هو ۽ تازو عليڳڙهہ مان ايم . اي، ايل ايل بي ڪري آيو. نواب اميرعلي خان لاهوريءَ جي خاص ماڻهو حاجي محمد چنل سومري کي فاش شڪست ڏئي گهٽي ۾ گهٽا ووٽ کڻي ميمبر ٿيو. ڪرشمو گڏيل چونڊن جو هو ۽ هندو ووٽ ڪيس جهجها مليا. پوءِ تہ تولائين سان ٺاهہ ڪري پاڻ وائس پريزيڊنٽ ۽ پريداس تولاڻي پريزيڊنٽ ٿيا. پنجواڻي،

تولائين جا مخالف ھئا انھن کي بہ وڏو ڌڪ لڳو. پر پنجوائي پائر آنند ۽ رام پنجوائي منھنجي پاءُ سان سنگت نباھيندا آيا. سندن ننديو پاءُ ڌنراج عرف ڌنو وري منھنجو دوست ھو. آنند ۽ ڌنو ويڙھاڪ ھئا پر رام ڏاڍو سنجيدو ۽ ڏات ڏٺي ھو. پوءِ فلم ايڪتا ۾ بہ ڪم ڪيائين. سيٺو بازار جي اوپر ۾ ھندو محلا ھئا. ڍڪ بازار، ٺانارڪي بزار ۽ جيلس بزار ۽ ھندو سيٺين ۽ ديوانن جا سٺا وڏا ڪشادا گھر ۽ ماڙيون ھيون، پر اتي بہ قادرين جو پاڙو، سرھين جو پاڙو، گوشت مارڪيٽ قافلي سراءِ علي گوھر آباد مراد واھڻ ۽ محمدپور ۾ مسلمان محلا ھئا. دڙي محلي ۽ نوان تڪ وچ مان ھڪ واٽر ڪورس ھوندو ھو. اجوڪي ستي ٽاٽي پنيان جانورن جي اسپتال ۽ پنگين جو پاڙو ھو ۽ ان پاڙي ۾ اسين بہ رھياسين. ھڪ ھندوءَ جو دوڪان ۽ ڪاٺ مڏي اتي ئي ھئا. سيٺو بزار جي چيڙي تي ھڪ وڏو تلاءُ پرائمري اسڪول ۽ بولس باغ ٽاور وارو ھوندا ھئا. صفا چيڙي تي ڊاڪٽر يوھو مل ۽ عالمچند جي اسپتال ۽ گھاڙ واھہ جو واھہ جو نظارو ھو. شيوا مندلي ۽ لئبريري بہ اتي ھئا. گھاڙ واھہ مان ھڪ پئسي ۾ پتڻ اُڪري ھن پرگيان باغ ۾ وڃبو ھو. واھہ ڙي سيٺ گيانچند واھہ. پاھر رھندي بہ اھڙو سھڻو باغ ۽ بنگلا نھراپائين جو چا ڳالھہ ڪجي. لاڙڪاڻي جي گھُٽ ۽ گرميءَ ۾ گيان باغ جي وسيع لان تي پھچبو ھو تہ تراوت اچي ويندي ھئي. تھہ خانو بہ عمر ۾ پھريون دفعو مون اتي ڏٺو. خانگي ملڪيت ھوندي بہ باغ ۽ تھہ خانو عام خاص لاءِ کليل ھوندا ھئا. وري سيٺ چا ڪيو جو لان ۾ ھڪ ديو جيڏو اليڪٽرڪ پکو ھڻائي ڇڏيائين جيئن عام ماڻھو پگھر سڪائن ۽ فرحت وٺن. اڄ اھڙا ماڻھو الائي ڇو ناپيد ٿي ويا آھن.

لاڙڪاڻي جو ذڪر ڪجي ۽ چاندوءَ جي چاپ (شاپ) جو ذڪر نہ ڪجي تہ چڻ لاڙڪاڻي آيو ئي ڪونہ. ڍَڪ بزار ۾ ڪبي ھٽ تي بہ ٿي دڪان ڇڏي سيٺ چاندومل جي چاپ ھئي. سڄي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اھا چاپ مشھور ھئي. چاپ جو مالڪ سيٺ چاندو مل پاڻ پنھنجي سر چاپ تي پلتي ماريون ويٺو ھوندو ھو. بدن ۾ تمام ڳورو ھو. ان ڪري اٿ ويھہ پاڻ نہ ڪندو ھو. پٽن، پوٽن ۽ نوڪرن تي رڙ ورڙ لڳي پئي ھوندي ھئس. ٿولھہ ڪري نڙي ويٺل ھوندي ھئس. سڀ ڪنھن سان واقفيت دعا سلام ۽ ھٿ جوڙ جي وات ھئس. چڻ تہ بازار مان لنگھندڙ ھر ھڪ ماڻھوءَ کي ذاتي طور سڃاڻندو ھو. سڏ ڪري مٺي عزت سان ويھاريندس، حال احوال پڇندس ۽

ضرور خريداري ڪرائيندس. جي خريداري نہ ڪندو تہ ٻہ ڪتمنڙن جو مفت ۾ زوريءَ ڏيندس. جي ٻچن کي ڪارائجانءِ، خالي هٿين ڪيئن ويندين. ايئن چانڊوءَ جي چاپ تان ڪوبہ سڪٿو نہ موٽندو. چاپ ڇا اڄڪلھہ جي سپر اسٽور هئي جتان هر شيءِ بوٽ گنجي جوراب ٽوپي تائين هر شيءِ ملندي هئي. بابا سدائين سندس چاپ تي هلندو هو. اگهہ مناسب، شيءِ سٺي ۽ مکياري. نہ وٺيو تہ موٽائي ڏئي وڃو. اصل منهن نہ گهنجائيندو. هلندي ويل چوندو وري پير پرجو ۽ ٻارن کي هڪ هڪ ٽافي بہ ڏئي ڇڏيندو. ڏاڍو پيارو ۽ مٺو ماڻهو هو. پاڻ گذاري ويو تہ اهو ساءُ نہ آيو، جيتوڻيڪ ڏنڌو ۽ گراهڪي جمائي ويو هو. پر ماڻهوءَ ماڻهوءَ ڦير، هر گل جي پنهنجي خوشبوءِ. چانڊوءَ جي خوشبوءِ ڪنهن مان نہ آئي. ايئن ڪراچي صدر ايلفي ۾ جميءَ جي اسٽور هئي. پاڻ خواجو هو پر ڪلمڪ چرچائي. طنز مزاح جو ڪوڏيو. هر وقت سندس دڪان تي نوجوانن ۽ شاگردن جو ميڙاڪو هوندو هو. ڪل پوڳ ٺهڪڙو لڳو پيو هوندو هو. ڇڻ دڪانداري سان واسطو ئي ڪونہ هئس، لُٽ لڳي پئي هئي. پاڻ چوندو هو ڪٽي وڃ پئسا اچي ويندا، پولو ڪونهي. اهڙا ماڻهو بہ ناپيد ٿي ويا. الائي ڇو وري جمن ئي نٿا. مائرون تہ اهي ئي آهن باقي معاشري ۽ سماج کي الائي اڏوهي کائي وئي آهي الائي ڪو واءُ ئي ٻيو وريو آهي.

نہ سي وڻڙ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريون،
پسي بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي. (شاهہ)

اتي ئي صدر ۾ هڪ ٽريڊ يونين سوشلسٽ، هنگل جو دڪان هو. ان سان بہ ڪچهريون ٿينديون هيون، واهہ جو مخلص ماڻهو هو. پاڪستان ٺهڻ کان گهڻا سال پوءِ مان ۽ تاج محمد ابڙو سِڪ ڪري هنگل جي دوڪان تي وياسين تہ هڪ مهاجر درزي ويٺو هو. ڪانئس هنگل جو پڇيوسين تہ سندس دل بہ پرجي آئي ۽ چار چڱا اکر هنگل لاءِ ڳالهايائين. چيائين هنگل تہ هليو ويو بمبئي الائي ڪهڙن حالن ۾ هوندو، پر مونکي هي دوڪان مفت ئي مفت ۾ ڏئي ويو. هنگل جي دوڪان پرسان ئي دوڪان هوندو هو ٽيلر ماسٽر ڊسوزا جو، مان سوٽ ان کان سبرائيندو هوس. سالن کان پوءِ وٽس وڃبو هو تہ هڪدم سڃاڻندو هو ۽ باس چئي مخاطب ٿيندو هو. پٽ کي لنڊن درزڪي فن جي سکيا لاءِ موڪليائين جو اتان ڊپلوما وٺي آيو، ڊسوزا خوش هو پر پٽس اهو ڀوتو ڪونہ ٻاريو، نہ اها محبت ۽ قرب نہ اها آدرياءُ ۽ انگريزن واري

خاموشي ۽ رڪائي. گراهڪي وئي گهٽبي ۽ ڊسوزا بہ گذاري ويو. هاڻي ڪانگ پيا رڙن. ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي پنهنجي خوشبوءِ. پرسان ٿي پيو دلچسپ ماڻهو هئو تلسي. اتي ٿي درزڪو دڪان هئس. درزي نہ، فنڪار هو. سبندو رڳو قميصون هو. ڪاليجي دؤر ۾ تہ اسان ڪان اٺ آنا يا هڪ رپيو سلائي وٺندو هو. پوءِ جو مان 1971ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جج ٿي آيس تہ سندس فن جي ڌوم هجي. قميص جي سلائي پيو وٺي بہ سوَ رپيا تہ بشرٽ جي چار سؤ رپيا. مان بيخبري ۾ ڪيس بہ بشرٽون ڏٿي آيس. قميص جو بہ ٽرائل وٺندو هو، قميصون ڪٽڻ ويس تہ وٽس فتح محمد سومرو ايس پي وينو هو جو ادا شمس جو گهاٽو دوست هو. ان سان گهرائپ سان ڳالهيون ہولهيون ٿيون. پوءِ تلسي ڪان قميص جي سلائي پڇيم تہ چيائين چار سؤ رپيا. بيهوش ٿيڻ جي ڳالهہ هئي، پر ڪلي چيومانس تلسي چڏ چرچا، توڪان هڪ رپئي ۾ قميص سبائي اٿئون هاڻي تو بہ سؤ رپيا گهرين. چيائين بادشاهہ ڪهڙي زماني جي تو ڳالهہ ڪرين. نيٺ مون ويهہ رپيا ڪڍي ڏنامانس تہ واٺڙو ۽ حيران ٿي پڻسن ۽ مونکي ڏسڻ لڳو. اتي فتح محمد سومري سڏ ڪري ڪجهہ ڪن ۾ چيس تہ تلسي جواب ۾ چيس تہ، ”اصل نپ آنيسٽ؟“ هن چيس هائو هائو. مون ڪان ويهہ رپيا وٺي چيائين جمال صاحب جي آنيسٽ آهين تہ پوءِ نهيو. پراڻو گراهڪ آهين پئو ڪونهي هليو اڄجانءِ. تلسي نہ رڳو فن جو ماهر پر هڪڙو سنت ماڻهو هو. ڏينهن ڏٺي جو گراهڪن سان ڳالهائيندي، ڊريسنگ روم ۾ وڃي ويهي رهندو هو ۽ گهڙي رڪي موٽي ايندو هو. فتح محمد جو يار هو. ان ہڏايو تہ اندر وڃي ڪنتريءَ جي چڪي چاڙهي تو اچي. هڪ ڏينهن منهنجي ويٺي ٿي ان وقت جو چيف منسٽر ممتاز علي خان ڀٽو پنهنجي سر وٽس دوڪان تي آيو ۽ پنج ڇهہ بشرٽون سندس اڳيان رکي چيائينس تہ هي لنڊن ۽ هانگ ڪانگ مان آنديون اٿم پر مزو نٿو اچي. آلٽر ڪري ڪولي ٺاهي ڏي. تلسي چيس پنج سؤ رپيہ هڪ هڪ جا لڳندا. ممتاز صاحب چيس استاد تون بس ٺاهي ڏي. هڪ دفعي عبدالله ميمڻ جو ان وقت اچا ڊپٽي سيڪريٽري هو، مون سان گڏ هو. عبدالله صاحب چيلهہ جي تڪليف ڪري ڪجهہ ڪُبو ٿي هلندو آهي. ڪيس ڏسي، تلسيءَ جو اندر جو فنڪار جاڳي پيو. مونکي پاسيرو چيائين تہ چئينس تہ مونکان سفاري سوٽ سبائي تہ سندس عيب نظر ڪونہ ايندو. ڪيس اها آنڌ مانڌ هئي. نيٺ عبدالله صاحب منهنجي چوڻ تي

ڪيس ڪپڙو وٺي ڏئي آيو. عبدالله صاحب اھا بشرٽ ۽ پتلون پائي سيڪريٽريٽ ۾ آيو تہ ھرڪو پيو ڪيس چوي تہ، عبدالله ڪھڙو جادو ٿيو. ھو بہ ڪلي جواب ڏئي تہ اھو جادو تلسيءَ جو آھي: تلسي موڊ ۾ ھوندو ھو تہ مونکي سنت تلسيداس جا بيت بہ ٻڌائيندو ھو، جنھن مان اندازو لڳائبو ھو تہ پاڻ بہ سنت منش ھو. ھڪ دفعو پڇس مونکي دانھن ڏني تہ ھو ڪيس فن نہ ٿو سيکاري سو تون چئينس. مون تلسيءَ کي چيو تہ ھڪو ٻڪو ٿي ويو. چيائين جمال صاحب ھي پيار جو پورھيو آھي، شرڌا کپي شرڌا، نہ تہ ڪيئن سکندو؟ مون چيو تلسي اھو ڀڳوان تي ڇڏ، تون پنھنجو ڪرتب ڪر باقي ڀڳوان تي ڇڏ اھو ئي منجھس شرڌا ۽ پيار اتپن ڪندو. قائل ٿي ويو ۽ پٽ سان مٿو کپايائين پر خوش ڪونہ ھو. چائين، جمال صاحب ڪلجڳ ۾ شرڌا ڪٿان ايندي. ھڪ ڏينھن تاڪ منجھند جو باٿ آئلينڊ ۾ منھنجي گھر اچي نڪاءَ ڪيائين. ڏاڍو پريشان ھو. چيائين تنھنجي دادلي کي پوليس وٺي وئي آھي. چي اسين ھندو ماڻھو، سھي جي ڪل، پيو ڪاڏي وڃان، تون ۽ تنھنجو يار عبدالله ڪيئن بہ ڪري پٽ ڇڏائي ڏيوم. ھٿ پير ھلائي ڏينھن وچ ۾ سندس پٽ ڇڏائي ڏنوسين. ويچارو بيڏوھي ھو. خود پوليس بہ اھو مڃيو پر ھڪ وڏي آفيسر جي مٿس ڪاوڙ ھئي. جڏھن تلسي مري ويو تہ سندس پٽ، جنھن کي منھنجو دادلو سڏيندو ھو. ان مون کي اطلاع بہ ڪونہ ڪيو. ان ڳالھہ جو اڄ بہ ارمان اٿم، وري تلسيءَ جي دڪان تي ڪونہ چڙھيو آھيان. اھا منھنجي ڪمزوري آھي. دل جھلي نہ سگھندو آھيان. منھنجا تمام پيارا دوست تاج محمد ابڙي ۽ غلام النبي سومري جو منھن بہ ڪونہ ڏٺم. مير علي احمد خان جو جسد لنڊن مان آيو ۽ مان ٽنڊي مير محمود حيدرآباد ۾ ھتس. ماڻھن جا انبوھہ ھئا ۽ مير صاحب مرحوم جو منھن ڏسڻ لاءِ ھر ڪنھن کي اچڻ نہ ٿي ڏنائون، مونکي بہ ٽي دفعا چيو ويو پر مان نہ ويس. نيٺ مير خادم حسين صاحب آيو ۽ چيائين توھان ھلو. مون ھٿ جوڙي چيو مانس سرڪار جيڪو ھشاش بشاش، ڪلنڌڙ مرڪندڙ چھرو منھنجي دل ۽ ذھن ۾ محفوظ آھي سو رھڻ ڏيو. چيائين سچ ٿا چئو. مٿان چيم تہ ھن صديءَ جي وڏي ۾ وڏي مير صاحب جي جنازي ۾ شرڪت ئي منھنجي لاءِ سعادت آھي، تہ آبديده ٿي ويو.

ڳالھہ پي ڪيم تہ ضرورتون محدود ھونديون ھيون. خوشحالي اھا

ليکبي هئي تہ هنڌ، ڪنولا ۽ ٿانوَ گهٽا هجن. چوندا هئا تہ سائين فلاڻي وٽ پلي پنجاهہ سٺ مهمان اچي وڃن تہ بہ بئي اڳيان هٿ ڪونہ ٽنگيندو، گهر مان ئي پورت ڪندو. کير، مکڻ، ڪڪڙ پنهنجا هوندا هئا. مهمان کي بہ مکڻ ماني ۽ کير چانور ڏبو بس. چا جا بوڙ پلاءُ چاشنيون. شادي مراديءَ تي بہ رڳو هڏي پٽ جون ديڳيون لهنديون هيون. سهرا ڳيچ عورتون پاڻ ڳائينديون هيون. موٽر لاري ڪونہ هئا. بيل گاڏي، چڪڙا ۽ ڪجاوا ايندا هئا تہ رنگ لڳي ويندا هئا. ويهبو ڪٽ يا نُک تڏي تي. اتي ئي پٽ ملندو ۽ اوڇرائي ڏئي اٿبو. ڪپڙو لٽو سادو، گوڏ ۽ صدري. صدري معنيٰ ٽيڊي بشرٽ يا اچا بہ پيڙن واري گنجي چئوس تہ بهتر. سلوار ڪو ڪو سبائيندو هو. پوءِ ان ۾ اڳٺ وجهي سُوٽي، ڪليءَ تي ٽنگي ڇڏبو ۽ مهل موقعي يا ملاڪڙي تي پائبو. جُتي ذات نہ. هرڪو پيرين اگهاڙو. ڳوناٺا ميهڙ ويندا هئا تہ پيرين اگهاڙو پنڌ ڪري جُتي لٺ ۾ ٽنگي لٺ ڪلهي تي ڪٽي هلندا هئا. پوءِ ميهڙ پرسان اچي تہ ڪکول واهہ تان هٿ منهن ۽ پير ڌوئي جتي پائي شهر ۾ گهڙندا هئا. موٽندي وري ساڳيو حال. باقي گهر ۾ ان جون پليون ۽ گنديون پريون پيون هونديون هيون تہ گهر ڌٽي ۽ گهر ڌياڻي خوش. صبوح جو سوير هر گهر مان جنڊ پيهڻ جو آواز ايندو هو. مايون جنڊ بہ هلائينديون هيون ۽ جهونگارينديون بہ هيون "اغثني يا سيدا، رس مير محمد تون نبي". ڪيڏو غربت وارو سادو ۽ پيارو ماحول هو. سارين جي مڇي تہ مشهور آهي. سارين جي کيت مان مڇي پڪڙي ايندا هئا بوڙ پاڄي ٿيندو هو، نہ تہ بصر پيچي ان سان ماني کائي ڇڏبي هئي. ماني عام طرح غريب غربو، جوئر يا ٻاجهر جي کائيندو هو. اسان جي گهر ۾ ڪڻڪ جو اٽو ۽ ماني هوندي هئي تہ اها بہ رشڪ جي ڳالهہ هوندي هئي. امان مار ڏيندي هئي تہ پرچائڻ خاطر ڪڻڪ جي ماني جو ٽڪر ڪاري هيٺان ڪڍي هٿ ۾ ڏيندي هئي تہ خوش ٿي ٽپا ڏيندا ماڻيءَ کي چڪ هڻندا گهٽيءَ ۾ ڪيڏڻ ويندا هئاسين. ٻين ٻارن وٽ جوئر جو سڪل ٽڪر هوندو تہ پاسو وٺي هبڪندي چوندو، مون سان مٽائيندي. اسين بہ خوشيءَ مان جوئر جو ماني ٽڪر وٺي ڪڻڪ جو هن کي ڏيندا هئاسين. مَتَ خاطر اسان کي جوئر وٽندي هئي ۽ هنن کي ڪڻڪ. مونکي حيرت آهي تہ اڄ جي ماٺرن کي شڪايت آهي تہ ٻار بسڪيٽ، ٽافيون، چاڪليٽ ۽ کير مکڻ نٽا کائن. شايد شين جي گهٽائي سندن دل کائڻ کان ئي ڪٽي ڪري ڇڏي آهي.

اسان وٽ چانور سگداسي ۽ گيهه جي داڳ سان نهندا هئا. ٻين گهرن ۾ گمب پٽ يا پنڙو پٽ بنا گيهه جي ڪنگڻي چانورن جو نهندو هو. عيد ڏينهن غريب غربا فخر وچان چوندا هئا تہ اسان وٽ اڄ ڪٽڪ جي ماني ۽ چُڙيا چانور نهيا آهن. اهو هو رضا تي راضي رهڻ ۽خوش رهڻ. عيد لاءِ سيون هٿ سان دلي جي تر تي ٺهنديون هيون. زائفن جو پاڻ ۾ چڱو قرب ۽ ڀائيچارو هوندو هو. رلهي يا سوڙ سبڻ ۽ سيون ناهڻ تي گهٽيون زائفون اچي گڏ ٿينديون هيون. پوءِ ڪم بہ پيو هلندو ڳالهيون ڪل پوڳ ۽ ٺهڪڙا بہ پيا پوندا هئا، اڄ تہ هڪ گهر ۾ چار عورتون سوٽيون موٽيون وتنديون ۽ هڪٻئي جا ترا ڪڍڻ ۽ پچر ۾ پوريون هونديون.

روڪڙ جو بہ رواج ڪونہ هو. هر شيءِ ان داڻن تي ملندي هئي. فقير فقرو بہ لپ ان جي وٺي روانو تي ويندو هو، وادو ۽ حجام بہ فصل لهڻ تي پنهنجي پاتي يا ٽويو وٺي ويندا ۽ موچي بہ. پوءِ سڄو سال حجامت، ڪٿون نوڪڻ ۽ جتي ناهڻ سڄو سال مفت. واٽيو شيون ڪٽي ايندو تہ رونشو مچي ويندو. هرڪو ان لپ يا ٻڪ يا جهول ان سان پري ايندو. پوءِ، لائي، ڪنڌ پڳڙا ۽ پڳڙا وغيره وٺي هرڪو پيو ٽپا ڏيندو. واٽئي ڪي جهل پل ڪانہ هوندي هئي. زائفون واٽئي ڪان پڙدو بہ ڪونہ ڪنديون هيون. واٽيو سڏبو ئي هو راڄ جي نياٽي. هوندا بہ اهڙائي هئا. واٽئي کي ڪارو ڪارڻ جي بہ نيت يعني رسم رواج نہ هئو. ايئن واٽيو آزاديءَ سان گهر گهر شيون وڪڻندو، گڏهڙيءَ تي خرزين ان جي پري هليو ويندو هو.

جهل پل اسان ٻارن کي بہ ڪانہ هوندي هئي. جهنگ ۾، ٻني ٻاري ۾ کوهہ تي واهہ تي پيا ڊوڙون پائيندا هئاسون ۽ پنيوريون جهليندا هئاسين. پنيورين جا بہ مختلف قسم. ڪي حجام، ڪي لال ڪنوار تہ ڪي چا. شام جو مڇر ڪاري مٽي تي اچي گڏ ٿيندا. پوءِ ڪانو ڪوڙي تيل ۾ پچائي مٽي مٿان ڦيرائيندا رهندا هئاسين تہ مڇر تيل کي لڳي مري ويندا هئا ۽ سڄو ڪانو مڇر ئي مڇر تي ويندو هو. اهو ڪانو ڦٽو ڪري وري ٻيو ڪانو ڪٽبو هو. اتي اچي اوندهڙي بہ ٿيندي هئي پوءِ مائرن ۽ وڏڙن جا سڏن مٿان سڏ. ايئن ڏينهن گذرندو هو ۽ چيڪ آزادي سان پيا ڪڏندا هئاسون. اڄڪلهہ جي ٻارن کي تہ گهر جي در مان نڪرڻ نٿا ڏين. ويچارا موڙهل، موڳا ۽ تيسر ٿيو پون. البت ڪڏ تي وڃڻ کان سختيءَ سان منع هوندي هئي تہ مٿان ابهم ڏکو ڪائي

ٻڌي نہ وڃي. هڪ ڏينهن آرهڙ ۾ ڌر تتيءَ جو جڏهن امان ۽ ٻيا منجهند مهل سمهي پيا تہ مان وڃي ڪڏ ۾ گهڙيس. ڪنارن تي، جتي پاڻي ننڍو هو اتي ٻين ٻارن سان گڏجي پاڻيءَ کي لڙاتو ڪري هٿن سان مڇيون پڪڙيوسين. پوءِ تہ امان اهڙي مار ڏني جو اڄ تائين ياد اٿم. دونهون بہ ڏنائين. جڏهن توبهہ ڪيم تڏهن ڇڏيائين. روئي روئي اڌ مئو ٿيس. پرچان ئي نہ. نيٺ امان پاڻيءَ ۾ کنڊ ملائي شربت ٺاهي ماني ٽڪر هٿ ۾ ڏنم تڏهن وڃي چيتو جاءِ ٿيم ۽ امان سان پرتس. وري اهڙي جو اهڙو پير ڪڏ تي وري نہ ويس.

ڳالهہ پي ڪيم بابي سائينءَ جي اخلاق ۽ ڪردار جي ۽ وڃي ڳوٺائين ڳالهين تي پيس. ڳالهيون تہ اجان لک ڪروڙ پر اچون ٿا موضوع تي. منهنجي ۽ مائٽن جي ڳالهہ ڇڏيو. ست ڌارين جي ڳالهہ تي تہ اعتبار ايندؤ نہ؟ مان ڇگو ٽيهہ چوڏهن پندرهن سالن جو هجان تہ رستي تان چار پنج ماڻهو پي ويا. مان سندن پنيان هجان. هڪڙي اسان جي گهر ڏانهن اشارو ڪري چيو هي ڪنهنجو گهر آهي. منجهائن ٻئي چيو تہ هن زماني ۾ ڪو اصحابي (حضور اڪرم ﷺ جو) هوندو؟ پوءِ اهو سوال ڪري پاڻ ئي جواب ڏنائين تہ ڪو اصحابي شخص ڏسڻو اٿوَ تہ وڃي علي خان ابڙي کي ڏسو. سندس بيان تي خود مان حيران ٿي ويس ۽ بابا جون عادتون، اطوار، طور طريقا ڏيان سان جاچڻ لڳس. ڏٺم تہ واقعي منجهس ڪا وڏ ڪانہ هئي. وقت جي پابندي اهڙي جو جڻ پاڻ گهڙيال هو. منٽ منٽ جو قدر ۽ پابندي. ويندي ڪاڏي جي بہ پابندي. انگور مليس تہ بہ ڳڻي داڻا کڻندو. ماني ٻوڙ مان تہ ڪڏهن وڏ ڪانہ ڪڍيائين. جيڪي مليس سو صبر ۽ شڪر سان کائي ويندو. پنهنجو هر ڪم پاڻ ڪندو. ڪنهن سان بہ ڪاوڙ تہ ٺهيو پر شوڪ ڦوڪ بہ ڪانہ ڪيائين. بردبار، وڏ گڙدو، مددگار، اصول پرست، خوبيون ڳڻائي ڇا ڳڻائجن. هڪ درويش منش هو. هندو مسلمان سان هڪجهڙو. ڪو ڦند ڦير نہ. بڇڙي کي بڇڙو ڇئي ڏيندو هو. ڪو ماستر صاحب نالائقيون ڪندو هو تہ ان کي گهرائي صاف صاف چوندو هو تہ تو ۾ هي اوڻايون آهن سي دور ڪر نہ تہ توتي قدم کڻندس. پوءِ جڏهن قدم کڻندو هو تہ جڻ پٿر تي ليڪ. ڇا بہ ٿي پوي تہ ان کي نہ مٽائيو. منتظم بہ واهہ جو هو. ميرپورخاص ۾ عثمان علي انصاريءَ کان چارج وٺي گورنمينٽ مدرسي هاءِ اسڪول جو پرنسپال ٿيو. وڏي هاسٽل هئي جنهن جي مٿان پرنسپال جو بنگلو هو. هاسٽل کي لوهو

دروازو هو جو سج لٿي مهل بند ڪري تالو هڻي ڇڏيندا هئا. مسٽر حافظ صادق ۽ نصرپور وارو مولوي قادر بخش صاحب هاسٽل جا منتظم هئا سي انصاري صاحب جي ساراهه مان نه ڍاپن. چي سائين ڊسيپلين اهڙو آهي جو ڪو ڇوڪرو سج لٿي ڪان پوءِ هاسٽل کان نڪري ئي ڪونه. ڪلي چيائين ته تالو لڳائي ڇڏيندا ته ڪوئي ڪيئن نڪرندو. ڊسيپلين ته اهو آهي ته دروازو کليل هجي پوءِ به ڪوئي ڪونه نڪري. سياڻي ڪان تالو ڪونه لڳندو. پنهي سخت مخالفت ڪئي ته سائين سڄو نظام درهم برهم ٿي ويندو. ڇورا ڪري پهر ٿيندا ۽ اسين ڪنٽرول ڪونه ڪري سگهنداسون. پاڻ ڏاڍي اعتماد سان چيائين ته ائين ڪونه ٿيندو. اعلان ڪرايائين ته مغرب جي نماز هاسٽل جي ڪمپائونڊ ۾ باجماعت پرنسپال پاڻ پڙهائيندو. سڀ شاگرد وضوع ڪري حاضر هجن جو حاضري پوندي. نماز پڙهائي به ٿي نصيحتون ڪري اعلان ڪيائين ته هاسٽل کي تالو ڪونه لڳندو، جنهن کي به ٻاهر وڃڻو هجي سو منتظم يا مانيٽر کي اطلاع ڪري ڀلي هليو وڃي. ائين ئي ٿيو. رڳو پٽيوالي آدم کي گيٽ تي ويهاري ڇڏيائين ته جيڪو به ٻاهر وڃي يا موٽي اچي ان جو نالو ۽ اچڻ وڃڻ جو وقت نوٽ ڪري ڇڏي. عشاء نماز به بدستور پاڻ پڙهائيندو رهيو ۽ ننڍو ليڪچر به ڏيندو هو، علم بابت ۽ چڱائي بابت. حاضري به لڳندي هئي. مجال آ جو ڪو غير حاضر رهي. باقي جيڪي بنا اجازت ٻاهر ويندا هئا يا دير سان موٽندا هئا تنهن جي رپورٽ ڪيس روزانو ملندي هئي. انهن کي گهرائي رڳو اهو ٻڌائيندو هو ته توهان فلاڻي وقت نڪري ويا ۽ فلاڻي وقت موٽي آيا ۽ ڪلي پڇندو هئن ته ڪٿان ڪٿان گهمي آيا، ڪهڙا ڪارناما ڪيوَ ۽ ڪيئن ڪنهن غريب غربي جي مدد ڪيوَ. ڇوڪرا حيران پريشان ۽ شرمندا ته پرنسپال صاحب کي ته سڀ خبر پئجي وئي. آهستي آهستي اهڙو ڊسيپلين قائم ٿي ويو جو ڪوبه کليل در مان ڪونه نڪرندو هو ۽ آدم وينو ڍڪر کائيندو هو. ڇوڪرن کي پڪنڪ تي به پاڻ وٺي ويندو هو. سڄي اسڪول جا ڇوڪرا چار پنج سؤ لارين يا ريل ۾ چاڙهي، سيٺين يا زميندارن جي اوطاق تي، اڳوات اطلاع مطابق ماني جو توڙي گهمڻ ڦرڻ جو انتظام ٿيندو هو. سڄو ڏينهن گهمي ڦري رانديون ڪري شام جو موٽي اچبو هو. پيو ته ٺهيو پر سردار مير الهداد خان ٽالپر، جو ڪروڙ پتي هوندي به ڏاڍو پڪو هو، ان کان به جهلوريءَ اسٽيشن پرسان جمڙائو واهه تي

ديگهيون لهراياڻين جتي تُڙڳي تري، ماني کائي شام واري گاڏيءَ ۾ بنا ٽڪيٽ موٽي آياسون. بنا ٽڪيٽ انهيءَ ڪري جو جهلوري جهڙي ننڍڙي اسٽيشن تي ايتريون ٽڪيٽون هيون ئي ڪونہ، اسٽيشن ماسٽر پنهنجي بيوسي ٻڌائي. بابا سيني ڇوڪرن کي چيو تہ بنا ٽڪيٽ چڙهي پئو. جڏهن ميرپورخاص اسٽيشن تي لٿاسون تہ ڇوڪرن جو انبوهہ اچي گيٽ وٽ گڏ ٿيو. جتي بابو بيٺو هو. ڇوڪرا ٿورو پريشان ٿي چوڻ لڳا تہ هاڻ ڇا ٿيندو. بابا مشڪندي چيو تہ اڳتي وڃو. پوءِ تہ ڇوڪرا گيٽ مان ڏوڙُ ٻاهر. ڪي تہ پٽين تان ٽپي ويا ۽ ٽڪيٽ بابو واڻڙو ٿي ٽڙندو ٽاپڙندو پاسي تي رونشو ڏسندو رهيو. جڏهن سڀ ڇوڪرا نڪري ويا تہ بابا پاڻ اسٽيشن ماسٽر وٽ ويو. ڪيس سڄي صورتحال ٻڌائي ۽ سمجهائي. ڳالهہ آئي وئي ٿي وئي، پر اسڪول ۾ ڪئي ڏينهن هر ڪنهن مزو وٺي اها ڳالهہ پي ٻڌائي.

ان ڏينهن جهلوريءَ وٽ جمڙائو ۾ مان ٻڏس. مونکي ترڻ ڪونہ ايندو هو پر بابا جي همٿائڻ تي ڪناري ڪناري ٿاڦوڙا هڻندو رهيس تہ ائين ترڻ اچي ويو. رڳو سائيڪل هلائڻ وانگر ٽنگون هلائيون ٿيون پون ۽ گڏوگڏ ٻانهون. مون سمجهيو تہ مونکي ترڻ اچي ويو سو ڇا ڪيم جو اڪيلو بنهہ اڪيلو جمڙائو مان نڪرندڙ هڪ شاخ جي پل تي بيهي سوچيم تہ ٽپو ڏئي پاڻي تي ٿاڦوڙا هڻي ڪناري تي هليو ويندس. ابا ڪٽي جو ٽپو ڏيان تہ ڏو تري ۾. ٻہ ٽي دفعا هيٺ مٿي ٿيس ۽ ٻہ ٽي سير پاڻي بہ پيٽ ۾ هليو ويم. سمجهيم تہ بس هي آخري وقت آهي اجهو مئس ۽ هڪ لحظي لاءِ سڄي دنيا جي فلم اکين اڳيان اچي ويم. پهرين پهرين جو خيال آيم سو امڙ جو. ذهن ڏاڍي تيزيءَ سان ڪم پي ڪيم. مون حياتيءَ ۾ محسوس ڪيو آهيي تہ مون ڪڏهن حوصلو نہ هاريو آهي. سو سوچيم تہ پير واهہ جي تري تي لڳن تہ زور سان پاڻ کي ڌڪو ڏئي ڪپر طرف ڪيان. ٻہ ٽي دفعا ائين ڪيم تہ ڪپر هٿ لڳم ۽ ڪپر کي جهلي منهن ٻاهر ڪڍيم ۽ خوب آڪسيجن ڦڦڙن ۾ اماڻي ٻاهر نڪري پٽ تي ليٽي پيس. پوءِ چپ چاپ اچي ٻين ڇوڪرن پرسان جمڙائو جي ڪپ تي ويهي رهيس. ڇوڪرا جمڙائو ۾ لهڻ لاءِ پيا چون پر اصل نہ لٿس. منهنجو ننڍو ڀاءُ ڪمال بہ پيو مونکي چوي تہ ادا لهہ پاڻيءَ ۾ پر مان تہ ٻڏڻ مرڻ جو ذاتي تجربو ڪيون وينو هئس سو اصل ڪونہ ٿي لٿس. ائين ڪندي ڪمال جو هٿ بہ ڪپر مان نڪري ويو سو بہ ٽي گهوتا (غوطا)

ڪاڏائين ۽ رڳو سندس متي جا وار هڪ ڀيرو دفعو ڏسڻ ۾ آيا. بابا ان مهل اتي ڪونه هو ۽ ٻئي ڪنهن ڪيس هٿ وجهڻ جي همت ڪانه هئي. نيٺ ته پاڻ هو، چوندا آهن ته رت دانگيءَ تي به ورندو آهي. چُپڙي ڪري واهه ۾ ٽپو ڏنم مون هڪ هٿ ڪپر جي گاهه ۾ وجهي ٻئي هٿ سان ڪمال جي متي جي وارن کي پڪڙي گهليو. پاڻيءَ ۾ ماڻهوءَ جو وزن ڏاڍو گهٽ ٿو ٿئي سو جهٽ ڪيس گهلي مٿو مٿي ڪيومانس ته ڊگها ڊگها ساهه کنيائين. اهو به پاڻيءَ کان نڪري پٽ تي ليٽي پيو. وري نه پاڻيءَ ۾ گهڙيو. جيئن نيم طبيب خطره جان تيئن سيڪڙات به خطرو ئي خطرو. جنهن ڪم ۾ هٿ وجهندو ان کي مورڳو ڪاريندو. سيڪڙات پاڻ لاءِ به خطرو، ٻين لاءِ به خطرو. اهڙو جوکم جو ڪم ڪجيئي نه جيسين مهارت حاصل نه ڪجي. بهرحال منهنجي حاضر دماغيءَ مونکي به بچايو ته ڪمال جي حياتي به بچائي. بابا سان اصل ڳالهه ڪونه ڪئيسون. هيءَ 1940ع جي ڳالهه آهي. جڏهن مان پندرهن سورهن سالن جو هئس ۽ ڪمال تيرهن چوڏهن سالن جو. ڪمال جا هم ڪلاسي هئا ڏيپلي جا ڊاڪٽر صالح ميمڻ ۽ ڊاڪٽر سجڻ ميمڻ. هيڏي حادثي کان بيخبر، بابا ڏاڍو خوش هو ته شاگرد اجتماعي طور، بنا پيد پاؤ جي ڳوناٺو ماحول ۾ ڪيت ڏسي گهمي پاڻ وندرائي ۽ ڪجهه پرائي آيا.

ايئن شاگرد سندس چيچ ۾ ٻڌجي ويا. ڪرڪيٽ مئچ جي ڪامنٽري ٻڌڻ لاءِ انگل ڪري ڇوڪرا وٽس ويندا هئا ته سائين رامچند مير چنداڻيءَ جي سفارش تي سڄو ڏينهن اسڪول جي موڪل ڪري ڇڏيندو هو. موٽ ۾ ڇوڪرن کان گهر ڪندو هو ته پنهنجي ڪرڪيٽ ٽيم ناهيو ۽ مئچون ڪرايو. ڪرڪيٽ ۾ نصرپور جو قاضي عطا محمد واهه جو ڪرڪيٽر ٿي نڪتو. انهن کي انعام اڪرام ڏيندو هو. ڇوڪرا ساڻس محبت ڪرڻ لڳا. ايترو جو جڏهن رٽائر ڪيائين ته ڇوڪرا روئي وينا ۽ سڏڪا ڀريندا رهيا. هڪ واقعي ته ڇوڪرن تي ڏاڍو اثر ڪيو، هڪڙو ننڍو ڇوڪرو هاسٽل جي متين ماڙ تان ڪري بيهوش ٿي ويو پاڻ ڪيس ڪٺائي سول سرجن وٽ ويو ۽ روئي وينو. ڇوڪري جو جيرو ڦاٽي پيو هئو. جو ماڻهو پنهنجي پٽ جي موت تي نه رنو سو ٻئي ڇوڪري جي زخمي ٿيڻ تي روئي وينو. صبوح شام سندس بستري پرسان وڃي ويهندو هو. نيٺ مهيني کن ۾ ڇوڪرو نيڪ ٿي موٽي آيو. سول سرجن ڊاڪٽر سونپار، جنهن جي ڌيءَ ڪملا اسان سان گڏ

مئٽرڪ ۾ پڙهندي هئي، تنهن صاف چئي ڏنس ته خانصاحب هن ڪي اسان جي دوائن نه، پر تنهنجي دعائن بچايو آهي. الله جي نيڪ بندن جون دعائون الله اگهائي ٿو.

ٻيو هڪ واقعو ٿيو جنهن سنڌس ڏهڪاءَ ۽ دٻدٻو وڌائي ڇڏيو ۽ ٻين لاءِ سبق ثابت ٿيو. ڇا ٿيو جو ڪليڪٽر يا ڊپٽي ڪمشنر ان وقت مسٽر غلام دستگير پانڌياڻي هو. ڪليڪٽر اچي ڪاري جو مالڪ هو. ڪيس اولاد ڪونه هو سو پنهنجو پاڻثيو، پٽ ڪري پاليو هئائين. ان سنڌس پاڻيٽي ڪجهه اهڙيون حرڪتون ۽ نازيبا عمل ڪيا جو ان کي رسٽيڪيٽ (نيڪالي) ڪيائين. پانڌياڻي صاحب جيڪو هڪ نالي وارو ڪڙپيل ۽ حاڪماڻي انداز جو ماڻهو هو سو تپي باهه ٿي ويو. ڇي هي ڏيڍ بالشت جو پرنسپال سو ٿو مون سان مذاق ڪري. ڏاڍا زور هلايائين. دڙڪا، دهمان، جيڪي ڪجهه ڪانئس ٿي سگهيو سو ڪيائين پر بابا جي ڪن تي جونءِ به ڪانه چري، ڇڻ ڪا ڳالهه ئي ڪانه ٿي هئي. نيٺ ضلعي جو معزز ۽ لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ خانبهادر غلام النبي شاهه وٽس آيو. هو ڏاڍو چتر، سياڻو ۽ بُردبار ماڻهو هو. ان به ڏاڍيون مرليون وڄايون ۽ آخر ۾ لوڪل بورڊ طرفان مالي مدد بند ڪرڻ جو به دڙڪو ڏنو، پر وريو ڪجهه ئي ڪونه. بابا جو اهوئي جواب ته لوڪل بورڊ طرفان امداد جو معاملو الڳ آهي ۽ هيءُ اسڪول جو انتظامي معاملو آهي. ان ۾ ڪنهن کي مداخلت ڪرڻ جو حق ئي ڪونهي. هوڏانهن پانڌياڻيءَ صاحب ۽ سنڌس پاڻيٽي جي ڌاڙ ٻتاڪ ۽ گارگند به هليو اچي. ڇوڪرا ۽ ٽيچر صاحب وائڙا ۽ حيران ته هي ٿئي ڇا پيو. سؤ چميگويون اسڪول ۾ گشت ڪرڻ لڳيون ته اِجهو هيئن ٿو ٿئي يا هيئن ٿو ٿئي، نه ته پرنسپال صاحب پاڻ ئي هليو ويندو يا بدلي ٿي ويندو. پر بابا زور ڪري روزانو انهيءَ رستي سان ڪليڪٽر جي بنگلي اڳيان اڪيلو ئي اڪيلو (مون سان گڏ) گهمڻ نڪرندو هو. مجال آ جو سنڌس اخلاقي جرئت کي لوڏو آيو هجي. ياد رهي ته بابا ٻارهن مهينا موڪل تي رهيو هو جو ڪيس دل جي تڪليف ٿي پئي هئي، جنهن ڪري سنڌس ئي درخواست تي فيلڊ جاب مان ڪڏي هڪ هنڌ ئي پرنسپال جو جاب ڏنو هئائونس. جتان عثمان علي انصاري جهڙي اثر رسوخ رکندڙ آفيسر کي ڪڏي بابا کي رکيو ويو هو. تڏهن به ڪا پرواهه ڪانه هئس نه ڊپ ته رستي تي سير ڪندي ڪليڪٽر جي بنگلي آڏو ڪو مٿس حملو ڪندو يا

بي عزتي ڪندو. اخلاقي جرئت جو به پنهنجو هڪ ڏهڪاءُ آهي. نيٺ انهيءَ معاملي جي نبيري لاءِ سندس بالا آفيسر خانبهادر غلام علي نانا جو سنڌ جي تعليم کاتي جو سربراهه هو سو ڪراچي کان ڪهي وٽس هلي آيو. پر ان کي به انڪار ڪيائين. چيائينس ته تون پاڻ تعليمي ماهر آهين ۽ بالا آفيسر به. ان ڪري تنهنجي عزت ڪارڻ رسٽيڪيشن جو آرڊر واپس وٺي اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفڪيٽ ٿو ڏيانس جيئن ڇوڪرو ٻئي ڪنهن هنڌ وڃي تعليم حاصل ڪري. ائين اصول تي سوديبازي ڪرڻ کان سواءِ معاملو سلجهائي خانبهادر نانا جي به عزت رکي، جنهن پاڻ به ڪليڪٽر کي سمجهايو ۽ پنهنجي نموني ڇينپ به ڪڍي. ائين سندس عزت ۽ وقار ۾ اڃان به اضافو آيو ۽ ننڍ داداگير شاگرد به سندس عزت ڪرڻ لڳا. اخلاقي جرئت کي به پنهنجي هڪ عجيب هشمت ۽ رعب آهي جنهنجو ڪوبه مقابلو نٿو ڪري سگهي.

مون ڪيس گهٽو ٽٽو لکندي يا پڙهندي ڏٺو. سندس هر ڪم وقت تي ٿيندو هو. وقت تي اٿڻ، وقت تي سمهڻ. وقت تي ورزش ڪرڻ، گهمڻ وڃڻ، وقت تي کائڻ ۽ وقت تي ملڻ، لکڻ، پڙهڻ. سندس پسنديده ليکڪ هئا، شيڪسپيئر ۽ پوپ، شيڪسپيئر جو ته مڪمل ڪتاب رنگين تصويرن سان وٽس سفر ۾، آفيس ۾ گهر ۾ ساڻ هوندو هو. تصويرن جي ڪري مان به بالجتي ۾ شيڪسپيئر کي اٿلائيندو پٿلائيندو هئس ۽ سندس سيني ڪردارن جا نالا ياد ٿي ويم. پوءِ انهن ڪردارن جي سموري ڪهاڻي بابا کان سنڌيءَ ۾ ٻڌندو هئس. پوپ البت مون لاءِ ڏکيو هو ۽ مون ان ۾ دلچسپي ڪانه ورتي. ڇهين درجي انگريزي (اڄ جو نائون ڪلاس) ۾ آيس ته گولڊ سمٿ جو ڪتاب وڪر آف ويڪفيلڊ ڏنائين ته هي پڙهه. مونکان ڏکيو هو پر چيائين ته پڙهي وڃ! جيڪي انگريزي لفظ سمجهه ۾ نه اچنئي سي ڇڏيندو وڃ. ائين پڙهي ويس ته ڪجهه تت ذهن ۾ رهجي ويو. اڃا اهو پڙهي جند ڇڏايم ته جين آسٽن جو پرائيڊ ۽ پريجڊس ڏنائين سو به ڳيتون ڏئي پڙهي ويس. مئٽرڪ ۾ وري ڊڪنس جو "اي ٽيل آف ٽو سٽيز" ڏنائين. ڊڪنس ڏاڍي پٽاڙ ٿو ڪري سو ورچائي ڇڏيائين. پڙهيم ته سهي پر پڙهيو نه پڙهڻ جهڙو موٽائي ڏنومانس. پاڻ انهن ڏينهن ۾ "گان وٿ دَ ونڊ" پڙهندو هو. اٺ جهڙو بلڪ هاٿيءَ جهڙو ٿلهو ڪتاب هو. مونکي پڪ ته ڪونه پڙهندو اڌ ۾ ڇڏي ڏيندو پر پڙهي پورو ڪيائين. مونکي وري ٿامس هارڊي جا ناول ڏنائين جن ڏاڍو مزو ڏنو ۽ پڙهڻ

جي لذت اچي وئي. هونئن بہ سنڌي ۾ جيڪو بہ ڪتاب ڇپبو هو سو وٽس ايندو هو ۽ مان اهو ڪانئس اڳ ئي پڙهي وٺندو هوس. خاص ڪري ڪهاڻيون ۽ ناول، ٽئگور، ٽالسٽاءِ ۽ منشي پريمچند جا. پاڻ روزانو قرآن شريف جو مطالعو تفسير سان ڪندو هو. پنج وقتو پڪو نمازي هو. حيرت جهڙي ڳالهہ تہ مونکي ڪڏهن زور نہ پريائين تہ نماز پڙهہ يا قرآن پڙهہ. البت جمعي نماز ۽ سومهڻيءَ جي نماز تي ساڻس گڏ وجبو هو. قرآن شريف پڙهڻ سيکاريائين ۽ نماز بہ. شايد نفسيات جو ماهر هو سو ڪابہ ڳالهہ زوريءَ ڪاڪڙي ۾ ڪونہ اوتيندو هو. ڳالهين ٻولهين ۾ قرآن الحڪيم جو فلسفو ۽ نماز جا فائدا ٻڌائي ويندو هو. اسلام تي، رسول ڪريم ﷺ تي ۽ سماج جي اوٽاين تي ڪيئي ڪتاب لکيائين. خاص ڪري درسي ڪتابن کي اوليت ڏنائين جيئن شاگرد توڙي ماستر صاحب لاڀ پرائين. انگي حساب، سائنس، تاريخ، جاگرافي، گرامر، ڪو موضوع ڪونہ ڇڏيائين. وڏي ڳالهہ تہ ان لاءِ ڪو معاوضو ڪونہ وٺندو هئو. پوڪرداس ايند سنز شڪارپور وارا ۽ جهمٽ مل لاڙڪاڻي وارو بنا اجازت سندس ڪتاب ڇپائي پوءِ اچي ڪيس ٻڌائيندا هئا. هو هزارين رپيہ ڪمائيندا هئا ۽ بابا خوش تہ شاگردن ۽ ماستر صاحبن جو پلو پيو ٿئي.

پاڻ ملا ازم ۽ پيرن جي سخت خلاف هو. ان ڪري پڪو وهابي سڏبو هو. ڪي عالم سڳورا ڪانئس اهو پڇندا هئا تہ هو سني آهي يا شيعو تہ جواب ڪان نٽائي ويندو هو. اسان گهر وارن کي بہ سني شيعي جي تفريق جي خبر ڪانہ هئي. هڪ لڱا ڪن مُلن ضد ڪيو تہ هو ڪين صاف ٻڌائي تہ چيائين تہ صاف ڳالهہ تہ اها آهي تہ مان مسلمان آهيان، پر ملان چون تہ هڪ هڪاٽي ڪري چئي ڏي، رڳو مسلمان چئي جند نہ ڇڏاءِ. تڏهن پڇيائين تہ حضور ﷺ جي وقت ۾ ماڻهو سني هئا يا شيعا؟ تہ پاڻ چيائون تہ تڏهن تہ رڳو مسلمان هئا. هڪدم چيائين تہ مان بہ اهوئي آهيان. پٽائي گهوٽ کي بہ جڏهن اچي مريدن ۽ فقيرن ان مسئلي تي ورايو تہ چيائين تہ ٻنهي جي وچ ۾. چيائون تہ ٻنهي جي وچ تي تہ ڪي ڪين آهي. تڏهن جواب ڏنائين تہ آهيان بہ "ڪين". سر سيد احمد خان کي بہ جڏهن وٽ ڪيائون تہ چيائين بابا اهو تہ جوڏهن سؤ سال پراڻو اليڪشن جو معاملو آهي. وري چيائونس تہ پلا جي تون ان وقت هجين ها تہ ووٽ ڪنهن کي ڏين ها تہ چيائين تہ مان پاڻ خلافت جو اميدوار ٿي بيهان ها. فقير عالم ۽ درويش ائين تفرقو گهٽائيندا هئا ۽ الجهڻ کان

پاسو ڪندا هئا. خيرپور جي مير هزهائينس مير علي نواز خان، کهڙن واهڙي مخدوم صاحب کي گهرائي چيو تہ سيني ڌرين جي عالمن کي ويهاري، هڪ هڪاٽي ڪري فيصلو ڪرائيندو. مخدوم صاحب انڪار ڪيس. مير صاحب جڏهن ضد ڪيو تہ مخدوم صاحب جلال ۾ اچي کيس چيڀ ڪڍي ۽ چيو، ”اڙي ميرا تون ڪير ٿيندو آهين جو ههڙين جليل القدر هستين جي باري ۾ بحث مباحثا ڪرائين ۽ تيرهن سؤ سالن کان پوءِ فيصلا ۽ فتوائون ڏيارين.“ ايئن چئي دربار مان اٿي ويو. مني بہ مات، مُني بہ مات. سڀ مؤمن پائر، سڀ ڏي خير. پتائي گهوٽ کان بہ جڏهن پڇ پڇ لاءِ ڏنائون تہ چيائين تہ، بنهي جي وچ تي آهيان. چيائونس تہ بنهي جي وچ تي تہ ڪي ڪين آهي تہ هڪدم جواب ڏنائين تہ آهيان بہ ”ڪين“. جڏهن ڪين جي منزل تي پهچبو تڏهن ئي بين لاءِ عزت، پيار، محبت ۽ قدر پيدا ٿيندو. علم جي ديڳ تيڻ کان ڪين جو ڪُنو پلو. بابا وٽ تہ ڪيترائي عالم سگورا ۽ ليکڪ ايندا هئا ۽ ڪچهريون ڪري ويندا هئا. محمد اسماعيل عرساڻي، مولانا عبدالحق رباني ۽ خاص ڪري محمد عثمان ڏيپلائي مرحوم وٽس گهڻو ايندو هو ۽ ڪانئس علمي ۽ مذهبي مسئلا سمجهندو هو. پيري مريدي تي بابا مسلسل ليک لکندو رهيو. ان وقت اها ڪا سولي ڳالهہ ڪانہ هئي جو تہ پير اچي ڪاري جا مالڪ هئا. سنگابندي ۽ سياست ۾ بہ سندن وڏو عمل دخل هو. پير جو حڪم ڪوبہ ٽاري ڪونہ سگهندو هو. پير آڏو ماڻهو ڪُرڙيءَ جيان ڪنبندا هئا. راڻيپور وارو پير صالح شاهہ، پير صاحب پاڳارو، جهنبڙي وارا پير ۽ هالن جا مخدوم صاحب وڏي شان شوڪت جا مالڪ هئا. ان وقت هڪ پير صاحب ڏاڍو اثر رسوخ وڌايو. وڏا وڏا ماڻهو، زميندار ۽ عام مخلوق ۾ سندس ڏاڍي مڃوتي هئي. اهو هئو پير آغا حسن جان سرهندي. جراحت ۽ نشتر هڻڻ لاءِ بابا قران ۽ حديث جي روشني ۾ سندس ۽ ٻين پيرن خلاف مدلل مضمون لکيو، جنهن جو عنوان ئي رکيائين ”پيرن جو گرو گهنٽال“ جو الوحيد اخبار ۾ ڇپيو. پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو بہ ڏاڍو ڪاوڙيا. ڪڙڪيا ۽ ڪُڙڪيا. بحث مباحثہ هليا پر بابا هڪ انچ بہ نہ هٽيو. ڏيپلائي صاحب جو ان وقت نوجوان هو تنهن بہ ان موضوع تي خوب لکيو ۽ نيٺ وڃي پيرن جو رعب تاب گهٽيو. هي جو گهنڊ گهڙيال ڪٽي پير صاحبن جا قافلا نڪرندا هئا ۽ خليفا نعرا هڻندا، پوش پوش ڪندا هلندا هئا ۽ ماڻهن کي گهر ويني ڪنبٽي وٺي ويندي هئي تہ پير

صاحب يا مرشد سڳورو پيو وجي. اهو گهٽجي گهٽجي بند ٿي ويو. سچا عالم ۽ درويش تہ مات ڪيون وينا هوندا هئا. اهڙن بزرگن فقيرن وٽ بابا پاڻ هلي ويندو هو. مونکي اهڙا رڳو بہ درويش ياد آهن جو مان اچا پنجن ڇهن سالن جو مس هئس. هڪ خيرپور ناٿن شاهہ پرسان ميان محمود لاکير صاحب ٻوڙن وارو، ٻوڙا هڪ ڳوٺ هو. ميان صاحب نهٺو نياز نوڙت وارو، سادو، ڪار جا ڏوتل ڪپڙا، سائي قميص ۽ گوڏ، پٽ تي وينو هوندو هو ۽ وڏو موحد هو. ماٺهن کي صاف چوندو هو تہ بابا اسان ڪجهہ ڪونہ آهيون. نڪي اسان ڪجهہ ڪري سگهون ٿا. سڀ ڪجهہ الله جي هٿ ۾ آهي. ان ڪان گهرو ۽ نيڪ عمل ڪيو. بابا ميان صاحب جي ڏاڍي تعريف ڪندو هو ۽ مان بہ متاثر ٿيو هئس. ٻيو بزرگ هو مخدوم بصرالدين صديقي سيوهڻ وارو. اهو صاحب بہ واهہ جو هو. بابا سيوهڻ ۾ منزل ڪندو هو تہ روز شام جو وٽس ويندا هئاسون. بزرگ پٺي اگهاڙو، گوڏ ٻڌيون، تڏي تي اڪيلو ئي اڪيلو وينو هوندو هو. پرسان ڪيترا ڪتاب ۽ ڪاري چانهہ جي ڪٽلي پئي هوندي هئس، جنهن مان بنا کنڊ ۽ کير جي پيو سُرڪيون پريندو هو پاڻ اعليٰ درجي جو عالم ۽ حڪيم هو. سندس چوڻ هو تہ اهڙي چانهہ گڙدن لاءِ مفيد آهي. سٺي عاليشان لئبريري هئس. پوءِ تہ ڪتابن تي ۽ مذهب تي علمي بحث هلندو هو ۽ مان وينو اوٻاسيون ڏيندو هوس. ٻيو بہ هڪ بزرگ هوندو هو جنهن سان بابا جون علمي، ادبي ۽ مذهبي ڪچهريون هلنديون هيون. اهو هو پير عبدالستار جان سرهندي، جو پير آغا حسن جان جو پوٽو هو. مان تنهن وقت جوان هجان. سائين ستار جان نہ رڳو عالم پر وڏو ادب جو پارکو هو ۽ باغ و بهار شخصيت جو مالڪ هو. عربي فارسي علوم جو ماهر هو. مزاح جو بہ حس هئس، مونکي هڪ فارسي شعر ٻڌايائين جنهن جو مطلب هو تہ تون پنهنجي محبوب جي هڪ تنيڙي ڪاري تر تي مست آهين، منهنجو محبوب تہ ڏس نهن ڪان چوٽيءَ تائين ڪارو (سانورو) آهي. پير صاحب ايڏو عالم ۽ ماهر هوندو هو جو بابا جيڪو قرآن شريف جو تفسير لکيو تنهنجي تصحيح پير صاحب ڪان ڪرائيندو هو. ظاهر ٿيو تہ بابا پيرن ۽ عالمن جي خلاف ڪونہ هو پر پيرن جي هڪ هٽي، لٽ مار ۽ ڏيک ويک جي خلاف هو. مون تي بہ سائين فاروق جان سرهندي جي خاص مهرباني هئي ۽ قرب ڪري مون وٽ باٿ آئلنڊ، واري فليٽ تي سترہ اسي جي ڏهاڪن ۾ ايندا هئا. مون وٽائن

گهٽو ڪجهہ پرايو. سائين شاهہ آغا سرهندي وٽ تہ مان هلي تندي سائينداد ويس. پاڻ وڏا عالم ۽ درويش هئا. مون وٽن مرزا افضل بيگ ولد مرزا قليچ بيگ کي ويٺل ڏٺو. مرزا صاحب اهل شيعہ جو ذاڪر هو جو سندن صحبت ۾ اهل سنت جو ٿي ويو، اهو گهٽ ڪمال نہ هئو. الحاج مرزا افضل بيگ، مرحوم مرزا قليچ بيگ جو ڇهون نمبر فرزند هو ۽ وڏو عالم فاضل ۽ خوش لحان ذاڪر هو. حيدرآباد ۾ صدر جي جامع مسجد جنهن جو امام ڪاظم علي شاهہ هو اتي مرزا افضل بيگ جمعي نماز کان پوءِ سڄي جماعت کي درود سلام ڏادي پياري ۽ سريلي انداز ۾ پڙهائيندو هو. مرزا صاحب اهڙو تہ پڪو سني ٿي ويو جو تندي نوڙهي، مرزائن جي پاڙي ۾، جو اهل شيعہ جو ڳڙهہ هو، اتي اهل سنت وارن لاءِ الڳ مسجد جوڙايائين جا حيدرآباد جي تمام سهٽي مسجد آهي. مرزا صاحب جي وصيت مطابق سندس تدفين بہ ان ئي مسجد ۾ ٿي. خيرپور ميرس وارو اهل الله بزرگ ميان منظور حسين مدني بہ شيعو مذهب ڇڏي پڪو سني ٿي ويو. مولوي نور محمد جو جامع عربيہ حيدرآباد ۾ سائين علي اڪبر شاهہ ميهڙ واري سان گڏ ڪم ڪندو هو سو لاڙڪاڻي اچي مجلسون پڙهائڻ لڳو. مون وٽس وڃي عرض ڪيو تہ مولوي صاحب مونکي بہ تلقين ڪيو تہ حق جي راهہ تي اچان، تہ چيائين، ميان جمال الدين مان شيعو ڪونہ ٿيو آهيان، پر ڇا ڪيان هُتي تہ هئي ڪوري بک. ڪو ڪنگهي بہ ڪونہ پيو. هت ماشاءالله عزت آهي، پاڙو بہ ڏين، نذرانو بہ، موٽر ڪار آڻي در تي بيهارين، سو هاٿي ڪرت سان لڳي ويو آهيان. عزت ۽ شان الڳ. باقي نمازون اهي ئي پنج وقت پڙهان ۽ عقيدا بہ اهل سنت وارا اٿم. ذڪر پي هليو سرهندي پير صاحبن جي علم ۽ اخلاق جو. اهي سڀئي پير صاحب، ڳالهائڻ جا اهڙا مهذب ۽ شائستہ جو پاڻ تہ وينو پڌجين. دشمن يا مخالف جو ذڪر بہ ائين ڪندا ڄڻ ڪنهن مهربان ۽ ڪرم فرما جو ذڪر ڪري رهيا آهن. مون سائين فاروق جان کي عرض ڪيو تہ مونکي ڪا مختصر تلقين ڪيو، جنهن مان لاپ پرائي سگهجي. گهڙي سوچي چيائين ابڙا صاحب! بس "پاڪيزگي" اختيار ڪر. پوءِ پاڻ ئي مشڪي چيائين، پاڪيزگي اهو عمل آهي جو زندگيءَ جي هر عمل، هر گهڙيءَ تي محيط آهي. نہ رڳو ڪمائي ۽ کاڌو حلال جو هجي پر سوچ بہ پاڪ هجي. جسم ۽ جان جي پاڪيزگي، گفتار ۽ ڪردار جي پاڪيزگي وينديءَ پوشاڪ جي پاڪيزگي. ڪپڙا بہ پاڻ

ڏوٺا ٿيندا آهن. هوٽل ۾ وڃي ڪجهه کائڻ کان اڳ ۾ ايترو ته ڌيان ضرور ڏيندا هئا ته ڪپ، ٿالهيون صاف آهن يا نه. کين اها به خبر ڪانه پوندي ته ڪهڙي دوڪان جو آٽو صحيح آهي ۽ ڪهڙي هوٽل تي پاڪ صاف کاڌو ملي ٿو. اها سڄي ذميداري آهي. گهر ۾ کين ماني ملي يا نه. باقي مڃيل ماڻهن جا ڪرامتون ٿي ويون آهن. گهر ٿي وڃي ٿي...

ڏوٺا پوندئي ڪهڙي خبر ڏوبي پاڪ پاڻي سان ڌوئي ٿو يا نہ. ڪاڏو بہ هٿ جو گهر جو تيار تيل ڪاڻڻو پوندئي، ڪهڙي خبر بورچي پاڪ آهي يا نہ ۽ هوٽل وارا پاڪ شيون استعمال ڪن ٿا يا نہ. بازاري پيٺل مصالحا بہ پاڪ آهن يا نہ؟ پاڪيزگي اهڙو گڻ آهي جو اٿڻ ويهڻ، سوچڻ، ڪائڻ، پيئڻ، گهمڻ سڀ خدا لاءِ وقف ٿيو وڃي. ڪيڏي نہ فصاحت هئي پير صاحب جي هڪ لفظ ۾.

ننڍي هوندي بابا کان پڇيم تہ بابا دعا ڪهڙي گهرجي. چيائين تہ، ”الله سائين نيڪ خيال ڏي، نيڪ ارادا ڏي، نيڪ عمل ڏي“، ڏسو ”نيڪ خيال“ بنياد آهن، نيڪ ارادن جو ۽ نيڪ عملن جو. ماڻهو سوچ نيڪ ۽ پاڪ رکي تہ پاڻهئي زندگي آرام ۽ سڪون سان گذري ويندي. جيڪو مندو سوچيندو سو مدائي جي ڄار ۾ وڪوڙيو ويندو، جيڪو هر ڪنهن لاءِ چڱائي سوچيندو سو سڀ مرحلا سؤلائيءَ سان طئي ڪندو ويندو ۽ ڪابہ ڏکيائي دربيش نہ ايندس. جيڪڏهن ايندس بہ تہ سؤلائي سان پاڻهي ئي آسان ٿي ويندس.

مون انهيءَ سوچ ذريعي هڪڙو سونهري اصول ڳولهي لڌو تہ ڪوبہ ۽ ڪهڙو بہ مسئلو، ڪٿي ڪيڏو بہ مشڪل هجي، پر ان جو حل خود ان مسئلي ۾ موجود آهي. مسئلو خود ئي هڪ مڪينزم آهي، پاٺمرادو پاڻ ڪي حل ڪرڻ جو. رڳو صبر ۽ شڪر اختيار ڪيو تہ مسئلو پاڻهي ئي لوڻ پاڻي ٿي ويندو ۽ سندس ڦوڪٽي مان هوا ازخود نڪري ويندي. اهو فلسفو آهي صبر ۽ شڪر جو ۽ عين تفسير ”ان الله مع الصابرين“ جو. اجائي ٽٽان ڦٽان ڪري مسئلي کي مُنجهائي ڳوڙهو نہ ڪيو. صبر ۽ شڪر سان چپ ڪري وينا الله جي ڪرٽي ڏسو. وتانئس رڳو ”خير“ اچي ٿو. پاڻ نہ وچڙايو، هٿ ڪڍي ٻيهي رهو. مون تہ انهيءَ اصول جون ڪرامتون ڏٺيون آهن، جن بہ مونکي تڪليف پهچائڻ يا رنجائڻ جي ڪوشش ڪئي، تن جا ترا نڪري ويا ذليل ۽ خوار ٿيا ۽ رنج و الم ۾ گرفتار ٿيا. مثال ڪونہ ڏبا.

لاڙڪاڻو گرم خطو آهي ان ڪري اتي رواج آهي تہ شام جو پاڻيءَ جو ڇٽڪار ڪري آڳر تي يا ٿلهي تي يا ٻاهر رستي تي ڪرسيون وجهرائي ويهبو آهي. پوءِ اتي محفل ملاقات ۽ ڪچهري ٿيندي آهي. بابا وٽ بہ ائين ٿيندو هو ۽ وٽس پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو، عالم سگهورا، ماستر صاحب، هندو سيٺيون ۽ پاڙي وارا اچي ويهندا هئا. پير الاهي بخش ۽ قاضي فضل الله بہ وڪالت واري

زماني ۾ وٽس ايندا هئا ۽ علمي، سياسي توڙي سماج سڌارڪ ڳالهين تي بحث ڪندا هئا. بابا جي اهڙي عزت ڪندا هئا جو خانصاحب خانصاحب پئي پوندي هئن. بابا اٿندو هو تہ پاڻ بہ اٿي بيهندا هئا ۽ وري موٽي ايندو هو تہ وري بہ احترامن اٿي بيهندا هئا. اهو ساڳيو پير الاهي بخش جڏهن تعليم کاتي جو وزير ٿيو تہ بابا کي نالي سان سڏ ڪري چوندو هو، ”علي خان هي ڪم تہ هينئن ڪري ڇڏجانءِ. بابا ڪوبہ جواب ها يا نہ. نہ ڏيندو هو صرف مشڪندو هو. هر ڪنهن جو پنهنجو ظرف.

بابا شاگرديءَ واري زماني ۾ سنڌ مدرسي ۾ پڙهندي جام مير مقبول خان، سيٺ چاڳلا ۽ سيٺ ڦدو وٽ ايندو ويندو هو. جام مير مقبول خان آف لسبيلہ ٿي ڪيس قائل ڪيو تہ سانگي نج ابڙا آهن، تنهن ڪري ابڙو سڏاءِ. جام صاحب پاڻ بہ سمو هئو ۽ وٽس اهڙا شجرا هئا. بابا کي ابڙو ان ڪري پسند آيو جو حاضريءَ ۾ توڙي راند ۾ الف بي جي ترتيب سان ابڙو اول تي آيو. ڪيس ڪرڪيٽ راند جو شوق هو سو ابڙو سڏائڻ سان وارو اڳ ۾ تي ميلس. پوءِ تہ اسان جي ڳوٺ جو جيڪو سانگي پڙهيو سو ابڙو سڏائڻ لڳو. اها ڳالهہ بابا مونکي پاڻ ٻڌائي، جڏهن مون اعتراض ڪيو تہ اسين سانگي آهيون تہ پوءِ ابڙو چو سڏايون. منهنجو ننڍو پٽ ساجد، جو خير سان اسسٽنٽ ڪمشنر آهي ان بہ مون تي ساڳيو اعتراض ڪيو تہ مون ڪيس پراڻن ڪتابن مان شجرا ۽ تاريخ مظهر شاهجهاني ڏيکاري تہ مطمئن ٿي ويو تہ بہ پنهنجي اصل ڏي موٽڻ جو ڪتڪو مونکي بہ ۽ ڪيس بہ اجان بينو آهي.

بابا جا پائر گهٽو ڪونہ پڙهيا، پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي اچي نوڪرين سان لڳا. وڏو چاچو علي نواز وچي سنڌي ماستر ٿيو. پوءِ فقيري اختيار ڪيائين. گيڙو رتا ڪپڙا پائيندو هو ۽ لوهو چمٽو کڻندو هو. سچل جو سڄو ڪلام ياد هئس جو سڄي رات وڏي آواز پيو پڙهندو هو. چور ايندا هئا تہ موٽي ويندا هئا تہ فقير علي نواز اجان پيو جاڳي. ٻيو نمبر چاچو غلام علي روينيو ۾ ڪلارڪ ٿيو ۽ نيٺ هيڊ منشي (نائب تحصيلدار) ٿيو. وڏي هلندي پڄنديءَ وارو ۽ دٻدٻي وارو آفيسر ٿيو. سندس پٽ بہ سڀ پڙهيا ۽ وڏن عهدن تي پهتا. چاچو شير علي ڊڪ منشي ۽ پوءِ ماستر ٿيو. وڏو پرهيزگار الله وارو بزرگ هو. ننڍو چاچو علي محمد آبپاشي کاتي ۾ ڪئنال اسسٽنٽ ٿيو. اهو بہ نيڪ نمازي ۽ بزرگ ماڻهو هو. سندس هڪ پٽ عبدالقادر چيف انجنيئر

آهي ۽ ٻيو پٽ آبپاشي کاتي ۾ ايس ڊي او ٿيو. سڀ خوشحال ۽ مانائتا ماڻهو آهن، پر ڳوٺ سيني ڇڏي ڏنو. اهو وڏو الميو آهي جو نوجوان پڙهي شهري سهوليتن خاطر ڳوٺ کي خيرآباد چئي ٿا وڃن. ٻيو نہ ٿيو پر جيڪي پنيوالا ٿيا سي بہ ڳوٺ ڇڏي ميهڙ ۽ لاڙڪاڻي جا رهواسي ٿي ويا. چي: ادا گهر پڪو آهي، لائٽ آهي، ٻار اسڪولن ۾ پڙهن پيا، هاڻ ڪير وڃي ڇنن ۾ ويهي ۽ هر ڪاهي. پڪسرو گهر بہ وڏي ڳالهہ آهي. اسان جو هڪ فقير منش مائٽ ٻاجهي ري گناهہ پوليس جي وَر چڙهي ويو سـو ڪـٽي لاڪ اپ ۾ بند ڪيائونس. ٻن ڇئن ڏينهن کان پوءِ ڇڏي ڏنائونس. اوطاق ۾ آيو تہ سيني خبرون چارون ورتس تہ ٻداءِ تہ جيل ڪيئن هو. چيائين، ”گهر پڪو هو.“، ”هائو ٻاجهي؟“ چي، ”هائو اصل پڪو، جهڙي ڦڙي کان سڪ“. پلا ٻيو احوال. چي ”ماني ٽئي وقت پيا ڏين ۽ ٻوڙ بہ“. هائو ٻاجهي پوءِ تہ مزو ٿيو“. ”ٻيو نہ تہ، پر لسيءَ جي ٻاڙائي هئي.“ اهو هو هڪ معصوم ڳوٺاڻي جو ردعمل. ماني ٽئي وقت ملي ۽ گهر بہ جهڙي ڦڙيءَ کان سُڪ هجي تہ باقي ٻرو ڪپي. غريب ماڻهو زندگيءَ سان مهاڏو اتڪايون بيٺا آهن. هنن ٻارن جي تعليم خاطر ڳوٺ ڇڏي شهرن ۾ مزوري مڙي ڪري پڪن گهرن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني، پر زميندار ڏاڍا دورانديش ۽ سياڻا ماڻهو آهن. هر سهوليت هوندي بہ ٻار کي مٿاچرو پڙهائي شهر ڪونہ موڪليندا هئا جو وڃي مٿي تعليم پرائن. چي جيڪو شهر ويو سو زميندار ي کان ڇٽو. اهو تہ اکئين ڏٺوسون. جيڪي زميندارن جا پٽ يونيورسٽي ۾ آيا سي شراب، ڪباب، غنڊا گرديءَ ۾ ملوث ٿي ويا. سڄو ڏينهن گاڏين ۾ چڙهي ڇوڪرين پٺيان لُوس لوس ڪرڻ ۽ پيڇو ڪرڻ ۾ لڳي ويا. ڪن تہ مهاجر يا پنجابي ڇوڪرين سان شاديون بہ ڪري ڇڏيون. سنڌي ڇوڪري ڪا مهاجر يا پنجابي مڙس سان شادي ڪري تہ اهڙيءَ وڏي ڳالهہ نہ آهي، پر ڇوڪرو ويو تہ خاندان ويو. پيرڳڙي ڪيڏو وڏو سياسي خاندان هو. هزارين ايڪڙ زمين جيمس آباد ۽ ڊگهڙي ۾ هئن. مان اسيمبليءَ ۾ سيڪريٽري هجان تہ هڪ نوجوان آيو ۽ پنهنجو تعارف ڪرايائين تہ مان پَرگهڙي آهيان جيمس آباد جا زميندار آهيون. مون قلم ڪٽي رکيو ۽ چتائي ڏسي چيم تہ توهان جو مطلب آهي تہ توهان پيرڳڙي آهيو. ذرو بہ ڦڪو نہ ٿيو، چيائين ها اهوئي جيڪو توهان چيو. منهنجي ماءُ پنجاب جي آهي، تنهنڪري منهنجو تلفظ صحيح ناهي. مون وريٰ بہ سوال ڪيو تہ توهان بہ

شادي پنجاب مان ڪئي هوندي. چيائين هاڻ والده جي مائٽن مان. اٿين هڪ نج قومپرست سنڌي خاندان لکن جو مالڪ. نج پنجابي ٿي ويو ۽ هاري ناري بہ پنجاب مان اچي ويا. اڄ ڏگهڙي، جيمس آباد، سامارو، گولاڙچي پنجابين سان ڀريا پيا آهن، پر جس هجين جو ڳالهائن سنڌي، ٻارن کي پڙهائين سنڌي اسڪولن ۾. اٿين ديهاتي مهاجر بہ اسان جهڙي صاف سنڌي ڳالهائن. فرق رڳو نفرتن ۽ تعصب هٿائڻ جو آهي. شڪارپور ۾ 1959ع ۾ مان جج هئس تہ هاءِ اسڪول الائي ڪاليج ۾ سنڌي تقريري مقابلي ۾ مون کي جج مقرر ڪيائون، جنهن سنڌي تقرير ۾ پهريون نمبر انعام کٽيو سو هڪ مهاجر ڇوڪرو هو. سنڌي ٻولي کي نقصان اسان سنڌين ٿي پهچايو جو اڙدو ڳالهائڻ شروع ڪيوسين. هڪ ڪراچيءَ جي مهاجر دوست مونکي ڇيو تہ ٻائي مان 1949ع ۾ سنڌ آيس ۽ وڏي شوق سان سنڌي سکيس جو اها سنسڪرت ۽ برج ڀاشا کي بنسبت اڙدو جي وڌيڪ ويجهي آهي، پر ٿيو ڇا جو جنهن سنڌي ماڻهوءَ سان سنڌي ۾ ڳالهايان سو جواب ڏيم اڙدوءَ ۾. پوءِ چيم تہ، ”مان ٿيس ڪفر ۾ داخل تہ ڪافر مسلمان ٿي ويو“ اٿين سنڌيءَ کي اسان پاڻ ختم ڪيو ۽ ڏوهہ ڏيون پيا مهاجرن کي. مارڪ ٽليءَ بہ ڇيو تہ هندستان ۾ جنهن سان بہ هنديءَ ۾ ڳالهايان ٿو تہ هو انگريزيءَ ۾ شروع ٿي ٿو وڃي، پوءِ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ. اها سن 1957ع جي ڳالهہ آهي.

تعصب ۽ نفرتون پوءِ وڌايون ويون خاص ڪري تڏهن جڏهن سنڌوديش جو نعرو هنيو ويو ۽ پوءِ سنڌي مهاجر غنڊا پيدا ٿيا ۽ نيٺ معاملو چوٽ چڙهي ويو. ان ۾ مهاجر توڙي سنڌي سياستدان ۽ ڪاموري جو وڏو ڪڌو ڪرتوت هئو. نہ تہ ڪلچر ۽ ٻولي ويجها ايندا ۽ هڪ ٿيندا ٿي ويا. ٿوري وقت ۾ ازخود سڀ سنڌي ٿي وڃون ها. هي تہ ٿيا مسلمان، پر هندو ۽ اسان بہ ڪلچر جي لحاظ کان هڪ ٿيندا ٿي وياسون. وڏو گوشت مسلمان بہ ڪونہ کائيندا هئا. عيب سمجهيو هو. هندو عورتن، خاص ڪري واڻيائين، پڙو ڇڏي پاجامو پاتو. جو سلوار جي ئي صورت هو. مٿي تي رئو پائينديون ۽ پڙدي خاطر گهونگهٽ ڪڍنديون هيون. اسين مسلمانن جا ٻار هولي، دسهڙو ۽ ڏياري ملهائيندا هئاسون ۽ ڏياريءَ جا ڏيئا ٻاريندا هئاسون. هندو عيد برات تي اچي مبارڪ ڏيندا هئا. ڏياريءَ جي مٺائي ۽ ٿڌڙيءَ جا لولا موڪليندا هئا. مسلمان، پڙهيل ڳڙهيل طبقو، عام طرح سلوار ڇڏي پاجامو پائيندا هئا. ڪي

تہ ڪاڌيءَ جي گانڌي ٽوپي بہ پائيندا هئا ۽ پتوئي نہ پوندو هو تہ هندو آهي ڪ مسلمان. سنڌي هندو گوشت عام جام واپرائيندا هئا ۽ ان ڪي تيوڻ چوندا هئا. دال ۽ پاپڙ مسلمان گهرن ۾ بہ عام ٿي ويو. پلو ٿئي مها سپائي ۽ جن سنگهہ وارن جو، جو ويڇا وڌائي، ويڙهائي نفرتون پيدا ڪري ڇڏيائون. منهنجو وڏو ڀاءُ شمس الدين جو هميشه ڪاڌيءَ جا ڪپڙا پائيندو هو، سو ڪاڌي پائڻ ڇڏي ڏنائين ۽ ڪانگريسيءَ مان مسلم ليگي ٿي ويو، ڇي ڪانگريس ۽ مهاسڀا ۾ ڪو فرق ئي نہ رهيو آهي. ڪوبہ ڪانگريسي وير ساورڪر جي مخالفت يا منڌائي ڪرڻ وارو ڪونہ هو. مون تہ هڪ هندو دوست سيتل ڪي، جو پڪو ڪانگريسي ۽ اهنسائي هو، صاف چيو تہ پلا ڇٺہ تہ وير ساورڪر وڏو حرامي آهي تہ صاف جواب ڏنائين تہ هو بہ وڏو نيتا (ليڊر) آهي. ائين مسلمان ۽ هندن ۾ ويڇا وڌندا ويا ۽ ڳالهہ وڃي گارگند ۽ جهيڙي تي پئي. جن سنگهي جدا آکاڙا ٺاهي ورزشون ۽ ڪثرتون ڪندا رهيا ۽ مسلمانن تي حملا ڪندا رهيا. حيدرآباد ۾ سري گهاٽ ۽ مکي گهٽيءَ ۾ تہ ڪو مسلمان وڃي نہ سگهندو هو. هيرآباد ۾ ڪنهن بہ مسلمان ڪي جاءِ مسواڙ تي بہ ڪانہ ملندي هئي. رگو بابا ڪي هڪ مسلمان محمد صالح ٻچڙو پنهنجي جاءِ مسواڙ تي ڏني تہ هائي دوس مچي ويو. اسان سان نوجوان طبقي جي ڪنئوس بہ هلي آئي، پر اسان جو فقيرائو اخلاص ۽ ڪردار ڏسي چپ ٿي ويا. نيٺ اسان بہ جاءِ ڇڏي الهندي ڪچي ۾ ڪوڪر پاڙي ۾ جاءِ ورتي، جتي سڀ مسلمان هئا. هندن جو ايڏو من وڌي ويو جو تندي ولي محمد ۾، جو هيرآباد سان لڳ آهي، سلاوٽ پاڙي ۾ سلاوٽن تي حملو ڪري ڏنائون. سلاوٽ بہ گهٽ ڪونہ هئا. انهيءَ راتِ ئي هيرآباد ۾ ڪن هندو نوجوانن ڪي جهلي چڱي ڦيهہ ڪديائون ۽ ائين معاملو ويو وڌندو. پڪي قلعي ۾ هندو جوان سنگهٺن ڪندا هئا ۽ لٺيون پالا ڪٽي ورزشون ڪندا هئا. ڪوڪر محلي جو سرائي اميد علي جو پڪي عمر جو هو پنجيتاليهہ - پنجاهہ سالن جو، سو چار پنج مسلمان جوان وٺي بنا هٿيار، سندن ڳڙهہ تي ڪاهي ويو تہ هندو سنگهي جوان حشمت جهلي نہ سگهيا ۽ وٺي ڀڳا. سرائي وارا ڪلندا موٽي آيا، پر انهيءَ واقعي ڪي هندن اڇاليو تہ هندن تي مسلمانن حملو ڪري ڏنو آهي ۽ ڪيس بہ داخل ڪيائون. اهو ڪيس سالن جا سال هليو ۽ نيٺ سرائي اميد علي وارا بي ڏوهي ثابت ٿي ڇٽي ويا. مان تن ڏينهن ۾ ڪاليج ۾ پهرين سال ۾ دي جي

نيشنل ڪاليج ۾ پڙهندو هئس. ڪاليج ۾ بہ منافقي ۽ ڪدورت ايڏي هئي جو مسلمان ڇوڪرا، جي اتي ۾ لوڻ برابر هئا، هندن جهڙي بريس ۽ گانڌي ٽوپي پائيندا هئا. هڪ مسلمان ڇوڪري کي مون السلام عليڪم چيو تہ ڇرڪي هيڏي هوڏي نهاريائين تہ ڪنهن ٻڌي تہ ڪونہ ورتو. پرنسپال پروفيسر پارواڻي هڪ صوفي منش، قابل، دلير، عالم، دانشور ۽ عجيب شخصيت جو مالڪ هو. مانجهند جي سينين مان وڏو شاهوڪار ماڻهو هو. هر سال ويڪيشن ۾ لنڊن ويندو هو ۽ عاليشان انگريزي سوٽ پائيندو هو، پر شام جو گيڙو ڪپڙا پائي، يڪتارو کڻي، ڦليليءَ جي ڪناري تي سير ڪندو هو. ڪٿي آهن اڄڪلهہ اهڙا ماڻهو. هڪ دفعي تاريخ تي ليڪچر ڏيندي لفظ ڪلچر استعمال ڪيائين. هڪ ڇوڪر اٿي بيٺو ۽ سوال ڪيائين تہ سائين ڪلچر ڇاهي. هڪ گهڙيءَ جي ماٺ کان پوءِ چيائين.

When you have learnt all and forgotten all, the residue that remains is culture.

هڪ جملي ۾ اهڙو مڪمل ڊيفينيشن سندس پنهنجي ذهن جو ئي پيداوار هو. ڏسو تہ ڇا تہ چئي ويو. چي، ”جڏهن توهان سڀ علم حاصل ڪري وٺو ۽ بعد ۾ سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيو تہ بہ جو ڪجهہ توهان جي سرشت ۾ يا طبيعت ۾ يا جبلت ۾ باقي ڪجهہ پاڇي رهجي وڃي سو آهي ”ڪلچر“. تازو سائين حسين شاهہ راشديءَ جي دعوت ۾ ڊاڪٽر جميل جالبيءَ سان ملاقات ٿي. ڪيس چيم تہ، ڊاڪٽر صاحب! توهان ڪلچر تي هيڏو سارو ڪتاب لکيو آهي ۽ آخر ۾ انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيو تہ ڪلچر کي ڊفائين نٿو ڪري سگهجي. جواب ۾ چيائين بلڪل ائين آهي. مون کيس چيو تہ منهنجي پروفيسر پارواڻيءَ هيئن چيو هو. ايڏو متاثر ٿيو، جو مونکي چيائين تہ لکي ڏي. مون چيو هڪ جملو آهي ياد ڪري ڇڏ، مون تہ چاليهن سالن ۾ ڪونہ وساريو آهي. نيٺ مونکي راشدي صاحب جي لکپڙهہ واري ڪمري ۾ وٺي آيو ۽ اتي لکائي ورتائين. اهي آهن اڄڪلهہ جي دانشورن جا حال جي ”تمغہ امتياز“ وٺيون ويٺا آهن.

ڳالهہ ٿي ڪيم هندو شاگردن جي ڪدورت ۽ منافقيءَ جي. ڪاليج ڏي بس ويندي هئي. رش ٿيندي هئي. مسلمان ڇوڪرن کي چڙهڻ ڪونہ ڏيندا هئا. ڇڙٻ ڏئي ڌڪو ڏئي چوندا هئا، هل ڙي ڇت! جاءِ ڪانهي. مان تہ

اڳ ۾ ئي چڙهيو وينو هوس. شڪل مان ڪير تو ڪنهن کي سڃاڻي تہ هي مسلمان آهي. مڃاڻ پروفيسر چيتمل پرسرام بہ انهيءَ بس ۾ وينو هو. جڏهن بس هلي تہ هندو ڇوڪرن کي هُشي ڏنائين تہ ٻلي اٿين ڪيو پر ظاهر نہ ڪيو يعني اظهار نہ ڪيو. مونکي تہ چيتمل پرسرام جي ڳالهہ تي حيرت وٺي وئي تہ مار هت تہ ڪوڙيءَ کي گهمرو آهي. هوڏانهن چيتمل پرسرام تقريرن ۾ صوفي سڏائيندو هو ۽ دعويٰ ڪندو هو تہ ماڻهو مونکي اڌ مسلمان ٿا چون پر ٻائي مان تو چوان تہ مونکي سچو مسلمان چئو. اهڙين منافقين هٿي وچي هند ڪيو ۽ هندستان ٽٽو، هاڻ ڳالهہ هلي آهي تہ هندو ٻائرن جا افعال ٻڌندا هلو. ڪو مسلمان بازار ۾ دڪان کونہ کولي سگهندو هو. جي کوليائين تہ ٻڌي ڪري اگهہ ڪيرائي ڪيس نقصان ۾ وجهي ڀڄائي ڪڍندا هئا. ڪنهن مسلمان کي بي اي، ايم اي ڪرڻ کان پوءِ بہ ڪلارڪي کونہ ملندي هئي. اهڙا چالاڪ هئا جو ڪا ڪلارڪيءَ جي جاءِ خالي ٿيڻي هوندي تہ اڳواٽ ئي ڪو مشترڪ وارو ئي هندو ڇوڪرو گهرائي ڇهہ اٺ مهينا اڳ ۾ ئي ان ٽيبل تي ويهاري ڇڏيندا هئا. پوءِ جڏهن جاءِ خالي ٿيندي هئي تہ صاحب کي ان ڇوڪري جي سفارش ڪري آرڊر وٺي ڏيندا هئا. پوءِ دليون جلنديون ڪِ نہ؟ مون ڪوبہ هندو تعصب کان خالي نہ ڏٺو سواءِ سوڀي گيانچندانيءَ جي. ٻيو مون عجب ماڻهو ڏٺو حيدرآباد ۾، اهو هو ساڌو واسواڻي. بس هيرو هو. لاڙڪاڻي ۾ ٻہ ٻہ ڊاڪٽر هئا، پوهو مل ۽ عالمچند جهڙا فرشتا. ڪو پيد پاؤ کونہ، هر ڪنهن جا هڏڏوکي. عالمچند تہ رڳو پيو ڪلندو هو. اڇوتن وٽ بہ وڃي سندن ڪٽن تي ويهي ماني کائيندو هو. ٽي ٻار هئس. هيرو، موتي ۽ پوپٽي. ڇڇبس تہ چوندو تي پٽ هيرو، موتي ۽ پوپٽ. پوپٽيءَ جا وار بہ ڇوڪرن وانگر ڪٽائيندو هو ۽ قميص ۽ نيڪر بہ ڇوڪرن جهڙي پارائيندو هوس. پوپٽي ڪلاس ۾ ويهندي بہ اسان ڇوڪرن سان گڏ هڪ بينچ تي هئي ڇوڪرين سان ڪانہ ويهندي هئي. عالمچند جو موت بہ عجيب نموني ٿيو. مرڻ کان ٻہ ڏينهن اڳ واقفڪارن ويندي دڪاندارن وٽ بہ ويو ۽ ڪلندي ڪلندي سيني کان موڪلايائين ڇي ٻائي هاڻي موڪلاڻي. ٽيپهريءَ جو گهر اچي ليٽي پيو ۽ گهر واريءَ کي سڏي چيائين تہ پارٽ اٿئي هاڻ موڪلاڻي. هن ويچاريءَ وٺي دانهون ڪيون تہ ٻاڪٽر گهرايو پر ڪلي چيائين تہ هاڻي ڊاڪٽر جي ضرورت ناهي ۽ اٿين هليو ويو. سڄي شهر، هندن، مسلمانن، اڇوتن سوڳ ڪيو پر

هلڻ وارو هليو ويو. الائي ڪو درويش هو، الائي ڪو زهر پي انت آنڌائين. خبر خداوند ڪريم کي.

چڱا مڙس يا ساڃ مسلمان بہ ڪونہ هئا. انهن کي بہ اندر ۾ ڪينو هئو. هندن کي سڏيندا ئي هئا ڪافر، خاص ڪري ڀهراڙيءَ جا مسلمان، شب برآت واريءَ عيد کي چوندا هئا ڏياٽين واري عيد. عيد رات ڏياٽيون ٻاري، لڪڙن تي اپيون ڪري ڳوٺ کان نڪري پڌر ۾ نعرا هڻندا هئا. ”عيد عيد مشعالو، ڪافر جو منهن ڪارو“ حالانڪ ڏياٽيون ۽ ڏيئا ٻارڻ هئي ئي هندڪي رسم. اهو ڪلچر قبول ڪري ڏياٽيون ٻاريائون ٿي، باقي نفرت جو نشانو هندن کي بڻايائون ٿي. ٻيو تہ هندن جي ننگن ۾ بري نظر رکندا هئا. سو تہ ايترو نصيب ڪونہ ٿيندو هئن جو هڪ تہ پاڻ ڳدلا ٻيو هر عورت ۾ پنهنجو شيل ۽ ست قائم رکڻ ۽ ان جي رکوالي ڪرڻ جو فطري جذبو ۽ همت ٿئي ٿي. سو گهڻو مارو چوڪرن تي هوندو هئن چو تہ هندو چوڪرا صاف سٺا، تيل ڦليل ڪيل، خاص ڪري شهري، آزاد هوندا هئا ۽ سولائيءَ سان چڪر ۾ اچي ويندا هئا. بعد ۾ عادتي ٿيڻ کان پوءِ تہ واجهہ وجهندا وتندا هئا. اسان سان گڏ هاءِ اسڪول ۾ هڪ پڙهندو هو ڊاڪٽر شامداس جو پٽ پکوانو. اسڪول جي موڪل ٿي ويندي هئي تہ بہ اوسيئڙي ۾ ويٺو هوندو هو. پوءِ جڏهن ڪلاس صفا خالي ٿي ويندو هو تہ پوءِ ڪو لوفر مسلمان چوڪرو، مثلا محمد علي، جو پوءِ بمبئي پڇي ويو، جو تاڙ ۾ ويٺو هوندو هو سو يا ڪوئي پٽيوالو رڳو وڃي هٿ وجهندو هئس تہ پکوانو چوندو هئس اڙي چٽ، ڪٿي هئين؟ پوءِ ڪلاس ۾ يا ورانڊي ۾ اهو ڪم شروع ٿي ويندو هو. ٻيا بہ ڪيئي اهڙا مثال. نالا صحيح نہ ڪٿبا نہ لکبا.

مسلمانن ۾ بہ اهڙا چوڪرا هئا هڪ عبدالعزيز مونکي ياد آهي جو ساڳئي محمد علي کي منٿون ڪري گهر وٺي ويندو هو ۽ ان کان اهو ڪم ڪرائيندو هو. محمد علي ڳالهہ ٿو ڪري تہ هڪ دفعي شرط وتائينس تہ اڳ ۾ زال آئي ڏي تہ اها بہ آئي ڏنائين. اهڙي تہ ڪا بڇڙي عادت آهي اها. لاڙڪاڻي ۾ هڪڙو ڊپٽي ڪمشنر آيو. ان کي بہ اها عادت هئي. هڪ انگريز ڪليڪٽر لاءِ بہ سندس نائيڪ اهڙي ڳالهہ ڪئي. سکر ۾ هڪ ائڊيشنل سيشن جج هئو ان وٽ ڪو پٽيوالو ڏهن پندرهن ڏينهن کان وڌيڪ بيهي ئي نہ. هڪڙي کان پڇيم تہ اڙي چو پڇي آئين. چي سائين رات جو صاحب چوي

تہ مونسان ھي ڪم ڪر ۽ ڏينھن جو بيگم صاحب، سو سائين اھڙي بہ وقتي ديوتي ڪير ڏيندو. لاڙڪاڻي ۾ ٻہ ٻہ مشھور وڪيل ھڪ ھندو ۽ ٻيو مسلمان اھڙا ھئا جو سندن نوڪر ۽ منشي ڪانئن رسي ويندا ھئا تہ ڪين پرچائي ايندا ھئا. ھڪ دفعي جناح ڪورٽس ھاسٽل ۾ رات جو ھڪ شاگرد آيو ۽ بہ چار ٽائيون ڪيسن مان ڪڍي ڪٽي ڪٽ تي رکيائين. چيومانس استاد وٺي آيو آھين ڇا؟ چي نہ، چيائين تہ شام جو پريڊي اسٽريٽ مان گھمندو لنگھيس تہ سامھون بلڊنگ بالڪني مان ھڪ پارسيءَ سڏ ڪيو. اتي رڳو پارسي ۽ ڪرستان رھندا ھئا. چيائين، ويس تہ اندران در ڪٽي بند ڪيائين ۽ ڪٽي ھٽ وِتائين ۽ پوءِ اھو ڪم ڪرايائين ۽ تحفي ۾ ٽايون ڏنائين.

لاڙڪاڻي جي دڙي محلي ۾ تعليم کاتي جي آفيس ھئي مٿي گھر ھو، ھيٺ ھڪ ڪمري ۾ ادا وڏو پڙھندو ۽ سمھندو ھو ۽ ٻي ننڍي ڪوٺيءَ ۾ اسان جو بورچي خميسو سانگي رھندو ھو جو ڳيرو جوان ھو. پوئين گھٽيءَ ۾ ھندو ماڻھن جا گھر ھئا. خميسي بہ تي زائفون ناھي ورتيون. ھڪ ڏينھن مونکي وٺي ھڪ در ڏانھن اشارو ڪيائين تہ اتي ھڪ زائفان در تي پنيري بيٺي ھئي ۽ ھٽ پنيان ھئس، جنھن ۾ پاپڙ جھليون بيٺي ھئي. مان ٻار ھئس مونکي چيائين ٻچ وٺي اچينس. مان ڊوڙندو پاپڙ سندس ھٿن مان وٺي آيس تہ مڙي مشڪي نھاري دروازو بند ڪري ڇڏيائين. مان ننڍو ھئس پر سمجھي ويس تہ خميسي کي دعوت ملي آھي. ٻيون بہ اھڙيون ڪوڙ ڳالھيون منھنجي ذاتي مشاھدي ۾ آيون رڳو ٻڌل ڳالھيون نہ، پر سچا واقعا آھن. جنس جي معاملي ۾ انسان ويچارو وس ۾ ناھي. ان ڪري اھڙن ڪيسن ۾ مان سزائون گھٽ ڏيندو ھئس. البت زوريءَ جي معاملي ۾ وڌ ۾ وڌ سزا ڏيندو ھئس. جنسي معاملن ۾ ھندڪي مسلمانڪي ۽ تعصب ليکي ۾ ئي ڪونہ ھئا.

ٻيو قصو تعصب جو ٻڌايانوَ. اسان وٽ گورنمينٽ ھاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ھڪ حيدرآبادي عامل مسٽر شھاڻي ماسٽر ٿي آيو. فل سوٽ پائيندو ھو ۽ ڏاڍو چتر ۽ چالاڪ ھو. اسان جي ڪلاس جا بہ پارٽ ھئا "اي" ۽ "بي" جن ۾ ڪل سٺر کن شاگرد ھئا. مسلمان رڳو ٻہ، مان ۽ جلال پناھ جو مٽرڪ کان اڳ ئي اسڪول ڇڏي وڃي سيشن ڪورٽ ۾ ڪلارڪ ٿيو. ٻيو ھوندو ھو شيرل عرف شير محمد سو تہ ڪڏھوڪو اسڪول ڇڏي وڃي ريلوي اسٽيشن تي گھوراڙو (ويندر) ٿيو. سو شھاڻي صاحب اعلان ڪيو تہ

حساب جو پيپر ٿو ڪڍان جيڪو پھريون نمبر آيو تنھن کي خاص انعام ڏيندس. نتيجي واري ڏينھن اچي اعلان ڪيائين تہ ھڙ ڇوڪرا ناپاس ٿيا آھن سواءِ ھڪ جي. جنھن ستر سيڪڙو مارڪون کنيون آھن جو نمبر وٺان ٿو اھو اٿي بيھي. نمبر ورتائين پنجٽيھہ. جو منھنجو ھو ۽ مان اٿي بيٺس. مسلمان کي حسابن ۾ پھريون نمبر کڻڻ تي ہوٽ کٽي بيڙو ڪيائين. انعام تہ نھيو سکٽي شاباس بہ ڪانہ ڏنائين. ايڏو ھو تعصب، جو ھڪ مسلمان شاگرد جي ھوشياري ۽ قابليت بہ برداشت نہ ڪندا ھئا. پيو ھڪ ماستر صاحب مسٽر گانڌي شڪارپور کان بدلي ٿي آيو. آلجبرا جو ھڪ پرابلم ڏنائين تہ گھران ڪري اچجو. ڪنھن کي ڪونہ آيو رڳو مان ڪري آيس، جيڪي ھوشيار ڇوڪرا ھئا، ارجن، سنتو، رھندومل، نند ۽ ٻيا تن بہ مون تان ڪاپي ڪيو، انھن سيني کي برابر چوندو شاباس ڏيندو آيو. جڏھن مون وٽ آيو تہ چنبڙ بہ ڪڍيائين، غلط بہ ڏنائين ۽ ٺڪ بہ ھنيائين. ان ڏينھن مان روئي ويٺس. ڪوبہ ڇوڪرو ڪونہ ڪڇيو. شاباس ھجي رھندي مل کي جنھن پرئي ڪلاس ۾ اٿي بيھي چيو تہ، سائين اسان سيني جمال تان ڪاپي ڪئي آھي اسان کي تہ برابر ڏنو اٿوَ. سڀ ماٺ ٿي ويا معنيٰ اھا ڳالھہ مڃيائون. پوءِ بہ ماستر صاحب مون سان بہ اکر ھمدرديءَ جا نہ ڳالھايا. نتيجو اھو نڪتو جو مان جيڪو پھريان نمبر کڻندو ھئس سو ھر پيپر ۾ ناپاس ٿيندو رھيس. قدرت اھڙي ٿي جو بابا جي بدلي حيدرآباد ٿي ۽ مون نور محمد ھاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ اتي ساڳيو پھريون پيو يا ٽيون نمبر. خالد اسحاق کي بہ ماري ويندو ھئس. ايئن اسان مسلمانن کي تعليم جي ميدان مان ڀڄائيندا ھئا ۽ ايئن ٻاڻ پاڪستان جو بنياد رکيائون. ھي جو وليرام وليءِ "ڄٽ" لقب جي بچاءَ ۾ تاويلون ڏنيون آھن سي سڀ بي بنياد ۽ ولي رام جي چڱائي جو عڪس آھن. باقي اسان کي چڱي طرح ڄاڻ آھي ۽ ذاتي تجربو آھي تہ ھندو ماڻھو اسان کي نفرت وچان ڄٽ سڏيندا ھئا. وڏن پڙھيل لکيل، عالمن ۽ پروفيسرن کي بہ پنھنجي ذاتي محفلن ۾ ڄٽ سڏيندا ھئا. "اڙي ھو تہ ڄٽ آھي" معنيٰ مسلمان آھي. نفرتن جي حد ڇا ٻڌايانوَ تہ گورنمينٽ ھاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ پائي آسنداس جيڪو رسيس ۾ دال پوري وڪڻندو ھو سو وڏي واڪ شيوا جي ۽ گرو گوبند سنگھہ جا ڪارناما ٻڌائيندي فخر وچان چوندو ھو تہ، مغل شھزادين کي پڪڙي سندن مخصوص عضون ۾ مرچ وڌائون. مان ڏسندو

هئس تہ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي هندو ڇوڪرن جي منهن تي چمڪ اچي ويندي هئي ۽ خوش ٿيندا هئا. هڪ شاگرد هاسو عرف هاسو مل، جو منهنجو سنگتي هو ان کي مون چئي ڏنو تہ هيءَ تہ گروءَ جون گلائون پيو ڪري ۽ شيوا جيءَ جون بچڙايون پيو ٻڌائي. هو مون سان سهمت ٿيو پر ڪري ڇا ٿي سگهيو. محبت کي ڪير تو ڪوٽ ڪڙن ۾ بند ڪري سگهي. ڪيترين هندو ڪاليجي ڇوڪرين مسلمانن سان محبت ڪئي ۽ هزارين مخالفتن جي باوجود مسلمانن سان شادي ڪري ڇڏيائون. هندو پاٿرن ايڏا گوڙ مچايا ۽ پوليس ۽ ڪورٽن ۾ هنگاما ڪيا جن پاٿي پٽ جو ميدان هجي. ٻئي طرف اسان جي ميهڙ جي سيٺ چمن داس (نالو صحيح نہ ٿو لکان متان ان جا پويان اڃان ميهڙ ۾ هجن) هڪ مسلمان عورت سان شادي ڪري ڇڏي. حيدرآباد ۾ سيٺ ٽيئون مل جو پوءِ ون يونٽ ۾ ايم پي اي بہ ٿيو تنهن بہ هڪ مسلمان عورت سان شادي ڪئي ۽ اها ڪلثي عام مسز ٽيئون مل سڏائي آفيسن ۾ آفيسرن وٽ پيش ايندي هئي. جيتوڻيڪ مسلمان وڏيڪ ان پڙهيل ۽ ڪاري ڪاريءَ جي رسم ۾ ورتل هئا تڏهن بہ ڪجهہ نہ ڪيائون. ڇي بچڙي رن وڃي بچڙو ڪم ڪيو، وڃي ڏوڙ پائي.

نفرتن ۽ تعصب کي ڇڏي، جنهن ۾ ٻئي ڌريون ورتل هيون، اهو مجبو تہ هندو ماڻهو سنڌ جي سونهن هئا. ڇا صفائي سٿائي ڇا سونهن ۽ فيشن، ڇا محل ماڙيون، ڇا کاڌو پيتو ۽ مهمان نوازي، ڇا نياز نوڙت ۽ تهذيب، ڇا خير خيرات ۽ علم ۽ اسپتالن جي خدمت، هر ڳالهہ ۾ پارس هئا. ميون جا ٽوڪرا پرائي اسپتالن ۽ جيلن ۾ ويندا هئا ۽ وڃي مريضن ۽ قيدين ۾ ورهائيندا هئا. اسڪول، اسپتالون ۽ لئبرريون هلائيندا هئا. ڪيترا مثال ڏئي ڪيترا ڏجن. شڪارپور جو جماٽي هال اڄ بہ شان شوڪت سان ڪڙو آهي ان جي پرسان اٿئي بيسنت لئبريري آهي. نيين پور سان لڳ شڪارپور جو شاهي باغ ۽ بيگاري واهہ جي ڪپ تي ننڍڙا بنگلا، سنڌي ثقافت جو شاندار مثال آهن. شڪارپور جي سول اسپتال اصل ۾ راءِ بهادر آڏوداس، تاراچند خانگي خيراتي اسپتال هئي. حيدرآباد جو هوم اسٽينڊ هال ۽ بيسنت لاج ۽ ڪراچي ۾ ڊينسو هال ۽ لئبريري شاندار يادگار آهن. راءِ بهادر اوڌوداس پنهنجو نالو گيٽ جي فرش تي لکائي ڇڏيو هو تہ پلي ماڻهن جي پيرن هيٺ هجان، مٿي نہ، اهڙا هئا ڌرماتما.

ڪراچيءَ جي مسلمان سيٺين ۾ اٿين ڪيو جن ۾ سيٺ ڦدو (فدا علي) سيٺ چاڳلا، سيٺ موليڏنو ۽ سيٺ خالق ڏنو مشهور هئا. پارسين ته ڪونه گهٽايو، سيني کي مات ڏئي ويا. جهانگير ڪوٺاري، نادر شاهه ايدلجي ڊنشا ۽ جمشيد نسروانجيءَ جهڙا املهه ماڻڪ پارسين پيدا ڪيا. جمشيد نسروانجي ته مون پاڻ ڏٺو. اڇيون مڇيون، اڇو مٿو ۽ اڇا ڪپڙا، بس فرشتن جهڙو لڳندو هو. ڪراچيءَ جو ميئر هو. ڪراچي جا رستا صبح سوير پاڻ بيهي ڌوئرائيندو هو. وڪٽوريا گاڏيون ۽ ٽانگا هلندا هئا ڪو گهوڙو لڏ لاهيندو هو ته اتي جو اتي ڀنگي ايندا هئا ۽ کڻي ويندا هئا. مينهن پوندو هو ته رستا ڌوٻي اجرا ٿي پوندا هئا ۽ ڪو ڏُٻو به پاڻيءَ جو ڪٿي ڪونه بيهندو هو.

اهڙي هئي ڪراچيءَ جي صفائي ۽ رٿابندي جو ايشيا جو صاف ترين شهر سڏبي هئي. آزاديءَ کان پوءِ اهڙو انتشار متو جو هر شئي جو ٻيڙو ٻڏي ويو. رڳو هئا قبضا ۽ غير قانوني اڏاوتون ۽ ڪو ٻڌڻ وارو ڪونه هو. ميمڻ مسجد بندر روڊ وٽ وڏو قبرستان هو جو مسجد ۽ دوڪانن ۾ تبديل ٿي ويو. ڪچي ڪير؟ پلازه ڪوارٽر جي اوريان به قبرستان هو اهو به گم ٿي ويو. حيدرآباد ۾ ته ميان سرفراز وارو قبرستان جو تلڪ چاڙهي کان وٺي غلام شاهه ڪلهوڙيءَ جي قبي تائين هو سو شهر ٿي ويو. ميرن جا قبا به بنگلن ۾ لڪي ويا. ٻيو ته ٺهيو پڪي قلعي ۾ شهر اڏجي ويو ۽ هڪ بهادر سپاهي جي قبر تي دڪان ٺهي ويا. چو آخر چو. لاهور جي قلعي ۾ گهر نه ٺهيا، پشاور جي قلعي ۾ نه ٺهيا ويندي لال قلعي دهليءَ ۽ آگري ۾ هندن به ائين نه ڪيو، پر اسان جي پنهنجن مسلمان ڀائرن اسان جي سيني تي مگ ڏريا ۽ اسان اُف به ڪونه ڪئي. پوءِ به اسين بچڙا، سچ آهي، جيڪو پنهنجن حقن جي حفاظت نٿو ڪري ان کي ڌاريو به بچڙو ٿو سمجهي ۽ شايد اهو صحيح آهي. ڪلفٽن جو جهانگير ڪوٺاري پارڪ ۽ اڏاوت، صاف شفاف جرڪندڙ هئا. اسان راتيون وچي اتي گذاريندا هئاسون ۽ پڪنڪ ملهائيندا هئاسون. اڄ ڌپ، بدبو ۽ موٺاڳو لڳو پيو آهي. موالي ويٺا سوٽا هڻن. شِوَ جو ميلو به واهه جو لڳندو هو. هندو مسلمان جو ييد ياءُ ڪونه هو. سڀ اچي گڏ ٿيندا هئا. ڪراچيءَ جو سمورو حسن اتي اچي ڪنو ٿيندو هو. ڪا زيادتي، نالائقي يا جهيڙو جهڳڙو ڪونه ٿيندو هو. هرڪو آڪين جي ٻپاس اجهائي هليو ويندو هو. جمشيد نسروانجي نه رڳو ڪراچي پر اندروني سنڌ جي هاري، پورهيت ۽

سماج سڌارڪن جي بہ مالي ۽ اخلاقي مدد ڪندو هو. ڪامريڊ عبدالقادر ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي پاڻ مونسان اهڙي ڳالهہ ڪئي. الائي ڪهڙو واءُ وريو جو ماڻهو توڙي ملڪ ڊانواڊول ٿي ويا. حيدرآباد واري شاهہ مڪيءَ جو قلعو سڄو قبرستان ۽ بنگلن ۾ تبديل ٿي ويو. اتي بہ مسجد ۽ دوڪان ٺهي ويا. مسجد تہ بهانو آهي، اصل ڳالهہ آهي دوڪانن جي ۽ انهن جي پڳڙي ۽ مسواڙ جي. پارسي ماڻهن هڙئون وڙئون، دل جگر سان ڪراچي ۽ سموري سنڌ جي خدمت ڪئي. عوامي شاعر گدائي واهہ جو چيو تہ:

دودو ڏوڙ، چنيسر ڇائي،
ڇيڙهہ ڇڄن ۾ ڇتن ۾ ڇائي
ادو مئو، ادي ڇائي
واه جي آ آزادي آئي!

بيو هڪ دادو جو عوامي شاعر هوندو هو جمعو خان غريب، اهو بہ سماج جو ۽ عوامي مسئلن جو واهہ جو اظهار ڪندو هو، پر بزم مشاعره جا ڪرتا ڌرتا حاجي محمود خادم ۽ ڊاڪٽر ابراهيم خليل صاحب ڪيس اڳيان اچڻ نہ ڏيندا هئا تہ سندس ٻولي عوامي ۽ غير مهذب آهي. اڄ هجي ها تہ ڪيس ترقي پسند ۽ انقلابي سڏيو وڃي ها.

انقلاب ۽ آزادي جو آندولن بہ هندو ماڻهن شروع ڪيو. باقي عام مسلمانن ڪي ان سان ڪا دلچسپي نہ هئي، زميندار تہ هئا ئي انگريزن جا نمڪ خوار ۽ خير خواهہ. جيڪي چند پڙهيل ڳڙهيل مسلمان هئا سي بہ گهڻو تڻو سڀ ڪانگريسي هئا. مولانا محمد علي شوڪت علي توڙي محمد علي جناح صاحب بہ ڪانگريسي هئا. پهرين مهاڀاري لڙائي جي خاتمي تي جو ترڪي جي وڏي شاهي سلطنت ۽ خلافت ختم ٿي تہ مسلمانن ۾ وڏو تاءُ پيدا ٿيو ۽ خلافت تحريڪ شروع ڪئي وئي. سڄي هند سنڌ جي مسلمانن هندوستان جي انگريز حڪومت کي غير اسلامي سمجهي افغانستان ڏانهن هجرت جو فيصلو ڪيو. سنڌ ۾ لاڙڪاڻي جو مسٽر جان محمد جوڻيجو بئريسٽر ان تحريڪ جو اڳواڻ ٿيو. هوڏانهن ترڪي ۾ خود مصطفيٰ ڪمال پاشا خلافت ختم ڪري غير مذهبي (سيڪيولر) رياست جو بنياد وڌو، پر مسلمانن جو جوش ۽ جذبو ڪونہ گهٽيو جنهن کي انگريزن خلاف هٿيار طور استعمال ڪري مسلمان ليڊرن زور وٺايو. مهاتما گانڌي بہ وڏي سياسي چال

هلائي خلافت تحريڪ جي پنيرائي ڪئي. انهيءَ ڪري جو هندو مسلمان اتحاد پيدا ٿيو. تنهن انگريزن جون وايون ولڙيون ڪري ڇڏيون، انگريز بہ وڏا استاد هئا. نيٺ تہ سڄي دنيا تي حڪومت ڪئي هئائون. اهڙي چالبازي ڪيائون جو ملائن کي هُشي ڏنائون تہ تبليغ ڪري هندن کي مسلمان ڪيو. ڪيترائي هندو مسلمان تي ويا ۽ مسلمان خوشيءَ مان هنبوڇيون پيا هڻن. هوڏانهن انگريزن ڪن هندو دانشورن کي آماده ڪيو تہ هو شڌي تحريڪ هلائي مسلمانن کي هندو ڪن ۽ اهي بہ انگريزن جي چڪر ۾ اچي ويا ۽ نفرتون چوٽ چڙهي ويون.

حقيقت ۾ نہ هندو ازم ڪو مذهب آهي، نہ وري ڪو غير هندو، هندو جاتي ۾ اچي سگهي ٿو. هندو ازم هڪ ڌرم نہ پر سڀيتا آهي ۽ تمام جاندار ۽ وسيع آهي، جنهن هر مذهب کي پنهنجي ڌرم ۾ مدغم ڪري ڇڏيو. ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم ۽ پڻ گرونانڪ جو سک ڌرم بہ هندو سڀيتا جو حصو ٿي ويا. مسلمانن جي مزارن، مقبرن، پيرن، فقيرن وٽ بہ ويندا هئا. ويندي عاشورن جي تابوتن ۾ بہ هندو ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا. ڪي هندو تہ برڪت خاطر قرآن شريف بہ پاڻ وٽ رکندا هئا ۽ ان کي نمسڪار ڪندا هئا. مطلب تہ ويڇا متبا ٿي ويا ۽ هڪ گڏيل تهذيب جنم پئي ورتو. پر ڌارين انگريزن پنهنجي مفاد خاطر نفرتون ۽ ويڇا وڌائي هڪ تاريخي ۽ سماجي وهڪري کي بند ٻڌي پنهنجي حڪومت کي ٽيهہ چاليهہ سال طول ڏنو، هميشه لاءِ ڏچو پيدا ڪري ويا. مغلن بہ واهہ جو ڪم ڪيو ۽ هندن مسلمانن کي هڪجهڙا حق ڏئي هڪ گڏيل تهذيب جي راهہ هموار ڪئي، پر تاريخ جي ستم ظريفي جو اورنگزيب پيءَ کي قيد ڪري پنهنجي صوفي ڀاءُ داراشڪوه کي قتل ڪرائي زوري تخت نشين ٿي مسلمان نوابن، زميندارن ۽ فوجي سپهہ سالارن جا مفاد مظبوط ڪيا جن هندو راجائن، زميندارن ۽ فوجي سالارن کي نتي سَنو. جيڪڏهن دارا شڪوه تخت نشين ٿي وڃي ها تہ اڄ تاريخ مختلف هجي ها. منهنجو وڏو پٽ بدر هڪ سِٽ يا هڪ جملي ۾ ڏاڍي وڏي ڳالهہ ڪري ويندو آهي، هڪ لڳا چيائين تہ، مهاجرن ۽ اسان ۾ رڳو هڪ فرق آهي تہ هو اورنگزيب جا حمايتي آهن ۽ اسين دارا شڪوه جا. هندو ۽ مسلمان ميل ۾ بہ ڏاڍا عجيب عجيب ۽ وڏا وڏا واقعا ٿيا آهن. اڪبر اعظم جهانگير ۽ شاهجهان جهڙا عظيم حڪمران انهي ميل جو نتيجو هئا.

پير پٿورو ۽ اڏيرو لال تہ ڄڻ هونديائي هئا هندن جا ڌرمي آستان.

قلندر شهباز تي بہ هندن جي نچ پنهنجي مينديءَ جي رسم ٿيندي هئي. ڏسو تہ قلندر شهباز جا فقير اڄ تائين ڏاڙهي، مڇون، مٿو ڪوڙائين ۽ هندن وانگر چوٽي رکائين ۽ شوجي پوڄارين جيان سنک وڄائين. سنڌ جي عظيم شاعر ۽ دانشور شيخ اياز جي ماءُ هندو ۽ پيءُ مسلمان هئا. سز غلام حسين هدايت الله جي ماءُ مسلمان ۽ پيءُ هندو هئا. امير خسرو جنهن اردو زبان کي جياري ڇڏيو، تنهن جي ماءُ هندو هئي. جي ايئن نہ هجي ها تہ اڄ اڙدو زبان جو وجود ئي نہ هجي ها ۽ فوجي ڇانوڻين ۽ درٻارن ۾ ختم ٿي قدرتي موت مري وڃي ها. پر امير خسرو برج ڀاشا ۽ پوربي زبان جي سنگم جي مناس ۽ ترنم سان ان کي جلا بخشي ڪيتي، ڳوٺن، گهٽين ۽ عوام جي جذبن ۾ زنده جاودان ڪري ان کي دلين جي ڌڙڪڻ بڻائي ويو.

ڪاليج جي ڏينهن ۾ ڪراچي کان لاڙڪاڻي ريل رستي اچڻ وڃڻ ايترو تہ ٿيندو هو جو هر هڪ اسٽيشن جو سلسليوار نالو ۽ خصوصيتون ياد هونديون هيون. جهمپير اسٽيشن تي لٿس تہ هڪ ڏوتي بند هندو ويندر وٽ ويس، سائس حال احوال ڪيم تہ نالو ۽ ذات پڇيائين. جڏهن ٻڌايومانس تہ ابڙو آهيان تہ ٺڙي پيو. چي ڪاڪو علي خان ابڙو سڃاڻي، چيم تہ ان جو پٽ آهيان. پوءِ تہ چنبڙي پيو تہ لهہ مون وٽ هلي مهمان ٿي. ٻئي دفعي جو آسرو ڏئي هليو ويس. پوءِ سدائين سائس ملندو هئس ڇي مان جيڪي آهيان سو ڪاڪي علي خان ابڙي جي ڪري. هو هت ايندو هو تہ ٽڪندو ئي اسان وٽ هو. مونکي همٿائڻ ۽ پڙهائڻ ۾ هن جو وڏو هٿ هو. اڄان بہ تون مونسان گڏجي سري ۽ ڪرڇات هل تہ اتي جا سڀ هندو ڪيس سڃاڻن، توکي بہ مان ڏيندا ۽ ڏاڍو خوش ٿيندا. هڪ پڪو مسلمان پنج وقتو نمازي سو هندو ماڻهن جو گهر ڀاتي ۽ هڏڏوکي ٿي وڃي اهو هو علي خان ابڙو.

هندو ماڻهو پڪا ڏاڍا ٿيندا آهن. پڪائي تہ چڱي ڳالهہ آهي. مسلمان زميندارن جيان هٿ ڦاڙ ٿي قرضي ٿڄي زمينون گروي رکڻ کهڙي چڱي ڳالهہ آهي، پر هندو ماڻهو تہ نالا ئي رکندا هئا هزاري مل، لکي مل، ڪروڙي مل. هڪ دفعي لاڙڪاڻي ۾ دڙي محلي ۾ شام جو گهمي بابا هڪ گهٽي ۾ لڙيو تہ سيٺ ٺهڪڻ داس سان ملندا هلون. سيٺ ڏاڍو خوش ٿيو ڏاڍو آدرياءُ ڪيائين. گهر ۾ کٽن تي ويهاريائين. ڪچهري کان پوءِ اٿياسون تہ سيٺ بہ

گڏجي نڪتو. گهڻي پار ڪرائي چوُنڪ وٽ ٻهچي موڪلايوسين تہ سيٺ چيو تہ خان صاحب ايئن وري ڪيئن ويهو پاپڙ پاٽي تہ ڪيو. مان ٻار هئس ڪل روڪڻ لاءِ وات تي هٿ ڏنم. بابا بہ مشڪي چيس تہ، سيٺ ڏار ٿورو ئي آهيون وري ٻئي دفعي. ڏسو گهر مان وٺي گهڻي ٿپائي چوسول تي پاپڙ پاٽي جي صلاح هنيائين، پر ماٺهو ٺاهوڪو هو. نہ هٿ ٿاڙ نہ ٿرمار، ڪرمان باغ ۾ سندس بہ جايون خالي پيون هيون. هڪ بابا پندرهن رپيا مهينو مسواڙ تي ورتس. ڪرمان باغ اڄ وارو ڪونہ هو. سچ، پوٺو ۽ جهنگ هو. بس جهنگ ۾ بہ خالي جايون هيون، جتي ڪوبہ ڪونہ ٿي آيو. اسان آياسون تہ ٻي جاءِ ۾ عبدالڪريم منگي مختيارڪار آيو. ڪارو جهڙو ڪٺ، پر مڙس جي چال ڍال گفتگو ۾ وڏ ماڻهپائي ظاهر ظهور هئي. نيٺ تہ مختيارڪار هو ۽ 32-1930ع جو مختيارڪار اڄڪلهہ جي ڊپٽي ڪمشنر جي هلندي پڄندي کان گهٽ ڪونہ هو. نوڪر ٽيپدار، ڪوٽار، خلق جو هجوم لڳو پيو هوندو هئس.

اسان جي در تي پٽيوالو بہ ڪونہ هو. بابا هئو تہ وڏو آفيسر پر پٽيوالو نہ ساڻ ڪٽندو هو نہ گهر گهرائيندو هو. بس هڪ خانگي نوڪر اسان جي ڳوٺ جو ماڻٹ جمعو سانگي هوندو هو. نوڪر ڇا، گهر جو مالڪ هو. اسين ٻار سڀ کيس مامو جمعو چوندا هئاسون ۽ اوڙي پاڙي وارا کيس جمعو خان سڏيندا هئا. آفيسر بہ کيس ڪرسيءَ تي ويهاريندا هئا ۽ ڪچهريون ڪندا هئا. ڌوٻي ڌوتل ڪپڙا پائيندو هو ۽ پڳ ٻڌندو هو. ڳالهائڻ جو اهڙو فهميدو هوشيار ۽ نيڪ ڪردار جو مجال آ جو ڪوبہ مٿس آڱر کڻي. خير خواهہ ۽ ايماندار اهڙو جو اسان کي سيڌو مهانگو ملي ۽ هو سستو وٺيو اچي. گهر جو هر ڪم ڪار، خرچ پکو، ٻارن جي سنڀال، اسڪول، بيماري سيماري سڀ سندس ڪاتي ۾ هئا. پيءَ کان وڌيڪ اسان تي سندس نظر هوندي هئي. مونکي چٽي طرح ياد آهي تہ مان يا ڪوبہ ٻار بيمار ٿيو تہ مامو جمعو کٽ پرسان ڪرسي وجهي سڄي سڄي رات جاڳندو هو ۽ مٿي تي پٽيون رکندو ۽ ٿرماميٽر سان بخار ڏسندو هو. امان هئي ڪاوڙيل ۽ چيڙاڪ سا گهٽ وڌ ڳالهائيندي هئس تہ صبر سان سهي ويندو هو. هڪ دفعي مان ڏاڍو بيمار ٿيس، امان ۽ جمعو سڄي رات جاڳندا رهيا. صبح جو امان چيس تہ وڃي ڊاڪٽر پوهومل کي وٺي آ. ڊاڪٽر جي في هڪ رپيو ۽ ٽانگي جا اٺ آنا، امان انتظار ۽ خوف ۾ ايترو خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي. مامي جمعي ڌيرج سان

چيو تہ وچان تہ تو پر ڊاڪٽر ايندو ڪونہ. هيڏو وڏو ڊاڪٽر آهي ۽ مريضن جي بہ پيڙ هوندس الائي اچي الائي نہ. امان ڪاوڙ مان بہ تي گتا لفظ ڳالهائي چيس تہ، وچ ڪيئن بہ ڪري وٺي اچينس. جمعو ويو تہ گم ٿي ويو. ڪچڙي منجهند جو ڊاڪٽر کي وٺي آيو. امان بہ ٿي دڙڪا وهائي ڪڍيس. ڊاڪٽر پاڻ چيو تہ، مون وٽ وينو رهيو جيسين وچي ڪجهہ واندڪائي ٿي سو بہ اهڙا اکر ڳالهايائين جو مان مجبور ٿي هليو آيس. چي صاف جواب ڏنومانس تہ بہ ويهي رهيو جڏهن ڪجهہ هلڪائي ٿي تہ چيائين، ڊاڪٽر صاحب! هاڻي ڪٿي هلو اسان جو بہ ڀلو آهي تہ توهان جو بہ فائدو آهي. ڊاڪٽر صاحب چڙي پيو چي توهان جو تہ فائدو آهيئي، پر مونکي ڪهڙو فائدو. ڊاڪٽر کي فيءَ جي تہ پرواهہ ڪانہ هئي سو مورڳو ڪاوڙجي پيو. جمعي ڏاڍي صبر ۽ عزت سان چيس تہ ڊاڪٽر صاحب توهان جو بہ فائدو آهي، ڏسو نہ توهان کي بہ پنهنجي مريض جو انتظار هوندو سو لهي پوندو. ڊاڪٽر صاحب کلي وينو چيائين، ڏاڍو زورآور آهين وٺي اچ ٽانگو. اهڙو هو مامو جمعو گفتگو جو هوشيار ۽ سمجهدار. پيو تہ ٺيهو پر خانبهادر اسراڻ جهڙو مدبر ۽ دبدبي وارو ماڻهو بہ ڪيس سڏي ڪرسيءَ تي ويهاري ڪچهري ڪندو هو. اسان جون مٿيون مائٽيون ۽ نياڻين جي اٿارڻ ۾ بہ سندس هٿ هو. ڀچاڙي ۾ ٿي بي (سلهہ) ٿي پيس. اسان بہ وس آهر سندس علاج ۾ ڪونہ گهٽايو. براندي، بيضا ۽ ڪڪڙ وغيره سندس لاءِ ايندا هئا. آخر چيائين تہ هاڻ ڇڏيو تہ ڳوٺ وڃان. ڳوٺ وڃي ٻارن سان بہ ٽي مهينا گذاري لاڏاڻو ڪري ويو. آهن اهڙا وفادار، سياڻا ۽ ايماندار نوڪر اڄڪلهہ! مير صاحبن وٽ ڪي اهڙا خانداني پشتي ماڻهو هجن تہ هجن باقي پيو مڙيوئي خير آ. ذوالفقار علي خان ڀٽي هڪ دفعي مير علي احمد خان کي چيو تہ، ڪيس ڪو وفادار ايماندار ماڻهو ڏئي جو سندس خاص خدمتگار ۽ باڊي گارڊ ٿي ڪم ڪري، مير صاحب ڪيس پنهنجو آزمايل ماڻهو نورو ڏنو، جنهن خوب پاڻ ملهايو. جڏهن ڀٽو صاحب پريزيڊنٽ ٿيو تہ نورو، نور محمد مغل ٿي ويو ۽ وڏي عزت ماڻيائين ۽ خوشحال ٿي ويو. سندس هڪ ٻالڪو فهيم مغل اڄڪلهہ ڊپٽي ڪمشنر جي گريڊ جو آفيسر آهي ۽ وڏي پئسي وارو آهي.

بابا جون ڪهڙيون وصفون بيان ڪري ڪهڙيون ڪيان. ڪڏهن ڪاوڙ ڪونہ ڪيائين ڪڏهن ٺڪ ڪانہ هنيائين. هڪ دفعو ياد اٿم تہ ميرپور خاص

۾ نوڪر تي ڏاڍي ڪاوڙ ڪيائين ته چيائينس ته وڏو گڏهه آهين. بس.

مونکي گشت ۾ پاڻ سان گڏ ڪٺندو هو. ماستر صاحب جو ڪچو ٻاراڻو ۽ پڪو ٻاراڻو پڙهائڻ ۾ ٻه سال وٺندا هئا سو ٽن مهينن ۾ پورو ڪرائي ڇڏيائين. عجيب طريقو پڙهائڻ جو هوندو هئس جو روزانو رڳو اڌ ڪلاڪ پڙهائيندو ۽ لکائيندو هو ۽ هڪ هڪ اکر ذهن تي نقش ٿي ويندو هو. ٻار جي ذهن کي اجاگر ڪندو هو ۽ ڪيس سوچڻ تي مجبور ڪندو هو. مثلاً الف بي جو آخري اکر ي ياقوت آيو ته مونکي "ي" ڏيکاري چيائين هيءَ ڇا جهڙي آهي. چيائين بس سبق پورو ٿيو سياڻي ٻڌائجانءِ. مان راند ۾ لڳي ويس پر ڌيان سڄو "ي" ڏي هجي. شام جوئي مونکي خيال آيو ۽ ڊوڙي وڃي ڪيس چيم ته اها ڇڻ ڪُڪڙ آهي ۽ هينان ٻه آنا پيا اٿس. ڏاڍو خوش ٿيو. خوشيءَ ۾ ڳاڙهو ٿي ويندو هو. خوش ٿي مونکي شاباس ڏنائين ۽ "ي" لکارايائين ۽ ان جو استعمال سمجهايائين. پوءِ اخبار تعليم ۾ مضمون لکيائين ته ٻارن کي سيکارڻ نه، ٻارن کان سکڻ گهرجي. ٽن مهينن ۾ ڪچو ٻاراڻو پڪو ٻاراڻو، ڪوڙا ۽ جوڙ ڪٽ ٻه سيکاريائين. ڪوڙا ۽ جوڙ ڪٽ ماچيس جي تيلين تي سيکاريائين. ڏهه تيليون ڪڍي رکندو هو ۽ چوندو هو ته هڻ مان چار ڪڍي ڇڏ يعني ڪٽ ڪر ۽ ٻڌاءِ ته باقي گهٽيون بچيون. يا پنج تيليون جدا رکي چوندو هو ته هڻ ۾ ٻه واڌو ڪر ته گهٽيون ٿي پونديون. مونکي ته جهڙي راند ٿي لڳي ۽ سڄو ڏينهن تيليون ڪنيون وٺو جوڙ ڪٽ ڪندو هئس. ڏهن ڪان مٿي ٻه عجيب نموني آسان ڪري ڇڏيائين. ڇا ڪيائين جو ڏهن تيلين جو مُڇو ناهي ڌاڳي سان ٻڌي بنڊل ناهيائين ۽ ٽي تيليون جدا ڪليل ڪري رکيائين. ڪل ٿيون تيرهن. پوءِ چيائين ته هڻ مان چار ڪٽ ڪر. مون ٽي ڪليل ته جهٽ ڪٽي ورتيون پوءِ منجهي پيس ته چوٿين ڪٽان ڪيان. چيومانس ته بنڊل ڪوليان. چيائين شاباس بنڊل، جنهن کي ڏهاڪو چوندو هو سو ڪولٺو ئي پوندو. پوءِ ان مان هڪ ڪڍي ۽ ڳڻائي پڇندو هو ته باقي گهٽيون بچيون. جواب آ سان هو. اهڙو حساب سليٽ تي ٻه لکائيندو هو. ايئن ٽي مهينا پڙهائي مونکي لاڙڪاڻي جي ميونسپل مين اسڪول ۾ پهرئين درجي ۾ داخل ڪرايائين. اتي سائين دين محمد ماستر هوندو هو، جو پٽڪو ٻڌندو هو ۽ ڪوٽ پائيندو هو. پلوڙ ماڻهو هو. اتي ٻه مان پهريان نمبر پيو ڪٽان، ڪرمان باغ مان پنڌ ئي پنڌ سڄي سيئو بازار لتاڙي تلاءَ ڪان ڦري، بولس باغ ڪان ٿي

اسڪول پهچبو هو. اتي الهہ بخش انصاري (اڄ جو انيس انصاري)، دولت ولد ٽيڪچند، دوست محمد ابڙو ۽ فيض محمد ڪاسائي منهنجا هم ڪلاسي هئا ۽ سنگتي بہ. دولت هندستان هليو ويو ۽ فيض محمد ڦوهہ جوانيءَ ۾ گذاري ويو. دوست محمد ابڙو تہ سالن جا سال هم پيشي وڪيل رهيو باقي الهہ بخش انصاري خاموش طبيعت ۽ پاسيرو رهيو.

بابا جي زندگي، اٿڻي ويهڻي، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، ناتا رشتا سڀ ڪجهہ تعليم ۽ سبق هئا. امان چيڙاڪ، اٿيڙهيل ۽ زبان جي تيز هئي. سا جي مٿبي هئي تہ ڌم جهيڙو مچي پوندو هو. بابا جو صبر بہ مٿن ۾ هو. ڪيس عزت سان بيگم ڪري سڏيندو هو. سو رڳو ايترو چوندو هو تہ "مار بيگم توکي تہ ڌاڌي ڪاوڙ آهي" . بس امان چپ ٿي ويندي هئي. بابا جو ڳالهائڻ نرم، سمجهائڻ سٺي، ڌيرج، سچائي ايمانداري محنت، پاڪائي ۽ پاڪيزگي بذات خود وڏا سبق هئا. ماڻهو پاڻ بذاتہ عملي نمونو بڻجي پوي تہ زبان سان چوڻ جي ضرورت شاذو نادر ئي پوندي. مثال وري هر ڪنهن جو همدرد ۽ هڏڏوڪي، بس سمجهڻ ۽ پرجهڻ جي ڳالهہ آهي، چوڻ جي ناهي. سندس طبيعت ۾ ناپر ايڏو هو جو چوندو هو تہ منهنجي پنيان بندوق جو نڪاءَ ڪري ڏسو. مونکان چرڪ بہ ڪونہ نڪرندو. واقعي ايئن ڪري ڏٺو سون تہ ڪانئس چرڪ بہ ڪونہ نڪتو. گرمين جي موڪلن ۾ جاءِ مسواڙ تي وٺي ڪوٺڙيءَ ۾ رهندا هئاسين. اتي اسانجو ننڍي ۾ ننڍو ڀاءُ نجم گذاري ويو. امان پٽ تي ڪري ليٽڙيون پائي زارو زار پٽي روئي. وري اتي مهن ڌوئي وار نيڪ ڪري بابا جي ڪمري ۾ آئي ۽ چيائينس تہ شمن جا پيءُ الله توکي چار پٽ ڏنا، هڪڙو وٺي چٽيائين تون دل ۾ نہ ڪجانءِ بابا ڪان هڪ ڳوڙهو بہ ڪونہ نڪتو. ماٺ ٿي ويو. امان اسانکي چيو تہ گهر کان ٻاهر وڃ هيٺان آرام ڪرسي وجهي ڏيوس ۽ اتي وڃي وٺس ويهو. ايئن ڪيوسون ۽ ٻيا ماڻهو بہ اچي ويا. بابا، دل جو مريض هوندي بہ صبر ۽ سڪون سان وينو رهيو. پنهنجو ڏک ايئن برداشت ڪيائين، ٻئي دفعي مان ۽ پاڻ حيدرآباد کان راجا واري گاڏي ۾ ميرپور خاص پي وياسين. سيڪنڊ ڪلاس گاڏي ۾ ويٺا هئاسون، پليٽ فارم تي هڪ هندو ڪٽنب جي ڇڄ هئي. اتي ڪنوار، ماءُ کان موڪلايو ۽ هڪ ٻئي کي چنبڙي رنيون تہ هيڏانهن بابا جا بي اختيار ڳوڙها جهل ئي نہ ڏين. رومال سان اکيون ۽ نڪ اگهندو رهيو. اها هئي ٻين سان

همدردي ۽ هڏ ڏوکي واري جهلڪ. ميرپور خاص وارو سيٺ هرچند راءِ به ساڳئي گاڏي ۾ هئو. تنهن مذاق ۾ چيس ته خانصاحب ڇچ پرائي ۽ توهان؟ پوءِ سيٺ لائيم سوڊا گهرائي پاڻ لاءِ مون لاءِ ۽ بابا لاءِ. مون چيس سيٺ بس، سمجهي ويو. نيٺ ته اصل نج سيٺ هو. سڄي گاڏي لاءِ لائيم سوڊا گهرايائين. تن ڏينهن ۾ ڪوڪاڪولا وغيره ڪونه هوندا هئا. برف جي ڪارخانن ۾ سوڊا وغيره جون بوتلون پربيون هيون. جن جو منهن ڇڏي (شيشي جو بلور) سان بند هوندو هو. سيٺ چرچو ڪندي مونکي چيو ته هاڻ ٻر پئسا. مان هئس ٻار سو نڪ جواب ڏنومانس ته اڳ ۾ ٻڌائين ها ته اسان پيئون ئي ڪونه ها. بابا به کلي وينو ۽ سيٺ کلندي پئسا ڀري ڇڏيا. سيٺ سان پوءِ به ملاقاتون ٿيون ۽ ڏاڍي اکير سان ملندو رهيو پر لائيم سوڊا واري ڳالهه ياد نه اٿس. هن وقت عمر 86 سال اٿس.

بابا جو حلم، سادگي ۽ صاف گوئي مثالي هئا. لڄارو حيا وارو ۽ وضعدار به حد درجي جو هو. حضور ﷺ بابت پڙهيم ته جيڪڏهن ڪو وٽن وينو هوندو هو ته پاڻ به اوستائين وينا هوندا هئا جيسين هو ازخود اٿي يا رستي تي ڪو جهلي ساڻن ڳالهائي ته پيا ٻڌندا هئا ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو ساڻن هٿ ملائيندو هو ته پاڻ هٿ نه ڇڏيندا هئا جيسين اڳلو نه ڇڏي. بابا مرحوم جي به اها حالت هئي. پاٽ وارو شفيع محمد قريشي، بئريسٽر عبدالوحيد قريشي جو ٻيءُ جو سندس ماتحت به هو، سو موڪل ڏينهن صبح ساڻ اچي وٽس ويهندو ته منجهند ٽي ويندي هئي. قريشي صاحب دراز ريش مبارڪ وارو بزرگ، شريعت جو پابند، اچي فقه ۽ مذهب جا مسئلا ڇيڙيندو ته پيو ڳالهائيندو. هيڏانهن امان جي دانهن پئي پوي ته هي ته ويل ٿيو پٺهين وقت جو پابند. وقت تي دوا کائي، وقت تي لکي پڙهي وقت تي ماني کائي وقت تي سمهي هاڻي ڇا ڪجي. اسان ٻار چئون ته وڃي بابا کي ٿا چئون ته ماني تيار پئي آ هلي کائو، ته امان جهليندي ته نه اهو مناسب ناهي، مهمان سمجهندو ته مونکي ڪڍڻ لاءِ ٿا چون الائي ڇا. ايتري ۾ ادا وڏو شمس اچي ويندو ۽ چوندو ته منٽ ۾ ٿو اماڻيانس. امان جهليندس ته نه متان اهڙو ڪم ڪيو اٿئي. شمس چوندو هو مان ڪجهه نٿو چوانس هٽ ئي وينو آهيان ڏسو ته ڪيئن ٿو اٿي. فوني کي چاٻي ڏئي ڪٽي رڪارڊ چاڙهيائين ته راڳ ۽ ساز شروع ٿي ويو. قريشي صاحب شرع جو پابند، غير شرعي عمل ڏسي لاحول

پڙهي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ موڪلائي هليو ويو. بابا به اچي نماز پڙهي ماني کائي ليٽي پيو. جڏهن ٻڌايوسونس ته قريشي صاحب کي پڇائڻ لاءِ فونو وڃايوسين ته ڏاڍو ڪليو. مطلب ته پاڻ زبان سان قريشي صاحب کي ته حجاب وچان ا رو به نه چئي سگهيو ته قريشي صاحب هاڻ نماز جو وقت ٿي ويو آهي، جيتوڻيڪ قريشي صاحب سندس ماتحت هو. حديث شريف آهي ته، لڄ ۽ ايمان ٻه گڏيل سگ آهن، جي هڪڙو اٿي ٿو وڃي ته ٻيو به هليو ٿو وڃي. حديث شريف آهي ته، بهترين ورثو جو توهان اولاد کي ڏئي سگهو ٿا سو آهي خلق. ٻي به هڪ حديث شريف آهي ته، مان نبي ان لاءِ ڪري موڪليو ويو آهيان ته ماڻهن جي اخلاق کي زور وٺايان. يعني نبوت جو مقصد ئي هو اخلاقن کي زور وٺائڻ. پاڻ سڳورا اخلاق جو بهترين نمونو هئا، برداشت، ڌيرج، عزت، محبت، مان مريادا جهڙيون وصفون منجهن ڀرپور ۽ بي حساب هيون. اندازو لڳايو ته هڪ اعرابي سفر ڪري تڪڙو تڪڙو مسجد نبوي ۾ داخل ٿيو ۽ ايترو مجبور هو جو مسجد ۾ ئي هڪ ڪنڊ ۾ پيشاب ڪرڻ ويهي رهيو. اصحاب سڳورا کيس منع ڪرڻ لاءِ اٿيا ته حضور ﷺ جن کين روڪيو ۽ چيو ته هن کي آرام سان واندو ٿيڻ ڏيو. جڏهن هو شخص واندو ٿي آيو ته حضور رحمة اللعالمين کيس ڪجهه به نه چيو. پوءِ کيس پاسيرو وٺي سمجهايو ته مسجد ۾ ايئن نه ڪبو آهي. برداشت ۽ رحم ۽ خلق جي حد ته ڏسو. اڄ جيڪڏهن ڪو مسجد ۾ ايئن ڪري ته هوند ملان ۽ ماڻهو سندس هڏ گڏ پڃي رکن، اهڙيون ڳالهيون ۽ حديثون بابا اسان کي ننڍي هوندي ئي ذهن نشين ڪرائيندو هو. بلڪ اهڙيون حديثون ڪاري مس ۽ ڪلڪ سان سهڻن اکرن ۾ لکائي گهر ۾ لڳائي ڇڏيون هئائين جيئن هر وقت ڏسندا رهون. پاڻ سڳورن جي اٿڻي ويهڻي، پوشاڪ ۽ کاڌي وغيره بابت به ٻڌائيندو رهندو هو. پاڻ به ڪوشش ڪري عملي طرح ايئن ئي ڪندو هو. ڪڏهن به کاڌي مان وڏ ڪونه ڪڍيائين. جهڙو مليس جيترو مليس، شڪر ڪري کائي ويندو هو. ڪڏهن ڪو کاڌو وڻيس ته ضرور ساراهه ڪري چوندو هو، ”بيگم! اڄ ته ماني فرسٽ ڪلاس هئي“ فرسٽ ڪلاس جو لفظ گهڻو ڪري پسنديده عمل، نتيجي يا ڪنهن به شئي لاءِ استعمال ڪندو هو. اهڙي طرح قرآن شريف جون ننڍيون آيتون به ڪاري مس سان لکرائي گهر ۾ پٽين تي هڻائي ڇڏيون هئائين. مثلاً فضول خرچ ڪندڙ شيطانن جا ڀائر آهن يا تحقيق ڪوڙ ڳالهائيندڙ

تي الله جي لعنت آهي وغيره. ننڍي هوندي ڪچي ذهن تي اهڙيون ڳالهيون نقش ٿي وڃن ٿيون. ڏسو ٻاراڻي درجن جا پڙهيل بيت اڄ به اسان کي ياد آهن ۽ اڄ ڪوشش ڪرڻ سان به سنا سنا شعر ياد نٿا پون. پيرومل مهر چند جا بيت ”منهنجي امڙ“ ۽ ”وقت ڇٺي آءُ بادشاهه“ سٺ پنجهٺ سالن کان پوءِ به اڄ تائين ياد آهن. بابا کي ٻار جي نفسيات جو ڀرپور علم هو تنهن ڪري ننڍي هوندي ئي اهڙيون تدبيرون ڪيائين. ننڍا ننڍا ۽ سؤلا سؤلا مثال ڏئي وڏا معاملا سمجهائي ڇڏيندو هو. مثلاً برداشت ۽ ٻين جو حق تسليم ڪرڻ لاءِ چوندو هو ته بابا ڏسو ته بازار ۾ اڪيچار ماڻهو آمهون سامهون مخالف رخ ۾ پيا هلن، جيڪڏهن ڪو چوي ته مان ته نڪ سامهون سڌو ويندس ۽ پاسيرو نه ٿيندس ته ضرور ٽڪراءُ ٿيندو ۽ توڙ تائين پهچي به ڪونه سگهبو، پر جي ٻين کي راهه ڏيندو، مُڙندو پاسو وٺندو ويندو ته ضرور توڙ تائين پهچي ويندو. اهڙو مثال ٻڌي اسين ٻار ته سيئو بازار جي منظر ۾ گم ٿي ويندا هئاسون ۽ آسيرو پاسيرو ٿي گهاڙ واهه تائين نڪري ويندا هئاسون. ادا وڏو شمس الدين ابڙو ته قوت برداشت جو بيمثال نمونو بڻجي ويو. ڪڏهن به ڪاوڙ ۽ غصو ڪونه ايندو هوس بس وينو کلندو هو. وٽس هڪڙو نوڪر بورچي هئو. ڏاڍيون چوريون ڪيائين. مون توڙي ٻين دوستن کيس بار بار ٻڌايو ته به چوندو هو ته برابر چور آهي پر ويچاري کي جوا جي عادت آهي سو ڇا ڪجي. تانجو اوڙي پاڙي جي معزز ماڻهن شڪايتون ڪيس ته استاد (سڀ کيس استاد سڏيندا هئا، ويندي ذوالفقار علي خان پٺو به کيس استاد ڪري سڏيندو هو) تنهنجي نالي تي اسان کان روڪ رپيا ۽ هنڌ بسترا به وٺي ويو آهي. سڏي نوڪر کان پڇيائين ۽ انهيءَ مڃيو. تڏهن وڃي صوبيدار کي گهرائي نوڪر سندس حوالي ڪيائين. مٿس ڪيس هليو ۽ ڇهه مهينا سزا کائي ويو. مان تن ڏينهن ۾ ڪيپري ۾ جج هئس. هڪ دفعي جو اڇان ته ساڳيو نوڪر پيو ڪم ڪري. حيران ٿي چيم ته، ادا هيءَ ڇا؟ کلي چيائين ته ادا ڇا ڪجي بک ٿي مئو، ٻيو ته ڪو نوڪري ڪونه ڏئيس ها سو، چيومانس ته ڀلي ڪم ڪر. اها هئي قوت برداشت جي تعليم ۽ تربيت، جا بابا اسان کي ڪچي وهيءَ ۾ ئي ڏني هئي.

مان جڏهن ڪيپري ۾ جج جي چارج ورتي ته بابا جو جيڪو پهريون خط مون وٽ پهتو سو مون وٽ اڃا سانديل آهي. بابا اسان سڀني سان خط و

ڪتابت انگريزيءَ ۾ ڪندو هو. اسين به ائين ڪندا هئاسون. پهرئين خط ۾ لکيائين ته، ”پٽ ضمير جو پئسن سان سودو تمام مهانگو سودو آهي. سو ڪنهن به وقت جيڪڏهن سمجهين ته ان ڪان سواءِ چارو ناهي ته هڪدم نوڪري ڇڏي واپس هليو اچجانءِ. الله وٽ ۽ مون وٽ ايترو ڪجهه آهي جو توکي ڪارائي سگهنداسون.“ ڇا ٿا ڀانيو؟ ڪنهن جو پيءُ اهڙي معزز نوڪري ڇڏڻ جي تلقين ڪري ته پوءِ ڪير آ جو ضمير جو سودو ڪري ۽ رشوت وٺي، اهڙا پيئر به گم ٿي ويا. الله واقعي ڏٺي ٿو. مان ان جو زنده مثال آهيان ۽ گواهي ڏيان ٿو.

الله رب العالمين آهي ۽ رزق جو ذمو پاڻ کنيو اٿائين. بابا جڏهن 1944ع ۾ رٽائر ٿيو ته سندس پينشن 240 رپيه ماهوار مقرر ٿي. پاڻ بلڪل فڪرمند ڪونه ٿيو. هاسٽل ۾ سيني شاگردن ۽ استادن گڏجي سندس الوداعي دعوت ڪئي. ڪجهه استادن ۽ شاگردن تقريرون ڪيون، ڪجهه شاگرد ته زارو قطار روئڻ به لڳا. آخر ۾ پاڻ اٿي وعظ نموني سيني کي نصيحتون ڪيائين ۽ مزاحيه جملا به ڳالهايائين پر مون ڏٺو ته سندس اکين ۾ به پاڻي تري آيو هو. خدا جو شان ڏسو ته سرڪار پاران ڪيس مير تاج محمد خان خلف شير سنڌ مير شير محمد خان جو اتاليق مقرر ڪيو ويو پنج سؤ رپيه ماهوار وظيفي سان. ٻڍيءَ جا بيٺا ٿي پيا. پاڻ ميرپور خاص غريب آباد محلي ۾ جاءِ مسواڙ تي وٺي رهائش اختيار ڪيائين. خانبهادر محمد حيات خان جوڻيجو سندس پاڙيسري هو. خانبهادر صاحب رڄ چڱو مڙس، لاجواب ماڻهو هو. ڪروڙ پتي پشتي زميندار هو ته به پوشاڪ، رهائش ۽ اٿي ويهڻي بلڪل سادگي واري، سونهاري هوندي هئس ۽ اڇي پڳ ٻڌندو هو. مهمان جام ايندا هئس غريب غربا هاري ناري ۽ ٻيا. مون پنهنجي اکين سان ڏٺو ته خانبهادر صاحب پاڻ پنهنجي هٿن سان ٻوڙ جا ڊاڪون ۽ مانين جون ٿالهيون کنيو پيو ايندو هو. وري هٿ به سيني کي پاڻ ڌوئاريندو هو. اها شاناٿي روش به اڄڪلهه گم ٿي وئي آهي. اتي ئي سندس ٻن فرزندن ڪريمداد ۽ علي خان سان واقفيت ٿي جا سالن جا سال هلندي اچي. ڪريمداد گذاري ويو آهي باقي علي خان ۽ سندس ننڍو ڀاءُ سانگهڙ ڇڏي مستقل ڪراچي ۾ رهن ٿا. علي خان ته نواز دور ۾ فيڊرل منسٽر به ٿيو. خانبهادر صاحب ٻنهي پٽن کي ننڍي ئي پروفيسر ڊيو آرٽ جي حوالي ڪري ڇڏيو هو، جنهن جي فئملي سان هو گهر ڀاتي طور رهندا هئا. هو

ڪريمداد کي ڪينٽ ۽ علي خان کي ايلن ڪري سڏيندا هئا، پر ٻنهي پنهنجو ديسي ڪلچر ڪونه ڇڏيو. ڪريمداد ته منهنجو گهاٽو دوست هئو پر جهڙوڪر منهنجو مريد هو يعني منهنجي اخلاق ۽ ڪردار کان ڏاڍو متاثر هو. ساٿس گڏ مون پروفيسر ڊيوآرٽ سان به ملاقاتون ڪيون پر هو صاحب مونکي بلڪل سطحي نظر آيو. ٻاهريون ڏيک ويک، پوشاڪ ۽ شاهوڪاري ڪيس گهڻو متاثر ڪندا هئا (سنڌس مداحن کان معذرت). منهنجي ننڍي ڀاءُ ڪمال جو هڪ گهاٽو يار هو محمد علي ٽڳڙ، جو نذر محمد ٽڳڙ اي - ڊي - ايم حيدرآباد جو ننڍو ڀاءُ هو. نذر محمد به واهه جو يار ويس ماڻهو هو. حيدرآباد جا سڀ وڏا ماڻهو توڙي غريب غربا مٽ مائٽ وٽس ڳاهٽ پيا ٿيندا هئا. ڪارائتي پيارڻ رهائڻ ۽ سنڌن ڪم ڪار ڪرڻ سنڌس شيوو هوندو هو. وڏي هلندي پڄندي وارو ۽ فياض هو. محمد علي ٽڳڙ کي شهزادن وانگر پاليائين. محمد علي ٽڳڙ خوبرو جوان هو. پروفيسر ڊيوآرٽ ڊي - جي نيشنل ڪاليج جو پرنسپال بڻيو. ڪو شاگرد وٽس ڪم ڪار سان ويندو هو ته ڪيس پيرن کان وٺي مٿي تائين جاچيندو هو ۽ جيڪڏهن منجهس ڪا وڏ نظر آئي ته اتي جو اتي ڇڙٻ ڏئي واپس ڪندو هو. محمد علي ٽڳڙ ڏاڍو سمجهو ۽ چتر هو. پلو فل سوٽ ڪڍي انهي ئي رنگ جي قميص نهراياءين جنهن کي بٽڻ به نيلي رنگ جا وجهاراياءين ان تي ميچنگ ٽاءِ ٻڌي چمڪيلو بوٽ پائي وڃي پروفيسر ڊيو آرٽ سان سنڌس بنگلي تي مليو، جنهن ڪيس هيٺ کان مٿي ڏسي ڪلي ڇيو ته في الحال منهنجي ڊيءَ سان ڪچهري ڪر مان اجهو ٿو اچان. ڪرستان ڪلچر ۽ گووا جو ڪلچر ائين هو. مون به عمر گذاري آهي ڪراچي ۾ ۽ مون ۽ منهنجن ڪيترن دوستن جو اهوئي تجربو هو. مير علي بخش خان ٽالپر ايم اين اي شاگردي واري زماني ۾ رهندو ئي سامريسٽ اسٽريٽ جي هڪ فليٽ ۾ هو جتي رڳو ڪرستان ۽ گوواني هئا. مرحوم قيصر خان جتوئي ايڊووڪيٽ به اتي ئي رهندو هو. شمس الدين بلوچ ته شادي ئي هڪ ڪرستان ڇوڪري سان ڪئي ۽ هاڻي ان سان گڏ آمريڪا ۾ رهي ٿو.

غريب آباد ميرپورخاص ۾ رٽائر ٿيڻ کان پوءِ به بابا ڀرپور زندگي گذاري. هڪ ته مير تاج محمد خان، جو جوانيءَ ۾ قدم رکي رهيو هو، ان جي سنڀال سندس ذمي هئي ۽ ان تي پورو پورو توجهه ڏنائين. مير صاحب هڪ ته ميراڻو ٻار ٻيو سندس عادتون پڪيون ٿيل. مثلاً مير صاحب صبح جو

ننڍ مان دير سان اٿندو ۽ سڄو ڏينهن آلسي ٿيو پيو اوٻاسيون ڏيندو هو. مهيني
ٻن ۾ مير صاحب ماڻهو ئي ٻيو ٿي ويو. صبح جو سوير اٿڻ، ڏندڻ ڪرڻ،
وهنجڻ، ورزش ڪرڻ، ڪاڌي ۾ ڀاڄيون، ميوا ۽ کير استعمال ڪرڻ، پڙهڻ
تي ڌيان ڏيڻ، استادن جي عزت ڪرڻ، اسلامي ڳالهيون شوق سان ٻڌڻ،
جڏهن اهي سڀ تبديليون مير صاحب ۾ اچي ويون ۽ هڪ ذميدار نوجوان ٿي
پيو ته بابا پاڻمرادو مٽي لکي موڪليو ته هاڻي مير صاحب کي سنڀاليندڙ جي
ضرورت نه آهي بلڪ هو پاڻ سڀ ذميواريون سنڀالي سگهي ٿو. مير صاحب
اڄان به جڏهن مونسان ملندو آهي ته اهڙيون ڳالهيون ڪندو آهي ۽ بابا ته ڇا،
منهنجي به عزت ڪندو آهي.

غريب آباد ۾ اسان جي گهر جي پٺيان واري گهٽيءَ ۾ مير امام بخش
خان ولد سردار بهادر مير الهداد خان ٽالپر نئون بنگلو جوڙايو جو تمام سهڻو
هو. مير امام بخش خان منهنجي دوست مير علي بخش خان جو وڏو ڀاءُ هو.
مير صاحبن ۾ مزاح جو حس ڏاڍو ڀرپور هئو. خود سردار بهادر جو به اهو ذوق
هو. بابا هڪ دفعي سردار بهادر کي چيو ته توهان وٽ سون امانت رکڻو اٿم.
سردار بهادر خنده پيشاني سان چيو ته ڀلي، دير ڇاجي آهي. مان پاڻ حيران ته
بابا وٽ سون ڪٿان آيو. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ بابا وري سردار بهادر وٽ هليو ۽
کيسي مان هڪڙي ڏهن تولن واري سون جي ڏٽي ڪڍي کيس ڏنائين. سردار
بهادر ٺهڪ ڏئي چيو، "مار خانصاحب، توتي ته وڏو بار هو. سڄو ٻاچڪو سون
جو پٺيءَ تي لڏي آيو آهين."بابا طنز سمجهي مشڪندي چيو ته، منهنجو
ٻاچڪو اهوئي آهي. مجاڻ بچت خاطر هڪ هندو ماستر جي صلاح تي ڏهہ
تولا سون وٺي رکيو هئائين. تن ڏينهن سون جو اگهہ پنجاهہ سٺ رپيہ تولو هو.

انهيءَ پوئين گهٽي ۾ مسجد هئي، جنهن ۾ جمعي نماز پڙهندا هئاسون.
خطبو ملان پڙهندو هو، امامت به اهو ڪندو هو. دعا کان پوءِ بابا اٿي بيهندو
هو ۽ سيني کي ويهڻ لاءِ چوندو هو ۽ پوءِ وعظ ڪندو هو، اسلامي معاشري
۽ سماج تي ۽ سيرت النبي ﷺ تي. عالم ته هو وري اخلاص ۽ همدردي به
سو ماڻهو سندس عزت ڪندا هئا ۽ کيس سڃاڻندا به هئا سي هر جمع تي
سندس وعظ جو شوق سان انتظار ڪندا هئا. ملان کي اچي ڏٻ لڳو ته هي
رٽائرڊ ڪامورو ڪو سندس جاءِ پرڻ ٿو چاهي سو هڪ جمعي تي جيئن ئي
بابا اٿيو ته ملان ڪاوڙ ۾ اچي کيس جهليو ۽ منع ڪئي ۽ ماڻهن کي به

چيڙيائين تہ ھي ڏاڙھيءَ کوڙ کين گمراھہ پيو ڪري. مون پانيون تہ اجھو ٿو جهيرو ٿئي پر بابا اڏول ٿيو مشڪندو رھيو ۽ ملان ۽ ماڻھن کي سمجھايائين تہ از روءِ قرآن، چڱائي جي تلقين ڪرڻ ۽ برائين کان روڪڻ ھر مسلمان جو فرض آھي ۽ ڪيترين ئي آيتون پڙھي انھن جو ترجمو بہ ٻڌائيندو ويو ۽ مسجد جا آداب بہ سمجھائيندو ويو. ملان ڪکو وکو ٿي ويو، چوتہ وٽس ايترو علم ڪونہ ھو سو ٻڙٻڙ ڪندو نڪري ويو. بابا جيسين ميرپورخاص ۾ ھئو تہ اھو تبليغ جو سلسلو مسجد ۾ ھلندو آيو. ماڻھن جي سوالن ۽ مسئلن جا جواب بہ شريعت موجب ڏيندو رھندو ھو. ميرپور خاص جي جامع مسجد جو امام ھڪ شيخ صاحب ھو ان سان بہ سندس ڪچھريون ٿينديون ھيون. پيو بہ ريلوي جو بابو ھو جنھن ۾ تڙپ ۽ تلاش جو جذبو ھو. رستي تي بيھاري سوال جواب ۽ علم جي گفتگو ۾ لڳي ويندو ھو. بابا جيتوڻيڪ تور ڳالھائو ۽ وقت جو پابند ھو تہ بہ ساڻس اسلام بابت گفتگو ڪندو رھندو ھو. بابُو صاحب تصوف ۽ روحانيت ڏانھن مائل ۽ بابا سختيءَ سان اسلامي سماج معاشري ۽ دنيوي ترقي جو قائل ھو ۽ ٻئي ھڪٻئي کي ھم خيال نہ ڪري سگھيا. شيخ عبدالستار ائڊيشنل ائڊووڪيٽ جنرل ڳالھہ ٿو ڪري تہ ھو ۽ ان جا ڪجھہ دوست ھوٽل تي چانھہ پيئندي سائين يعني بابا کي رستي تي ڏسندا ھئا تہ سائين جي رعب کان ھوٽل جي پٺئين دروازي کان ڀڄي ويندا ھئا تہ متان سائين چوي تہ چورا لوفر ٿي پيا آھن ۽ ھوٽلن تي وينا آھن. ان دور ۾ مارل ڪوڊ (اخلاقي قدر) ايڏو مضبوط ھئا جو سئنيما تہ ڇا پر ھوٽل تي ويھڻ بہ عيب ھو. ھي مان 1940-45ع جي ڳالھہ ٿو ڪيان. پر وڏي ڳالھہ آھي بابا جي اخلاقي رعب جي. اڄ ماستر شاگردن سان گڏ ھوٽلن تي وينا سگريٽ پيئن ۽ متان وري شڪايت ڪن تہ استادن جي اھا عزت نہ رھي آھي. بابا مونکي ننڍي ھوندي جڏھن اڃا مان سنڌي پرائمريءَ ۾ ھوندو ھئس تہ ڳوٺ نظر اٻڙي ۾ داخل ڪرايو جتي ھڪڙو سنو استاد سائين جڳتراءِ ھو. وري چوٿين درجي سنڌيءَ ۾ ڳوٺ وليد ۾ داخل ڪرايائين جتي سائين آسنداس استاد ھو. ھيڏو سارو پنڌ ڪري شھر کان ٻاھر ستن اٺن سالن جي ٻار کي موڪلڻ، مونکي سمجھہ ۾ نہ آيو. شايد ٻھراڙي جي ماحول کان مانوس ڪرڻ مطلب ھو يا استاد سنا ھئا. ڪجھہ استاد جو اخلاقي ڪردار ڪجھہ ماٽائٽي تربيت اھڙي ھئي جو استاد لاءِ بيحد احترام ھوندو ھو. ھڪ دفعي پاڪستان ٺھڻ کان پوءِ

راءِ صاحب ٽوپڻ داس واري بنگلي جي ٿلهي تي ڪرسيون وجهيو يارن دوستن سان ويٺا هئاسون ته ڏٺم ته رستي سان هڪ ڌوتي بند پوڙهو هندو پيو وڃي. اکين تي ٿلهن شيشن واري عينڪ ۽ هٿ ۾ لٺ، چمپل ڦاٽل، چڻائي چڻائي چيم اڙي هي ته سائين جڳتراءِ. اُٺي وڃي پيرين پيومانس. منجهي پيو پڇيائين ابا ڪير اهين؟ چيم سائين جمال الدين ابڙو، چي ابا تون ته سيشن جج آهين نه؟ مون چيو هائو سائين پر آهيان ته توهانجو شاگرد. هٿ مان وٺي مٿي ٿلهي تي ويهاريومانس. لمليٽ جي بوتل به پياري مانس. ڍاڍيون دعائون ڏنائين. سائين جڳتراءِ عزت لهڻي، يعني ڪمانڊ ڪئي. سندس اخلاق ۽ ڪردار ئي اهڙو هو. عزت ڪمانڊ ڪبي آهي نه ڪه خيرات ۾ ملندي آهي. پنهنجو اخلاق ۽ ڪردار صحيح هجي ته ڪو بيو بيعزتي ڪري ئي نٿو سگهي. اها ڳالهه مان ور ور ڪري پنهنجي گهر ۾ دهرائيندو آيو آهيان. منهنجا ٻار ته اها ڳالهه سمجهي ويا پر منهنجي گهر واري مرحوم اصلي نه سمجهي سگهي. چاڪاڻ ته عورتن جو ماحول ئي بيو ٿو ٿئي ۽ پچر تي هلي. چاڪاڻ ته سندس اخلاق ۽ ڪردار بيداغ هئا ان ڪري هوءَ پچر ۽ گلا کي بيعزتي سمجهندي رهي. مونکان سوال ڪندي هئي ته رستي ويندي ڪو توهان کي گار ڏئي ته اها بيعزتي نه ٿي. مان کلي چوندو هئس، سرڪار منهنجي عزت ايتري ٽانڪئي آهي ڇا جو ڪنهن جي گار سان ٽٽي پئي. لاجواب تي ويندي هئي پر مطمئن نه ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن گهر ۾ ٻارن جي روبرو مون ان موضوع تي سيشن (نشست) ڪيو. مثال ڏنم ته حضور ﷺ جن کي به گهٽ وڌ ڳالهايو ويو. مٿس پٽر ۽ گند ڪچرو اڇليو ويو پوءِ ڇا اها حضور جن جي بيعزتي ٿي يا انهن ملعونن جي، عزت ماڻهو جي عمل ۽ نيڪ نيتي سان محفوظ آهي، جنهن کي ڪو خارجي عمل، ڪا رهڙ يا رهنڊ پهچائي نٿو سگهي. علامه آءِ آءِ قاضي هڪ لڳا چيو ته مان جيڪڏهن ٻهارو ڪٽي تلڪ چاڙهيءَ تي ٻهارو ڏيان ته مان علامه قاضيءَ مان متجي بيو ماڻهو ٿي پوندس ڇا. منهنجي مرحوم گهر واري ڳالهه ته سمجهي وئي، ته به چيائين ته اهو زمانو بيو هو ۽ هاڻوڪو ماحول بيو آهي، ماڻهن جي سوچ به ٻي آهي ۽ نه وري اسان اهڙا وڏا علامه آهيون. سندس ڳالهه ۾ به سچائي هئي ۽ ڇوڪرين به سندس پاسو ڪنيون ته اسڪول ڪاليج ۾ سادا ڪپڙا پائي ٿيون وڃيون ته سچائيءَ جا طعنا ٿا ملن. ڳالهه اها به سچي هئي پر پرائي سوچ تي پاڻ کي متاثر رهبو ته پوءِ ربساڙو گدڙ وڃي

ٿيو. چوڪريون بہ سمجهي ويون پر عملي طرح سوسائٽيءَ جي ڏارا مان تہ عورتون ٿيون گذرن تنهن ڪري مون وڌيڪ سختي ڪانہ ڪئي، رڳو بابا جو مثال ڏنم تہ ڏسو ڪيڏو سادو، ڪپڙي لٽي ڪاڏي پيتي ۽ اٽي ويهڻيءَ ۾، مسواڙي گهر ۾ رهيو. گاڏي ڪار تہ نهيو ٽانگي ۾ بہ ڪين چڙهي پر سندس عزت سندس علم ۽ اخلاق جي ڪري آهي جا ڪائنس ڪير بہ کسي نہ سگهندو. هاڻي توهان پاڻ فيصلو ڪيو تہ هو علم ۽ اخلاق ڇڏي ماڻهو جي سطح تي لهي اچي يا ماڻهو سندس سطح تي پهچڻ جي ڪوشش ڪن ۽ متس رشڪ ڪن. جبل تي بيهبو تہ سيڪو سندس چوٽيءَ ڏي نهاريندو ۽ مٿي چڙهڻ جي ڪوشش ڪندو، باقي جي وچائجي گلم تي پئبو تہ سيڪو متس بالم تي چڙهي ويهندو. چا ڪو پرمتڙيو ٿيڻ قبول ڪندو؟ بحرڪيف مناظرو مون ڪٽيو ۽ سڀ ماٺ تي ويا. اڄ جڏهن پروفيسر پارواڻيءَ جو ڪلچر بابت مقالو مان گهر پاتين سان لاڳو ڪيان ٿو تہ مطمئن آهيان تہ ڪي، بلڪ ڪافي داٺا چڱائيءَ جا منهنجي هر هڪ گهر ياتيءَ ۾ پاڇي رهجي ويا آهن. الحمدالله جنهن بہ شعبي ۾ آهن، ڌيئون توڙي پٽ، مڙيئي ڪجهہ قدر يگانا آهن.

نڪي مان نڪي بابا ڪرامتن جا قائل هئاسون. بابا تہ سختي سان ڪرامتن ۽ روحانيت جي مخالفت ڪندو هو. پيري، مريدي ۽ مرشدن ۾ اندو عقيدو، سندس تنقيد جا موضوع هئا. خفي ذڪر ۽ جلي ذڪر تي طنز ڪندو هو تہ رڳو الله الله چوڻ يا لااله الاالله جي وِرد مان ڇا ورندو. سندس سڄو زور عمل تي هو. چوندو هو تہ الله يا لااله الاالله چوڻ تہ طوطي جي ٻولي آهي، جيسين ان تي دل سان يقين رکي اهي عمل ڪجن جن بابت الله ۽ سندس رسول حڪم ڪيو آهي. چوندو هو تہ ڪلمي جو مطلب ئي اهو آهي تہ زندگي جي هر ڪم ڪار ۾ الله ۽ رسول جي احڪام ڪانسواءِ، ٻئي ڪنهنجو بہ حڪم نہ مڃجي ۽ سموري زندگي اهڙي نموني ئي گذاري وڃجي. بندو هڪ نوڪر جيان آهي، چو تہ هو عبد آهي. مثال ڏيندو هو تہ جيڪڏهن نوڪر هٿ ٻڌيو بيٺو هجي ۽ پيو چوي تہ سائين مان تنهنجو نوڪر، ٻانهو، غلام، مالڪ چويس تہ چڱو مان وڃان ٿو، صفائي ڪري ڇڏجانءِ، بوٽ پالش ڪري ڇڏجانءِ ۽ ماني ناهي رکجانءِ. جڏهن مالڪ موٽي تہ نوڪر ٻانهون ٻڌيو بيٺو هجي تہ سائين مان نوڪر غلام. پڇيس تہ صفائي ڪيئي چي، نہ سائين، بوٽ پالش ڪيئي چي نہ سائين، ماني ناهي اٿئي چي نہ سائين

مان توهان جو نوڪر، غلام، ٻانهو، ته مالڪ ڪيس نالائق سمجهي ڪڍي ڇڏيندو يا خوش ٿي شابس ڏيندو. اهو حال سڄي امت جو آهي، جو نه الله جي عزت نه رسول جي عزت. رڳو زباني جمع خرچ، ڇچاڙي واري بيماريءَ ۾ آخري وقت اسان جو ننڍو چاچو علي محمد وٽس آيو ۽ چيائينس ته ادا هي ڪلمي پڙهڻ جو وقت آهي ڪلمو پڙهو. ته ڪمال اعتماد سان جواب ڏنائينس ته هيءَ ته بيڪاري جو وقت آهي، ڪلمو پڙهڻ ته سڄي زندگيءَ جو مسلسل عمل هو، هاڻي پڙهڻ مان ڪهڙو فائدو، چاچو ڏڪارو ٿي اٿي ويو ڇي ڪلمو به نصيب نه ٿيس پر بابا مطمئن هو ۽ سندس منهن تي عجيب پر اعتماد رونق هئي. پاڻ اندازو لڳايو ته ان ماڻهو جي عملي زندگي ڪهڙي نه پاڪيزه ۽ بي داغ هوندي ۽ سندس ايمان ڪيڏو نه غير متزلزل هوندو.

بابا وٽ به پٽيوالا هوندا هئا. هڪڙو نائڪ. خيرپورميرس جو صاحب خان جانوري، جو اهلِ تشيع جو هو، وڏا اچا شهپر هوندا هئا ۽ گهٽو ڪري روزانو شيوَ ڪندو يعني ڏاڙهي ڪوڙيندو هو. ٻيو محمد اسماعيل جو ننڍو نيٽو خوبرو جوان هو جو بورچي جو ڪم ڪندو هو. ٽيون هو جت چاڪاڻ ته تن ڏينهن ۾ آفيسر اٺ تي چڙهي گشت ڪندا هئا. مون به ڪئين ڀيرا اٺ جي سواري ڪئي. هڪ دفعي لڪي شاهه صدر جي سرڪاري بنگلي ۾ منزل انداز هئاسين. منجهند جي ماني کائي هٽ ڏوئڻ لاءِ ٻاهر نڪتاسين. اسماعيل هٽ ڌوئاريا ۽ صاحب خان ادب سان بيٺو هو. سامهون لڪيءَ جا جبل ڀت وانگر بيٺا هئا. مون جبل ڀهريون دفعو ڏٺا هئا. ايئن ٻي لڳا ڄڻ اوڏڙو بيٺا آهن. ٽاڪ منجهند غضب جي گرمي ۽ لڪ ٻي لڳي مون بابا کي چيو ته مان جبل ڏسي ٿو اچان. چيائين ته بابا ويجهو ڪونهي ڪوهه پنڌ جو پري آهي. مونکي اعتبار نه آيو. ڀلا اڪئين بيٺو ڏسان سو چيومانس ته توهان رڳو موڪل ڏيو مان ڊوڙي جبل کي هٿ لائي جهٽ ٿو موٽي اچان. منع ڪري چيائين سياڻي ٽانگي تي هلي توکي گهمائي ايندس، اتي چشما به آهن، واهه جو نظارو آهي پر جي مينهن پئجي وڃي ته واه واه، جبل تي آبشار وهي هلندا ۽ نئن ڪڙڪا ڪري وهندي. ائين چئي بابا سمهڻ لاءِ اندر هليو ويو. اتي صاحب خان چيو ته خدا خير ڪري اڄ الائي ڪيڏو مينهن وسندو. مون چيو ههڙي لڪ ۽ گرمي، هڪ ننڍڙي ڪڪري به آسمان ۾ ڪانهي، مينهن وري ڪٿان پوندو. صاحب خان وري به چيو ته ڏسجو وينا. مون صاحب جا اهڙا ڪيئي معجزا ڏٺا آهن.

خير مان بہ اندر وڃي سمهي پيس. عصر نماز مهل جڏهن نڪرون تہ ڪارونڀار لڳو پيو هجي، مينهن جا ڪڙڪا هجن ۽ جبل تان آبشار پيا وهن. صاحب خان فاتحانہ انداز ۾ چيو، ڏنئي ننڍا صاحب. مون تہ سندس ڳالهہ تي ڌيان ڪونہ ڏنو پر منظر اڃا تائين چٽو ياد اٿم. هاڻي سوچيان ٿو تہ ڪرامت ۽ معجزي جو سوال ئي ڪونهي پر الله تبارڪ وتعاليٰ جي رحمت جوش ۾ اچيو وڃي ۽ اهڙا واقعا ظهور پذير ٿين ٿا. ترقي پسند ماڻهو انهيءَ کي اتفاق چون ٿا. بابا پاڻ ان کي اتفاق ۽ الله جي رحمت سڏيو، پر بقول صاحب خان جانوريءَ جي تہ اتفاق بہ ايڪڙ ٻيڪڙ نہ، هت تہ هر هر اتفاق ۽ حادثا پيا ٿين. مان انهيءَ معمي کي اڃا سمجهي نہ سگهيو آهيان ۽ آهي بہ سمجهہ کان ٻاهر. ڳوٺ ۾ ننڍي هوندي چا ڪندا هئاسون جو هڪڙو ننڍو ڪڏو کوٽي ان ۾ پاڻي جو دلو هاري هڪ ڏبو ناهيندا هئاسون. وچ ۾ هڪ ننڍي ڪاني کوڙي پوءِ هڪ ماڪوڙو پڪڙي ان کي ڪانيءَ تي چاڙهي ڇڏيندا هئاسون. پوءِ اهو ماڪوڙو ويچارو پيو هلندو هو. چوٽ تي چڙهي خلا ڏسي هيٺ لهندو هو ۽ وري پاڻي ڏسي مٿي چڙهندو هو. اسين کيس ائين لهندو چڙهندو ڏسي مزو وٺي راند ۾ لڳي ويندا هئاسين. ڪلاڪ ٻن کان پوءِ موٽي اچي ڏسون تہ ماڪوڙو انهي لهہ چڙهہ ۾ لڳو پيو هجي. کيس نہ اهو ماندآڻ سمجهہ ۾ اچي، نہ ان ماندڻ کي مٽائي يا ڊاهي سگهي. اسان جي بہ اهائي حالت آهي. صبح سان ٻٽڻ دٻايو تہ وٺ ونان شروع، ويندي جڏهن رات جو ٻٽڻ بند ڪيو تہ ٿڪهہ بستري تي ۽ وري ٻئي صبح مشين جي پرزي وانگر ساڳي ٽڙا نڪ شروع. ائين اڃا پنجي وڃن ۽ لڳ جواب ڏئي وڃن. پوءِ خبر پوي تہ مار هي مٽا ماري ڪنهن اڻ ڏٺي قوت جي اڻ سٽئي حڪم هيٺ ڪري اچي لڙي ٽيهري ٿي ۽ اجهوڪي اجهو سچ لٿو. اها خبر ۽ ڄاڻ بہ ڪن چٽل ۽ شفاف روحن کي پوي تہ پوي، باقي سڀ اوندهہ ۾ هٿوراڙيون ۽ ٺاٺوڙا هڻي گدلاڻ ڦهلائي وڃي نرڳ يا سرڳ واسي ٿين. ڄاڻي ڄاڻٿهار اسين نٿا ڄاڻون، نٿا ڄاڻون. شل ڪا پنهل کي ٻاجهہ پوي. ٻيو ڪو ڳتو ڳلي ڪونهي. سچل سائينءَ واهہ جو چيو:

> ميري آهيان مندي آهيان، بيشڪ تيڏي بندي آهيان،
> ڍيڪن تون ڍولٽا عيب نہ ڦولٽا، ننگڙا نماڻي دا جيوين تيوين پالٽا.

اهي هئا استاد اديب جن جي عمل ۽ ڪردار ۽ ڪلام ۾ ڪو فرق ڪونهي. اڄ ڏيڍ هريڙ وارو بہ اديب ٿي پيو آهي. ٻڌو اٿم تہ اهڙا اديبڙا ڪڇُ

(فرسٽريشن) وڃان چون ٿا ته پوڙهن ادبين مان جند ئي نٿي ڇٽي. اهو ايئن آهي جيئن ڪو نئون ڳائڻو يا ڳائڻي چوي ته ميڊم نورجهان يا اُم ڪلثوم مان الائي ڪڏهن جند ڇٽندي. ظاهر آهي ته جند تڏهن ڇٽندي جڏهن توهان به موسيقي جي ان منزل تي پهچندا. هو ته مرڻ کان پوءِ به جيئنديون ۽ ڪي ماپا ۽ ماڻ ڇڏي وينديون. هو مري به ڪونه مرنديون. شيخ اياز به ڪونه مرندو.

موسيقي به ڪن قدرتي عناصر تي قابض ٿيو وڃي. آواز جو جادو يا آواز جي سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي جوڙجڪ کان ڪوبه انڪار نٿو ٿي سگهي. اڄ سائنسدان آواز جي قوت ماپين ٿا ۽ ڪتب آڻين ٿا. گوريلا باندر ۽ هاٿي به سُر ۽ آواز جو اثر قبول ڪن ٿا. ننڍي هوندي زمين ۾ ڪو ننڍڙو گول نشان ڏسندا هئاسون ته ان کي آهستي آهستي ڪوٺي ڦوڪون ڏئي مٽي پاسي ڪندا هئاسون ته هڪ ميرانجهڙو مٽيءَ جهڙو جيتامڙو نڪرندو هو. صفا گڪُ مُڪُ ٿيو پيو هوندو هئو. هلندو يا پڄندو ڪونه هو. نالو ته ڪوبه ڪونه هئس پر اسان انهيءَ کي گهگهه سڏيندا هئاسون. پوءِ تالهي ڪٽي ان کي ڪاني سان وڄائيندا هئاسين ته اهو جيتامڙو جهڙوڪر نچڻ شروع ڪندو هو. ايئن مزو وٺي وري کيس واپاسي زمين تي رکندا هئاسين ته جهٽ مٽيءَ ۾ گم ٿي ويندو هو. ننڍي هوندي. مونکي ياد آهي ته ڪنهن ٻار کي ماتا، ارڙي، يا لاڪڙو نڪرندو هو ته امان، جنهن جي هندو عورتن سان ڏاڍي ڇَس هوندي هئي انهن مان ڪن کي سڏائيندي هئي ۽ اهي اچي پڄن يا گيت ڳائينديون هيون، مونکي ان گيت جو بند اجان ياد آهي:

نار ماتا نار، پنهنجي ٻچڙن کي نار.

بيماري ڪٽي نه ويندي هئي پر ڪجهه قدر آرام اچي ويندو هو. اڄڪلهه ڊاڪٽر به اها ڳالهه مڃين ٿا. دعا ۽ الفاظ جو اثر ته هرڪو مڃي ٿو. بابا خود بيمار مٿان هڪ دعا پڙهندو هو ۽ مريض کي فائدو ٿيندو هو پر بابا ان ڳالهه کي اهڙي نموني نه مڃيندو هو. چوندو هو ته الله تعاليٰ کي ٻاڏائجي ٿو ۽ ڇوته قادر ئي شفا ڏيندڙ آهي، اسين ته رڳو عرض ڪرڻ وارا آهيون. بلڪل صحيح، پر اهو به ته ڏسڻو آهي ته عرض ڪرڻ وارو ڪير آهي. بيشڪ الله سائين دعائن ٻڌڻ وارو آهي، پر مون جهڙي هڪ ماڻهو جي دعا ۽ پاڪ پيغمبر ﷺ جي دعا ۾ الائي فرق آهي. پلا جي آواز، الفاظ ۽ سُر ۾ تاثير آهي ته هڪ صحيح نيت، باعمل ۽ نيڪ ڪردار ماڻهو جي دعا يا صرف اندروني خواهش جو

اثر چو ڪين ظهور پذير ٿيندو. انهيءَ جو اهو مطلب ڪونهي تہ اسين ڪچي ايمان جا ٿي پورڙا ۽ وسوسي وارا ٿي پئون. بيشڪ نفعو نقصان الله ۽ صرف الله تعاليٰ وٽان آهي. بابا وانگر مان بہ انهيءَ اٹل وشواس جو موحد ۽ ذري گهٽ وهابي آهيان، پر هاڻي مون ۾ ڪجهہ لچڪ آئي آهي. هڪ دفعي حيدرآباد ۾ مان سب جج هوس ۽ قادري صاحب جو وڏو پرهيزگار، عبادتگذار ۽ فقير منش هو سو سيشن جج هو. مان وٽس ويس تہ ڪهڙن جو مخدوم صاحب مخدوم نيڪ محمد وٽس وينو هو. ڏاڍي ڳوڙهي گفتگو ۾ مشغول هئا. مخدوم صاحب سان منهنجي بہ دعا سلام هئي جو مان خيرپورميرس ۾ جج رهي آيو هئس. اوچتو قادري صاحب، مخدوم صاحب کان سوال ڪيو تہ قبلا ڇا تقدير متجي سگهي ٿي ۽ موت جو ٽائيم جو مقرر آهي سو ٽري سگهي ٿو. "مخدوم صاحب چيو "هائو"قادري صاحب چپ ٿي پڇيو تہ پلا ڪيئن؟ مخدوم صاحب مختصر جواب ڏنو تہ الله سائين پاڻ دعا جو پرووزن Provision رکيو آهي. هڪ معصوم ۽ نيڪ بندي جي دعا تقدير متائي سگهي ٿي تہ پوءِ رواجي ڪرامات يا حادثات جي ڪهڙي حيثيت. اهڙا ڪيئي مشاهدا هر ڪنهن جي زندگي ۾ ٿيا هوندا. رڳو ويهي ياد ڪيو تہ ڏنڏلا واقعا نروار ٿي پوندا.

بي ڳالهہ بابا جي جنهن تي مان سختي سان پابند هئس سا هئي پنهنجا اعمال. سندس چوڻ هو تہ عمل چڱو ڪيو تہ اجورو بہ چڱو ملندو. مون تي اهو اصول اهڙو ذهن نشين ٿي ويو هو جو ڪاليج ۾ امتحان جي ڏينهن ۾ چوڪرا نمازون پڙهڻ ۽ دعائون گهرن لڳندا هئا. مان الٽو نمازون ڇڏي ڪتابن کي لڳي ويندو هئس ۽ چوندو هئس تہ اهائي منهنجي نماز ۽ دعا آهي. بابا تہ انهيءَ حد تائين ويندو هو جو چوندو هو تہ مون لاءِ خير خيرات، ٽيجهو، چاليهو، قران خواني ۽ ختما نہ ڪجو ڇو تہ توهان جو عمل مونکي نہ پهچندو. اهو ثواب اوهان کي ئي ملندو، مونکي منهنجا عمل ڇڏائيندا. مان پانيان ٿو تہ سندس اهڙا خيال وقت جي تقاضا ۽ ماڻهن کي صحيح راهہ تي آڻڻ جي ايماندارانہ ڪوشش ۽ پيرن فقيرن ۽ مرشدن جي هڪ هٽي ٽوڙڻ لاءِ ضروري هئا. مون ۾ هاڻي لچڪ آئي آهي. اعمال ۽ خلق پنهنجي جاءِ تي اهم ۽ ضروري آهن ۽ موجب رسالت آهن پر حج بدل بہ آهي تہ دعا بہ آهي ۽ شفيع المذنبين بہ آهي. درود شريف تہ الله انسان ۽ ملائڪ بہ پڙهن ٿا ۽ ان جو ضرور اثر ۽ اجر آهي. الله جو فضل ۽ شافع المحشر جو ڪرم بہ برحق آهي.

بقول ڀٽائي رحمة الله عليه جي:

هُت ڪتڻ واريون ڪيتريون، ڪتڻ ڪبو ڪوھ،
جو بندو ڪم ڪري، سو سيوئي ڏوھ،
تون پارس آءُ لوھ، جي سڄين تہ سون ٿيان.

مڌو لال حسين بہ چيو تہ ”البيلي ڪيوين ڪتي“ البيلي ڇو ڪتي؟ هن جي هر ادا پٺي وٺندي، سندس ڏنگائي بہ پٺي وٺندي، پر هي ڳالهيون اسان رواجي ماڻهن لاءِ ناهن. ڀهرين اها منزل ماڻڻي پوندي، نہ تہ ماٺا ڪونہ هلندا. ڪونہ وٺندا.

مان هرويرو ثابتين جي جهنجهٽ ۾ ڦاسجي ويس. هاڻ تہ سائنسدان بہ مابعد طبيعات کي مڃين ٿا. بيجان مادي ۾ بہ بيحساب لڪل (Kinetic) قوت موجود آهي. ان ۾ بہ جوهر آهي. مان سائنس جو شاگرد رهيو آهيان، پوءِ وڃي ايل ايل بي ڪيم. هئس اڃا ڪچي ذهن جو سترهن سالن جو الهڙ ڇوڪراٽ پر سوچ ۾ گم ٿي ويندو هوس. هر ڳالهہ عجب جهڙي، مئٿميٽڪس هجي، يا بايولاجي، ڪيمسٽري توڙي فزڪس. مونکي هر شعبي ۾ عجيب روحاني منظر نظر ايندا هئا. مثال ڏبا تہ وڏي ڊيگهہ ٿي ويندي. دل نٿي رهي، هڪ هڪ مثال ڪٿي ڏجي. حساب ۾ جوڙڪٽ رواجي ڳالهہ پر هڪ واڌو هڪ، واڌو هڪ، واڌو هڪ يا بہ ضربيان بہ اڻ ڳڻيا اڻ ڪُتيا چئجن تہ جواب ڪهڙو بيهندو. جواب آهي لامحدود (Infinity).اها لامحدوديت صرف سوچ ئي ٿي سگهي ٿي ۽ اسان جي صوفي فقيرن ”لاحد“ جو اپٽار ڪيو آهي. لاحد ۾ گم ٿي وڃو تہ الله نظر اچي ويندو يا سندس لامحدوديت جو احساس ٿي ويندو. انهيءَ حس ۽ تجسس جو جاڳڻ آهي، ايمان جو پهريون ڏاڪو يعني توهان مڃو تہ توهان جو علم ۽ عقل ناقص آهي ۽ غيب ڪجهہ پيو آهي. قرآن حڪيم شروع ئي انهي شرط سان ٿو ٿئي تہ هي ڪتاب هدايت آهي. انهن متقين لاءِ جي مڃين ٿا تہ ڪجهہ آهي، غيب يا ڳجهہ. جيڪو هو نٿا ڄاڻن. ”نٿو ڄاڻان“ بنياد آهي هر ڄاڻ جو هاڻي اچو بايولاجي تي. پهرئين ئي ليڪچر ۾ پروفيسر ملڪاڻي چيو تہ، بايولاجي (علم نباتات) جو بنيادي اصول آهي تہ زندگي جو وجود اڳي ئي موجود زندگي مان آهي. (Life exists from pre- existing life): مان چپ ٿي ويس. ڪلاس وٺي ملڪاڻي صاحب ٻاهر نڪتو تہ وٽس وڃي پڇيم تہ سائين پوءِ نيٺ زندگي آئي

ڪتان. ٻئي هٿ ڪولي چيائين خبر ناهي. مون اڃا ارتقا ۽ ڊارون جو نالو ڪنيو مس تہ چيائين، سڀ ٽاڦوڙا آهن پر ڪوشش ڀلي ڪجي، تون بہ ڪر ۽ مون ڏي ڏسي همت افزائي طور مرڪيو. ڊارون ۽ نظريہ ارتقا بابت مان بہ ايترو ڪونہ ڄاڻندو هوس پر ٻڌل هئم. هاڻي جڏهن ڪجهہ پڙهيو اٿم تہ سوچيان ٿو تہ جيڪڏهن پولڙو ترقي ڪري انسان بڻجي سگهي ٿو تہ ڇو ڪين انسان اسفل سافلين تي پولڙو بڻجي سگهي ٿو. جيئن ڊائنوسار مان ڳوهہ، سانڊو يا ڪرڙي بڻجي پئي آهي. هي ساري دنيا مڪافات عمل آهي. هاڻي ڪٿون ٿا ڪيمسٽري يعني علم ڪيميا ڪي. قسمت سان مون ڪي استاد سٺا مليا. ميرپورخاص ۾ مئٽرڪ ۾ ڪيمسٽري جو استاد هو مسٽر رامچند مير چنداڻي مئٿميٽڪس جو مسٽر فتح چند ۽ مسٽر ماني. انگريزي ۽ تاريخ جو مسٽر چيلارام ڪيمچند آڏواڻي. سڀني جا پنهنجي پنهنجي شعبي تي ڪتاب لکيل هئا. مسٽر رامچند ميرچنداڻي هڪ ڏينهن سوليوشن يعني ڳار تي سبق پڙهايو ۽ پاڻيءَ ۾ کنڊ ملايائين تہ ڳري وئي وري کنڊ تيل ۾ ملايائين تہ ڪانہ ڳري. شام جو مان سندس گهر ويس ۽ پڇيم تہ اها ڪهڙي قوت يا طاقت هئي جنهن پاڻيءَ ۾ کنڊ کي ڳاري ڇڏيو. چيائين اها پاڻي جي خاصيت آهي، پر مونکي تسلي نہ ٿي ۽ پيچ پچان لائي ڏنم تہ اها ڪهڙي قوت آهي ۽ ان جو ماپو ڇاهي. چيائين اهو مٿي ڪاليج ۾ وڃي پڙهندين، هر پاڻيٺ ۾ پنهنجي پنهنجي ڳارڻ جي قوت آهي ۽ ان کي Osmotic Pressure يعني ڳارڻ جو زور چئبو آهي ۽ ان کي ماپڻ جو فارمولا بہ آهي. پوءِ وڃي منهنجي ڪجهہ تسڪين ٿي. ڊي جي نيشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ فزڪس جو هڪ گنجو پروفيسر هو، نالو وسري ويو اٿم. پهرئين ئي ليڪچر ۾ چيائين تہ، ”فزڪس معنيٰ مادي جي سائنس. مادو اها شئي آهي جو صورت تہ مٽائي ٿو پر ڪڏهن بہ ختم نٿو ٿئي.“ هاڻي سائين ڏيو منهن. هي سائنس آهي يا تصوف. جيڪڏهن مادو لافاني آهي، تہ پوءِ بعد ۾ ڪراچي ڪاليج ۽ سياسي تحريڪن ۾ جو مادي پرستي جو غوغاءُ، سالن جا سال هليو سا ڪهڙي بيوقوفي هئي. مان تہ ان ننڍي ليڪچر ڪان پوءِ ماٺ ۾ اچي ويس. پروفيسر صاحب جو حيدرآبادي عامل ۽ ڪڙڪ مزاج هو ان وٽ وڃڻ جي جسارت ڪانہ ڪيم. گهر آيس تہ ماٺ ڪري ڪوٺي تي وڃي هڪ واڻ جي کٽ تي ليٽي پيس. سوچيم ڪا شئي فاني ناهي. انسان بہ فاني ناهي. مان بہ فاني نہ آهيان. رڳو صورت مٽايان

ٿو. لڪڙيءَ کي پلي جلايو، گرمي ڏيندي، ڍڳڙي پچائيندي. بکيا پيٽ پريندي، ڪوئلا ٺهندا ۽ رک بچندي جنهن سان ٿانءُ ٻاسڻ ملبا ۽ ايئن پيو روپ وٺي ويندي. مادو پاڻيٺ ٿي ويندو. گيس ٿي ويندو يا خاڪ ٿي ويندو. ختم ڪڏهن ڪونه ٿيندو. انهن ڏينهن ۾ هڪ گانو عام هوندو هو ته الله باقي من ڪل فاني، ان تي ڪل آيم. ڪجهه به فاني ناهي ته پوءِ هي سڀ ڇا آهي. پاڻهئي جواب مليم ته الله باقي ۽ پيو جو ڪجهه آهي اهو به الله جو پرتوو آهي. مان انهيءَ عبادت ۾ انهماڪ سان گم هئس ته امان ڏهيل پيرن سان مٿي آئي، ڪيس شڪ پيو ته مٽان ڪنهن چوڪريءَ سان اکيون پيو لڙايان. مونکي چپ چاپ ليٽيل ڏسي مٿي تي هٿ رکي چيائين هل هيٺ هتي ڇا پيو ڪرين ۽ مان هيٺ هليو آيس.

بعد ۾ خبر پئي ۽ ڄاتم ته مادو نه رڳو باقي آهي پر منجهس بيحساب ۽ بي انداز قوت موجود آهي. سائنسي سچ به مڪمل سچ نه آهي. سچ اڃا اڳاهون ٿيو. اسان کي پڙهايو ويو ته مادي جو ننڍي ۾ ننڍو ذرو جو وجود رکي ٿو سوآهي ماليڪيول، جو ڪيترن ائٽمن جو ٺهيل آهي ۽ ائٽم پنهنجي ليکي وجود قائم نٿو رکي سگهي. بعد ۾ نه رڳو ائٽم لڌو ويو پر ائٽم اندر اليڪٽران ۽ پروٽان جا جزا هڪ محور يا جوهر جي چؤگرد طواف ڪندا نظر آيا. ان محور کي نيوڪلس چيو وڃي ٿو، جنهن جي چوڌاري اليڪٽران ۽ پروٽان بيضوي يا ڏگهي گول جي دائري ۾ ڦرن ٿا. ان ڇڪڙيل نظام مان ڪنهن اليڪٽران يا پروٽران کي ڌار ڪيو ته وڏو گهمسان مچي ٿو وڃي ۽ ائٽمي قوت جهڙي بلا وجود وٺي ٿي. ڏسو، مادي جي هڪ ائي ۾ ڪيڏي نه بي پناهه قوت يا سگهه محفوظ ويني آهي ۽ ان سان هٿ چراند وڏي گهمسان کي جنم ڏئي ٿي. 1971ع ۾ ستيتاليهه سالن جي پڪي عمر ۾ حج تي ويس. حرم شريف تي مٿان بيهي جو نظارو ڪيان ته ڏنڊين آگربون اچي ويم. اهوئي ڊگهائي گول واري دائري ۾ ماڻهن جو هجوم ڏينهن رات پيو ڪعبة الله جي چؤگرد ڦري. پوءِ ته سوچ جا دروازا ويا کلندا. هي سڄي ڪائنات جنهن ۾ ڪروڙين اربين تارا ستارا آهن سا سڄي جو سڄي علم نجوم مطابق پئي ڦري. ان جو محور ڪيڏي بي پناهه قوت جو نيوڪلس، جوهر يا نور هوندو. ڪوبه اندازو نٿو لڳائي سگهي.

حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪيان ذري،
تہ لڳي ماٺ مرن کي ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري اوپڙ اپري ڪينيڪي. (شاهہ)

رڳو سوچجي تہ تہ هنيون ٿو ڦاٽي. انهيءَ سائنسي صورتحال باوجود، ماڻهو پاڻ کي ناستڪ يا دهريو سڏائين، حيرت آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ: ڇاڻي پاڻ ڪونہ، ماري ڪتابي".

ماسڪو ۾ مونکي جيڪو گائيڊ ڏنو ويو سو هو ڊاڪٽر سخوچوف جو شايد پروفيسر هو. مون پيرا سيڪالاجي (مابعد نفسيات) بابت ٻڌو هو تہ روس ۾ يونيورسٽي سطح تي شعبو قائم ڪري حيرت انگيز نتيجا ڪڍيا ويا آهن. مثلاً اڏامندڙ جهاز کي خيالي قوت سان ٽوڙي ڇڏڻ يا ڏور ويٺل ماڻهو جي دماغ کي خيالي قوت سان دڳ لائڻ. سو مون ڊاڪٽر سخوچوف کي چيو تہ، مونکي اهو شعبو ڏيکاري. پهريائين حامي ڀريائين ۽ چيائين تہ جاچ ڪري سياڻي توکي ٻڌائيندس. ٻئي ڏينهن صفا ڦري ويو ۽ چيائين تہ اهڙو ڪوبہ شعبو ڪونهي. گهڻن سالن کان پوءِ اخبارن ۾ پڙهيم تہ عالمي شطرنج مئچ اسپين جي شهر بارسلونا ۾ تي رهي هئي. روسي عالمي چئمپين نہ وڃي سگهيو ۽ ٻيو نمبر ڪيڏاڙي ويو سو راند ڪندي هڪ چال نہ سمجهي سگهيو ۽ منجهي پيو تہ ماسڪو ۾ ويٺل عالمي چئمپين خيالي طاقت ذريعي، حل سندس دماغ ۾ منتقل ڪيو جو هو استعمال ڪري، مشڪل مان نڪري ويو. هيءَ ڪا نئين ڳالهہ ڪانهي. حضرت عمر رضي الله عنه مديني منوره ۾ ويٺي رڙ ڪري چيو تہ سڄي پاسي وڃو ۽ ٽي دفعا ائين پڪاريائين. ماڻهن جي پڇڻ تي ٻڌايائين تہ مسلمان لشڪر مصر ۾ هڪ ٻواٽي تي منجهي پيو تہ ڪهڙي طرف وڃون سو انهن کي ٻڌايم تہ سڄي پاسي وڃو. لشڪر جڏهن ڪامياب ٿي موٽيو تہ تصديق ڪيائون تہ برابر هڪ ٻہ واٽي تي اسان کي اميرالمؤمنين جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ سڄي پاسي وڃو. ان کان ٻہ اڳ ۾ جڏهن مسلم مجاهد ملڪ شام ۾ موتہ جي مقام تي جنگ ڪري رهيا هئا تہ حضور نبي ڪريمﷺ مديني منوره ۾ مسجد نبوي ۾ جنگ جو سڄو احوال ويني ٻڌايو تہ فلاڻو شهيد ٿيو آهي ۽ جهنڊو فلاڻي سنڀاليو آهي. ان کان بہ گهڻو اڳ ۾ جڏهن هستناپور ۾ عيسوي سن کان بہ ٽي سؤ سال اڳ نابين راجا ڌرتراشٽر محل ۾ وينو هو تہ ڪروڪيتر ضلعي ٿانيسور جي ميدان ۾ ڪورون ۽ پانڊون جي هلندڙ جنگ جو

ذري پرزي احوال سنجيو نالي هڪ شخص کيس ويني ٻڌايو، نہ رڳو ايترو پر شري ڪرشن ۽ ارجن وچ ۾ هلندڙ گفتگو ۽ بحث مباحثا بہ کيس ويني ٻڌايا. ۽ شري ڪرشن جي اها ڳالهہ هندن جو مقدس ڪتاب شريمد ڀڳوت گيتا تي، جنهن لاءِ مشهور ديني اسڪالر خالد اسحاق چوي ٿو تہ، اسي يا نوي سيڪڙو قرآن آهي. هي سڀ ڪهڙي ماجرا آهي. آهي تہ ايشور جي ليلا يا الله جو اسرار پر الله سائين جو ڪوبہ ڪم بغير قانون ۽ سبب جي ناهي. ان قانون ۽ اسباب تي الله جا پسنديده بندا تڏهن قابض ٿي وڃن ٿا جڏهن هو جسماني توڙي روحاني (خيال ۽ عمل) طور پاڪ ۽ معصوم ٿي وڃن ٿا ۽ الله جي مدد سائن شامل حال ٿي وڃي ٿي. انسان ۾ اهڙيون قوتون وديعت ٿيل آهن. رڳو اهي ڳُر سمجهہ ۾ اچي وڃن ۽ تابع ٿي وڃن يا وري الله سائين پنهنجي ڪامل قدرت سان ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ بوءِ ٻوار جي پيدا ڪري ڇڏي پوءِ صرف سندس خيال ۽ چاهنا سان قدرتي عناصر جوش ۾ اچي الله جي حڪم سان ان جي تعميل ڪري ٿا ڇڏين.

ڀهراڙيءَ جو هڪڙو گهرجائو ماڻهو ٿي ڪري جنهن ٻڪ ۽ ڏک اکئين ڏٺا هجن، اهو ماڻهو انهن ضرورتن کان اهڙو بالاتر ٿي وڃي جو دنيا جو ٺاٺ ادمبر وغيره تيج نظر اچن، اها عجب جهڙي ڳالهہ آهي. بابا جنهن بمبئي يونيورسٽي ۾ مئترڪ کان وٺي ايم اي تائين فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ڪنئين هجي، تنهن کان مون هڪ ڏينهن جڏهن اچا مان مئترڪ ۾ هجان، پڇيو تہ بابا توهان آءِ سي ايس جو امتحان ڇو نہ ڏنو. نهايت اطمينان ۽ اعتماد سان جواب ڏنائين تہ آءِ سي ايس تہ ڪا ڳالهہ ڪونہ هئي پر مونکي تہ ماستر ٿيڻو هو ۽ تعليم عام ڪرڻي هئي. اهڙي غريب ماڻهو کي اهڙي سوچ بنيادي ۽ شخصي بي غرضائي الله جي طرفان عطا ڪيل هوندي پيو چا. چوندا آهن تہ ڪي شخص جمندي جام هوندا آهن ۽ مان اها ڳالهہ مڃان ٿو. پير سائين پاڳاري جي جد امجد پير سائين روزي ڌڻي جي ولادت رمضان المبارڪ ۾ ٿي. تولد ٿيڻ سان پير سائين کير نہ ڌاتو جيسين مغرب جي اذان آئي ۽ روزو کولڻ جو وقت ٿيو. سڄو رمضان شريف ائين ابهم ٻالڪ روزا رکيا. حضرت عيسيٰ عليه السلام ڄمڻ سان ڳالهايو ۽ پنهنجو تعارف ڪرايو. قدرت جو ڪو پرو پاند آهي ٿي ڪونہ. الائي ڪهڙيون قوتون انسان ۾ لڪل آهن جو وقت اچي تہ شايد انسان پنهنجو پاڻ بنا ڪنهن مشيني سهاري جي خلا ۾ سفر ڪري سگهي. ائين ٿيو

آهي. هنومان جو هماليہ جبل تان جڙي ٻوٽي کڻي سريلنڪ [illegible] نبي
ڪريم ﷺ جو معراج تي وڃڻ، حضرت عيسيٰ عليه السلام [illegible]
مئلن کي جيئرو ڪرڻ، بنا دوا درمل ۽ بنا آپريشن جي [illegible]
ايئن. هڪ دوست مونکان کهرو سوال ڪيو تہ ڇا تو [illegible]
جواب ڏنو تہ هائو. ڇيائين مونکي ڏيکار. مون ڇيو [illegible]
نٿو ڏسين سگهين تہ مان ڇا ڪيان. سر سلطان محمد [illegible]
ڪهاڻيءَ ۾ لکيو آهي تہ يورپ ۾ سپر هاءِ وي تي [illegible]
ڏنو. ڇا ٿيو جو رستي تي هڪ ٻڪريءَ ڦر کي [illegible] ٿي
بيهي بہ نٿي سگهيو پر لڏي لمي اٿيو ۽ ٽڙ ۾ [illegible] لڳو. آغا
خان فرمائي ٿو تہ ان منظر مون کي الله ڏيکاريو [illegible] جو
لوٽڙو اڃا دنيا ۾ آيو ئي مس آهي تہ ڪنهن ان [illegible] ڏني ۽
سندس لاءِ اڳ ۾ ئي کير مهيا ڪري اوهہ [illegible] وڌي
ڳالهہ آهي ڇا آغا خان جهڙي عالي دماغ [illegible]
ڏسون. اڳي الله کي ڪونہ ڪو روپ ڏنو [illegible] جو
يا شينهن ۽ هاٿيءَ جهڙو ڇهرو ڏيڻ جو [illegible]
کي الله تعاليٰ وحيءَ ذريعي هڪ اهڙو [illegible] قائم رهندو
۽ منجهس ڪا ڦيرڦار ڪانہ ايندي. [illegible] تہ الله احد آهي،
بيپرواهہ آهي، نہ ڄڻيو ويو نہ ڄڻياڻس ۽ هو ڪتا ۽ ڳانو آهي" (سورة
اخلاص). مون هت ڄاڻي واڻي قرآني لفظ احد استعمال ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ
ان جو ترجمو نٿو ٿي سگهي. گهڻا مترجم احد جي معنيٰ "هڪ" ڪن ٿا جا
منهنجي سمجهہ موجب صحيح ناهي. عربيءَ ۾ هڪ کي واحد چيو ويندو
آهي، نہ احد. هاڻي جي توهان وٽ واحد ماني يعني هڪڙي ماني آهي تہ ان
کي بہ ٽڪر ڪري سگهو ٿا بلڪ ڪيئي ٽڪر ڪري سگهو ٿا، پر الله سائين
جو اهو شان ناهي جو حصن ٽڪرن ۾ ورهائجي وڃي. ايئن ماني تہ ڇا پر هر
چيز کي ٽڪر ٽڪر تہ ڇا پر ذرا ذرا بہ ڪري سگهو ٿا ۽ نيٺ ننڍي ۾ ننڍي
ذرو جو توهان ڪري سگهندا سو هوندو ماليڪيول ۽ ان ماليڪيول ۾ هوندا
ائٽم ۽ هر ائٽم ۾ هوندو هڪ نيوڪلس جنهن جي چوڌاري اليڪٽران ۽
پروٽان گردش پيا ڪن. اهو نيوڪلس يا جوهر "احد" ٿي سگهي ٿو. هاڻي
ڳالهہ جو ڪجهہ اندازو ٿيو تہ هن سموري ڪائنات جو نيوڪلس يا محور

"احد" تي سگهي ٿو؟ مولانا احمد ملاح ڏاڍو سهڻو منظوم ترجمو ڪري لفظ "هڪ" بجاءِ هيڪڙو استعمال ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

چؤ، آهي حق اِهو، تہ الله آهي هيڪڙو،
الله بي آحتياج سَو، نہ ڪنهن سگ سِهو،
نہ ڄائين، نہ ڄائو، ڪونهين ڪير ڪِهو،
جنهن جيڏو، جنهن جِهو هرگز ناهي هيڪڙو.

الحاج مرزا بشيرالدين(قادياني)صاحب بہ تمام سٺو ترجمو ڪيو آهي تہ:

ڪهتا چلا جا ڪہ اصل بات يہ هي ڪہ الله اپني ذات مين اڪيلا هي الله وه (هستي) هي جس ڪي سب محتاج هين اور وه ڪس ڪا محتاج نهين اس ني ڪسي ڪو جنا هي اور نہ وه جنا گيا هي اور اسڪي صفات مين ڪوئي بهي اس ڪا شريڪ ڪار نهين.

مٿيان ٻئي بزرگ ڪمال بصيرت سان لفظ "هڪ" استعمال ڪرڻ کان پاسو ڪري ويا آهن. مولانا احمد ملاح چوي ٿو، جنهن جيڏو جنهن جِهو هرگز ناهي هيڪڙو. هيڪڙو معنيٰ "ڪوبہ نہ" الحاج مرزا صاحب بہ چوي ٿو تہ "پنهنجي ذات ۾ اڪيلو" اهو محاورو بہ ڏاڍو معنيٰ خيز آهي. حضرت شاهہ عبداللطيف بہ فرمايو تہ قادر "پنهنجي قدرت" سان قائم آهہ "قديم". قديم جو مطلب "اصل ۽ نج" بہ وٺي سگهجي ٿو ۽ "پنهنجي قدرت" سان جو مطلب آهي پاڻ مرادو. ڏسو سڀ بزرگ هڪئي اک سان ڏسندا آهن.

گهڻا سال اڳ اِنجيل مقدس ۾ بني اسرائيلن لاءِ پڙهيم تہ، "توهان کي وطن مان ڪڍيو ويندو. پوءِ دنيا جي ملڪن ۾ پکڙجي ڇڙوڇڙ ٿي ويندؤ پوءِ هڪ وار وري توهان ان سرزمين تي قابض ٿي اچي گڏ ٿيندؤ. پوءِ توهان پاڙي وارن ملڪن سان اڃائيندؤ ۽ سندن زمين تي قبضو ڪندؤ ۽ ڪين تڙي ڪڍندو ۽ مٿن طنز ۽ ٺوڪون ڪندؤ" بہ هزار سال اڳ تيل اهڙي سو سيڪڙو سچي اڳڪٿي پڙهي مون رسول بخش پليجي کي ڏيکاري جو لاڙڪاڻي آيل هئو. پليجي صاحب ان ڪرامت کي ڪو وزن نہ ڏيندي چيو تہ، انساني ذهن جي بي انتها قوت جو مان قائل آهيان باقي انهيءَ ۾ ڪابہ آفاقي يا روحاني ڳالهہ نہ آهي. نهيو.

الله تبارڪ و تعاليٰ جو اهو قرآني ڊيفينيشن تہ هو يگانو ۽ يڪتا آهي، نہ ڄڻيائين نہ ڄڻيو ويو، نڪي جهڙس ڪو آهي، نہ ڪنهن شڪل صورت جو

محتاج آهي، هو هر هنڌ هر وقت موجود آهي ۽ اهڙو عليم ۽ بصير آهي جو
کيس وڻ جي پتي جو لڏڻ بہ معلوم آهي. هندو مت ۾ بہ صرف ٻن لفظن ۾
”الک نرنجن“ يا اوم موجود آهي. منهنجي هڪ دانشور دوست وري بہ
مونکان هڪ کهرو سوال ڪيو تہ اهو ڪيترو نہ منجهيل ۽ ڪنفيوشن وارو ۽
ٻُڌڙ ۾ پير هڻڻ وارو ڊيفينيشن آهي جو هڪ غير مادي، بي شڪل، بي
صورت، بي پرواهہ ۽ موهوم شئي هر هنڌ حاضر ناظر آهي ۽ وڻ جي هر پتي
جي لڏڻ ۽ اڏامڻ جي بہ خبر پويس ٿي. مون چيس تہ حضور تو ۾ بہ اهڙو
هڪ ننڍڙو الله وينو آهي، جنهن کي نہ صورت شڪل آهي نہ هٿ پير نہ
اکيون نہ اوزار پر تنهنجي جسم ۾ جيڪي بہ سؤ ڪروڙن کان بہ مٿي جيو
گهرڙا آهن تن تي قادر آهي ۽ عليم ۽ بصير. چيائين مونکي تہ ڪونہ سجهي.
چيم تہ اهوئي تہ راز آهي تہ توکي پنهنجي جسم جي يا ان جي اندر جيڪي
ڪجهہ ٿئي پيو ان جي خبر ڪونہ آهي، پر هُن کي سموري خبر آهي ۽ تنهنجو
خيري يا خير گهرندڙ ۽ خير ڪندڙ (بيده الخير) آهي ۽ توتي ٿيل هر وار کي
هڪ سيڪنڊجي بہ ڪنهن ڀاڱي ۾ بنا تنهنجي عرض ڪرڻ جي ٽاريو ڇڏي.
اهڙو ڪو رحمان رحيم ٿيو؟ اهو آهي سائين جن جو ميڇالو. نہ هٿ اٿس، نہ
پير نہ اوزار نہ اکيون، نہ شڪل، نہ شبيهہ ۽ نہ اٿس غرض. ٻاٺمرادو وينو
حڪم هلائي. رڳو مٿيءَ جو ذرو بہ توتي نہ سهي. جي مٿي يا واري يا ڪک
اڏامي توڏانهن اچي ٿي اچي ان کان اڳ ”ڪُن“ چئي تنهنجي اک کي حڪم
ڪري جا توکي خبر پوڻ کان اڳ بند ٿيو وڃي. منهنجو دانشورر دوست ويچار
۾ پئجي خاموش ٿي ويو. پلا جڏهن خبر ئي نہ هجي تہ ڊاڙ ڇو هڻجي، واڪا
ڇو ڪجن ۽ فتويٰ ڇو ڏجي. اسان تہ وڏڙن جون اوطاقن ۾ ڳالهيون ٻڌيون ۽
سندن دعائون بہ ٻڌيون تہ، ”رب منهنجا! تون ڄاڻين تو مان نٿو ڄاڻان، شل
توکي ڇڱي وڻي“ اهي اڻ پڙهيل ڪيڏا نہ دانشور هئا!

1950ع کان وٺي 1980ع تائين اهو دور هو جو دهريت دانشوري جو
طرع امتياز هئي، جيڪو دهريو سو دانشور، ٻيا سڀ ٻوڪ. ڪُجي ڪير؟
”سنڌ صدين کان“ سيمينار تي هليو، جنهن لاءِ پيار علي الانا صاحب ڪيرون
لهڻيون. سڄي دنيا مان محقق ۽ دانشور اچي گڏ ٿيا هئا. انهن مان هڪڙي
سويڊش دانشور آسڪو پربولا کي رشيد آخوند، جو اسان جو پيارو دوست
آهي، پنهنجي اباڻي گهر دعوت ۾ گهرايو. مان پهتس تہ هو يورپي صاحب ۽

نورالدين سرڪي، سراج الحق ميمڻ ۽ رشيد آخوند اڳ ئي وينا هئا ۽ وڌندي ٿي ۽ جو دور بہ هليو. منهنجي اچڻ سان رشيد واڪو ڪري چيو اچي ور هڪ پيو دهريو. مان بيهي رهيس ۽ اعلان ڪيم تہ مان دهريو قطعي نہ آهيان. هو يورپي دانشور بہ اهڙو هيسيو وينو هو جو منهنجو ايئن چوڻ ۽ هو بہ ٿي بيهي رهيو ۽ چيائين مان بہ دهريو ناهيان. هو غريب ڪو ڦاٿو وينو هو ۽ ڪجهہ ٿي سگهيو. بنا سمجهڻ جي الله سائين کي نہ مڃڻ ۽ بنا سمجهڻ جي مڃڻ ڳالهہ تہ ذري گهٽ هڪ آهي. ٻئي مجهول. ان ڪري قرآن الحڪيم الله تعاليٰ جي صفتن سان پربو پيو آهي. ڀلا انسان بہ ڇا آهي سواءِ صفات جي نہ تہ ماڻهو ماڻهو جهڙو. باقي نالي ۾ ڇا رکيو آهي. انگريزي ادب ۾ شيڪسپيئر جو مقولو آهي تہ "What is in a name" اسان جو سانگي شاعر، ڇتو سانگي، فرمائي ٿو تہ، "اهو ڇتو نانءُ ڏريائون ڪهڙي عضوي تي" جسم جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ، هي تہ مٿو آهي. هي اکيون، هي هٿ پير، هي ٽنگون ٻانهون پوءِ ڇتو نانءُ ڏريئون ڪهڙي عضوي تي؟ وڏو سليس ۽ معنيٰ خيز سوال آهي. دانشور حضرات پاڻ سوچن ۽ سلين. صفات، صفات، بس صفات تي سڀ ڪجهہ آهن.

ياءُ رشيد آخوند هاڻي چوندو آهي تہ مان دهريو نہ ناستڪ آهيان. ناستڪ کي انگريزي ۾ ائگناسٽڪ چوندا آهن، جنهن جي معنيٰ آهي "نڪا خبر آهي، نڪا خبر پوي ٿي ۽ نہ ماديت ڪانسواءِ ڪا ڄاڻ پوي ٿي". الحمدالله اهو تہ ٿيو ٻانبڙا پائڻ ۽ ڪنهن شئي جي "اصل" کي نہ سڃاڻڻ. مان فلسفي نہ آهيان ۽ نہ شيخ اياز وانگر فلسفي جو ايڏو مطالعو اٿم. باقي ماده جي اصليت تي ۽ ان جي لڪل قوتن تي سائنسي اصولن مطابق مون اڳ ۾ ئي ڪجهہ روشني وڌي آهي. باقي "اديون آئون اڻجاڻ"، "مونسان مون پرين پورائي ۾ پال ڪيا." اهڙي عقلمندي ڪان پورائي چڱي. ڀلا جي ماديت ڪانسواءِ ڪا ڄاڻ نہ ٿي پوي تہ ڇا انساني جسم هڪ مادو ناهي؟ ان ۾ تہ سڀ ڌاتو پيل آهن ۽ هر ڌاتو جو پنهنجو پنهنجو بي پناهہ قوتن وارو جدا اٿو يعني ائٽم ٿئي ٿو پوءِ تہ انساني جسم بي پناهہ قوتن جو هڪ جوالا مکي چئبو. ميچالو جو هڪ ننڍڙو الله ٿيو هر انسان ۾ وينو آهي. اهو بہ تہ مادي قوتن جو پندار ۽ مادو ئي آهي. مادو ڇڏيو، هاڻي تہ سائنسدانن مخالف مادو بہ ڳولهي لڌو آهي تہ هر جسم يا مادي جو مخالف مادو وجود ۾ آهي. ان کي ئي اسان جا عامل،

مجذوب ۽ ديني بزرگ همزاد چوندا هئا، جنهن جو سائنسي ثبوت اڄڪلهه ملي چڪو آهي. مان ڪيان نه مشرڪ ٿيان! منهنجا دانشور دوست چوندا ته جمال هائي واقعي پيو ۽ دقيانوسي خيال "همزاد" ۾ اعتبار پيو ڪري. همزاد جي ڳالهه پوءِ ٿا ڪيون، اول اچو خيال تي. خيال ئي ته جڙ آهي هر سوچ ۾ فلسفي توڙي حيات ۽ موت جو. مارڪسزم. خيال کي آئيڊيا چئي هڪ مفروضو ناهيو ته خيال نه بذات خود ڪجهه نه آهي ۽ مادو ان کان اڳ يا اول آهي. خيال پوءِ جي پيدائش آهي. سچل سائين ته ڳنڍ سلجهائي ڇڏي، پر اسان جي دانشورن کي ديسي فيلسوف بجاءِ ولايتي فيلسوف کپي. سچل سائين سليس نموني چيو ته، "مين نه ڪوئي خيال هان جلسان نال خيال دي". آهيان ئي خيال ۽ هلائڻ وارو به خيال آهي ۽ ايٽن ڪريئٽر ۽ ڪريئشن يعني خلقڻهار ۽ تخليق کي هڪ ڪري ويو. مهاتما گانڌي به اهوئي اصول اپنايو. قرآن الحڪيم ته ٻن لفظن ۾ سڄو بکيڙو ختم ڪري سلجهائي ڇڏيو. "هوالاول وهوالآخر" اول به هو آهي ۽ آخر به هو. اهڙي مختصر سليس ۽ بامعنيٰ سمجهاڻي ٻيو ڪير ڏيندو؟ سڄو هي مانداڻ، ڪائنات جو وجود، مادو ۽ خيال، حيات ۽ موت ۽ ٻيو سڀ ڪجهه انهن ٻن لفظن ۾ بند ٿي ويو.

هائي اچون ٿا مخالف مادي يا همزاد تي، جنيوا جي يورپي ليبارٽري (سائنسي کوجنا گهر) ۾ سائنسدانن مادي جي ذرن جي کوج لڳائيندي، مخالف مادو نه رڳو ڳوليو لڌو پر هڪ شيشي گهر جي خال ۾ جوڙي به ڏيکاريو جتي 1932ع کان وٺي ذرن تي کوجنا ٿي رهي هئي. سائنسدانن جي اها سڄي رپورٽ منهنجي سامهون رکي آهي، جنهن جو مفصل ترجمو ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي، نه ئي عام ماڻهو اهو سمجهي سگهندو. سائنسدان ان رپورٽ ۾ فرمائن ٿا ته ڏيڍ لک ڪروڙ ورهيه اڳ جڏهن مادو وجود ۾ آيو ته ان سان گڏوگڏ هوبهو اهڙوئي مخالف مادو يعني همزاد وجود ۾ آيو ۽ اهو "اجان جيئي" پيو! ۽ اهو همزاد، مادي جي بلڪل آئيني جي عڪس جهڙو آهي ۽ جيئن اسين ڪيون پيا ان جيان مخالف عمل پيو ڪري مثلاً اسان وقت ۾ اڳتي يعني مستقبل ۾ پيا وڃون ته هو وري پوئتي يعني ماضيءَ ڏي پيو وڃي. هر شئي پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي (قرآن). پوءِ هي ماضي حال ۽ مستقبل ڇاهي. پوءِ اي عقل وارؤ سوچيو (قرآن). پوءِ وقت ڇاهي؟ آئنسٽائن چوي ٿو ته وقت نه زيرو محض هڪ ٻڙي آهي، جنهن کان شروعات ڪجي ٿي

تہ وقت بہ شروع ٿئي ٿو. وقت مستقل نہ آهي. شروعات ڪرڻ سان شروع ٿئي ٿو. هلائين تہ هلي هلان. بيھارين تہ بس، واڳ تنهنجي وس آئون ڪا پاڻ وهيٺي. اسان جي يارن نہ اضافت جي ٿيوري پڙهي آهي نہ وقت، مسافت ۽ چمڪ يعني نور تي سوچيو يا سمجهيو آهي. آئنسٽائن لائيٽ کي مستقل (Constant) سڏي ٿو باقي وقت ۽ فاصلي کي غير مستقل. وڌيڪ پليجو صاحب چائي ٿو، مان نٿو چاٺان، مان تہ پنهنجي چريائپ ۾، خفتي تہ آهيان، سوچيان پيو تہ ڪٿي اسين ڪو اولڙو يا عڪس تہ ناهيون ڪنهن گذريل ڊرامي جو جنهنجو اڳئي ڊراپ سين ٿي چڪو آهي، پر جي اصل آهيون تہ پوءِ اسين زمين اندر هونداسون ۽ اسان جو همزاد ٻاهر. بلهي شاهہ فرمائي ٿو، بلها اسان مرنا ناهين، گور پيا ڪوئي هور.” ڏسو هڪ صوفي بزرگ ڪهڙي دقيق سائنسي حقيقت کي ڪيئن چاتو. خبر ناهي تہ قبر ۾ اسين آهيون يا اسانجو همزاد. ڪو مڙئي ٻاهر آهي ۽ پوءِ ڪهڙو عجب، تہ ان سان ملاقاتون بہ ٿين. جنگ بدر ۾ جيڪي ڪفار قتل ٿيا ۽ کوهہ ۾ اڇلايا ويا تن سان ٿن ڏينهن کان پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن مخاطب ٿيا تہ حضرت عمر رضي الله عنه چيو تہ، يا رسول الله ﷺ هي تہ ڊوندڙ آهن، هي تہ ٻڌن ڪونہ ٿا. پاڻ فرمايائون تہ هي توهان کان وڌيڪ ٻڌن ٿا (سيرة مصطفيٰ مولوي محمد عظيم شيدا” هم اسمع منکم” صفحو 178) هاڻي جيڪڏهن مئا اسان کان بہ وڌيڪ ٻڌن ٿا بلڪ منڪر نڪير جي سوالن جا جواب ڏين ٿا تہ هي تہ عجيب اسرار آهي ۽ سائنسي راز آهي. مان ڪراچي ۾ 1969ع جي آڪٽوبر ۾ بدلي ٿي آيس. منهنجو سيشن جج هو مسٽر هدايت حسين سي - ايس - پي. ڏاڍو چڱو ۽ مذهبي ماڻهو هو. مون لاءِ جيئن ٻڌي رکيو هئائين تہ دهريو آهي. سو جو مونکي نمازون پڙهندي ڏٺائين تہ حيران ٿي هڪ ڏينهن منهنجي چيمبر ۾ پاڻ هلي آيو ۽ چيائين تہ ابڙا صاحب توکان هڪ سوال پڇڻ آيو آهيان تہ ڪهڙي سبب يا دليل هيٺ تون الله کي مڃين ٿو. مون چيو ڪنهن بہ سبب ۽ دليل کانسواءِ. جواب اهڙو وٽيس جو اتي مونکي پاڪر پاتائين ۽ چيائين واقعي ڪهڙو دليل ڪهڙو سبب. بنان سبب بنان دليل مون مارو مڃيان پر محمد ﷺ ڪارٽي، ماڻهو اٿارٽي ڏين ٿا مارڪس، انجيلس، انگرسال، برٽراند رسيل، برناڊشا وغيره جي. جيڪڏهن اٿارٽي دليل آهي تہ مون وٽ سڀ کان وڏي اٿارٽي محمد مصطفيٰ ﷺ جي آهي. هونئن بہ هر دليل يا سوال کي ڪٿي تہ آخر

وجي سوال جي نشاني تي بيهبو ۽ اڳتي ڪو جواب نہ ملندو، پوءِ اونڌھہ ۾ تاڦوڙا هڻڻ جي ڪهڙي ضرورت يا ناستڪ ٿي بانبڙا پائڻ، چه معنيٰ دارد، شاھہ لطيف کي اتارڻي ميو تا تہ ان بہ چيو تہ مچ محمد ﷺ ڪارڻي.

تازو تاريخ 25 سيپٽمبر1995ع تي مون وٽ دادو جو محترم علي احمد قريشي ايڊووڪيٽ ملڻ آيو. کيس مون تي ۽ شيخ اياز صاحب بابت حيرت هئي تہ اسان ڪيئن ايڏي ڪلتي ڪاڏي. مون چيو پائو تون اسان کي پنجويھہ يا چاليھہ سالن کان سڃاڻين. اسين تہ اصل کان اهڙا هئاسين. پرائو درد پنهنجي سيني ۾ کنيو وتندا هئاسين. هر ظلم، ڏاڍ ۽ جبر تي جُلھہ ڪندا هئاسين. دشمن کي بہ نقصان ڪونہ پهچايوسين. ڏاڍي جي آڏو اڏول ٿي بيٺاسين ۽ ڏکيا ۽ ڏکاريا بہ وياسون. اسين تہ جهڙا هئاسين تهڙا آهيون. اڄ بہ اڏول آهيون، ڪنهن حاڪم جو سلام ڪونہ پريو اٿئون، جن زندگي سان اکيون اکين ۾ ملائي جيئڻ جا دستور سيکاريا تن تي اهي هٿ نوڪيا دانشور تا الزام هڻن تہ شيخ صاحب موت کان ڊڄي ويو آهي يا جمال ملان ٿي ويو آهي. بيو تہ ٺهيو ڪينئيو گيانچندائي جهڙو پالڪو بہ شيخ صاحب تي تنقيد ٿو ڪري تہ هو موت کان ڊڄي ويو آهي. چا ڪنئيو موت کان نٿو ڊڄي. ڪنئي جهڙا ڪيئي، موت کان تہ چا زندگي کان ڊڄي فراريت جي گپ ۾ گپجي ويا. هر جيو جنتر، ڪول ڪينئو ماڪوڙو، نانگ بلا، شينهن ۽ هاٿي بہ موت کان ڊڄي ٿو. ڊڄ يا ڊپ هڪ مثبت جذبو آهي ۽ انسان ذات جي ارتقا ۽ ترقي جو باعث آهي. انسان مينهن واچ کان ڊنو تہ غار نما گهرڙا ۽ پوءِ قلعي نما پڪا گهر ٺاهيائين. بک کان ڊنو تہ پوکي راهي ڪري ميداني ڪلچر کي وجود ۾ آندائين، اونداهيءَ کان ڊنو تہ ڏيئو، لالٽين ۽ پوءِ بجلي ايجاد ڪيائين. اهو ڊپ جو جذبو ڪڍو تہ سماج جي ترقي منجمد يا نپ ٿي ويندي، باقي اسين تہ موت سان مهاڏو اٽڪايو ويٺا آهيون. 1967ع ۾ مونکي ڊاڪٽر ڪريم عباسي ۽ پوءِ ڪراچي، لنڊن ۽ آمريڪا جي ڊاڪٽرن صاف ٻڌايو تہ تون باقي صرف ڏھہ سال زنده رهندين. مان تہ ڪونہ ڊنس، موت سان ياري ٿي وئي. اياز بہ اڃان موت کي پيڪي وينو ڏٺي تہ، موت موٽي وڃ، اڃان مونکي فرصت ڪونهي! باقي جيڪي ويچارا سڄي عمر ڊڄندا آيا. سمجهوتا ڪندا، فرار اختيار ڪندا رهيا ۽ ڊيجڙي جي بيماري جو شڪار آهن، سي ٿا اسان کي مهڻو ڏين. بلي ساڻين بلي، اسين تہ تيار ويٺا آهيون، موت برحق آهي. زندگي جي

اهائي هڪ حقيقت آهي ته هيو سڀ ڪوڙ. سچي پڌاياڻو. موت کان ڪونه ٿا ڏجون پر مرڻ ٿا چاهيون. موت ته منت منت جو ساٿي آهي. جڏهن ان کي چڱي طرح سڃاڻي وٺبو ته پوءِ ڏپ ڪهڙو. ڏپ ٿيندو آهي اڻ ڏٺي آفت جو، ڄاڻ سڃاڻ سنگت سات واري جو ڪهڙو ڏپ، جيڪي ڪيس ٿا سڃاڻن اهيئي ان کان ڏڄن ٿا ۽ هٽن ٿا پين تي، حضرت علي رضي الله عنه فرمايو ته، مان موت کي ايترو سڃاڻان جهڙو ٿڃ پياڪ ٻار ماءُ جي ڇاتي جي ڏنڊڙن کي. واهه! ڇا ٿڃ پياڪ ٻالڪ به ڪڏهن ماءُ جي ڇاتيءَ جي ڏنڊڙن کان ڏڄندو؟ ناممڪن. بقول شيخ اياز جي ته:

ڪجهه ڏات ڏسو پوءِ بات ڪيو، هي شور جايو آ پيارا.

مون مٿي سائنس جي سيني شعبن ۽ شاخن، طبيعات، نباتات، مادي، ڪيميا، رياضي، سائنس، مابعد الطبيعات، نفسيات وغيره جي بنيادي اصولن تي روشني وڌي آهي. باقي هڪ شاخ آهي آواز يعني (سائونڊ) جنهن کي به قوت آهي جنهن کي به مابي سگهجي ٿو. الله تبارڪ وتعاليٰ جو "ڪُن" چوڻ ۽ ڪائنات جو وجود ۾ اچڻ ڪا جادو ٽي يا ديومالائي ڳالهه نه آهي. توهان زور سان ڪُنُ به ٽي دفعا چوندا رهو ته توهان کي آواز جي اسرار ۽ سگهه جو ڪجهه ڏيو پوڻ لڳندو. هاڻ ته سائنسدان به مڃين ٿا ته ڪائنات هڪ وڏي آواز Big Bang سان وجود ۾ آئي. وٺي ڳالهه خيال شريف ۾؟ الله ۽ سندس رسول ۽ وحيءَ جي ڳالهه کي توهان فرسودو سمجهندا رهيا ۽ هڪ معمولي سائنسدان جي ڳالهه تي جهٽ آمنا صدقنا ڪري ويا. "معمولي" ان ڪري ٿو چوان جو ويچارو سائنسدان خود مونجهاري ۾ آهي ۽ سڄي عمر تحقيق ۽ تجسس ۾ گذاريندي به آخر اقرار ڪري ٿو ته مان نٿو ڄاڻان. مشهور سائنسدانن نيوٽن جنهن ڪشش ثقل جو بنيادي اصول ڳولهي لڌو ۽ ان جا ماپا ۽ ماڻ به ڳولهي ورتائين ۽ رفتار ۽ ماڻ جو رشتو ۽ ڳانڍاپو به ڄاڃي ۽ مابي ورتائين، تنهن کان جڏهن سندس علم ۽ ڄاڻ متعلق پڇيو ويو ته معصوميت سان جواب ڏنائين ته مون ته رڳو ڪناري تان به چار ٺڪربون ميڙيون آهن، علم جو ساگر ته اٿاهه ۽ عميق اڻ ڳولهيو ۽ اڻ ماپيو، پريو پيو آهي. نيوٽن جي بنيادي اصول "ماڻ ضربيان رفتار ضربيان رفتار برابر آهي سگهه جي" $E= MV^1$.

کي ٿي آئن اسٽائن رفتار ۽ وقت جي ڳانڍاپي سان ملائي هڪڙي حيرت انگيز ايجاد ڪئي، جنهن فلسفي کي نئين دڳ لائي وقت ۽ خلا جي اسرار کان

واقف ڪرايو. اسان جا ڄاڻا دانشور پوءِ ٽائيم ۽ اسپيس جي موضوع تي بحث مباحثا ڪري ڪڳيون هڻڻ لڳا، پر تڏهن به اهو نه پيا مڃين ته سرور ڪائنات حضور نبي ڪريمﷺ جڏهن آسمانن جو سير ۽ سفر ڪري موٽيا ته سندن وضو جو پاڻي اڃان وهيو پئي ۽ در جو ڪڙو اڃان لڏيو پي. ڳالهه سولي پئي آهي، جي وقت کي منجمد ڪري ڇڏيو، تيز رفتاري سان يا ماڻ جي بيوزنيءَ سان، ته هر شئي جامد ٿي ويندي. پوءِ جڏهن وقت کي چالو ڪبو جو حڪم ٿيندو ته ڪڙو به لڏڻ شروع ڪندو ۽ پاڻي به وهڻ لڳندو. اها ڳالهه آئن اسٽائن جي ٿيوري جي عين مطابق آهي. آئن اسٽائن تي اعتبار آهي باقي فاطر السمٰوات والارض تي اعتبار ڪونهي ڇاڪاڻ ته ناسمجھ ڪونائون هڪ اعزاز آهي. تفو برتو اي چرخ گردان تفو.

برصغير هند و پاڪ ۾ به تمام وڏا ڏاها ٿي گذريا آهن. هڪ اهم اين راءِ ۽ ٻيو علامه عنايت الله المشرقي، اياز، راءِ کان متاثر هو ۽ مان علامه صاحب جو پوئلڳ هوس. ايم اين راءِ ماديت پرست هو ۽ علامه صاحب وڏو موحد ۽ روحانيت جو صاحب، جيتوڻيڪ بنيادي طور هو سائنسدان ۽ مئٿميٽڪس جو ماهر هو. انهي هوندي به مان شيخ اياز صاحب جو مداح هئس ڇو ته هو بار جهرو معصوم، ڏکويلن جو ساٿاري، نيڪدل ۽ تمام پيارو انسان هو ۽ آهي. سچي عمر حق جي تلاش ۾ رهيو آهي ۽ اها تمام وڏي ڳالهه آهي. ڪلفت ڪينو ۽ نفرت منجهس اصل ڪونه آهي. دشمن سان به دوست جهڙو ورتاءُ ڪندو اچي ڄاڻندي به. محترم محمد ابراهيم جوئي، اياز روبرو مونکي ٽوڪ طور چيو ته، اياز ته بي نمازي آهي. مون چيو ته اياز چوويهه ڪلاڪ نماز ۾ آهي. علم ۽ حق جي تلاش ۽ علم جو حصول مسلسل عبادت آهي. حضور سائينﷺ جون به ٽي حديثون لکان ٿو. فرمائين ٿا:

1- عالم جي مس شهيد جي رت کان وڌيڪ پاڪ آهي.

2- جو عالم جي عزت ٿو ڪري سو منهنجي (رسول پاڪ جي) عزت ٿو ڪري.

3- جو شخص علم جي شغل ۾ ٿو رهي سو گويا نٿو مري.

4- علم واري جا الفاظ ٻڌڻ ۽ ٻين کي علم جا سبق سيکارڻ عبادت کان بهتر آهي.

مان چئلينج ٿو ڏيان تہ دنيا جي ڪنهن بہ مذهبي، ادبي، فلسفي، دانشور جي قول ۾ مٿين قولن کان بهتر ڪو مقولو پيش ڪري ڏيکارين.

ايئن تہ مهاتما گانڌي بہ تمام عظيم انسان هو. سادگي پسند، سچو ۽ سندس فعل ۽ قول ۾ تضاد ڪونہ هو. اها تمام وڏي ڳالهہ آهي. صاف چوندو هو تہ مان واڌيو آهيان ۽ منهنجو مقصد رام راڄ قائم ڪرڻ آهي. علامہ صاحب بہ آءِ سي ايس جي آفيسري ڇڏي لاهور کان ٻاهر اڇڙي ۾ هڪ ڪچي جاءِ وٺي ٻاهر ڪليل مٽيءَ واري ميدان تي تنبوءَ ۾ خاڪسار تحريڪ جو مرڪزي دفتر قائم ڪري اڪيلي سر عملي طور خاڪسار بڻجي ويو. خاڪي زين جي قميص خاڪي پاڄامو ۽ ڪلهي تي بيلچو کڻي گهٽين ۽ رستن تي مارچ ڪندو هو ۽ عام ماڻهن جي مدد ۽ خدمت ڪندو هو. ڇٻي هٿ ۾ کڻي سودو سامان پڻ وٺندو هو ۽ رڌ پچاءُ سندس گهر واري، جا وڏ گهراڻي هئي سا پاڻ ڪندي هئي. علامہ صاحب بہ صاف چوندو هو تہ منهنجو مقصد آهي غلبہ اسلام. رام راڄ ۽ غلبہ اسلام مان ٻنهي ليڊرن جي نيت هئي هڪ فلاحي رياست قائم ڪرڻ. خاڪسار تحريڪ ٿوري مدت ۾ ايترو ڦهلجي ۽ ايترو زور وٺي وئي جو انگريز سرڪار بار بار تحريڪ تي بندش وڌي ۽ علامہ صاحب کي ديوناگري جيل ۾ بند ڪيو تہ بہ تحريڪ زور افزون ترقي ڪندي وئي. پلا خدمت خلق کان ڪير ٿو ڪنهن کي روڪي سگهي. علامہ صاحب سادگيءَ جو ۽ بنا معاوضي خدمت جو حڪم ڏنو. ايتريقدر جو خاڪسار ماني بہ پنهنجي هڙئون کائيندا هئا ۽ سمورو خرچ خود برداشت ڪندا هئا. چندو وٺڻ جي بہ سختي سان منع هئي. يائبي ۽ اخوت، جو اهڙو عملي نمونو پيدا ٿي ويو جو غريب غربي کي ايڏي عزت نفس ۽ جرئت ملي وئي جو هن مان ڪمتري جو احساس بلڪل گم ٿي ويو. هاسٽل ۾ جيڪو اسانجو بورچي ولي محمد هو سو اسان جو سالار مقرر ٿيو. هو اسان تي حڪم هلائيندو هو ۽ اسين ڪيس سلام، سليوٽ ڪري چوندا هئاسون، حاضر سالار صاحب. سڄي سنڌ جو حاڪم اعليٰ شڪارپور جو هڪ واڍو مستري فيض محمد هو ۽ اهو مير صاحبن، وڪيلن، سردارن، شاگردن وغيره کي حڪم ڪندو هو تہ هي ڪم ڪري اچو. علامہ صاحب ڪنٽريٽي کان بلڪل آجو هو. حڪم ڪيائين تہ هندن کي بہ تحريڪ ۾ شامل ڪيو. ان ڏينهن خاڪسارن ۾ ڪافي ٽرٽلو هو. مونکي چٽو ياد آهي تہ ان رات ڪافي خاڪسار محترم محمد حفيظ

قريشي، تڏهن شاگرد ۽ هاڻ وڪيل ۽ زميندار، وٽ اچي گڏ ٿيا. سڄي رات بحث مباحثو هليو ۽ صبح جي فجر نماز جي اذان تي اٿياسون. محمد حفيظ صاحب تمام ڄاڻو، عالماڻي ۽ منطقي گفتگو ڪندو آهي. از روئي قرآن ۽ حديث ثابت ڪيائين تہ ان حڪم ۾ ڪابہ غير اسلامي ڳالهہ نہ آهي بلڪ عين اسلام آهي. مونکي اهي حديثون ۽ قرآني آيتون اڄان ياد آهن جيتوڻيڪ اهو 1942ع جو واقعو آهي. بحث جي طوالت سبب انهن کي نٿو ورجايان، رڳو هڪ ڳالهہ چوان ٿو تہ حضور اڪرم ﷺ، يهودين کي ڪلي دعوت ڏني تہ اچو جيڪڏهن اتحاد عقيده نٿا ڪيون تہ اتحاد عمل تہ ڪيون. سڀ خاڪسار مطمئن ٿي اٿيا ۽ هڪ رات ۾ ڦرڪو ئي ڦري ويو. ڪٽرپڻو صفا نڪري ويو. توهان کي شايد معلوم نہ هجي پر ڊاڪٽر وطن مل، مشهور سماجي ڪارڪن خاڪسار ٿي ويو ۽ حيدرآباد جو ڊاڪٽر امرنات سوري بہ خاڪساريءَ ۾ اچي ويو. ڊاڪٽر امرنات جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي. اهل دل ماڻهو هو سچار، ايماندار ۽ سادو. سندس طب جو دڪان چوٽڪي چاڙهي تي هو. ڪشادو صاف سٺو ماحول جتي سنگ مر مر جون چار ڪن ميزون ۽ ڪرسيون بہ پيل هونديون هيون ۽ ريسٽرانٽ جي ڏک ڏيندو هو. حيدرآباد جي سخت گرمي ۽ لڪ ۾ دوڪان ۾ وڃبو هو تہ ٺار محسوس ٿيندو هو. شربت خاص ڪري ملڪ روز اهڙو ملندو هو جو وڃي ٿيا خير. اهڙو ملڪ روز مون اڄ تائين وري نہ چکيو آهي. ڏدو، گهاٽو، پستا، بادام پيل بس لڳ نري پوندا هئا ۽ تراوت اچي ويندي هئي. قيمت بہ معمولي. ڊاڪٽر امرنات، خدا نٿو پلائي تہ پنهنجي نسل جو هو ۽ ننڍي، اچي ڪاري ڏاڙهي بہ هئس. دل جو اهڙو نرم جو ٿوري گهڻي ڳالهہ تي يا رڳو ماڻ ملڻ تي دل پرجي ايندي هئس ۽ ڳوڙها جلدي ۾ اکين وٺندو هو. ڊاڪٽر وطن مل رڳو وتندو هو ماڻهن جي خدمت ڪندو. شل نہ ڪنهن کي تڪليف ۾ ڏسي، ڊوڙي وڃي مدد ڪندو هئس. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ رهيو پيو هو. هڪ دفعي مان لاڙڪاڻي کان ڪراچي ٿي ويس تہ ڊاڪٽر صاحب ساڳيءَ گاڏي ۾ مٿين سيٽ تي ليٽيو پيو هو. بانهن پڳل هئس ۽ ڪپڙي سان ڳچي سان ٻڌل هئس. سن اسٽيشن اچڻ کان اڳ جيئن تيئن ڪري سيٽ تان لٿو ۽ هڪ هٿ سان ننڍڙي بئگ لاهي دروازي وٽ رکيائين. مون سمجهيو تہ سن، سائين جي ايم سيد سان ملڻ پيو وڃي. هاڻ ڊاڪٽر صاحب جو بستره ڪيئن ويڙهجي. ننڍو انٽر ڪلاس جو گاڏو هو،

جنهن ۾ سڀ پڙهيل لکيل ماڻهو ويٺا هئا، پر ڪوبه ڪونه چُريو. مان اجان ايل ايل بي جي آخري سال ۾ پڙهندو هئس ۽ ڊاڪٽر صاحب مون کي ڪونه سڃاڻندو هو. مون اتي ڊاڪٽر صاحب جو بسترو ويڙهيو ۽ پڇيومانس ته ٻڌڻ لاءِ ڪا رسي آهي. چيائين فراسي هيٺان نوڙي پئي اٿئي. مون بسترو ٻڌي بئگ سان گڏ دروازي وٽ ڪري رکيو. گاڏي سن اسٽيشن تي به تي منٽ مس بيهندي هئي. مون چيومانس ته ڊاڪٽر صاحب توهان الڪو نه ڪيو. توهان آرام سان لهجو، سامان مان پاڻهئي لاهيندس. مون ڊاڪٽر صاحب جي اکين ۾ چمڪ ڏٺي جڻ اهو اطمينان هجيس ته سندس خدمت خلق جو پيغام نوجوانن وٽ پهچي چڪو هو. انهي ريل گاڏيءَ ۾ بيو به هڪ واقعو پيش ايو. جهمپير وٽ هڪ سوٽيڊ بوٽيڊ نوجوان چوڪرات چڙهيو. مون ساڻس سنڌي ۾ ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي. هو اهڙا ڪپڙا پائي انٽر ڪلاس ۾ ان ڪري چڙهيو هو ته سڀ پڙهيل لکيل شريف، ماڻهو هوندا ۽ ڪو خطرو ڪونه هوندو. مجاڻ ڪيئن ٻين مسافرن کي شڪ پئجي ويو ته هو هندو هو. سيئي مهاجر هئا سو شوخ لهجي ۾ چوڻ لڳا ته اچليوس هيٺ ۽ واقعي هو اٿي بيٺا ۽ هن هندو چوڪر ڏانهن وڌڻ لڳا. مان اٿي بيهي سندن مخالفت ڪئي ته مون سان به وڙهڻ لڳا. چي تون نٿو سمجهين ته هنن انڊيا ۾ اسان سان ڪهڙا ڪهڙا ظلم ڪيا آهن. مون چيو پائي هي ته هتي جو ڳوٺاڻو آهي هن جو انڊيا جي واقعن سان ڪهڙو واسطو پر منهنجي هڪ به نه ٻڌائون ۽ هن ويچاري ڊنل هيسيل چوڪر ڏانهن وڌڻ لڳا، پر مان به ڍال تي بيهي رهيس جيتوڻيڪ مان سنهو سڪو ۽ ڪمزور هئس ۽ هو ڏندا متارا هئا. نيٺ مونکي به دڙڪو ڏنائون ته نوکي به اڇلائينداسون. مون چيو ڀلي پر ههڙو ڪيس ڪرڻ نه ڏيندو سانوَ. ايئن ڪندي ٻي اسٽيشن اچي وئي ۽ مان ان هندو چوڪر کي در تائين گهليندي چيو ته پچي وڃي ڪنهن ٿرڊ ڪلاس گاڏي ۾ ويهه، اهي اڻ پڙهيل هن پڙهيل ڳڙهيل آفيسرن کان وڌيڪ چڱا هوندا. چوڪر به لهي وئي پڳو ۽ مون ڏٺو ته هڪ ٿرڊ ڪلاس گاڏي ۾ چڙهي پيو. پوءِ ته ڪراچي تائين هو آفيسر مونکي لوئيندا آيا ته تون مسلمان هوندي به هڪ هندو جي جان بچائي بيغيرتيءَ جو ثبوت ڏنو آهي. مون ورندي ڪانه ڏني، منهنجو اندر وارو انسان خوش هو. ڀلا ورندي به ڪهڙي ڏجي. جڏهن ضمير ڪارو ٿي وڃي ته عقل تي پڙدو چڙهي ٿو وڃي ۽ سمجهه، سوچ توڙي رحم ۽ انسانيت جا جذبا

معدوم ٿي وڃن ٿا. قرآني زبان ۾ هو گونگا آهن، ٻوڙا آهن ۽ سندن اکين تي پڙدا چڙهي ٿا وڃن ۽ هو نہ ڏسن ٿا، نہ سمجهن ٿا. ريل گاڏي جي حوالي سان هڪ ٻيو واقعو ياد اچيم ٿو. لاڙڪاڻ کان ڪراچي ٿي وڃڻ ۽ انٽر ڪلاس ۾ ويٺو هئس مڃاڻ ڪو سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جو ميڙو پورو ٿيو هو. اسٽيشن تي انبوهہ ماڻهن جا بيٺا هئا ۽ گاڏي ٻيهڻ سان ماڻهو ڌوڪي پيا. مون واري گاڏي ۾ مڪراني گهڻا چڙهيا. مڪراني جاننا ۽ ڏاڍا مڙس گاڏو پيري در تي بيهي رهيا ۽ جيڪو ٻيو چڙهي تنهن کي ڌڪو ڏئي، دڙڪو ڏئي هٽائي تي چڏيائون. مان دري واري سيٽ تي ويٺو هئس. ڏسان تہ هڪ واٽيو ننڍي نيٽيءَ زال سان هيسيو، حيران پريشان بيٺو آهي. گاڏي جي دروازي وٽ وڃي کيس سڏ ڪري چيم تہ پائي هلي آ. واڻڙو واڻڙو تي چڙهي پيو. مون کين پنهنجي جاءِ تي ويهاري ڇڏيو ۽ پاڻ بيهي رهيس. مڪرانين کي مڻيان لڳي ۽ پنهنجي مخصوص ۽ کهري انداز ۾ مونکي چيائون، اڙي هڪڙو ٻيهڻ جي جاءِ ڪانہ تون وري سواريون ٻيو چاڙهين. منهنجو بہ نوجوان رت، سو رکو جواب ڏنوماان تہ، توهان جو ڇا وڃي، مون پنهنجي جاءِ کين ويهڻ لاءِ ڏني آهي. منهنجو ايئن چوڻ ۽ لٺيون اپيون ٿي ويون. رت ۾ ٻاڙهو ٿي وڃان ها پر هڪ نوجوان خاموش طبع مڪراني ٻين کي هٿ جي اشاري سان جهليو تہ لٺيون هوا ۾ ئي رڪجي ويون. پوءِ مون ڏي منهن ڪري سوال ڪيائين تہ هي ڇا ٻيو چوين ڇا ٻيو ڪرين. مون عزت سان چيومانس تہ، ”واجا مون ڪهڙو ڏوهہ جو ڪم ڪيو آهي، تون پلي جيڪي وٽئي سو فيصلو ڪر.“ اڙي نيڪ آ نيڪ آ.“ هن جو ايئن چوڻ ۽ جهيڙو ختم ٿيڻ. پاڻ جيڪي سو ماڻهن کي سوري سوڙهہ سنگهڙ ۾ جاءِ ڪرائي مونکي چيائين ويهي رهہ. سندس ضمير زندہ هو. گهڻا سال پوءِ مون اياز قادري جو لکيل افسانو بلو دادا پڙهيو تہ مونکي بار بار اهو مڪراني ياد آيو. مڪراني ماڻهو ڏسڻ جا ۽ ڳالهائڻ جا کهرا ۽ شوخ، پر سندن دليون سون ورنيون آهن.

اهو مهل تي منهن ڏيڻ ۽ يڪدم فيصلو ڪرڻ ڪو منهنجي رت (حيات جيوڙي) ۾ پيل آهي. لاڙڪاڻي ۾ جاڙل شاہ پرسان هڪ ننڍي مسوازي جاء ۾ رهندا هئاسون. اها 1946ع جي ڳالهہ آهي سباري جي رات جو 11 بجي خون خون ۽ بچايو بچايو جون رڙيون ٿيون. مان ان وقت بستري تي ليٽيو پيو هئس. ٽپ ڏئي اٿس ۽ ٻاهرئين دروازي ڏي ڀڳس. ڇا ڏسان تہ امڙ اڳ ۾ ئي در کي پٺي ڏئي بيٺي هجي. امڙ جي دل اولاد جي دل کي ڪيئن نہ

اڳوات ئي سمجهي وئي. مون امان کي پري ڪري نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇي ابا الله جو واسطو، قرآن جو واسطو اٿئي ٻاهر نہ وڃ. ڇيم امان ٻاهر الائي ڇا پيو ٿئي. تون ٿي جهلين؟ ڇي رئو ميڙ ٿئي موٽي وڃ، سو موٽي اچي خارون کائيندو کٽ تي ليٽي پيس. ٻئي ڏينهن خبر پئي تہ لاڙڪاڻي جو مشهور دادا مير محمد عرف ميرو جنهن اڳ ۾ بہ ٽي خون ڪيا هئا، سو آيو هو خالي ڏنئوس ڇمائي هليو ويو.

ڳالهہ پئي هلي نيوٽن، آئنسٽائن ۽ بنيادي سائنسي اصولن جي. مونکي ڳالهہ ڪرڻي هئي حيات جيوڙن جي. اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ بايولاجي يعني علم نباتات جو بنيادي اصول آهي تہ زندگي اڳي ئي پيدا ٿيل زندگي (حيات) مان پيدا ٿئي ٿي. اهو تہ ٺهيو پر ”حيات جيوڙا“، فطرت ايڏو تہ وافر انداز ۾ پيدا ڪيا آهن جو عقل چرخ ٿيو وڃي. اناج، ٻج ۽ ڪينئن ماڪوڙين يا ماڪڙ جي واڌ ويجهہ کي ڇڏي رڳو انساني حيات جيوڙن ڏي ڏسو تہ بس حيرت آهي حيرت. مڙداني ٻج جو جيڪڏهن هڪ ذرو سُئيءَ جي چهنب تي رکو تہ ڏهہ لک حيات جيوڙا اچي ويندا ۽ چهنب تي اجان بہ ڪجهہ جاءِ بچي پوندي. انسان جا ايڏا ڪروڙن جا ڪروڙ حيات جيوڙا پيدا ڪرڻ ۾ فطرت جو ڪوئہ عظيم مقصد هوندو. علامہ المشرقي 1945ع ۾ ڪراچي جي ڪاليج چوراهي تي هڪ اهڙي تہ تقرير ڪئي جو سندس متنازع شخصيت جي باوجود، هزار کن شاگردن جن ۾ هندو مسلمان، سک ڪانگريسي، مسلم ليگي ۽ ڪميونسٽ بہ هئا. اهڙي خاموشيءَ ۽ توجهہ سان ٻڌي جو هوند هڪ سئيءَ ڪرڻ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ اچي. علامہ صاحب جيئن تہ وڏو سائنسدان، رياضيدان ۽ مفڪر هئو تنهن ڪري سندس تقرير توڙي تحرير جي هر جملي ۾ منطقي لحاظ کان سوال بہ هوندو هو تہ ازخود جواب بہ. سندس مشهور ڪتاب ”تذڪره“ بہ انهيءَ طرز تي لکيل اهي. انهي تقرير جهڙو ئي هڪ خط علامہ صاحب دنيا جي سمورن سائنسدانن کي اماڻيو. شيخ اياز کي پڙهڻ لاءِ ڏنم تہ پڙهي اهڙو حيران ٿيو جو چيائين تہ. ڪمال آهي هن ماڻهوءَ جو. جڏهن خلا ۾ سفر ڪرڻ جو تصور ئي ڪونہ هو تہ هن ماڻهو اڳوات اها ڳالهہ ڪري ڇڏي آهي. اهو خط انگريزي ۾ آهي ۽ ان ۾ ٽيهارو کن پئراگراف آهن. مان رڳو ڇئن پئراگرافن جو ترجمو ڪري نموني طور پيش ڪيان ٿو:

مان وارا فطرت جا ڄاڻو ۽ علم جا معزز متلاشي، سائنسدان، انجنيئر، سماج سڌارڪ، قانوندان وغيره.

1- جيڪڏهن هن بي انت ۽ لامحمدود ڪائنات جون ڪل سهوليتون حيات جي واڌ ويجهہ لاءِ رڳو هن ننڍڙي ڌرتيءَ جي مخلوق لاءِ مخصوص ۽ ميسر آهن تہ پوءِ چئبو تہ باقي لکين ڪروڙين تارا ستارا وغيره محض مئل ۽ اجايو زيان آهن، ۽ جي ائين آهي تہ پوءِ فطرت جو هي سڄو مانڊاڻ ۽ خود فطرت بيوقوفي جي حد تائين بيسود، بي مقصد ۽ اجايو زيان آهي ۽ فقط انسان ئي هن وسيع ۽ عريض ڪائنات ۾ واحد ۽ اڪيلو مخلوق آهي جو لازماً ڪنهن وڏي دانشمندانہ مقصد ۽ ڪارنامي خاطر خلقيو ويو.

2- جيڪڏهن دانش يا شعور، ماس ۽ رت کان سواءِ وجود نٿا رکن تہ پوءِ چئبو تہ هيءَ سموري ڪائنات (سواءِ ڌرتيءَ جي) دانش ۽ شعور کان وانجهيل آهي ۽ پوءِ اهو نتيجو اخذ ڪبو تہ هيءَ لامحدود ۽ بي انت ڪائنات توڙي فطرت، حيرت جي حد تائين اجائي ۽ بنا مطالب بنا مقصد اجايو زيان آهي. ان جي برخلاف جيئن ڪيترائي فطرت جا ڄاڻو ڄاڻن ٿا تہ فطرت جي هھڙي دانشمندانہ، بي عيب ۽ باقاعدي ساخت پاڻمرادو ٻڌائي ٿي تہ ضرور ڪنهن تمام عظيم ۽ همه گير "قوت" ئي اهڙو عجيب ۽ حيرت انگيز نظام خلقيو هوندو، جيڪڏهن ان حقيقت کي مڃيو وڃي تہ پوءِ اهو قبول ڪرڻو پوندو تہ دانش ۽ شعور، ماس ۽ رت کانسواءِ بہ موجود ٿي سگهن ٿا (يا وجود رکن ٿا) پوءِ اسين آساني سان ان نتيجي تي پهچي وينداسين تہ ماس ۽ رت، دانش ۽ شعوري زندگي لاءِ ضروري نہ آهن. پوءِ ائين پڻ ٿي سگهي ٿو تہ ان "وڏي همه گير قوت" کان سواءِ ٻي بہ ڪا دانشمند ۽ باشعور مخلوق هن ڪائنات ۾ هجي جنهن جو مدار هن زميني ماس ۽ رت کانسواءِ هجي.

3- اشرف المخلوقات: جيڪڏهن ماس ۽ رت کانسواءِ ڪا باشعور مخلوق هن ڪائنات ۾ موجود آهي يا اهڙي ئي ڪا ٻي مخلوق آهي، جنهن جا عضوا ۽ حيات گهرڙا زميني ماڻهو کان مختلف آهن، تڏهن بہ اهو ڪونہ چئي سگهبو تہ اها مخلوق، زميني انسان کان ڪو عقل شعور ۽ دانش ۾ افضل آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي اجا زميني انسان سان نہ ڪوئي رابطو قائم ڪري سگهيا آهن ۽ نہ وري ڪو ٻيو نماءُ ڪري سگهيا آهن. تنهن ڪري موجوده وقت

۾ هڪ يقيني نتيجو اهو ٿو نڪري تہ زميني انسان ئي هڪ مخصوص وجود آهي جو هن ڪائنات ۾ نمايان ۽ ظاهر ظهور بيٺو آهي، لاشڪ ڪنهن وڏي خاص مقرر ڪيل مقصد لاءِ.

4- اهو خاص مقرر ڪيل مقصد صرف اهوئي ٿي سگهي ٿو تہ ماڻهو هن سموري ڪائنات کي مسخر ڪري (فتح ڪري يا قابض ٿي وڃي). اهو مقصد تيسين حاصل ڪين ٿيندو جيسين انسان پاڻ کي ڪنهن بي مثاهين سطح ۾ تبديل ڪري اهڙو وجود اختيار ڪري جو ماس ۽ رت کان آزاد هجي يا ڪم از ڪم اهڙو روپ يا وجود جيڪو ڪائنات جي بين آسماني ۽ خلائي جڳهن تي وڃڻ ۽ رهڻ جي صلاحيت رکي. جيتوڻيڪ ڪائنات جي وسعتن ۽ اسرارن کي نظر ۾ رکندي اها ڳالهہ احمقانہ آهي تہ جيڪڏهن ماڻهو جي تخليق انهي مقصد لاءِ نہ آهي ۽ ماڻهن ۾ اهڙيون صلاحيتون ئي ڪونہ آهن جو اهو مقرر ڪيل مقصد حاصل ڪري سگهي تہ پوءِ هيءَ سموري تخليق هڪ بي معنيٰ نمائش آهي. ۽ پڻ ماڻهو جو شعور ۽ دانش ۽ ان ڏس ۾ سندس لکن ڪروڙن سالن جي ارتقائي ڪوشش ۽ ترقي جنهن سبب هو هيناهين سطح کان ايري مٿي آيو ۽ جا ڪجهہ ڄاڻ ۽ قوت، فطرت جي عنصرن مان حاصل ڪيائين، سو سڀ ڪجهہ اجائي ڪوشش هئي. جنهن ڪيس ڪنهن بہ منزل تي نہ پهچايو ۽ اهو سڀ ڪجهہ اجايو ۽ اوندهہ ۾ ٽاڪوڙا هڻا. جيڪڏهن اهڙو مفروضو قبول ڪيو وڃي تہ پوءِ هيءَ سڄي ساري پرپور ۽ جاندار ڪائنات محض هڪ بيجان، بيمقصد ۽ پوڪپائيءَ جو بي معنيٰ ڊرامو آهي. انهيءَ ڪري هن زمين تي، ماڻهو جهڙي مخلوق جي وجود جو صرف اهوئي مقصد ٿي سگهي ٿو تہ هو ڪائنات ۽ ان جي اسرار کي مسخر ڪري ۽ مٿس فتح حاصل ڪري ۽ قابض ٿئي. ضرور اهوئي انسان جي تخليق ۽ وجود جو مقصد آهي، جنهن لاءِ ماڻهو کي هڙني مشڪلاتن کي هٽائي ڪيئن بہ ڪري حاصل ڪرڻو آهي.

مٿيان تہ ٿيا تيهن مان چار پئراگراف، علامہ صاحب عجب سحر انگيز سائنسي ۽ منطقي طريقي سان ويو، ڪائنات جا اسرار کوليندو. پوءِ ڪيئن نہ پن ڊراپ خاموشي ۾ اهڙي تقرير ٻڌي ويندي. حقيقت ۾ تقرير ڪندڙ صاحب وٽ علم جو درياهہ هجي ۽ اخلاق بہ هجي تہ مجال آ جو تقرير ٻڌندڙ ڌيان سان نہ ٻڌن. البت ڪو ڄاڻي واڻي اڳوات سنبت ڪري اچي وڳوڙ پيدا

ڪري تہ پوءِ اهڙي ڪرائي جي تنوَن ڪي ڇا تو ڪري سگهجي. علامہ
صاحب تقرير جي آخر ۾ دنيا جي عالمن ۽ سائنسدانن کي اهو مشورو ڏنو ته
هو انساني توڙي ٻين نباتاتي حيات جيوڙن تي تحقيق ڪن. جنهن [illegible] ي ڪري
هنن قطعي نظرانداز ڪري ڇڏيو هو ۽ انسان کي خلا ۾ موڪلڻ جي تياري
ڪن. ان ڪان پوءِ جا ڪجهہ خلائي سائنس ۽ جنيٽڪس [illegible]
جي سائنس ۾ ترقي تي آهي. سا اسان جي اکين آڏو [illegible]
پيارو الهہ لوڪ دوست هوندو هو جسٽس علي نواز ٻڍائي [illegible]
ڳالهيون ٻڌيون تہ گهريءَ سوچ ۾ غرق تي ويو ۽ ٽبيءَ [illegible]
جمال قدرت جو هيڏا ڪروڙين حيات جيوڙا مرد جي ٻج [illegible] وڏا
آهن. اهي بي سبب تہ ڪونہ هوندا. فطرت جو [illegible]
ڪي جنم ڏيڻ. جيئن بي انت انسان پيدا ٿي هن [illegible] مڪڙو
تڪڙو ارتقائي تبديلين مان گذري خلائي ڪائنات [illegible] ٻڍائي
صاحب جي ڳالهہ بي وزن ڪانہ هئي. هو وڏو [illegible] شاهہ
لطيف ۽ قرآن الحڪيم جو ڪافي مطالعو هو.

علامہ صاحب تمام عظيم انسان [illegible] زمين تي
ويهي گوڏو گوڏي ۾ ملائي ڪچهريون [illegible]
ڪندو هو. 1946ع ۾ ڪراچي آيو تہ [illegible] ولا [illegible]
غلام مصطفيٰ شاهہ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش [illegible] خاڪسارن
جون ٻهيرون اڇي گڏ تيون ۽ علامہ [illegible] سائن ميل ملاقات
۾ صرف تيڻ لڳو. اسان خيال ڪيو تہ ڪراچي جي سمورن دانشورن کي
گهرائي علامہ صاحب سان ملائجي. علامہ صاحب مجيو ۽ وقت ۽ ڏينهن مقرر
ڪري سيني ڏي دعوتي خط موڪليا سون. ڪافي هندو، مسلمان ۽ مختلف
سياسي جماعتن جا دانشور اچي گڏ ٿيا. خاڪسار هئا علامہ صاحب جا عاشق
سي بہ اچي مڙيا پر خاڪسار تحريڪ هڪ منظم جماعت هئي. تنهن ڪري
ڪين حڪم ڏنو ويو تہ ڪوبہ خاڪسار اندر نہ اچي. سڀ خاڪسار ٻاهر فٽ
پاٿ تي ويهي رهيا پر هڪ خاڪسار لال خان اندر گهڙي آيو. هو بگل ڏاڍو
سٺو وڄائيندو هو. جهنڊي کي سلامي مهل يا علامہ صاحب کي سلامي ڏيڻ
مهل لال خان بگل وڄائيندو هو ۽ جذبي سان تمتمار ٿي ويندو هو. مون
پڇيومانس تہ لال خان خاڪساريءَ جي تبليغ ڪيئن ڪندو آهين. تہ ڪ جواب

ڏيندو هو تہ چوندو آهيان تہ ”علم (جهنڊو) ڏسو ۽ علامہ صاحب کي ڏسو انهيءَ کان وڌيڪ بي ڪهڙي تبليغ؟“ مون چيو لال خان سچو آهين. سو ان ڏينهن علامہ صاحب تمام باريڪ نقطا فلسفي، سائنس ۽ سياست جا بي بڌايا ۽ سيني غور سان ويني ٻڌو تہ وچ ۾ اوچتو لال خان رڙ ڪري چيو علامہ صاحب مين سمجهہ گيا. يلا مين ڪيسي سمجهہ گيا“ تہ علامہ صاحب بنا ڪنهن خفگيءَ جي ورجائي پڇندو هئس تہ هان جي ڪيسي سمجهہ گئي؟ لال خان پوءِ پنهنجو عقل جهاڙيندو هو ۽ علامہ صاحب خاموشي سان ٻڌي. نيڪ چئي وري پنهنجي ڳالهہ شروع ڪندو هو، وري وچ ۾ لال خان چوندو هو علامہ صاحب مين سمجهہ گيا. يلا مين ڪيسي سمجهہ گيا؟ اهو سلسلو هلندو رهيو جو ڏاڍو ناگوار لڳو. ڊاڪٽر نبي بخش خان مونکي اشارو ڪيو ۽ مان اٿي وڃي لال خان جي پرسان وينس. گفتگو چوٽ تي هجي تہ وري لال خان رڙ ڪئي تہ علامہ صاحب مين سمجهہ گيا. مون ڪيس منع ڪئي ۽ چيومانس تہ توکي حڪم ٿو ڏيان تہ خاموش ٿي ويهي رهہ. حڪم جو ٻڌي ويچارو هيسجي چپ ٿي ويو. وري ڳالهہ چوٽ تي پهتي تہ لال خان جذبات ۾ پرجي چيو علامہ صاحب مين سمجهہ گيا. مون ڪيس منع ڪئي تہ پري ڪچهريءَ ۾ علامہ صاحب کي چيائين تہ علامہ صاحب هي مونکي روڪي ٿو. علامہ صاحب مون ڏي منهن ڪري مونکي چيو تہ ڀائي اسي مت روڪين، يہ سمجهہ رها هي. پوءِ لال خان جي همت افزائي ڪندي چيائين تہ هان بهائي ڪيا سمجهي ۽ لال خان خوشي ۾ ڦولجي پنهنجي عقل جو اظهار ڪيو. اهڙو هو علامہ صاحب وڏ گڙدو ۽ عوام الناس جو قدردان. ٻيو بہ هڪ واقعو ياد ٿو اچيم. علامہ صاحب حيدرآباد ۾ مير علي احمد خان ٽالپر جي بنگلي تي ٽڪيل هو. هرڪو خاڪسار بنان روڪ ٽوڪ جي پٽي علامہ صاحب وٽ اندر هال ۾ آيو ويو، جتي فرشي نشست لڳي پئي هئي. حيدراباد جو مشهور معروف هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر نامي آيو ۽ باهر ورانڊي ۾ ويهي رهيو. ڪلاڪ بہ گذري ويا باهر وينو رهيو. پڇڻ تي ٻڌايائين تہ علامہ صاحب مٺس ناراض آهي جو هو بي عمل ٿي ويو آهي. خاڪسار لاءِ بي عمل ٿيڻ يعني اجلاسن ۾ نہ اچڻ ۽ خدمت خلق ۾ شامل نہ ٿيڻ. وڏي معيوب ڳالهہ هئي. علامہ صاحب جي ڇڪ ۽ محبت ۾ هو ڊنڊو ڏاڙي ڇڏي اچي تہ ويو پر علامہ صاحب سان ملڻ جي همت نہ ٿي ٿيس. علامہ صاحب کي ٻڌايوسين تہ ڊاڪٽر نامي باهر وينو آهي ۽

اندر اچڻ کان شرمائي ٿو ته هڪدم چيائين، ”کيون جي وه تو بهت اڇا آدمي هي. هم ني تو ڪيي ڪسي ڪي سياه پهلو پر نظر نهي ڪي. وه تو بهت خوبيون ڪا مالڪ هي. بلائو اسڪو. ڊاڪٽر نامي آيو ته علامه صاحب ڏاڍيءَ محبت سان ساڻس مليو ۽ ڊاڪٽر صاحب پنهنجيون مجبوريون ٻڌائڻ شروع ڪيون ته علامه صاحب روڪي چيس ته اسان ته تو ۾ رڳو خوبيون ڏٺيون باقي تون ڄاڻي تنهنجو عمل. اسان ڪا فتويٰ ڪانه ڏني آهي، ڪانه ڏني آهي.

سچ پڇا انسان انسان تي فتويٰ ڪيئن ڏيندو. حضرت عيسيٰ عليه السلام به فرمايو ته ”فتويٰ نه ڏيو، متان توهان تي فتوائون اچن“. هرڪو انسان ڪمزورين ۽ اوڻاين جو گهر. وڏي ڳالهه ته هرڪو پنهنجو پنهنجو ادراڪ ۽ شعور رکندڙ تنهنڪي ٻئي جي مقرر ڪيل معيار جي چيلي تي ڪيئن هلائيو يا پرکيو. آسڪر وائيلڊ چيو ته، ”مان دوستن سان محبت ڪندو آهيان، سندن اوڻاين سبب ۽ دشمن سان سندس خوبين سبب.“ محبت، قدر ۽ عزت آهي ته پيارن جون چلولايون ۽ اوڻايون به پيون وڻنديون. باقي خوبي ته دشمن جي ڏسي داد ڏيو. غالب به فرمايو ته هيءَ ڪهڙي دوستي آهي جو دوست ٻڌيا آهن ناصح! دوستن جو ڪم آهي مدد ڪرڻ، مرهم رکڻ، نه نقطه چيني ڪرڻ. ڪالهه تاريخ 9- نومبر 1995ع تي مون وٽ سوڀو گيانچنداڻي آيو، جنهن کي سنڌي اديب گرو ڪري سمجهندا آهن. آهي به گرو. اچڻ سان منهنجي اڇي ڏاڙهي تي ريمارڪ ڏنائين ته هيءَ ته خبيثن جهڙي ڏاڙهي آهي. مون چيو مان ته خبيث نه آهيان. پوءِ خيال آيو ته چوانس ها ته ٽئگور ۽ گرونانڪ جي ڏاڙهي بابت تنهنجو ڪهڙو خيال آهي. گهڙي رکي وري چيائين ته، شيخ اياز جا ته انجيس ئي ڊرا تي ويا آهن. اڙي ڀائي فتوائون ته ملا ڏيندا آهن پوءِ اهي ڪٽي ادب جا ملا هجن يا ڪميونزم جا. ههڙو مهان اديب ۽ دانشور سو ائين چوي! هوڏانهن علامه صاحب هڪ معمولي بگل وڄائيندڙ لاءِ چوي ته ڀائي سمجهدار آهي سمجهي پيو چوڻ ڏيوس، ۽ هڪ بي عمل خاڪسار جي ساراهه ڪري ۽ چوي ته اسان ته منجهس ڪا اوڻائي ڪانه ڏٺي آهي. هتي فتويٰ اها اهي ته شيخ اياز کي ڪڇڻ نه ڏيو ۽ جمال کي ڏاڙهي رکڻ نه ڏيو. واهه گرو واهه. ڪاسترو ۽ چي گويرا جا پوئلڳ ڏاڙهي رکن ته اهو نيڪ آ.

عجب زمانو آيو آهي جو ڏاڙهي رکڻ تي ٺوڪ زني ٿي ٿئي، علي احمد ٻروهي به هڪ مجلس ۾ مون کي چيو ته جمال تنهنجي ڏاڙهي هوش مان ٻهڪري وئي آهي. هڪ پاسي اسلام اسلام به چئبو ۽ حبِ رسول ﷺ جي ڏهوڻي به ڪبي پر ڪنهن کي نيچو نوائڻ لاءِ بيهوده ٺوڪ به هڻبي نه ته سيني جي والدن، چاچن، مامن کي ڏاڙهيون هيون. پيو ته ٺهيو هندو عامل به ڏاڙهي رکندا هئا. منهنجي يادگيريءَ ۾ زائفون ڏاڙهي ڪوڙيندڙ لاءِ چونديون هيون "ماريو ڏاڙهيءَ ڪوڙيو، ماديءَ منهون" وغيره. پائبي ۾ ڪنهن کي سزا ڏيندا هئا ته چوندا هئا ته ڏا ڙهي ڪوڙي شهر ۾ گهمايوس. اِها وڏي بيعزتي جي ڳالهہ ليکبي هئي. پيا ته ٺهيو، ٻُچي به ڏاڙهي رکائيندا هئا. پنيي ۽ چاپئيڻ ڏاڙهيءَ جي ته ڪچهرين ۾ تعريف هلندي هئي. سنڌي ثقافت ۾ ڏاڙهي کي چوندا ئي هئا سونهاري. سونهاري جي معنيٰ نہ رڳو سونهن واري پر سڳوري به آهي. ڏاڙهي تي ساک وٺبي هئي، وعدي وفا لاءِ ۽ سچ ڳالهائڻ لاءِ به چئبو هو تہ رک ڏاڙهي تي هٿ". ڪيترا محاورا ٺهيا، مثلاً ڏاڙهي تہ ڏيکاري وڃجانءِ معنيٰ ملاقات ڪجانءِ. چئبو تہ ڏاڙهي ۾ ڪونہ اٿس معنيٰ ڪائنر آهي، دليري ڪانہ اٿس، ڏاڙهي نہ لڄائجانءِ يعني ڪو اعتراض جوڳو عمل نہ ڪجانءِ اهڙو هو ڏاڙهي جو مانُ ۽ شانُ. انگريز جن کي ماٺهو پولڙي ۽ لنگور سان تشبيهہ ڏيندا هئا، پڙهيل ڳڙهيل ماٺهن نوڪريون حاصل ڪري انهن جي تقليد ڪرڻ شروع ڪئي تہ سڄو سارو ڪلچر ئي الٽو لڳو. ڏاڙهي ۽ پڳ تي ٺوڪون جدا. طاقت ۽ محنت تي بہ جلهہ ٿيڻ لڳي. اڳي جو حشمت ۽ طاقتور سجيلي بدن تي ماٺهو ٻلهار ويندا هئا ۽ "جنهن جا پير پنج سير" جو فاتحانہ آلاپ ٿيندو هو، تنهن جي جاءِ تي نوان ڳيچ ڳائڻ ۾ آيا تہ "سنهڙا ٻانهن لوڏجان ۽ سهڻا رومال ڪڍجانءِ" اسان جي بهادر ۽ سگهاري ڪلچر کي ائين ڪمزوري ۽ نفاست ۾ تبديل ڪيو ويو. اسان جي ناچ "هو جمالو" توڙي جهمر ۾ ڇاتي ۽ ٻانهن جي ٻل ۽ لوڏ جو اظهار هو. اسان جي نوجوانن ان ۾ بہ ولايتي تقليد ڪندي پولهہ جي لوڏ جو اضافو ڪيو، جنهن سان اصل مفهوم نہ رڳو مٽجي، پر معدوم ٿي ويو. هڪ دفعي محترم پروفيسر اينميري شميل صاحبہ چيو تہ، "توهان جي ڪلچر ۽ ڊانس يا ناچ، تي اُن جي لوڏ جو اثر آهي." انهي ۾ شايد ڪجهہ سچ بہ هجي پر پوءِ بہ اهو فطرت کي ۽ محنت کي وڏيڪ ويجهو آهي. مون محترمہ کي جواب ڏنو تہ توهان جي مغربي ڪلچر ۽ ناچ تي

جنسيات ۽ جمنئزم (جسماني ورزش ۽ نمائش) حاوي آهي. جواب ڪونہ ڏنائين. انسان جو جنهن شئي سان محبت ۽ انس هوندو انجو اثر ضرور قبول ڪندو. اسان جا خاڪسار علامہ صاحب جا عاشق هئا، سو نہ رڳو علامہ صاحب جهڙي ڊريس پائيندا هئا پر ڳالهائڻ جو لهجو بہ اهوئي اختيار ڪندا هئا تہ پوءِ جيڪي عشق رسول ﷺ ۾ مبتلا هوندا سي ڇو نہ ائين ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. مان اڳي چوندو هئس تہ ملان اسان کي حضور سائين ﷺ جن جون سوليون سوليون سنتون ٻڌائن ٿا مثلاً سرمو پائڻ، ميندي لڳائڻ، خوشبوءِ استعمال ڪرڻ وغيره وغيره، پر وڏيون سنتون مثلاً جهاد ڪرڻ، لنگهڻ ڪاٽڻ، پيٽ سان پٿر ٻڌڻ، پٽ تي سمهڻ، سادو پهرڻ ۽ ورهائي ڳڏجي کائڻ جهڙيون ڳالهيون نہ ٻڌائن ٿا نہ انهن تي زور ڏين ٿا، پر مان غلط هئس. محبوب جون ننڍيون ننڍيون ڳالهيون بہ اهڙوئي وڻن تيون جهڙو سندن تيز تند ۽ مشڪل ڳالهيون ۽ جيڪڏهن حب آهي ۽ نيت سچي آهي تہ فرق منجي وڃي ٿو. ان سلسلي ۾ پير سائين روزي ڌڻي (پير صاحب پاڳاري جي جد امجد) جون ملفوظات پڙهي ڏسو تہ عجيب لطف ايندو. ڪيوبا ۾ ڪاسترو ڏاڙهي رکي ٿو ۽ انقلابي ليڊر چي گئويرا ڏاڙهي رکي ٿو تہ اسان جا هندستاني نوڙي پاڪستاني نوجوان، شرف سمجهي ڏاڙهي رکن ٿا ۽ پوءِ اهو فيشن ۾ شامل ٿي وڃي ٿو ۽ ڪير بہ ڪين طعنو نٿو ڏئي، پر جيڪڏهن ڪو رسول عربي ﷺ جي اتباع ۾ ائين ڪري ٿو تہ ان تي ملامت وسي ٿي. چاڪاڻ تہ پاڻ ۾ اهڙي جرئت ڪانہ اٿن يا صرف رسول ڪريم ﷺ سان عداوت. هي تہ سنئين سڌي منافقي چئبي.

اصل ڳالهہ ٻي هلي سائنس ۽ حيات جيوڙن جي. سائنسدان ان نتيجي تي پهتا آهن تہ انهن ڪروڙها حيات جيوڙن مان هر هڪ ۾ سندن ماءُ پيءُ ۽ وڏڙن جون عادتون، اخلاق حتاڪ بيماريون وغيره بہ وديعت ڪيل آهن. اهو تہ اسان مان هر ڪنهن اکئين ڏٺو آهي. شڪل شبيهہ تہ نهيو پر عادتون گفتار ۽ لوڏ بہ هڪجهڙي. ڳڙهي ياسين جي محترم ڪريم بخش بروهي اٺ پٽ ڄڻيا. سڀ اي ڪي بروهي سندس حيات جيوڙي ۾ اهڙي ڪا ذهانت پريل هئي جو سندس هر هڪ پٽ پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ ڏاڏو هو ڏاڏو. هڪڙو سندس پٽ علي نواز بروهي اسان سان گڏ انٽر سائنس ۽ پوءِ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ گڏ هو. ڏاڍو پيارو ۽ قابل. الله ڪيس حياتي ڪانہ ڏني جو ڪاليج

جي زماني ۾ ئي موٽر سائيڪل جي حادثي ۾ گذاري ويو. اهو سلسلو هليو اچي محترم ڪريم بخش بروهي جي ڏوهٽي نفيسہ شاهہ بہ ڏسو تہ بلاڙي آهي بلاڙي. توهان سائنس ڳالهائڻ ۾ پڇي ڪونہ سگهندا. مون کان جڏهن اياز سوال ڪيو تہ جمال تو ڪڏهن کان لکڻ شروع ڪيو تہ مون چيو جمڻ کان اڳ، شيخ صاحب تمام ذهين ۽ سمجهو آهي، سمجهي ويو ۽ ورائي سوال نہ ڪيائين. اسان معمولي ڪين جهڙن ماڻهن جي اها حقيقت آهي تہ پوءِ آل ابراهيم عليه السلام ۽ آل محمد ﷺ بابت ڇا چئبو! پلي ڪو آسمان ڏانهن تڪون اچلي تہ اهو سندس ظرف.

ڳالهہ اني ڪانہ ٿي بيهي، سائنسدان چون ٿا تہ ماڻهو جي جسم جي هر گهر جيوڙي ۾ ان جو مستقبل رڪارڊ ٿيو پيو آهي تہ هو ڇاڇا ڪندو، ڪهڙا ڪارناما سرانجام ڏيندو، ڪهڙيون بيماريون ٿيندس ۽ ڪيئن ۽ ڪڏهن انت ايندس. اعتبار نہ اچيوَ تہ انسائيڪلوپيڊيا ڪٽي يا اهو بہ نہ مجيو تہ آڪسفورڊ يا چيمبرس جي ڊڪشنري ڪٽي اينٽيليڪي Entelechy متعلق پڙهو. صاف لکيو پيو آهي تہ سائنس جي اها شاخ جنهن موجب انساني گهر جيوڙن ۾ انسان جو مستقبل رڪارڊ ٿيو پيو آهي. اهو لوح قلم ناهي تہ ٻيو ڇاهي ”هاڻي تہ سائنسدانن ۽ طبي ماهرن ڊي اين اي ڳولهي لڌو آهي. جي ڪنهن جيئري توڙي مري ويل ماڻهو جو رڳو هڪ وار جو ٽڪر يا چمڙي جو ذرو هٿ اچي وڃي تہ سائنسدان چون ٿا تہ ان کي بنديءَ جي ڪاڳر وانگر ڪولي پڙهي سگهجي ٿو، بشرطيڪ اها لکيل ٻولي يا لپي ڪو ڄاڻندو هجي. پلي پڇي ڏسو ڪنهن بہ ڊاڪٽر يا طبي ماهر کان. اچو تہ حيات جيوڙي جي اصليت ڄاڃيون. حيرت آهي حيرت! انساني جسم خود هڪ ڪائنات آهي، نظام شمسي کان بہ وڏي. هر ماڻهو جي جسم ۾ بہ سؤ ڪروڙن کان بہ وڌ حيات گهرڙا آهن. اهو حيات گهرڙو رڳو خوردبين سان ڏسي سگهبو. اهو ننڍڙو نظر نہ ايندڙ حيات گهرڙو بہ اهوئي گول دائري وارو نظام شمسي آهي. ان ۾ بہ هڪ اڻ لکو نيوڪلس يعني وچ آهي. ان توانائي جي مرڪز، نيوڪلس ۾ وري آهن ڪروموزن جون لڙهيون جي خس خس جي داڻن وانگر جڙيل يا پوتل آهن. حيات جيوڙا، اڻ ڏٺا اڻ لڪا، نظر نہ ايندڙ، واري تہ ڇا پر دز جي ذري کان بہ ڪروڙين ڀاڱا ننڍڙا ، ان حيات جيوڙي جو ڪرشمو آهي هي حضرت انسان جنهن ۾ وري آهن ڪروڙين حيات گهرڙا ۽ اربين حيات جيوڙا جن مان هر

هڪ ۾ اسان جون عادات، افعال ۽ مستقبل رڪارڊ ٿيو پيو آهي، اهي ڪروموزون کي چنبڙيل لکين ڪروڙين جهڙوڪر روح آهن جن کي اياز الائي ڪهڙي اک سان ڏسي چيو تہ اهي ڇڻ لٽڪيل چمڙا آهن. مار قدرت تنهنجا ڪمال! سمجهڻ، سوچڻ، پرجهڻ کان پري آهي. چڱو جو مان سائنس ۽ بائيولاجي پڙهيس نہ تہ ڪورو ڄٽ رهجي وڃان ها. اونده ۾ ٺاڦوڙا ڪهڙا هڻبا. اسان جا دانشور دوست لوح قلم تي تہ هزار ٺوڪون ۽ اعتراض ڪندا پر هن سائنسي سچ بابت ڇا چوندا. مان ائين ڪونہ ٿو چوان تہ مقدر تي ياڙي ڇپ ڪري ويهي رهجي. هٺ پير ضرور هڻجن ۽ بهتر کان بهتر جي تلاش ۾ جنبي وڃجي ڇاڪاڻ تہ توهان جي مقدر ۾ ايئن ئي لکيل آهي. انسان ۽ حيوان ۾ اهوئي فرق آهي. انسان ۾ ادراڪ ۽ شعور جو روح ڦوڪيو ويو آهي، انهي ڪري انسان کي باشعور جانور چيو ويو آهي، جنهن موجب هن جي اندر ۾ مقدر کي بدلائڻ جو مڪينزم بہ رکيو ويو آهي. انسان رڳو حالات جو شڪار بيوس بندو نہ آهي، پر حالات کي بدلائڻ جي قوت ۽ شعور بہ رکي ٿو. انسان عزم، همت ۽ محنت جو مجموعو آهي، انهي ڪري ئي افضل ۽ اشرف المخلوقات آهي. ڪيس حالات جو غلام ناهي ٺيٺو، پر حالات کي مسخر ڪرڻو ۽ بدلائڻو آهي. انهي جذبي هيٺ مون اياز قادري جي بلو دادا ۽ رباني جي شيدو ڏاڙيل جي جواب ۾ پشو پاشا لکيو، جنهن جي ڏاڍي واکاڻ ٿي پر ڪن پيارن دوستن وٺ بہ ڏاڍي ڪئي. مون اکين سان سڀ ميارون مڃيون، پر دل نٿي مڃي. هاڻ بہ مان مٿي جن خيالن جو اظهار ڪري چڪو آهيان تن تي بہ ڏاڍي وٺ ڪندا پر مان ڇو مڙان. اهي بهرحال سائنسي حقيقتون آهن. مون ڪونہ گهڙيون آهن. ٻي ڳالهہ ٻڌايانوَ، اڃا بہ هفتا ٿيا تہ هڪ سائنسي مخزن ۾ پڙهيو اٿم تہ اٽڪل هڪ ڪروڙ سالن کان پوءِ سج مقدار ۾ وڌو ٿي ڌرتيءَ جي قريب ٿي ويندو ۽ ايڏي تپش ٿيندي جو ڌرتي توڙي جيوَ جنتر سڙي خاڪ جا ذرا ٿي اڏامي ويندا. عام ماڻهو چوندا آهن تہ سج سوا نيزي تي اچي ويندو ۽ ڌرتي ٿامٽي هٽي ويندي. قرآن الحڪيم جي زبان ۾ ڌرتي ۽ جبل تجيل ڪپهہ جيان ٿي ويندا، اهڙي اڳڪٿي هڪ ڪروڙ سال اڳ ۾ ئي هڪ اُمي نبي سڳوري عرب جي بيابانن ۾ ٻڪريون ۽ اُٺ چاريندي ڪيئين ڪئي. ڪونہ رابطو الله ۽ انهي وچ ۾ هوندو. رسول بخش پليجو صاحب چوندو آهي تہ، هو انساني دماغ ۽ ذهن جي وسعتن جو قائل آهي،پر اهو بيجان، بي شڪل، اڻ

ڏنو، اڻ سڃاتل ذهن آهي جا ۽ آيو ڪٿان جو جسم جون ڪروڙين ڪم ڪاربون وائرليس ذريعي هڪ ڪن ۾ ڪيو ڇڏي ۽ جسم ڪان ٻاهر به ناپيد ۽ مستقبل بعيد جا واقعا سائنسدانن کان اڳ حل ڪيو وني. مان ڪا ڳالهه زوري توهان جي نڙگهٽ ۾ ڪونه ٿو نوسيان، رڳو سوچڻ جي دعوت ٿو ڏيان. اي اکين وارا عبرت حاصل ڪيو.

مون ڳالهه ٻڌي ڪٿي پنهنجي ٻيءُ علي خان ابڙي جي ته ڪيئن هڪ ڳوٺاڻو غريب آبادگار گهر جو ماڻهو بمبئي جهڙي شهر ۾ وڃي يونيورسٽي جو فيلو هوندي، پهريان نمبر ڪٽندي به آءِ سي ايس جي ڪئريئر کي تڇ سمجهي، ماستر ٿيڻ جو فيصلو ٿو ڪري جيئن تعليم عام ڪري سگهجي. اهڙي عجيب سوچ جي ته ۾ پهچڻ لاءِ مون مٿي هيڏا سارا صفحا ڪارا ڪيا آهن. سو بابا وڃي ماستر ٿيو، نوشهرو فيروز ۾، سنڌ مدرسه ڪراچي ۾، لاڙڪاڻي ۾ ۽ نيٺ وڏو آفيسر ٿيو ته به ڏن اها ته تعليم ڪيئن عام ڪجي، سڄي عمر ان مقصد لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين.

اسين سنڌس اولاد، ڏيئون، توڙي پٽ، مٿس فخر ٿا ڪيون، حيدر بخش جتوئي جي پٽن وانگر نه، جو چون ٿا ته بابو ڊپٽي ڪليڪٽري نه ڇڏي ها ته اسين سڀ ڪمشنر جا پٽ سڏجون ها. ڪٿي ڪمشنر جو معمولي عهدو، ڪٿ حيدر بخش جتوئي جو شان، تفو برتو اي چرخ گردان تفو. مان ۽ منهنجو اولاد ته علي خان ابڙي تي ايڏو فخر ٿا ڪيون جو ڪوئي صدر مملڪت يا وزير اعظم تي به نه ڪري.

صاحبو! هاڻ ڊي اين اي تي به تحقيق ٿي آهي. تازو آمريڪا ۾ او جي سمپسن هڪ ڪاري آمريڪي تي تهمت هنئين وئي ته هن پنهنجي اڳين گوري زال ۽ ان جي گوري يار کي قتل ڪيو هو. سڀني نشرياتي ادارن تي ان ڪيس جي ڪارروائي ڏيکاري وئي، ڊي اين اي ڇا آهي. هڪ معمولي نظر نه ايندڙ گهر جيوڙو جو انسان جي جسم ته ڇا پر هڪ وار جي ٽڪر ۽ چمڙيءَ جي ذري مان به حاصل ڪري سگهجي ٿو. هڪ ڊاڪٽر ٽي . وي تي سمجهايو ته جي ان نظر نه ايندڙ ذري کي خوردبين سان ڇڪي اينگهائي ڏسو ته ان ۾ ڄٽڪ هڪ آسماني ٻوليءَ ۾ لکيو پيو آهي ته هي ڪنهنجو آهي، سنڌس ماءُ ٻيءُ ڪير آهي يا سندس اولاد ڪير ڪير آهي، بشرطيڪ ڪو ماهر اها ٻولي پڙهي سگهي. آهي نه عجب جهڙي ڳالهه. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته نه کي نؤ

ڪوت. ڪو ننو اکر واري ويهي رهندو تہ ان کي ڇا ڪري سگهبو. بهرحال جاءِ وارادات تان هٿ آيل ڊي اين اي، او جي سمپسن جي ڊي اين اي سان مشابهت نہ پيو رکي، جنهن ڪري ڪيس بيڏوهي سمجهي ڇڏيو ويو. اميرالمؤمنين حضرت علي رضي الله عنه لاءِ بہ چيو وڃي ٿو تہ هڪ ڌر جي وڏن جي قبر کوٽائي ان جي پاسراٽي جي هڏي سان مشابهت ڪري، فتويٰ ڏئي، هڪ نڪاح منسوخ ڪرايو تہ عورت ۽ مڙس پاڻ ۾ ماءُ پٽ هئا. هاڻي پاڻ ٻڌايو تہ حضرت علي رضي الله عنه کي طب جي سائنس جو اهو جديد ڊي اين اي جو اصول ڪيئن ۽ ڪٿان مليو. هي ڏندڪٿائون نہ آهن، تحرير شده حقيقتون آهن. منهنجو بابا، جهولن ۽ ساڙيندڙ لُڪن ۾ توڙي پاري جهڙي سردي ۽ ٿڌاري هوائن جي موسم ۾ اٺ تي چڙهيو جهنگن، جبلن ۽ بيابانن ۾ پيو هلندو هو ۽ نہ رڳو تعليم جو پرچار ڪندو هو پر ماستر صاحبن کي پڙهائڻ جا طريقا بہ سيکاريندو هو، نوان اسڪول کولرائيندو هو. ملا مڪتب بہ سندس ڪوشش سان منظور ٿيا ۽ کليا. نيائين جا خانگي اسڪول کولرائي انهن کي حڪومت وٽان امداد وٺرائي ڏيندو هو. امداد جو مقدار بہ تعليم جي معيار تي رکيو ويو، نہ تعداد تي. پاڻ پنهنجي سر انسپيڪشن ڪندو ۽ امتحان وٺندو هو ۽ پوءِ اهڙي سفارش ڪندو هو. مون ڏٺو تہ سندس سچائي، اخلاق ۽ محنت ڪري سندس ايڏي عزت ٿي جو سندس بالا عملدارن کي بہ نصيب نہ ٿي. سنس هم عصر آفيسر مسٽر فاروقي يا مسٽر بشير شيخ يا مسٽر آءِ واءِ سليمان تہ جيڪي سو تنقيد جو نشانو بڻيا. ايئن تمام گهڻي محنت ۽ جاکوڙ ڪري 1939ع ۾ دل جي مرض ۾ مبتلا ٿي بستري داخل ٿيو تہ پيون بہ ڪيتريون بيماريون ڪيس وڪي وبون. اسين تن ڏينهن ۾ حيدرآباد ۾ هيرآباد ۾ رهندا هئاسون. هوشيار هوشيار هندو ڊاڪٽر امان گهرايا جن مان هڪ جو نالو مسٽر رامچنداڻي هو جو حيدرآباد ميڊيڪل اسڪول جو پرنسپال هو. بابا ايڏو ڪمزور ٿي ويو جو رت جو ڦڙو نہ هجيس. مٿان ٻلي ڦرڙي نڪتس جا چٽي ئي نہ. پيٽ جو حال اهڙو ٿيس جو ڪاڌو تہ پري رڳو چمچي سان پاڻي پياريونس تہ اهو بہ وات مان وهي وڃبي. پوءِ ڊاڪٽر رامچنداڻي ٽي ٻيا هوشيار ڊاڪٽر بہ گهرايا. مٿان وري جو بابا کي هڏڪي شروع ٿي تہ بند ئي نہ ٿئي. نيٺ ڊاڪٽرن گڏجي فيصلو ڪري جواب ڏنو تہ لاعلاج آهي. مون ڏٺو تہ امان فڪرمند تہ ڏاڍي هئي پر همت ڪونہ هارياڻين. بابا تہ بلڪل صابر ۽

شاڪر رهيو ۽ ڪا ڏک ئي ڪانہ ڏنائين. امان ڊاڪٽر کي چيو تہ پلا اجازت ڏيو تہ لاڙڪاڻي ڪٽائي وڃونس تہ بہ چيائون تہ ترسو تہ پاڻ ۾ صلاح ڪيون، صلاح ڪري چيائون تہ پنهنجي جوابداري تي ڪٽائي وڃو تہ پلي باقي اسان اجازت نٿا ڏيون. بس پوءِ تہ منت تي ويا. امان ۾ فيصلي جي قوت ڏاڍي اٽل هئي. اتي جو اتي مامي جمعي کي لاڙڪاڻي موڪليائين تہ ڊاڪٽر پوهومل کي اطلاع ڪري هٽيڪو رکي ۽ جاءِ بہ مسواڙ تي وٺي. تن ڏينهن ۾ جاءِ ملڻ مشڪل ڪانہ هئي سو ڪرمان باغ ۾ جاءِ وٺي مامو جمعو اسٽيشن تي انتظار ڪرڻ لڳو. امان بہ دير ڪانہ ڪئي. سامان ڪجهہ ڇڏيو ڪجهہ ڪنيون ٻگهوڙي ٻگيءَ ۾ بابا کي ڪٽي رات واري گاڏي ۾ ڪوٽڙي اسٽيشن تان چڙهياسون ۽ صبح جو سوير اچي لاڙڪاڻي پهتاسين. سڌو مسواڙي جاءِ ۾ وڃي ويناسين. ڊاڪٽر پوهومل آيو. واهہ ڊاڪٽر پوهومل واهہ. ڪمال ڪري ڇڏيائين. انهن ڏينهن ۾ خون وغيره جون چڪاسون ايڪسري وغيره ڪونہ هئا. بس علم هو، تجربو هو ۽ هٿ ۾ شفا هئي. ڊاڪٽر پوهومل رايو ڏنو تہ مريض جي دل ۽ رڳن ۾ رڳو دوائون پيون هلن، رت آهي ئي ڪونہ، سو سڀ دوائون بند ڪيوس. ڳالهہ ڏاڍي ڏکي هئي پر ڊاڪٽر صاحب تي اسان جو پورو يقين هو سو سڀ دوائون بند ڪيونسين ۽ سندس صلاح موجب دوا بجاءِ يا تہ گلوڪوس جي پاڻي جو هڪ چمچو يا چانورن جي پيچ جو هڪ چمچو يا جَوَن جي ڪَش جو هڪ چمچو. امان جو ڏينهن رات هر ڪلاڪ ٻن ڪان پوءِ اهو عمل جاري رهيو. خدا جو شان جو هڏڪي ڏينهن ٻن کان پوءِ بند ٿي. پيلي رت ڪان خالي منهن تي ڪجهہ رونق آئي. ڪاڏو بس اهو هڪ بہ چمچو پيچيءَ جو يا گلوڪوس جو يا جوَن جو ڪش. ڊاڪٽر روز پيو اچي پر دوا ڪابہ نہ، مهيني ٻن ۾ بابا پاڻمرادو پاسو ورائڻ يا اٿي ويهڻ جهڙو ٿيو ۽ نيٺ چڱو پلو ٿي ٿوري گهٽي پسار بہ ڪرڻ لڳو. حيرت جي ڳالهہ جو ٻلي ڳڙ بہ پاڻهي ئي ڇٽندو ويو. ٻارهن مهينن ڪان پوءِ بابا سرڪار کي درخواست موڪلي تہ هو موڪل تان موٽي ڪنهن هڪ جاءِ تي ويهڪ واري نوڪري ڪرڻ گهري ٿو. عثمان علي انصاري صاحب کي ڪراچي بدلي ڪيو ويو ۽ سندس جاءِ تي بابا کي ميرپورخاص جي هاءِ اسڪول جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو.

مٿيون حيرت انگيز ڊاڪٽري معجزو اڄڪلهہ جي ترقي يافتہ دور ۾ ٿيڻو ئي ناهي. اڄڪلهہ تہ ڊاڪٽر مٿو وڃائي ٿا ڇڏن. هڪ مثال پيون

چڪاسون بس آندا، گجيون ڪڍي تا رکن. رڳو چڪاسن تي هزارين رپيہ خرچ اچيو وڃي ۽ پوءِ بہ پوري خبر نہ پوي. پوھومل تڪو خرچ نہ ڪرايو ۽ بنا دوا جي مريض کي موت جي دروازي تان واپس وٺي آيو. ڳالھہ آ مرض سڃاڻڻ جي ۽ موزون علاج جي. هڪ دفعي مامو جمعو بيمار ٿيو. بخار لهي ئي نہ. پوھومل ٻاھر ويل ھئو، تن ڏينهن ملڪ کان ٻاھر ڪوبہ ڪونہ ويندو ھو. بس رڳو مٿن مائٽن ڏي حيدرآباد، سکر يا خانواھڻ وڃبو ھو، سو ڊاڪٽر پڳوانداس ۽ ٻين ھڪ ٻن ڊاڪٽرن کي ڏيکاريوسين. سڀ چون تہ ٽائيفائيڊ يعني مدي جو بخار آھي. بس کاڌي پيتي جي پرھيز ڪرايوس. پاڻھي ئي ايڪيھہ ڏينهن کان پوءِ بخار ٽٽندو. مامو جمعو ويو پوڙھو پوندو. نيٺ ڊاڪٽر پوھومل آيو. کيس وڃي ٻڌايوسين تہ ٽائيفائڊ تي پيو اٿس. چيائين تہ ڏسان تہ خبر پوي سو گھر آيو. ڏسي ٿورو گھڻو چڪاسي اتي ئي ٻيھي رھيو. چي، ”مان نہ چوان تہ ٽائيفائڊ آھي.“ پوءِ ڀلا ڊاڪٽر صاحب ڇا آھي. چي مليرڙيا، ھندو ماڻھن کي ر ۽ ڙ جي خبر اصل نہ پوندي ھئي. حيدرآباد ۾ ھندو توڙي مسلمان ر ۽ ڙ جي چڪر ۾ڏاڍو منجھل ھوندا ھئا ۽ اڃا تائين آھن. سو ڊاڪٽر پوھو چوي تہ مليرڙيا يعني مليريا آھي. ھڪ وڏي سئي ڪڍي ڏھہ سي سي ڪوئنن جي انجيڪشن ھڻي ھليو ويو. چي سڀاڻي احوال ڏجو، ابا، ٻئي ڏينهن بخار ٽٽي ويو. اھا ھئي بيماري جي تشخيص ۽ علاج، تن ڏينهن ۾ چڪاس جا نڪي اوزار ھئا نہ اينٽي بايوٽڪ دوائون. ويندي پينسلين بہ ڪانہ نڪتي ھئي. ڊاڪٽر پنھنجي ذھانت ۽ تجربي سان ۽ مڪمل اعتماد سان تشخيص ۽ علاج ڪندا ھئا.

ڊاڪٽرن تان ھڪ ٻيو واقعو بہ ياد اچي ٿو. 44-1943ع جو زمانو. ٻي مھاڀاري لڙائي ھلي پئي. ايل ڊبليو ھاسٽل، اچ جي جناح ڪورٽس، آمريڪي فوجي سپاھين سان ڀريل ھئي. اسان شاگردن کي سنڌ مدرسي جي خيرپور ھائوس ۽ ٽالپر ھائوس ۾ رھايو ھئائون. اتي نوابشاھہ ضلعي جو ھڪ غريب شاگرد غلام شاھہ لغاري بہ رھندو ھو. اھو ڪو بيمار ٿيو. جڏھن بيماري زور ورتو تہ ڪجھہ شاگرد مون وٽ آيا ۽ چيائون تہ غلام شاھہ سخت بيمار آھي، چڪر ٿا اچنس ۽ ھلي ٿو تہ ڪري ٿو پوي، ھاڻي تون ڪجھہ ڪر. اھو رواج ٿي ويو ھو تہ ڪوبہ بيمار ٿئي يا ڪو اڻ معمولي واقعو ٿئي تہ چوندا ھلو جمال ڏي. سو مان وڃي غلام شاھہ لغاري وٽ وينس ۽ دلداريون ڏنيون مانس،

حال احوال ونندي خبر پئي تہ پهرين ويو هو هڪ هندو حڪيم وٽ جيڪو سنڌ مدرسي جي ٻاهران ئي دوڪان کوليون ويٺو هو. ان ڏنس جلاب. تن ڏينهن ۾ اهو رواج هو جو حڪيم توڙي ڊاڪٽر پهريائين جلاب ڏئي پيٽ صفا ڪندا هئا. حڪيمن جو جمال گهوٽو جلاب مشهور هوندو هو ۽ ڊاڪٽر ڏيندا هئا ميگ سلف يعني مئگنيشم سلفيٽ. ان کان پوءِ ڏيندا هئا ڪوئنن. هاسٽل جو سرڪاري طرح مقرر ٿيل ڊاڪٽر هو شڪارپور وارو ڊاڪٽر ڪئپٽن اي ٽي شيخ (عطا محمد شيخ) ڏاڍو پروقار شخصيت جو مالڪ، ڳاڙهو ڳاڙهو جهڙو انگريز، زال بہ انگريز هئس، سندس پٽ هو ناهوڪو جوان خورشيد، پلازه ڪوارٽرس ۾ رهندا هئا جو علائقو ان وقت ڪراچي جي پوش لوڪيلٽي هئو. مون ڇوڪرن کي چيو تہ اطمينان ڪيو مان ڊاڪٽر ڏي وڃان ٿو. مان ڊاڪٽر صاحب جي گهر مدرسي کان پنڌ ئي پنڌ ويس. ڪيس احوال ٻڌايم تہ ڇيائين منهنجا هفتي ۾ ٻہ ڏينهن مقرر آهن. سو اڄ هوندُنَ ئي هلڻو اٿم. چئين بجي شام جو ايندس تون گيٽ وٽ بيٺو هججانءِ. شام جو ڊاڪٽر آيو. غلام شاهہ کي چڪاسي دوا تجويز ڪري نڪتو ۽ مونکي سڏ ڪيائين. ٻيا ڇوڪرا بہ آيا تن کي موٽائي ڇڏيائين. مونکي پاسيرو وٺي چيائين تہ اڄ ڇنڇر آهي پوءِ، آچر سومر ۽ اڱاري ڏينهن شام جو چئين وڳي مري ويندو. مونکي خار لڳي تہ هي ڊاڪٽر آهي ڪہ عزرائيل. مون چيومانس، ڊاڪٽر صاحب هي ڇا ٿا چئو. چيائين تہ بابا تون سمجهدار آهين تنهن ڪري اڳواٽ خبردار ڪري ٿو ڇڏيان؟ مونکي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ دل ۾ هڪ فيصلو ڪري ورتم. ڇوڪرن کي چيم تہ غلام شاهہ کي سول اسپتال ۾ داخل ڪرڻو آهي سو شاگردي جو رعب هلائي جدا ڪمرو وٺي ڇڏيو. غلام شاهہ کي دلداري ڏئي چيومانس تہ ادا تنهنجو ڪو ويجهو مائٽ هجي تہ ان کي گهرائي وٺون تہ توسان اسپتال ۾ گڏ رهي. چيائين ادا هڪ پوڙهي چاچي ڪانسواءِ پيو ڪونہ اٿم. سندس ائڊريس وٺي ان کي تار ڪيم ۽ غلام شاهہ سان اسپتال ۾ پٽ تي بسترو وڇائي مان پاڻ رهڻ لڳس. ٻئي ڏينهن شام جو غلام شاهہ جو پوڙهو چاچو، اڇي ڏاڙهي سان تسبيح هٿ ۾ ۽ مصلو ڪڇ ۾ اچي نڪتو. اچڻ سان بسترو ۽ ماني ٽڪي جي انتظام جي پڇا ڪيائين. جيئن تيئن راضي ڪري ڪيس اسپتال ۾ رهايوسين سڄو ڏينهن پيو وظيفا پڙهندو هو ۽ شوڪارا هڻندو هو. مان تہ اسپتال ۾ صبح، منجهند ۽ شام

ھوندو ئي ھوندو ھوس. شاگرد بہ پيا ايندا ويندا ھئا. چنچر، آچر، سومر ۽ آخر اڳاري ڏينھن منجھند جو ٻي بجي ڌاري غلام شاھ گذاري ويو. مان اسپتال جي وراندي ۾ ويٺو ڳوڙھا اگھان تہ منھنجو ننڍو ڀاءُ ڪمال اچي نڪتو. مونکي روئندو ڏسي ڪمال چيو سائين ڪمال تا ڪيو توھان پاڻ ويٺا روئو. جڻ مون جھڙي ماڻھو لاءِ روئڻ ھڪ اڻ ٽيٽو عيب ھو. اھا ڪنھن کي ڳڻ ئي ڪانہ تہ منھنجي ظاھري ڏکي اندر بہ ھڪ تمام نرم ۽ نازڪ دل ھئي. اھا ويڌن مون سان عمر پر رھي آھي. جڻ جمال ڪو جبل ھجي، اھو نہ تہ ھي بہ ھڪ ڏکايل، ايترو ڏکايل جو ڏک جي حد ٽپي ڏکن جي سمنڊ ۾ داخل ٿي ويو ھو. منھنجي شيخ مرشد، صحيح سچاتو جو ڏسندي ئي چيائين تہ مچي کي ڪھڙي خبر تہ پاڻي چا ٿيندو آھي. سو ڪمال جي ايتري چوڻ تي مون وارو ارڏو جمال جاڳي پيو ۽ اڏول ٿي اتي بيھي رھيس. اتي ٻيا شاگرد بہ اچي ويا. وڏو حادثو ھو پر سيني کي ڪم سان لائي چڏيم. ڪن کي موڪليم تہ گاڏي ڪاتي ميمڻ جماعت خاني ۾ غسل ۽ ڪفن جو بندوبست ڪيو. مولانا وفائي جماعت خاني جي مٿان واري فليٽ ۾ رھندو ھو، اڄڪلھ جي ھمدرد دواخاني جي پنيان. لاش کڻي اتي وياسين. باقي انتظام جماعت خاني وارن بنا معاوضي ڪيو. مون چوڪرن کي گڏ ڪري چيو تہ وجي چندو گڏ ڪري اچو تہ لاش نوابشاھ موڪليون، لاڪا روڊ جو خميسو ميمڻ جو پوءِ اسلم ميمڻ ٿيو ۽ ھيلي ڪاتي ۾ ڊي ايف او جي عھدي تي پھتو، سو ويٺو رھيو ۽ اچي منھنجو پاسو ورتائين چي پائو اسان جي چندي وغيره مان ڪجھ نہ ٿيندو، تون پاڻ ڪا مڙسي ڪر. مان گڏيل ڪوشش جو قائل ھئس سو چيومانس تہ نڪري پئو، ريو بہ پنج پنجاھ گڏ ڪري ونو، فلاڻن فلاڻن ماڻھن ڏانھن بہ وڃو باقي مان ڪجھ ڪيان ٿو. اتي اطمينان ٿيس پر وري بہ چوندو ويو تہ خرچ ٿي چار سؤ رپيا ايندو ايترو اسان ڪان گڏ ڪونہ ٿيندو. مون سيني کي روانو ڪري، چڪيو پنڌ ڪي، رام باغ روڊ ڪان فريئر ھال ۽ پوءِ اچي "سي فيلڊ" ھارون خاندان جي اباڻي گھر پھتس. يوسف ھارون جي پڇا ڪيم تہ پتو پيو تہ ويٺو آھي. وڃي سلام ڪيومانس. خوبصورت ناھوڪو نوجوان ھو. ھڪدم پڇيائين ڪيئن آيو آھين. چيومانس سائين شاگرد آھيان سنڌ مدرسہ ھاسٽل ۾ رھان ٿو، ھڪ شاگرد گذاري ويو آھي، ان جو لاش نوابشاھ اماڻڻو آھي چندو ڏيو. ھڪدم چيائين، بابا چندو وري ڇاجو. ماڻھن اسان کي بار موڪليو تہ ھن

کي پڙهائي ڊاڪٽر انجنيئر بڻائي اسان ڏي موڪليو. اسين سندس لاش بہ نہ موڪليندا سون ڇا. هڪدم منشي کي سڏي چيائين تہ هن ڇوڪري سان وڃ گاڏي ۾ لاش موڪلي پوءِ اچ خرچ سڀ اسان تي آهي. واهہ هارون صاحب واهہ. مان بہ گاڏي وٺي وڃي جماعت خاني پهتس تہ ڊمپ شاگردن جو بيٺو هو ڇي تيهہ چاليهہ ربيا مس گڏ ٿيا آهن. مون چيو اهي مرحوم جي چاچي کي ڏئي ڇڏيو. جنهن آلين اکين سان الوداع ڪئي. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ علي گوهر کهڙي سان گڏ جو ڊاڪٽر صاحب جي پٽ خورشيد جو دوست هو، ڊاڪٽر شيخ جي گهر ويس، علي گوهر ۽ خورشيد تہ ڊبو راند ۾ لڳي ويا. مان وڃي ڊآڪٽر صاحب سان مليس ۽ سمورو احوال ڪيم ۽ پڇيومانس تہ توهان اهڙي اڳڪتي ڪيئن ڪئي. چيائين اڳڪتي وري ڇاجي، ڊاڪٽري حساب سان ڳالهہ ڇٽي لڳي پئي هئي. هڪ ٽائيفائڊ جو مريض مٿان ڏنائونس جلاب ۽ ڪوئنن وري ڪِري بہ ڪانہ سو آنڊن ۾ (پرفوريشن) سوراخ ٿي پيا هئا. مون حساب ڪري توکي خبردار ڪيو تہ انتظام وغيره لاءِ تيار رهين. ڊاڪٽر صاحب کي هڪڙوئي پٽ هو جنهن وڪالت پاس ڪئي، هڪ ڪرسچن ليڊي سان شادي ڪئي ۽ سکر هليو آيو. ڊاڪٽر صاحب بہ پٽ خاطر ڪراچي ڇڏي اچي شڪارپور وسائي ۽ ڪامياب ڊاڪٽر ۽ شان مانُ وارو ٿي رهيو. خورشيد جلدئي ڦوهہ جوانيءَ ۾ ڪار جي دکدائڪ حادثي ۾ نوجوان وني ۽ معصوم ٻار ڇڏي گذاري ويو. مان جڏهن 1956ع کان 1958ع تائين شڪارپور ۾ سٽي مئجسٽريٽ هئس تہ ڊاڪٽر صاحب سان سلام دعا جو گهرو رستو رکيم. شام جو جڏهن ريڪيٽ کڻي ٽينس کيڏڻ ويندو هئس تہ اڪثر مرحوم خورشيد جي نوجوان ونيءَ کي رستي تي ويڳاڻي نموني پنڌ ڪندي ڏسندو هئس ۽ مان عزت وچان ٽوپلو لاهي ڪيس جهڪي سلام ڪندو هئس. هن ويچاري بہ سڄي جواني سوڳ ۽ عزت سان گذاري ڇڏي. ڊاڪٽر صاحب جي خلف مان پروفيسر ڪمال فاروقي بئريسٽر، ايس ايم لا ڪاليج ۾ پروفيسر آهي ۽ ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف آهي. ڊاڪٽر صاحب بہ هتي ڪراچي ۾ وفات ڪئي.

بابا جي ميرپورخاص واري زندگي جو ڪجهہ احوال تہ مون مٿي لکيو آهي، غريب آباد ۾ مسواڙي جاءِ ۾ رهندي هڪ بورچي رکيائين قنبر علي خان جو ويٺل ڏٽي بخش مستوئي، مان بہ پڙهائي خاطر ڪراچي مان ٽپڙ کڻي

اچي بابا وٽ ميرپورخاص ۾ رهيس. ڏٽي بخش مستوئي گنجي ۽ گوڏ ۾ سڄو ڏينهن پيو ڪم ڪندو هو. شام جو وهنجي سهنجي شلوار قميص ڪوٽ پائي اچي پڳ ٻڌي چيڪٽن وارو بوٽ پائي، لوڏ سان گهمڻ نڪرندو هو. چيومانس ڏٽي بخش ڪاڏي ويندو آهين؟ چي سائين! لٽا ڪپڙا پائي نڪرندو آهيان ته سمجهندا آهن ته ڪو خاندان ماڻهو آهي. بس واهه سواءِ وٺي، چَسَ ڪري موٽي ايندو آهيان. چوندو هو سائين ماڻهو ٽين مال جا ڏنار پر اسين (يعني بورچي) آهيون ماڻهن جا ڏنار. گهٽ ڪونه آهيون. وفادار ۽ ايماندار به ڏاڍو هو. هڪ دفعي رات جو بابا ڪير نه پيتو موٽائي ڏنائين ته رکو آهي پائي. ڏٽي بخش جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. ڪير وٺي هاري چڏيائين. صبح جو نيرن ڪري آرام سان وينا هئاسون ته باهر رستي تي گوڙ ٿي ويو. هڪ ٻه ماڻهو اندر آيا ۽ چيائون ته ڏٽي بخش جهيڙو ڪيو آهي. ٻاهر جو نڪران ته ڏٽي بخش، ڏگهو ۽ طاقتور، ڪير واري کي دسيون مار موچڙو پيو ڪري. مون ڊڙڪو ڏئي ٻانهن کان وٺي پري ڪيومانس پر مستوئي پيو پڙڪي چي خون پيئندوسانس، نه ڇڏيندوسانس، منهنجو صاحب رات بنا ڪير جي سمهي پيو آ، مان هن کي ڪونه ڇڏيندس. ڪير واري اهو رستو ئي ڇڏي ڏنو. بسترو سٺو رکندو هو، فراسي، پٽڙٽي ۽ سٺي گلن واري چادر ۽ ٻه وهاڻا. پڇيومانس ته چيائين ته سائين خانداني ۽ عزت جي خبر ته بستري مان ٿي پوي. ڳالهه ڪيائين ته هڪ ڳوٺ ۾ مسافر ٿي وڃي هڪ اوطاق تي نڪتس، بوٽ ڪوٽ ۽ پڳ مان سمجهيائون ته آهي ته ڪو معتبر. سو وڏيري حڪم ڪيو ته ابا مهمان لاءِ رلي وڇايو. مون چيو ته نه، منهنجو بسترو کولي وڇايو. سو سائين بسترو جو کوليم ته واٺڙا ٿي ويا. وڏيري هڪدم چيو ته بابا رئيس جي ماني تڪي جو بندوبست ڪيو. اهي اتئي بستري جا ڪمال جو بورچي مان رئيس بڻائي ڇڏيائين. ڏاڍو سڌو ۽ سادو سودو ماڻهو هئو. هڪ لڳا بورچيخاني ۾ ڪم پي ڪيائين ته منهنجو هالا نوان وارو پيارو دوست محمد سعيد انصاري اچي نڪتو. مون خوشي مان رڙ ڪري چيو. اڙي سعيد خوش آهين. ڏٽي بخش مستوئي جو ٻڌو، سو اتي هاٿا هٽ ڌوئي محمد سعيد جي ڪرسي وٽ پٽ تي ويهي پيرن تي هٿ رکيائينس. محمد سعيد ويچارو اچي ششدر ٿيو چي اڙي هي ڇا ٿو ڪرين ته چيائينس ته باقي سيد واري چاچي لاءِ ٿيو آهين. هن سعيد کي سيد ڪري سمجهيو هو. مستوئي هڪ ڏينهن ڪنهن ڏاڍي مڙس

جي ڏاڏائي بيان ڪندي چيو تہ ”الله بہ عبدالغفور آهي، اهڙو پڳس جو...“
مون روڪي چيومانس اڙي اهو ڇا چيئي. ٿورو شڪجي چيائين، الله بہ منهنجو عبدالغفور آ. چيومانس، چريا الله غفور آهي، عبدالغفور وري ڪيئن ٿيندو تہ ڏاڏو معصوماڻو جواب ڏنائين تہ سائين اڌ نالو ڪيئن وٺانس نيٺ تہ الله آهي.
بابا ميرپور ڇڏي لاڙڪاڻي ادا شمس وٽ هليو ويو، بہ ٽي ورهيہ گذري ويا. اسين شاگرد ڪراچيءَ ۾ روپ ولاس هاسٽل مئڪلوڊ روڊ تي رهندا هئاسين. هاسٽل ۾ چوڪرن جون پنهنجون پنهنجون مانيءَ جون ڪليون هونديون هيون. اسان جي ڪلب جو معيار مڙيئي مٺيرو هوندو هو. ٻين جو ويلو ايندو هو چار پنج آنہ تہ اسان جو ڇهہ، اٺ آنہ. تن ڏينهن ۾ سڄي ڪراچي ۾ ٻہ ويلا ماني کائڻ جو رواج هو. صبح جو نوين ڏهين بجي هرڪو پيٽ پري ڀوڙ ماني کائي اسڪول، ڪاليج يا نوڪريءَ تي هليو ويندو هو. وري شام جو پنجين وڳي موٽي وهنجي سهنجي ڪپڙا مٽائي ماني کائي هرڪو نڪري ويندو هو، گهمڻ ڦرڻ دوستن يارن ڏي يا سئنيما تي. اهو بہ وقتو مانيءَ جو ڏاڍو سنو رواج هو. اڄ بہ ائين ڪجي تہ هوند ڏاڍو سنو. آڄر موڪل هونديءَ هئي. ان ڏينهن صبح جو ناشتو ۽ منجهند جو پلاءُ ۽ منو وغيره ٿيندو هو. بس منجهند کان پوءِ بورچي بہ آزاد تہ گهر وارا بہ آزاد، موڪل ائين ملهائبي هئي. هڪ ڏينهن ڏٺي بخش اچي نڪتو. مون مهمان ڪري رهايومانس. پوءِ نوڪري گهريائين. مان ڪلب مئنيجر هوس. شيخ اياز بہ اسان جي ڪلب ۾ ماني کائيندو هو. سو سيني سان صلاح ڪري مستوئي کي بورچي ڪري رکيوسين. اوچتو بابا اچي ويو ۽ زميندار هوٽل بندر روڊ، لڳ الله والا مارڪيٽ تي اچي رهيو. تن ڏينهن ۾ بس بہ هوٽلون زميندار ۽ ٻي جاگيردار هوٽل ميونسپل بلڊنگ جي سامهون، مشهور هيون. نظامي صاحب جي سنڌ اسلاميہ هوٽل پوءِ ٿهي. هوٽل جو ڪرايو پنج رپيا روز. ماڻهو اهڙا سادا جو اسيمبلي ميمبر ۽ وزير بہ انهن هوٽلن بلڪ مولو مسافر خاني ۾ رهندا هئا. مان پاڻ ڪيترن اسيمبلي ميمبرن سان مولو مسافر خاني ۾ مليس. پنڌ يا بگيءَ ۾ هلندا هئا. ٽيڪ ويڪ هئو ڪونہ. سادا ڪپڙا، سادو کاڌو ۽ سادي رهائش. هڪڙو سيد نور احمد شاهہ، ميمبر ۽ پوءِ وزير بہ (سيد مراد علي شاهہ ھاڻوڪي وزير جو والد صاحب) سو صدر ۾ گارڊن روڊ تي هڪ ڇگيرڙي هوٽل سرتاج ۾ رهندو هو. اهو بہ ڏاڍي مٺي مزاج جو ۽ سٻاجهي گفتگو ڪرڻ وارو ۽ صبر شڪر وارو ماڻهو هو. ان سان

به مان اتي ملڻ ويو هئس ڪنهن مسئلي بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻ. مسئلو ڇا هو سو وسري ويو اٿم. ڪو شاگردن جو معاملو هوندو. شاهه صاحب جو دوست هو عبدالله سومرو ڊڪ منشي محراب پور جو منهنجي هم ڪلاسي شمس الدين سومري جو والد صاحب هئو. ڏسو ڪٿي ڊڪ منشي ڪٿي وزير صاحب ۽ ٻنهي جي دوستي. عبدالله سومرو صاحب به واهه جو ماڻهو هو. ڇا نشست و برخواست. ڇا مهمان نوازي، ڇا ڪل ٻوڙ، وڏو اوطاقي مڙس هو. وڏا وڏا آفيسر، ميمبر، وزير، زميندار سندس دوست هئا. ٻوڙ پلاءُ هر وقت تيار. حڪمت به ڪندو هو ۽ سڀ وڏا ماڻهو ڪانئس قوت باهه جا نسخا ۽ ڏس پڇندا هئا. رٽائر ڪري مورو الائي نوشهري ۾ دوائن جو دڪان ڪدي ويهي رهيو. سندس پٽ شمس الدين سومرو ايگزيڪيوٽو انجنيئر ٿيو. ان جو ذڪر پوءِ ايندو. بابا اچي رهيو زميندار هوٽل ۾ ۽ ڏٺي بخش ڏس ته ڏهين ٻجي ڪان منجهند تائين گم. مونکي شڪايتون مليون سو چيومانس ته ائين نه ڪري. ڇي سائين منهنجو صاحب آيل آهي سو منهنجي هوندي هوٽل جي ماني ڪائي؟ هوٽل جي ماني تن ڏينهين عيب هوندو هو. مهمان ڪي به هوٽل جي ماني ڪارائبي هئي ته ناراض ٿي هليو ويندو هو. اڄڪلهه ته هوٽل جي ماني وڏو شان ٿي پيو آهي. ماڻهو نياڻن سياڻن ۽ زال سميت هوٽل تي وينا آهن ۽ سڀ ياتي فخر سان ڳالهه ڪن ته اڄ فلاڻي هوٽل تي ماني ڪاڌيسيون. واهه زمانا واهه. ڏٺي بخش کي منع ڪيم ته ائين نه ڪر ڇوڪرا وڙهندءِ. ٺڪ جواب ڏنائين ته ڇو نڌڙڪو آهيان ڇا جو وڙهندا. اصل نه مڙيو. صبح، منجهند، شام ماني هٿ سان ٺاهي پنڌ ٿي پنڌ وڃي بابا کي ڪارائي پوءِ موٽندو هو، عيد ڏينهن مزو ڪيائين، سيون ٺاهڻ ته ايندون هئس پر ڪراچي جي رعب ۾ هڪ پئي بورچي ڪان پنجابي يا هندستاني هو تنهن ڪان پڇيائين تنهن چيو ته چاش پچائي ان ۾ سيون وجهه ته واهه جو ٿي پونديون. ائين ڪيائين ته سيون ته لوهه ٿي ويون. چمچو وجهي زور ڏنائين ته چمچو به تکر، اوچتو شور مچي ويو. ڏسون ته مستوئي ان بورچي کي دسي پڳل چمچي سان پيو ڪٽي. اردو اچيس ڪانه سو ان کي سرائڪيءَ ۾ گاريون پي ڏنائين. تيڏي مان ڪون، تيڏي پيڻ ڪون، منڍي پچ چوڙسانءِ وغيره. وڃي تڏو ڪيوسينس ته اکين ۾ پاڻي اچي ويس ڇي سائين منهنجي صاحبن کي ٻڪ ماريو اٿائين سو ڇڏي ڏيانس؟ اجان ته ڦيهه ڪيندوسانس چڱي سيڪت ڏيندوسانس. هڪ ڏينهن

شيخ اياز مون وٽ ڪلندو آيو. ڪل بس ئي نہ ٿئيس، ان ڏينھن مستوئي ڪان ماني ۾ دير ٿي وئي ھئي. شيخ صاحب بہ ٿي دفعا ڪلب ۾ ويو تہ ڏٺي بخش چويس تہ سائين اڌ ڪلاڪ ترس تہ ھڪ منٽ ۾ (چپٽي وڄائي) ٿو ماني ڏيانءِ. نيٺ شيخ صاحب تنگ ٿي چيس تہ شرم نٿو اچئي. مستوئي چيس تہ چو مون سان ڪو برو ڪم ڪيو اٿئي ڇا. سو شيخ صاحب ڪلندو آيو تہ جواب تہ معصوماڻو ڏنو اٿائين پر ھن مست مان جند ڇڏاءِ مٿان ڪو حادثو نہ ڪري وجھي. خير مستوئي ڪي تہ ڪڏيوسين پر ھو محنتي ۽ ايماندار ماڻھو ھو، سکر ۾ پوڙ ماني جي ھوٽل کولي خوشحال ٿي ويو. مان جڏھن شڪارپور ۽ خيرپور ميرس ۾ جج ھئس تہ ڏاڍا زور پريائين تہ منھنجي ماني ڪاءِ. ويچارو پوءِ جلد ئي گذاري ويو، ننڍي عمر ۾ چاليھہ يا پنجيتاليھہ سالن جو مس ھو. اسانجا نوجوان ڇوڪرا، ٿورڙي وڏي عمر واري کي پوڙھو سمجھندا آھن. اسين بہ ننڍي ھوندي ايئن سمجھندا ھئاسين. امان ويچاري چاليھہ سالن جي ڦوھہ جواني ۾ ھئي تہ اسين کيس پوڙھو سمجھندا ھئاسين. منھنجي مرحوم گھر واري سورھن يا سترھن سالن جي ھئيي تہ سندس شادي ٿي. پھرئين سال ئي ٻار ٿي ويس ۽ ٻئي سال ٻيو ٻار. ٽيھن پنجٽيھن سالن جي ھئي تہ ٻار کيس پوڙھو سمجھندا ھئا. مئٽرڪ ۾ جڏھن ٿامس ھارڊي جو ناول ميئر آف ڪئسٽربرج پڙھيم تہ ھارڊي صاحب ناول جي ھيرو ھينچرڊ لاءِ لکي ٿو تہ، ويچارو ٻاونجاھہ سالن جي ننڍي عمر ۾ گذاري ويو. ڪل اچي ويم ۽ وڃي بابا کي ڏيکاريم تہ ھي ڏسو ڇا ٿو لکي. بابا پنھنجي نموني سان سمجھائي چپ ڪرائي ڇڏي.

خيرپور ميرس ۾ جج ٿي رھيس 1958ع کان 1961ع تائين. خيرپور جيمخاني سامھون سرڪاري بنگلا آھن تمام وڏا ۽ ڪشادا جن ۾ وڏا آفيسر رھندا ھئا. مونکي بہ ھڪ بنگلو مخدوم ھائوس مليو. پر واري بنگلي ۾ ظھير انصاري، سول سرجن رھندو ھو ۽ ٽنھن کان پوءِ پير غلام حيدر سيشن جج، ٻئي پاسي وري حق نواز مغل شڪارپوري، ڊائريڪٽر ائگريڪلچر رھندو ھو. انھيءَ مخدوم ھائوس ۾ ئي سچل اڪيڊمي جو بنياد پيو، جنھن جو مان صدر ھئس پر حقيقي روح روان ھئا لالا مڪند رجسٽرار ڪو آپريٽو سوسائٽيز ۽ ھادي بخش لاڙڪ ائڊووڪيٽ. پھرين ادبي ڪانفرنس سچل سرمست جي روضي درازا شريف ۾ عرس جي موقعي تي ڪئي وئي، جنھن ۾ ھند سنڌ جا

مرد توڙي عورتون هندو مسلمان جهجهي تعداد ۾ شريڪ ٿيا. اسٽيج سيڪريٽري جا فرائض مرحوم عبدالغفور انصاري ادا ڪيا جو باغ و بهار شخصيت جو مالڪ هو. هادي بخش لاڙڪ جو گهاٽو دوست هو ۽ سائنس چرچا گهڻا ڪندو هو. سو ڇاٽي واٺي لائوڊ اسپيڪر تان هادي بخش لاڙڪ جوڻ بدران چوڻ لڳو هادڪڻ لاڙي بخش، ٻيا ته ڪليا پر مرحوم هادي بخش وٺي ٺي اشاري سان پوندو ڏنس ته ڪلي ڪٽي ماٺ ڪيائين.

خيرپور ميرس ۾ منهنجي عمر چوٽيهه - پنجٽيهه سال مس هئي. آفيسرن جو پنهنجو طبقو ٿو ٿئي ۽ پاڻ ۾ ئي ميل جول رکن ٿا، پر مونکي سندن سنگت ۾ مزو ڪونه ايندو هو. رڳو ڪندا هئا بدلين ۽ پروموشن جون ڳالهيون، پنهنجي هوشياري، قابليت ۽ ڪارنامن جون ڳالهيون سو ورچائي ڇڏيندا هئا. هڪ ڏينهن شام جو پنهنجي پٽيوالي در محمد کان هادي بخش لاڙڪ جي جاءِ جو ڏس پڇيم. چيائين سائين سامهون سامهون هليا وڃون ته ڪورٽ جي پريان سرڪاري لئبريري وٽ هادي بخش صاحب گهر آهي ٻاهران ڪرسيون رکائي ويٺو هوندو آهي. مان سڄو ڏينهن ڪن ڪڏيون گهر جو ڪڪڙ ٿيو ويٺو هوندو هئس. سو پتلون ۽ بشرٽ پائي اوڏانهن روانو ٿيس ته در محمد پٽيوالي جهليو چي، صاحب هي ڇا ٿا ڪيو جج ڪو وڪيلن ڏي ويندا آهن ڇا؟ حڪم ڪيو ته لاڙڪ صاحب کي هت وٺي اچان. مون ڪلي هٿ جي اشاري سان انڪار ڪيو ۽ پنڌ روانو ٿيس. ڏنم ته در محمد پٺيان پيو اچي. تن ڏينهن بلڪ اڄ تائين رواج آهي ته آفيسر پيٽيوالو ساڻ ڪٽندا آهن جيئن خلق کي خبر پوي ته آفيسر پيو وڃي. مون در محمد کي موٽائي ڇڏيو ۽ پاڻ وڃي لاڙڪ صاحب وٽ نڪاءُ ڪيم. اتي سيد قائم علي شاهه، سيد غوث علي شاهه ۽ محبوب ڪيمتيو اڳئي ڪچهريون لڳايون ويٺا هئا. چارئي نوجوان ۽ مونکان ننڍا هئا. ڪل پوڳ ۽ ڪچهريءَ ۾ مستقل دوستي ٿي وئي جا اڄ تائين قائم آهي. محبوب جو ان وقت ڪمشنر آفيس ۾ ڪلارڪ هئو تنهن کي ڪٿ ڪيون ويٺا هئا ته مڇو آهي. مون کي ڏسنديئي يڪ آواز چيائون ته اِجهو جج صاحب به اچي ويو ان کان ٿا فيصلو ڪرايون. غوث علي شاهه هڪدم سڌو سوال ڪيو ته توهان جو مڇو مڙس جي باري ۾ ڇا خيال آهي. ڏٺم ته محبوب ڪيمتيو سُسي ڪڪڙ ٿيو ويٺو هئو ۽ ٻيا طنزيه مٽس ڪلي رهيا هئا. مون به نه ڪٿي هم نه تم، چيم مڇو مڙس معنيٰ نهايت شريف

ماٺهو. اتي محبوب تِڙي پيو ۽ فاتحانہ انداز ۾ چيائين تہ بس ججمينٽ اچي وئي، غوث علي شاهہ اعتراض ڪندي سبب پڇيو. مون چيو، سائين! زال ويچاري ڇا چوندي، بس اهو نہ، تہ رات جو گهر ۾ دير سان نہ اچ، جوئا نہ کيڏ، شراب نہ پيءُ ۽ اجايون هيڏي هوڏي گهتون نہ هڻ. پوءِ مجو مڙس، شريف چٽبو ڪي نہ. سڀ ان ڳالهہ ۾ مونسان شامل راءِ ٿيا. اها بہ ڳالهہ آهي تہ محبوب بعد ۾ ڊپٽي ڪمشنر جي عهدي تائين پهتو ۽ وسڪيءَ تي لهي پيو ۽ جلد ئي گذاري ويو.

سائين غوث علي شاهہ چوڪراٺ هجي جو مون وٽ 1950ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ منهنجي وڪالت واري آفيس ۾آيو ۽ پندرهن رپيا اخبار ڪڍڻ لاءِ چندو گهريائين. مون چندو ڏيڻ بجاءِ ڪيس هڪ ننڍو ليڪچر ٿهڪائي ڪڍيو تہ اخبار ڪڍڻ لاءِ واپاري ذهن، حساب ڪتاب ۽ مستقل تنظيم جي ضرورت آهي جا توهان وٽ ڪانہ آهي ۽ اڱڪتي ڪيم تہ اها خبار بند ٿي ويندي ڪانہ هلندي. شاهہ صاحب جواب اصل ڪونہ ڏنو ۽ گهڙي ڪن ويهي موڪلائڻ اٿيو. مون کيس منع ڪري ويهاريو ۽ چيو تہ اچا چانهہ بہ ڪونہ پيتي اٿوَ، چندو بہ ڪونہ ورتو اٿوَ، اٿين ٿا وڃو. چيم ويهو چانهہ پيئو، چندو بہ مليوَ ٿو. منهنجو نوڪر حنيف چانهہ ٺاهي آيو سا پيتيسون. شاهہ صاحب چانهہ جي تعريف ڪئي. مون چيو صرف توهان نہ سڄو لاڙڪاڻو منهنجي چانهہ جي تعريف ڪندو آهي. سوال جواب ڪندي بڌايومانس تہ هت مان ۽ منهنجو پيٽيوو مسٽر عبدالحق وڪو چانهہ جا خفتي سڏيا وبندا آهيون. سبب پڇڻ تي چانهہ ٺاهڻ جون لوازمات، بڌايومانس تہ چانهہ ٺاهڻ جي ديڳڙي توڙي ان جو ڍڪڻو بين ٿانوَن کان بلڪل الڳ هجن جيئن انهن ۾ بين طعامن يا بصر ٿوم وغيره جي بوءِ نہ هجي. باهہ بہ دونهين واري نہ هجي. ڪوئلن جي سگري يا اليڪٽرسٽي تي پاڻي اُبارجي پوءِ ان ٻڙڪندڙ پاڻي سان ڪتلي امائجي. تنهن کان پوءِ ڪتلي ۾ هڪ ڪوپ تي هڪ چمچو پتيءَ جو وجهجي ۽ پوءِ مٿائنس ٽهڪندڙ پاڻي وجهي، ٿي ڪوزي سان بند ڪري ڇڏجي. ڪوپ ۽ چمچا بہ ٽهڪندڙ پاڻي سان آگهاري رکجن ۽ ٿوال يا ڪپڙي سان نہ اگهجن متان ٿوال ۾ ڪا بوءِ هجي. پوءِ ٽن يا پنجن منٽن کان پوءِ چانهہ پيئو پر کير ٿورڙو ملايوس نہ تہ چانهہ جي خوشبوءِ (ايروما) گهٽجي ويندي. هڪڙو لطيفو بہ ٻڌايومانس تہ لپٽن جي سائي دٻي واري گرين ليبل چانهہ استعمالُ ڪندا آهيون. سو دٻو ويو

مهانگو ٿيندو ٿن رپين مان پنج پوءِ اٺ ۽ ڏهه رپيا ٿي ويو سو مسٽر عبدالحق وکو سان شڪايت ڪيم ته سائين چانهه ته ڏهه رپيا دٻو ٿي وئي آهي ته ٻئي هٿ متي ڪٿي چيائين ته، سائين الله ڪري پنجاهه رپئي دٻو ٿئي. واٽڙو ٿي چيم، ڇو؟ ته چيائين سائين اهو ٿي ته هڪڙو شوق ٿا ڪيون پلي پنجاهه رپئين ٿئي. ڳالهه وڻيم پر ماڳهين گرين ليبل ملڻ ئي بند ٿي وئي. ڪجهه وقت دوستن معرفت انڊيا مان گهرائڻ لڳاسون، نيٺ وڃي ييلو ليبل تي پياسون، ان جي ڪوالٽي (ساخت) ۾ فرق آيو ته اسفهاني بليڪ اسپاٽ تي گذارو ٿيڻ لڳو. پوءِ ته ايتري ملاوٽ ٿيڻ لڳي جو چانهه جو مزو ئي نڪري ويو. سائين غوث علي شاهه اٿيو ته اخبار جو ساليانو چندو پندرهن رپيا ڪدي ڏنامانس، مونکان ته اهو واقعو وسري ويو پر شاهه صاحب پاڻ ياد ڏياريو. اٿين اسان ڇئن ڇئن جي دوستي پختي ٿيندي وئي.

ڳالهه پئي هلي ننڍي يا وڏي عمر جي. مان ڇوٽيهه . پنجٽيهه سالن جو هجان. غوث علي شاهه صاحب ڇوڪراٽ هجي ۽ نئون نئون وڪيل ٿي آيو هو. سو ڳالهائيندي مون ڪنهنجو ذڪر ڪندي چيو ته، هو اجان ڇوڪرو آهي اسان جيترو ته شاهه صاحب ڪان سَنو نه ٿيو ۽ ڇئي ڏنائين ته، سائين جي توهان ڇوڪرا آهيو ته اسان جا ته پويان ڏينهن آهن. مان ڪجهه هٻڪي ويس ۽ پاڻ لاءِ ڇوڪري جو لفظ استعمال ڪرڻ ۾ احتياط ڪرڻ لڳس. پوءِ جڏهن شاهه صاحب ڪراچيءَ ۾ قانون جو وزير ٿي آيو ۽ سندس عمر پنجاهه ڪن سال هئي ته، چيومانس ته شاهه صاحب هاڻي ڪيئن پاڻ کي جوان ٿا سمجهو يا پويان ڏينهن آهن. هڪدم ياد اچي ويس ۽ ڪلندي چائين، اسان ته جوان لڳا پيا آهيون.

هڪ دفعي شاهه صاحب سان ڪچهري ڪندي پڇيومانس ته شاهه صاحب وڪالت جو ڪهڙو حال آهي. چيائين، پويان ڏينهن آهن. اهو جملو شاهه صاحب جو جهڙوڪر تڪيو ڪلام هئو. انهيءَ تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندي چيومانس ته منهنجي دعوت ڪر. چيائين ته دعوت ڪجي پر پوءِ، چاڪاڻ ته منهنجي جاءِ غريباڻي علائقي ۾ گهٽين ۾ آهي، توهان لهي ڪونه سگهندا. ڪنهن چڱي هنڌ جاءِ وٺان ته پوءِ دعوت ڪبي. مون چيو ته هاڻي ڇوته سڀ سڀ گهٽيون لتاڙٽيون پونديون ۽ هر هڪ اينڊڙ ويندڙ ڪان ڏس پڇبو ته ڇوندا ته جج صاحب غوث علي شاهه ڏي پيو وڃي. ڳالهه سمجهندي

مشڪيو ڇيائين تہ بس سياڻي. مون ڇيو هاڻو. هونئن مان گهٽو ڪري ڪنهن وڪيل وٽ نہ ويندو هئس. نہ دعوت ڪائيندو هئس. شاهہ صاحب منهنجي زندگيءَ ۾ پهريون وڪيل هئو، جنهن ڪان دعوت گهري ورتم. پوءِ تہ گهڻين مان ٿيندو، اڪيلو ئي اڪيلو پچائون ڪندو. شاهہ صاحب جي آفيس ۾ متي ماڙيءَ تي پهتس. بس مان ۽ شاهہ صاحب، بوڙ ماني ڪائي واپس موٽيس. پٽيوالن سان بہ پاڻ ڳالهہ ڪيم تہ شاهہ صاحب جي دعوت تي ويو هئس. ڳالهہ مشهور ٿي وئي. شاهہ صاحب ڪي پهريون ڪيس جيڪو مون وٽ مليو سو هو ڏڏي تي پڪڙيل چور جو. ڏڏي تي پڪڙيل جوابدار مشڪل سان ڇٽندو آهي. شاهہ صاحب وڏي ضامن جي درخواست جنهن جي مخالفت سرڪاري وڪيل سيد علي عباس بہ ڪئي تہ فريادي جي وڪيل گل محمد شيخ بہ ڪئي جو هڪ ڳاگهہ ۽ هوشيار وڪيل هو. مون شاهہ صاحب ڪي ڇيو تہ محنت ڪري هاءِ ڪورٽ جون رولنگ (فتوائون) ڪڍي اچي. بہ ڏينهن مهلت ورتائين ۽ آيو تہ هڪ بہ رولنگ ڪانہ آندائين. ڇيائين تہ ڪابہ رولنگ ڪانہ ملي. مون پڇيومانس تہ ڪهڙي نقطي تي قانون ڳولهيائين. ڇيائين چوري جي قلم 379 ۽ 380 تي. پري ڪورٽ ۾ ڇيومانس تہ شاهہ صاحب پينل ڪوڊ نہ، وچي قلم 49 ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ تي قانون ڳولهيو. وڪيل بہ واٽرا ٿيا تہ جج صاحب تہ ظاهر ظهور ٿر بٽيو ويٺو آهي. ٻئي ڏينهن شاهہ صاحب ڪوڙ سارا ڪتاب ڪڻي ايو ۽ ويو رولنگون پيش ڪندو. مون صاف ڇيومانس تہ ضامن منظور ٿيو پيو آهي. مون رڳو چاهيو ٿي تہ توهان محنت ڪيو. شاهہ صاحب محنتي ۽ هوشيار تہ هو سو ويو چڙهندو ۽ ناميارو وڪيل ٿي ويو. جڏهن چيف منسٽر ٿيو تہ پاڻ مونکي ڇيائين تہ، مان جو ڪجهہ آهيان سو توهان جي ڪري. اها هئي شاهہ صاحب جي عظمت، منهنجو عمل تہ معمولي هو، صرف هڪ جونيئر وڪيل ڪي همٿائڻ. هڪ ٻئي وڪيل صاحب سان بہ مان ايئن هليس. اهو هو حيدرآباد جو آفتاب شيخ جو بعد ۾ ايم پي اي، ميئر ۽ سينيٽر ٿيو، پر جڏهن مان هاءِ ڪورٽ جو رجسٽرار هئس تہ مونسان چڻ تہ وڙهيو ٿي چاڪاڻ تہ سندس پاءُ ڪي جو سب جج هو تنهن ڪي هاءِ ڪورٽ رشوت جي الزام هيٺ نوڪري مان ڪڍيو ٿي، حالانڪ رجسٽرار جو اهڙن معاملن ۾ عمل دخل هوندوئي ڪونہ آهي. اهو آهي پنهنجو پنهنجو ظرف.

ڏٽي بخش مستوئي جي ڳالهہ، عمرين جي ڳالهہ ۽ وچي وڪيل صاحبن

جي ظرف تي پياسون. بابا پنجونجاهه سالن جي عمر ۾ رٽائر ڪري ڪجهه وقت ميرپورخاص ۾ گذاري، لاڙڪاڻي ادا شمس وٽ اچي رهيو. سندس مشغلو هو ڪتاب لکڻ، قرآن شريف جو تفسير لکڻ ۽ اخبارن ۾ مضمون ڏيڻ. ادا شمس چاڪاڻ ته عملي سياست ۾ هو ته بابا جو به اهڙن معاملن تي ڌيان مرڪوز رهيو. هڪ ڪتاب لکيائين اسلام ۽ اليڪشن جو ڇپجي ظاهر ٿيو، ٻيو ڪتاب لکيائين اسلام ۽ ڪميونزم جو قلمي صورت ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ سوڀو گيانچندانيءَ وٽ پيو آهي. ايتري ۾ ۱۹۴۷ع ۾ پاڪستان به ٺهيو ۽ هندو ملڪيتون وڪڻي لڏڻ لڳا. امان جنهن جو هندو عورتن سان گهڻو اٿڻ ويهڻ هو تنهن ڏاڍا وس ڪيا ته هندو نه لڏين پر هي ته تاريخي عمل هو سو ڪير تي روڪي سگهيو. هندن فرنيچر ۽ ٻيو گهريلو سامان تي وڪيو سو ته امان اصل نه ورتو. باقي گهر ته ڪپندو هو، جنهن گهر ۾ راءِ صاحب ٽوپڻ داس رهندو هو، جنهن جو پٽ گوبند مون سان گڏ پڙهندو هو، سو وڪائو ٿيو. شاندار، ڪشادو، سول لائينس ۾ گهر، صرف ڏهن هزارن ۾. اسان وٽ ڏهه هزار به ڪونه هجن.

سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته شادي ڪيو ته رزق پاڻمرادو اچي ٿو وڃي ۽ گهر ٺهرائڻ شروع ڪيو ته پاڻهئي ٺهي ٿو وڃي. مان انهن واقعن جو اکين ڏٺو شاهد ۽ زنده مثال آهيان. خبر ناهي ماڻهو باقي پريشان ڇاڪڻ ۽ ڇو ٿا ٿين. بس اهو سڀ ڪنهنجو پنهنجو روئيو ۽ سرشت آهي نه ته حياتي ته ڏاڍي مٺي آهي، پوءِ جيڪو جيئڻ ڏسي. شيخ اياز صاحب چوي ٿو: گهڙي گهڙي گهاءُ، مان ته چوان ٿو ته گهڙي گهڙي پيار. پيار جا انبار لڳا پيا آهن. رڳو ڇڳڻ واري جي چوڳي تي نظر پوي. پٿر ۾ اندر ويٺل ڪيئين کي به رزق ملي ٿو. پيار به هر ڪنهن وٽ جهول پري اچي ٿو. باقي ڏسڻ واري جو ڏوهه آهي. نظر نظر جو فرق آهي. مان نئون نئون وڪيل ٿي آيس لاڙڪاڻي ۾. روزانو شام جو رستي تي ڇنڪار ڪري ڪرسيون ٻاهر وجهي ويهبو هو. اهو آهي گرميءَ جو ڪلچر پوءِ دمادم ڪچهري لڳندي هئي. هرڪو آيو ويو آسائش ڪري چار ٿهڪ ڏئي اٿي ويندو هو. توهان انهيءَ کي اوطاقي ڪلچر به چئي سگهو ٿا. اتي مون وٽ هر روز هڪڙو اڻ واقف ماڻهو اچي ويهندو هو. پٽڪو ٻڌل، ڪارو نيلامي ڊلو ڪوٽ، پاڻ سنهو ۽ قدآور. مون ڪڏهن به ڪانئس نالو ۽ ذات نه پڇي. هئو اڻ پڙهيل پر ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو چڱو گفتو ڪندو هو. پڇندو

هئومانس تہ اهڙيون ڳالهيون ڪتان سکيو آهين تہ نماڻائي سان ورائي منهن ۾ ڏيندو هو تہ توهان جهڙن اميرن وٽان. حالانڪ مان تہ ماستر جو پٽ هئس ۽ نئون نئون وڪيلڙو. هڪ ڏينهن ميونسپالٽي جي گند ڪچري ڪٽڻ واري گاڏي (پڪ اپ) اچي لنگهي، ڏپ ٿي وئي، پر هو ماڻهو اتي بيٺو ۽ چيائين ڏنئي سائين ڏنئي. گند ڪچري کي بہ سواريءَ جو موقعو مليو ٿو. سچ چوندا آهن تہ جيڪي ڪجھ آهي، نظر ۾ آهي نظاري ۾ ڇا هي. ڪاليج جي زماني ۾ پنهنجي پياري دوست محمد سعيد انصاري سان اها ڳالھ ڪيم تہ ناراض ٿي پيو. چي يار تون تہ گهمندي ڦرندي بہ فلسفي جون ڳالهيون پيو ڪرين، بابا اسين تہ نظارو پيا ڪريون. ڪا سهڻي صورت ڏسنداسون تہ دل سڻون ڏيندي ۽ ساراھ بہ ڪنداسون. باقي تو وانگر نظر جي فلسفي ۾ پياسون تہ مزو ئي ڪِرڪرو ٿي ويندو. سو جڏهن ڪيس تفصيل سان سمجهايم تہ، ذهين تہ ڏاڍو هو سو هڪدم سمجهي ويو تہ بہ چيائين تہ هاڻي گهٽو ٿيو اسان کي نظارو ڪرڻ ڏي، بابا اسين سنوا سِڌا رواجي ماڻهو، اسان کي پيچيدگين ۾ نہ منجهاءِ بس مزو وٺڻ ڏي ۽ تون بہ مزو وٺ. واقعي گهڙي گهڙي جو مزو وٺجي تہ دنيا ۾ ئي بهشت ماڻي سگهجي ٿو. وسيلن کي وچڻ ڏيو. اميدن ۽ آسرن جا انسنا نہ ٻڌو، گهڙو پڳو تہ گهوريو. پڇي شال مَ گهڙي. اهو پٽائي گهوٽ آهي. پوءِ بہ چون تہ "گهڙين ۾ گهارجي" وارو فلسفو فرانس جي زان پال سارتري ۽ سندس داشتہ مئڊم سائمون ڊي بو وار ڏنو. مغرب کي مان آهي! اها اسان جي مغرب زده غلامانہ سوچ آهي. اڪبر الھ آبادي بہ فرمايو تہ چلي هين شيخ ڪعبہ ڪو، هم انگلستان جائينگي، وه ديکهي گهر خدا ڪا هم خدا کي شان ديکهين گي. توبہ توبہ، مان لنڊن توڙي آمريڪا ويس، خبر نہ آهي ڇا ڏٺو آهي ماڻهن اتي، جو ويزا لاءِ قطارن جي لانڊ لڳي پئي آهي. ڇگايون بہ آهن پر بيهودگي ۽ بي حيائي جي بہ انتهائي ڪونهي. سرِ بازار، سرِ عام، روڊن ۽ باغيچن ۾ ظاهر ظهور اهڙا مظاهر ڏناسون جو اسان کي تہ شرم پئي آيو. منهنجا ترقي پسند دوست ان کي آزادي جو بنيادي حق ۽ جسم جي لذت حاصل ڪرڻ جو حق چئي اهڙين ڳالهين جي پاسداري پيا ڪن، پر پارسيءَ ۾ چوڻي آهي تہ گفتن و ڪردن فرق ميدارد. چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ فرق آهي. پنهنجي ڌيءَ، ڀيڻ، ماءُ ۽ زال کي اهڙي حالت ۾ ڏسڻ برداشت ڪندا؟ منهنجو لنڊن ۾ مهربان ميزبان ڊاڪٽر جاويد شيخ ۽ سندس گهر واري ڊاڪٽر حسينا اتي

پنجويھ سالن کان رهن ٿا ۽ ڪين پنهنجو نجي بنگلو آهي. سي ڏنم تہ لڏڻ جي تيارين ۾ هئا. سبب پڇيم تہ پنهنجي ننڍڙي پنجن سالن جي نياڻي، جا سندن اڪيلو ٻار هئي، ڏي اشارو ڪري چيائون تہ هن کي ڪهڙي ماحول ۾ نٿا رکي سگهون. نوجوان ڇون تہ بهتر مستقبل جي تلاش ۾ ٻاهرين ملڪن ۾ وڃون ٿا، مستقبل ڪنهن ڏٺو آهي يا لکي لڌو آهي. لنڊن ۾ هڪ دوست مگسي صاحب چانهہ جي دعوت تي گهر گهرايو. سندس نوجوان ڊيئرون جين جي پتلون ۽ چست گنجي (ٽي شرٽ) ۾ پي آيون ويون ۽ ٺهڪڙو لڳو پيو هئن. اتي هڪ باريش وضعدار بروچ جو پڳ سان فوٽو ڏٺم ۽ پڇيومانس تہ ڀائو هي شاندار شخص ڪير آهي. چيائين منهنجو ابو آهي، پر جي هت اچي ويو تہ موچڙا هڻندم ۽ چڳي گُڏ ڪيندم. مون سندس ڪرب (درد) محسوس ڪيو پر ڪوٽ ڪوتان ڪان ڪيم. چپ ٿي ويس. ڳالهہ ظاهر پئي هئي. سو يَوِش (مستقبل) جي ڪنهن کي خبر. شري رامچندر جڏهن پنهنجي ڀاءُ شري لڪشمن کي رياضتون ڪندي ڏٺو تہ پڇيائينس تہ ڀائو تون تہ وڏي درجي وارو درويش آهين پوءِ ڪهڙي ڳالهہ ۾ اچي مُنڊو (منجهيو) آهين. جواب ڏنائين تہ يَوِش جي خبر نٿي پويم. شري رامچندر کلي چيس تہ يوِش (مستقبل) ۾ رکيو ڇاهي. ڄاڻي ڇا ڪندين. ائين تہ پنهنجي لاءِ آزار پيدا ڪندين ڇاڪاڻ تہ جيڪي تڪليفون اچڻيون آهن سي اڳواٽ ڄاڻي پريشان ٿيندي ۽ جيڪي ٿيڻو آهي، تنهن کي ٽاري بہ ڪونہ سگهندين پوءِ اهڙي ڄاڻ لاءِ وهلور وڃڻ مان ڇا هڙ حاصل. شري لڪشمڻ (لڇمڻ) ڳالهہ سمجهي شانت ٿي ويو. مستقبل ۽ وري روشن مستقبل! ڪراچي وارا ڇون ٿا اسين محرومين جو شڪار آهيون. حيرت آ. پڪا گهر جهڙي ٿڙيءَ کان محفوظ، روڊ رستا، بجليون، اسڪول، ڪاليج، اسپتالون، نلڪي جو پاڻي بات روم ۾ هڪيو حاضر، سواري لاءِ موٽرون، بسيون، رڪشائون، سائيڪلون وغيره پوءِ بہ چي محرومين جو شڪار آهيون. ڳوٺن ۾ وڃو تہ ڪچا رستا، نہ اسڪول، نہ اسپتال، نہ دوا نہ دارون، نہ بجلي نہ فون نہ پاڻي. مايون ويچاريون دلا مٿن تي کڻي وڃي کوهہ تان ڀري اچن. ڪاٺڙ لاءِ رُکي ماني ۽ لسي. پوءِ بہ پڇون تہ چوندا تہ شڪر آهي، پنهنجن ڪکن ۾ وينا آهيون، پورهيو ڪيون پيا آن جي گندي يا پلي پري پئي آهي. بس شڪر آهي. اهو آهي رويو ۽ سوچ يا انگريزيءَ ۾ چئجي ايٽيٽيوڊ يا اپروچ. شيڪسپيئر چوائي ڪجهہ بہ بڇڙو يا برو ناهي، رڳو سوچ

ان کي اهڙو ٻڌائي ٿي. اسان تہ پوڳنا جو بہ لطف وٺون ٿا ۽ صاحب جي صاحبي ويٺا ڏسون. اسان جا شهري پاڻ سڀ ڪجهہ هوندي، ٿر جيتري تڪليف بہ نہ سهي سگهن ۽ وٺي ڪان ڪان ۽ واويلا ڪن. منهنجو مرحوم دوست، علي دوست بگٽي ڪين سڏيندو ئي هو ”ڪوي ڪي اولاد“ يعني ڪانءَ جو اولاد. علي دوست بہ عجب مست منش هو. نياڻيون ڪراچيءَ جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهايائين. اتارڻ جو فڪر ئي ڪونہ. مون تي گهڻو مهربان هو سو هڪ ڏينهن وجهہ وٺي چٽي ڏنومانس تہ بگٽي تون نيٺ نياڻين جو پيءُ آهين تہ هڪدم ڪنپير تي ويو ۽ چيائين تہ جمال پاڻي مونکي پلي جيڪو موچڙو وٺي سو هٽي ڪڍ باقي منهنجي نياڻين جو نالو بہ نہ کڻ، چي انهيءَ ۾ فڪر جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. ڪنهن ڏينهن ڪو خانداني ڇوڪرو هٿ آيو تہ مٿس ٿورو (احسان) ڪري ڇڏيندس. مون چيو تہ ڏسبو تہ سهي نہ، تہ پڙهيل ڳڙهيل آهي يا نہ ۽ روزگار سان آهي يا نہ. چيائين تہ ڪو ضرور ڪونهي پڙهيل ۽ پئسي وارا لوفر ڪونهن چا. بس رڳو خانداني ڇوڪرو هجي. خاندان هوندو تہ پاڻهئي روزگار پيدا ڪري وٺندو ۽ زال جي ننگ (عزت) کي سڃاڻندو. ڏسو هيڏو سارو شادي وهانءَ جو مسئلو بہ اصل ۾ ڪو مسئلو ڪونهي. رڳو ڦٽي سوچ مونجهارا پيدا ڪيا آهن نہ تہ اسان جي ملڪ ۾ ڇوڪرن جي پيٽ ۾ ڇوڪرين جي کوٽ آهي. ڇوڪرن کي زالون پوريون ڪونهن ۽ هٿ واويلا تہ ڇوڪرين لاءِ رشتو ڪونہ ٿو ملي. رڳو سوچ جو فرق. ڪوبہ بااخلاق محنتي ڇوڪرو ڪنهن بہ راشي آفيسر يا سيٺ جي پٽ کان بهتر آهي پر هن پئسي جي ڪلچر ۾ ڪنهن کي سمڪ ئي نہ ٿي پوي. مونکي منهنجي هڪ مهاجر دوست، جو پاڻ بہ سيد آهي، ٻڌايو تہ سندن پاڙي ۾ هڪ ڪسٽم ڪاتي جو ملازم ڇوڪرو اچي رهيو ۽ سيد سڏائيندو هو. اوڙي پاڙي جا سکر ماڻهو سندس رشتي حاصل ڪرڻ لاءِ آتا ٿي پيا. نيٺ هڪ سيد گهراڻي جي ڇوڪري سان شادي ڪيائين ۽ ٻار بہ ڄاڻس. بعد ۾ خبر پئي تہ ڀنگي پاڙي ۾ هڪ جهوپڙي ۾ رهندڙ ڀنگي هئو. سيد سڳورا زهر جو ڍڪ پي چپ ٿي ويا ۽ ٻڙڪ بہ ٻاهر ڪونہ ڪڍيائون. ههڙا هاڃا ٿين، نياڻين سان، سو بہ پنهنجي پيءُ ماءُ جي ٿيڏي سوچ ڪَنان. هاڻي پاڻ ٻڌايو تہ اخلاق ۽ محنت وڏيڪ يا ڊگري ۽ نوڪري. جي اخلاق، ڪردار ۽ محنت کي ماڻ آهي تہ پوءِ ڪو مسئلو ئي ڪونهي. پريشاني ڇاجي؟

الله سائين رزق جو ذمو پاڻ کنيو آهي. مونکي 1947ع ۾ دل جي بيماري ٿي. انفارڪشن. دل جي مک ڪارونري شريان سؤ سيڪڙو بند ٿي وئي. اهڙي حالت ۾ نوي سيڪڙو موت واقع ٿيندو آهي. مان بچي ويس. منهنجي وڏو ڀاءُ شمس الدين ٻهرين اٽيڪ ۾ 47 سالن جي جوانيءَ ۾ گذاري ويو. ٻهرين جون 1967ع تي مونکي اٽيڪ ٿي. ڊاڪٽر ڪريم عباسي وڏي جانفشاني سان منهنجو علاج ڪيو. منهنجي گهر واري جا ان وقت ٽيهه سالن جي هئي ڏينهن رات هڪ ڪري منهنجي نگهداشت ڪئي. سمهندي به اسپتال ۾ هئي. ننڊ ۾ به پئي دعائون گهرندي هئي. مان ته سمجهان ٿو ته منهنجي چڱيلائي ۾ سندس دعائن جو عمل دخل ضرور آهي. جيئن شيخ اياز صاحب مڃيندو ته هر ڀيري موت جي منهن مان موٽڻ ۾ ڀاڀي زرينه جي دعائن جو وڏو دخل آهي. چڱو ڀلو ٿي نڪتس ته ڪريم عباسي چيو ته هاڻي پرواه ناهي، ڏهه سال جيئرو رهندين. وري مشهور ڊاڪٽر صالح ميمڻ ڏيپلائي، جو منهنجو ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۽ ڪاليج جو ساٿي ۽ بابا جو شاگرد آهي تنهن به چيو ته ڏهه سال جيئرو رهندين. ڪراچيءَ ۾ دل جي ماهر ڊاڪٽر ڪمياڻا به چيو ته ڏهه سال جيئرو رهندين. 1967ع، 1977ع، 1987ع ۽ هي 1995ع اچي لڳو آهي اڄ 27- ڊسمبر منهنجي شاديءَ جي سالگره آهي اڃان ته جيان پيو. وري ٻي انفارڪشن ٿيم، جنهن ۾ سؤ سيڪڙو موت واقع ٿيندو آهي. بچي ويس. دل جي وچين خاني ۾ سوراخ ٿيو جو بند ٿيندو ئي ناهي. ڪراچي جا سڀ مشهور دل جا ماهر منهنجا دوست ٿي ويا آهن. ڊاڪٽر سيد شوڪت (جهڙو فرشتو) ڊاڪٽر سيد شريف، ڊاڪٽر رضا ۽ هاڻ ڊاڪٽر اظهر فاروقي جنهن کي پوئين ڏهن سالن کان هر مهيني ڏيکاريندو اچان، ڪوبه مونکان في ڪونه وٺي. گذريل مهيني ڊاڪٽر اظهر فاروقي مونکي چڪاسي حيرت مان ٻئي ڊاڪٽر کي منهنجي سڄي ميڊيڪل هسٽري ٻڌائي چيو ته، ٻيو ته ٺهيو پر سوراخ به پاڻ مرادو بند ٿي ويو آهي ۽ اهو ڪرشمو مونکي دنيا جي ميڊيڪل جرنل ۾ لکڻو پوندو. پوءِ مون ڏي منهن ڪري چيائين ته ابڙا صاحب اهو ڪهڙو راز آهي جو هن عمر ۾ جڏهن تنهنجي دل صرف چوويهه سيڪڙو ڪم ڪري ٿي ۽ چاهتر سيڪڙو مئل آهي، ته به تون بلڪل نارمل آهين. نه بلڊ پريشر نه دهڪو سهڪو ۽ نه وري ڪا ملولائي، جڏهن ته مون وٽ پنجويهه ٽيهه ۽ پنجٽيهه سالن جا نوجوان انهن مرض ۾ ورتل اچن ٿا ۽ ڪو

پروگريس نٿا ڏين. مون چيو ڊاڪٽر راز وري ڪهڙو. تون ٻڌاءِ تہ زندگي ۽ موت جو محڪمو ۽ مڪمل اختيار الله وٽ؟ چيائين هائو. مون وري پڇيومانس تہ عزت ۽ ذلت بہ الله جي وس، چيائين هائو. چيم رزق جو تہ ذمو ٿي پاڻ کنيو اٿائين پوءِ باقي مان ڇو ملول ٿيان يا مٿو ڪپايان تہ هڪدم چيائين تہ پوءِ اهڙيون ڳالهيون اخبارن ۾ لک تہ ڪا ماڻهن کي بہ هدايت اچي. مون انڪار ڪندي چيو تہ لکڻ سان ڪجهہ نٿو ٿئي جيسين ڪو هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ آتو هجي ۽ هينئين سان هنڊائي. اهو محڪمو بہ الله جو آهي، جنهن کي وٽيس تنهن کي هدايت ڏئي ۽ جنهن کي وٽيس تنهن کي گمراهہ ڪري تباهہ ڪري ڇڏي. ڊاڪٽر صاحب لاجواب ٿي ويو رڳو ايترو چيائين تہ تنهنجي ايمان جو داد ڏيڻو ٿي پوندو.

1947ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ اسان جي آمدني جو ذريعو بابا جي پينشن 245 رپيا مهينو ۽ ٻي ادا شمس جي ڪمائي. مان ۽ منهنجي ننڍو ڀاءُ ڪمال ڪراچيءَ ۾ پڙهندا هئاسون ۽ بابا اسان ٻنهي کي پندرهن پندرهن رپيا يعني ڪل ٽيهہ رپيا مهينو موڪليندو هو. ساليانيِ في ۽ ڪتابن جو خرچ الڳ. باقي بابا ڪان، عزت وڃان، ٻيو ڪوبہ گهر ياتي پئسا نہ گهرندو هو. هو بہ دل جو مريض هو ۽ دوا درمل پاڻ وٺندو هو ۽ برادري ۾ خرچ ڪندو هو. ادا شمس توري ٿي وقت ۾ وڪالت جي ڏنڏي تي چاڙهجي ويو هو. محنت ايتري ڪونہ ڪندو هو. يار ويس ماڻهو هو، پر بلا جو ذهين هو. آڏي پڇا جو ايڏو تہ ماهر هو جو ٻيا وڪيل سيڙجي اچي سندس آڏي پڇا ٻڌندا هئا. ڪيس سڏيندا ٿي هئا استاد. ويندي شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جو پاڻ تمام ذهين ۽ ٻئريسٽر هئو اهو بہ ڪيس استاد ڪري سڏيندو هو. ٻيو تہ نهيو پر ڏيئل مل جهڙو مشهور معروف فوجداري ڪيسن جو ماهر تنهن بہ لاڙڪاڻي اچڻ ذري گهٽ بند ڪري ڇڏيو ۽ ماڻهن کي صاف چوندو هو تہ بابا شمس جهڙو وڪيل گهر ۾ ويٺو اٿوَ تہ مون تي ڇو ٿا خرچ ڪيو. هڪڙن ماڻهن ڪيس چيو تہ سائين شمس الدين خان کي تہ وڪيل ڪيو اٿئون پر تون بہ هل. نيٺ وڏي في ڏئي ڪيس آنداٿون. ڪورٽ ۾ آڏي پڇا وقت شمس، سينيئر وڪيل جي عزت خاطر، ڏيئل مل کي چيو تہ آڏي پڇا تون شروع ڪر. هن چيس تہ نہ تون ڪر. تون تون ڪندي سيشن جج بہ چيو تہ مسٽر ڏيئل مل آڏي پڇا ڪر. ڏيئل مل اٿي بيهي چيو تہ يوئر آنر آڏي پڇا مسٽر شمس الدين ڪندو ۽ مان اخر ۾

هڪ به سوال پڇندس. ادا شمس آڏي پڇا ڪري پوري ڪئي ته ڏيئل مل اٿي
چيو ته مونکي ڪو به سوال ڪونهي ڪرڻو. سيني شاهدن سان ايئن ئي ٿيو.
لاڙڪاڻي ۾ هڪ مشهور ڪيس ٿيو. محترم احمد خان لانگاهه جي ننڍي ڀاءُ
عنايت الله لانگاهه ڏينهن ڏٺي جو وچ شهر ۾ سنڌ ڪو آپريٽوَ بئنڪ کي ڏاڙو
هنيو ۽ مقابلي ۾ زخمي ٿيو. وڃي قادري پاڙي ۾ عبيدالله لاکي جي مسواڙي
جاءِ ۾ لڪو. پوليس نوس نوس ڪندي ڪيس زخمي حالت ۾ بندوق سميت
پڪڙيو. مٿان مئجسٽريٽ وٽ ڏوهه جي قبولداري به ڏنائين. وڪيل ۽ جج ٿي
سمجهي سگهن ٿا ته ڪيڏو نه مضبوط ڪيس هوندو. احمد خان لانگاهه
جيتوڻيڪ پاڻ مشهور وڪيل هو. پر ادا شمس کي منٿ ميڙ ڪري وڪالت
نامو وجهارايائين. هرڪو پيو چويس ته استاد اهو ڪيس ته هارائي ويندؤ. في
به ڪانه. اجايو مفت ۾ نالو خراب ڪندا. شمس جو آڏي پڇا شروع ڪئي ته
شاهدن جا لاهه ڪڍي ڇڏيائين. ڪي مهينا لاڳيتو اهو ڪيس هليو ۽ پنهنجا
ڪيس نظرانداز ڪري ڇڏيائين. پيو ته نهيو دلاور حسين شاهه جو تجربيڪار ۽
ڪرپيل ڊي ايس پي هو. ان کان به ڏينهن لاڳيتو آڏي پڇا ڪيائين ۽ هو مجبور
ٿي مڃي ويو ته جوابدار کان قبولداري زور زبردستي استعمال ڪري ورتي
وئي. ڊي ايس پي صاحب پڳهر ۾ شل ٿي ٻاهر نڪتو ۽ پاڻ تي وساهه ٿي نه
پيو اڇيس ته هو اهڙي ڳالهه ڪيئن مڃي ويو. وڪيل برادري جا اڇي ڪورٽ
۾ گڏ ٿينديِ هئي سي خود وائڙا ٿي ويا ۽ شمس کان پڇڻ لڳا ته هيءَ
ڪهڙي جادوگري ڪري وئين. بهرحال عنايت لانگاهه ڇٽي ويو ۽ ڏوهه مڃي
وئي. ستم ظريفي ڏسو ته ڪمال ۽ ٻين ڪيترين آفيسرن کي جڏهن 1971ع
۾ مارشل لا ۾ نوڪري مان ڪڍيو ويو ته رٽائرڊ جسٽس فضل غني انهن پاران
هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو. ڪمال به مون وٽ ڪراچيءَ ۾ آيو ته هو
به ان ڪيس ۾ شامل ٿيڻ ٿو گهري. مون جسٽس فضل غني (اڄوڪي مشهور
وڪيل مخدوم علي خان جي والد) سان ڳالهايو تنهن چيو ته في ته مون ٻين
کان وٺي ڇڏي آهي باقي جيڪو نئون مدعي اچي ٿو ته ڪانئس صرف هڪ
هزار رپيا وٺندس ۽ دعويٰ ساڳي ئي رهندي ڪيس هزار رپيا ڏناسون. مڃاڻ ته
احمد خان لانگاهه وٽس ڪم ڪندو هو سو مون وٽ آيو ۽ چائين ته ڪجهه
درستيون ڪري ناهي جوڙي ٽائپ ڪري نئين درخواست وجهبي ۽ ان تي
ڪجهه خرچ ايندو. مان حيرت ۾ ويٺو ڪيس ڏسان ته سندس ڀاءُ کان شمس
ڪهڙي في ورتي هئي جو هي وري شمس جي ڀاءُ کان صرف ليپاپوتيءَ جا

پئسا ٿو گهري. مون کيس ڪابہ ورندي ڪانہ ڏني، پر لانگاهہ صاحب سيڙجي ڪمال جي گهر حيدرآباد ويو ۽ ڪانٽس في وصول ڪري آيو. واه ڙي زمانا واهہ! پئسو اهڙو تہ ڪو آهي جو سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ، نر ڪاريو ڇڏي. لانگاهہ صاحب هوندي تہ تمام چڱو ماڻهو نيڪ، بااصول پر پئسي آڏو ڪمزور. پيا بہ ڪيئي اهڙا دوست ڏٺم پر ڏکي پلي.

بابا جي پينشن کان سواءِ ادا شمس مرحوم جي ڪافي آمدني هئي پر يار ويس، سخي ۽ مهمان نواز اهڙو جو وٽس هڪ پائي بہ ڪانہ بچندي هئي. ڪورٽ مان موٽي اوطاق ۾ ڪوٽ لاهي ويهي مس تہ دوست احباب وڃي ڪوٽ جي کيسن مان نوٽ ڪڍن. حضور شرم ۽ وضعدار اهڙو جو ڪنهن کي ڪونہ جهلي. رڳو ايترو بار بار چوندو هو تہ گهر جي خرچ لاءِ پندرهن رپيا بچائجو. اهي پندرهن رپيا روز گهر واريءَ کي ڏئي چوندو هو هاڻي پاڻ ئي گهر هلائجانءِ وڏيڪ ڪونہ اٿئي. هوءَ بختاور بہ اهڙي صابر ۽ شاڪر جو ڪٿي ماڻ ڪندي هئي. اڄ بہ شمس جي سخا پروري ۽ صبر جا واقعا ماڻهن کي ياد آهن، جيتوڻيڪ کيس گذرئي 32 سال ٿي ويا آهن. غريب غربو، مستري مزدور، ٽانگي وارا اڄان بہ سندس ڳڻ ڳائيندا آهن.

چوندا آهن تہ الله هڪ دروازو بند ٿو ڪري تہ سؤ درواز کولي ٿو. هندو ماڻهو اها حقيقت ڄاڻندا هئا. نوڪريءَ ۾ اڪيون وجهي ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ڪونہ ويهندا هئا نڪو هوٽلن تي ويهي چانهہ جا آرڊر هڻندا هئا. هڪدم ڪرت سان لڳي ويندا هئا. ڪو گهوراڙو، ڪو ڦيري وارو، ڪو مٽي تي تول ڪٽي تہ ڪو ٻهن جو ڪُنو ڪٽي روزيءَ ڪمائڻ کي لڳي ويندا هئا ۽ ڏسندي ڏسندي ترقي ڪري ويندا هئا. ڏنڊا ڪو ڪٿا آهن؟ ڪا خاص سيڙپ جي بہ ضرورت ڪانهي. مٽي تي ڇبو زيتونن جو ڪٽي نڪرو تہ شام تائين پنجاهہ سؤ رپيا ڪمائي موٽبو. پر مسلمان کي ڏنڌي کان عار، اصل ٻرو پيو چڙهندن. وڏيري جي پيرن کي وينو زور ڏيندو باقي پورهيو ڪونہ ڪندو.

اسان جنهن دور ۾ هئاسون ان ۾ اهو نوڪريءَ جو ڀوت سوار ڪونہ هوندو هو. مون انٽر سائنس پاس ڪئي ۽ اين اِي ڊي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا بہ مليم ۽ پنجاهہ رپيا ماهوار اسڪالر شپ بہ، پر مان ڪو ٻي مٽيءَ جو ٺهيل هئس الائي ڇا جو هر هر اهو خيال پيو اچيم تہ انگريز جي نوڪري ڪيئن ڪبي ۽ انجنيئري ڪاٽي جي رشوت ۾ ڪيئن منهن وجهبو. نڪو مان

انقلابي هئس نڪو دولتمند تہ بہ انگريز جي غلاميءَ ۽ رشوت کي اسان جي پيڙهي ۾ ڪڏو ڪرتوت سمجهيو ويندو هو. هڪ ڏينهن هڪ غريب ماڻهو هاسٽل ۾ آ يو ۽ اچي ڳالهہ ڪيائين تہ ڪلارڪن ڪانئس رشوت وٺي ڪم ڪري ڏنو. اسان جو نہ واسطو نہ وجهہ تڏهن بہ چار پنج ڇوڪرا گڏجي سيڪريٽريٽ وياسين ۽ چيف منسٽر جي آفيس ۾ وڃي سندس سيڪريٽري ۽ پٽيوالي تي زور وڌوسين تہ اسان کي چيف منسٽر سان ملائين. چيف منسٽر هو رڄ چڱو مڙس ۽ شريف ماڻهو پير الاهي بخش سو هڪدم اندر گهرايائين. اسان ڪاوڙ ۽ غصي ۾ ڪيس دانهن ڏني تہ هينئين رشوت پٽي هلي. پڇيائين تہ توهان ڪان ورتي اٿن ڇا ۽ اسان جواب نهڪار ۾ ڏنو. پوءِ بہ اسان کي اطمينان ڏياريائين تہ اتي جو اتي بيني پير قدم کڻندو ۽ اسان جو شڪريو بہ ادا ڪيائين جو ڪيس اهڙو اطلاع ڏنوسين. اسان بہ خوش ٿي وياسون. اهو هو باهمي اعتماد، وزير صاحب کي اسان تي اعتبار ۽ اسان کي وزير صاحب ۽ حڪومت تي اعتبار. هاڻي اهو باهمي اعتماد مفقود ٿي ويو آهي تڏهن ڳالهہ وڃي گارگند، جهيڙي ۽ احتجاج تي پٽي آهي. اهڙو هو ان وقت جي نوجوانن جو جذبو. ابا پاڪستان جو نهيو تہ ريل گاڏيءَ ۾ سفر ڪندي مون پنهنجي گنهگار ڪنن سان ڪن نوجوانن کي چوندي ٻڌو تہ، "اماں، جو رشوت نهين ليتا وه تو بُدهو هي" اهو ضرور ماڻٽن جو سبق هوندو. بابا جو ڪراچيءَ آيو تہ ڪيس چيم تہ مان پڙهندس ڪونہ، ڌنڌو واپار ڪندس، ذرو بہ منهن ڪونہ گهنجايائين. پاڻ همت افزائي ڪندي چيائين تہ ڪيترائي سيٺ سندس واقف آهن. شام جو ٿي وڃي سائن مشورو ڪري ٻڌائيندو. ٻئي ڏينهن انهن سيٺين جا نالا ٻڌائي چيائين تہ چون ٿا تہ هي جو بندر روڊ ۽ جهونا مارڪيٽ ۾ گاڏڙن تي مال وڪڻندا وتن اهي سڀ نوجوان سندن ڪروڙ پتي سيٺين جا پٽ آهن. اٿين ڌنڌو سکي ترقي ڪن ٿا. بابا چيو تہ تون بہ چوين تہ انهن سيٺين سان ملايانءِ ۽ پوءِ گاڏڙو وٺي شروعات ڪر. مان منجهي پيس ۽ جواب ڪونہ ڏنم. منهنجي وڏي پٽ بدر بہ رشوت واري نوڪري کان صاف انڪر ڪيو. اڄ پنهنجي سر، ماشاءَالله معزز ماڻهو آهي.

ڌنڌي ۾ وڏي برڪت آهي. حيدرآباد ۾ خان بهادر جلال الدين کان مسلم ليگ لاءِ چندو وٺڻ وياسون. مان، قاضي عبدالمنان ۽ عبدالشڪور منشي صدر ۾ رٽز هوٽل پرسان وڏو ڪشادو بنگلو هئس. قدآور، بدن ۾

پريل، شڪل شبيهہ جو ناهوڪو، شيرواني ۽ ڪُڙتي سان، شهپرن ڪي تاءُ ڏيندو آيو. پنجابي گاڏڙ سنڌي ڳالهايائين. پاڻ ٻڌايائين تہ هو ريلوي اسٽيشن تي گهوراڙو هو، پوءِ ڪيبن لڳايائين ۽ بعد ۾ ريلوي ريسٽورانٽ جا ٺيڪا ڪنيائين ۽ هن درجي تي پهتو. ڪيس پنهنجي محنت مزوري تي ندامت ڪانہ بلڪ فخر هو. ڪپري جي راءِ صاحب شيوَ ڪرام وٽ اڪيچار جايون، دوڪان، زمينون، باغ ۽ ماڙيون هيون. ٻچيومانس تہ راءِ صاحب ايترو سڀ ڪجهہ ڪيئن ناهيوَ، چيائين صفا مسڪين اڻ پڙهيل هئس. پائي پيسو ڪونہ هئم سو هڪ سيٺ ڪان ڏهہ رپيا اڌارا وٺي نڪتس. واٽ تي پرارٿنا ڪيم تہ ڀڳوان هن ڏهن جي نوٽ ڪي رڳو هڪ ٻڙي وڌيڪ هٽي ڏينم تہ تنهنجا لک ٿورا، پوءِ تہ ڀڳوان الائي ڪيترين ٻڙيون هٽندو ويو ياد بہ ڪونہ اٿم. اهو آهي محنت جو ڦل. رب، جو پالڻهار آهي اهو ڏئي ٿو، بيحساب ڏئي ٿو رڳو طلب ڪيو ۽ وِڪ وڌايو. ڪراچيءَ ۾ اِمپريس مارڪيٽ ۾ هڪ ڀهراڙيءَ جو سنڌي، يارو ڪاسائي آيو، اگهہ وڌيڪ وٺندو هو پر گوشت تمام سٺو رکندو هو، مٿان ڳالهائڻ جو بہ رکو. جيڪڏهن ڪو گراهڪ رڳو اگهہ پڇندو هئس تہ چوندو هو هل بابا هل، گوشت ڪونهي ڪپي ويو. تڏهن بہ ڪراچيءَ جا سڀ سکر ۽ وڏا ماڻهو پڇا ڪري يار محمد وٽ ويندا هئا. منهنجي مرحوم گهر واري تہ رڳو چوندي هئس تہ، ادا يار محمد ڏهہ سير گوشت تيار ڪري رک تہ مان ٻي خريداري ڪري ٿي اچان تہ حاضر چئي ٻين جو ڪم ڇڏي اسان جو ڪم ڪري رکندو هو. پوءِ رڳو چئبس تہ پئسا ڪيترا تہ جيترو چندو هو اوترو ڏئي ڇڏبس تہ خوش ٿيندو هو تہ قدردان تہ اهڙا. ٻيا ڪاسائي ٽيهہ رپيا سير وڪڻندا هئا تہ هي ٻتيهہ يا پنجٽيهہ وٺندو هو. تہ بہ ويو چڙهندو. جام صادق علي بہ يار محمد ڪان گوشت وٺندو هو. يار محمد ويو چڙهندو ۽ ڪراچيءَ ۾ بنگلو بہ ٺهرايائين تہ ڪار بہ رکيائين. اسان جا نوجوان، ڪاسائي جي ڌنڌي کي عيب ڪري سمجهندا. منهنجو هڪڙو سانگي مائٽ، پوليس ڪانسٽيبل هوندي گهر ۾ بيڙيون ٻڌندو هو ۽ چڱو خوشحال ٿي ويو. گهر بہ پنهنجو اٿس ۽ اچا تائين رٽائر ٿيڻ ڪان پوءِ نانوائيءَ جي هوٽل صبح جو ڏهين وڳي ڪان ٽين چئين وڳي تائين هلائي ٿو ۽ انهن پنجن ڇهن ڪلاڪن ۾ سؤ ڪن رپيا ڪمائي ٿو. ٻيو منهنجو سانگي مائٽ گاڏڙي تي ڀڳنڊيري وڪڻڻ لڳو. اڄ سٺو پڪو گهر اٿس ۽ سندس پٽ چڱين نوڪرين سان آهن. انهيءَ ۾ ڪو اهم ڪونهي

برڪت ٿي برڪت آهي. برڪت تان ياد آيم تہ هڪ برڪت پنجابي اسان سان پڙهندو هو. اسڪول مان ٿي پڙهڻ ڇڏي وڃي چمڙي جو ڌنڌو ڪيائين. ڪلون وٺندو ۽ وڪڻندو هو. اهو بہ عزت وارو واپاري ٿي ويو. هي جسٽس غلام رسول شيخ ۽ سندس ڀاءُ غلام النبي شيخ ائڊووڪيٽ بہ اصل چمڙي جا واپاري هئا. خبر ناهي اڄڪلهہ جي نوجوانن کي مٽي ۾ الائي ڪهڙو اٽ وڻو آهي جو ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي هوٽلن ۾ ويٺا آهن ۽ پٽيوالي، ماستري يا ڪلارڪيءَ جي نوڪري پنيان سٽون ڏيندا وتن ۽ پاڻ کي ٻين کان مٿيرو سمجهن. علم تہ نوڙت آڻيندو آهي پر هي يار خود پسندي ۽ پوءِ خود فريبيءَ جي چار ۾ وڪوڙجي نااميدي ۽ ملولائپ جو شڪار ٿيو وڃن. خود پسندي جنم ڏئي ٿي خود مطلبي ۽ انفراديت کي. نتيجتاً سماجي ڌارا مان نڪري، ڪڙم قبيلي کان لاپرواهہ ۽ لاتعلق ٿي اذيت پسند ٿيو پون. پوءِ يا ٻين کي مارين يا ڌاڙا هڻن يا خودڪشي ڪري پنهنجي ٿي لاش تي ڳوڙها ڳاڙڻ جو تماشو ڏسي سڪون وٺن. اسان جا اديبڙا وري، خودڪشي تي نوحا لکي ان کي شهادت سڏين. ڇاجي شهادت؟ ڪارو منهن آهي اهڙن بزدل ڪوئن جو جيڪي ٻڏي مئا ۽ پوئين کي مصيبت جي آڙاهہ ۾ اڇلي ويا. هو زندگيءَ کان ڏڄي ويا. پهرئين نمبر جا ياڙي هئا. اسان جا، ابتي سوچ وارا ليکڪ وري چون تہ موت کان ڪونہ ڊنا. ڪوڙ، سؤ سيڪڙو ڪوڙ. موت کان نہ ڊڄن ها تہ مري ٿين ها نہ مات. پوءِ تہ دلير ٿي سر جو سانگو لاهي، تڪليفن کي اکين تي چاڙين ها ۽ بي رحم غلط سماج سان مهاڏو اٽڪائين ها. پر هي ياڙيا تہ پنهنجن کي سهائڻ خاطر غلط ڪاري اختيار ڪري هڪ گندي روايت کي هٿي ڏئي ويا.

مونسان گڏ ايل ايل بي ۾ عيد محمد ڪوڪر گڏ پڙهندو هو. غريب هو سو مون صلاح هنئين مانس تہ منهنجي ڀاءُ شمس وٽ يا مون وٽ هليو اچي تہ ٺهي نڪي آفيس، رهائش ۽ لئبريري ملي ويندس. هاٿو ڇٽي گم ٿي ويو. ڏايو خوش مزاج، قابل ۽ محنتي ماڻهو هو. ڇهن مهينن کان پوءِ اوچتو بازار ۾ ملي ويو. ڏوراپو ڏئي پنهنجي آفيس ۾ وٺي آيوسانس ۽ حال احوال پڇيومانس تہ ڇا پيو ڪرين. کلي جواب ڏنائين تہ هر تي بي - اي، ايل - ايل - بي لڪائي ڇڏيو اٿم، پيو ٿو ڪاهيانس. بعد ۾ ٽريزري آفيسر ٿيو ۽ مشهور قابل، محنتي ۽ ايماندار آفيسر ثابت ٿيو. غربت، ڪڏهن بہ منجهس احساس ڪمتري پيدا

نہ ڪيو. شهائي لا ڪاليج ڪراچيءَ ۾ منهنجو هم ڪلاسي هئو. اسان جا
ٻيا مشهور مسلمان هم ڪلاسي هئا شيخ اياز صاحب، عبدالوحيد ڪٽپر،
جسٽس عبدالقادر شيخ، جسٽس آغا امداد علي (جنهن جو والدصاحب
جسٽس آغا حسن علي بہ هاءِ ڪورٽ جو جج هو) ۽ علي گوهر خان کهڙو،
خانبهادر کهڙي جو ڀاءُ. عيد محمد پنهنجي غربت ۾ مست خاڪي زين جي
قميص ۽ سلوار ۽ ترڪي ٽوپي پائيندو هو جا ميري هوندي هئي ۽ ڪنارن تي
گر لڳل هوندي هئس. ڪڏهن بہ سوٽ ڪونہ پاتائين. لاپرواهہ، کلڻو ۽
مزاحيہ طبيعت جو ماڻهو هو. جنهن ڏينهن ڪاليج جي الوداعي دعوت پئي تي
تہ ان ڏينهن عيد محمد کي نئين خاڪي سلوار قميص ۽ نئين ترڪي ٽوپي پيل
هئي ۽ ڦاٽل بوٽ بجاءِ نئون بوٽ پاتل هئس. مون ڏانهس ڏسي مشڪيو تہ زور
سان چيائين الله جو قسم پنهنجا اٿم ۽ ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳو. مون چيومانس تہ
ڏاڍو ٺاهوڪو ٿو لڳين تہ هڪ پارسي ڇوڪري جا اسان سان گڏ پڙهندي
هئي ان ڏانهن اشارو ڪري چيائين تہ چو ڪين: انهيءَ ڪان تہ گهڻو چڱو
آهيان." انهيءَ زماني ۾ بہ اعليٰ تعليم يافتہ هجڻ جو متس ڪو منفي اثر نہ هو
جيئن اڄڪلهہ جا ڇوڪرا چار اکر پڙهي واندا خان بڻجي والدين تي بوجهہ ٿيو
پون. عيد محمد نہ ڪٿي هم نہ تم وڃي هر ڪاهڻ لڳو. مان جڏهن 1961ع
کان وٺي 1963ع تائين سجاول ۾ جج هئس تہ ان علائقي ۾ چوري ڏاڍي
هئي. سجاول سب ڊويزن هڪ تعلقو نہ بلڪ جڻ تہ الڳ ضلعو آهي جنهن ۾
چار تعلقا آهن، سجاول، ميرپور بٺورو، جاتي ۽ لاڏيون يا شاهہ بندر. اتان جا
وڏا ماڻهو سڀ هڪٻئي سان وڙهيل هئا. ڪو ڪنهن سان ٺهيل ڪونہ هو.
سجاول ۾ مهر علي شاهہ جو ون يونٽ ۾ ڊپٽي اسپيڪر بہ هو ۽ علي شير
شاهہ، بٺورري ۾ خواجہ محمد عيسيٰ جو فقير سڏائيندو هو ۽ ڪشتو ڪٽندو
هو پر هئو وڏو استاد ۽ پيو جمال خان لغاري جو خانبهادر فضل محمد خان
لغاريءَ جو پاڻيٽيو هو ۽ ميمبر اسيمبلي بہ هئو. جاتي ۾ مامون خان ملڪاڻي
جت قوم جو سردار، لاڏيون ۾ محمد يوسف خان چانڊيو ميمبر اسيمبلي. دڙو
۾ ارباب غلام دستگير ۽ جاتي ۾ خليفو غلام قادر ٿهيم جو، درگاهہ مغل پين
عرف مگرپين جو متولي هو. سڀ صاحب هڪٻئي جي خلاف ۽ سيني جو
نشانو مقامي آفيسر. مان جڏهن چارج وٺڻ ويس تہ جسٽس نانا مونکي چيو تہ
ابتڙا ڏاڍي ڏکي صورتحال کي منهن ڏيڻو پوندئي پر مونکي يقين آهي تہ تون

ڪامياب ٿيندين ۽ مثال قائم ڪندين تہ آفيسر کي ڪيئن هلڻ کپي. ٿيو بہ ائين. جنرل برڪيءَ کي موڪليو ويو تہ سر زمين تي انڪوائري ڪري قدم کڻي. هن هڙني آفيسرن کي بدلي ڪري ڇڏيو سواءِ منهنجي. مائهن کان مسئلا پڇيائين تہ هر ڪنهن چوريءَ جي دانهن ڪئي. چوريءَ جا سبب پڇيائين تہ ڪنهن ڇا چيو ڪنهن ڇا چيو. بنوري وارو فقير محمد عيسيٰ خواجہ ڏاڍو دلير دل گڙي وارو مڙس هئو. سچ چوڻ کان يا ٻڌائڻ کان رهندو ڪونہ هو سو اٿي اسٽيج تي آيو ۽ پرٺي ميڙ ۾ جرنل برڪيءَ کي چيائين تہ، جنرل صاحب! چوريءَ جو اصل سبب آهي تعليم. چورا مئٽرڪ پاس ڪري نڪما ۽ نالائق ٿيو پون، نہ هر ڪاهن نڪو ٻيو هنر اچين. اصل اڳيون نور بہ ڇٽ. پوءِ هوٽلن تي ويٺا چانهيون پين ۽ گانا ٻڌن ۽ اتي ئي ويٺا چوروري جي مال جو پنگ تي سودو ڪن ۽ چورن سان ياريون رکن. ڳالهہ ۾ ڪافي وزن هو ۽ جنرل صاحب چيو تہ هو حڪومت کي هنري اسڪول کولڻ لاءِ آماده ڪندو. اهو 1961ع ۾ اڄ پنجين جنوري 1996ع. منهنجي ڄاڻ موجب سجاول سب ڊويزن ۾ اڃا ٽائين هنري اسڪول ڪونہ کليو آهي. ٺٽي ڇا ٿو جو ڪا چڱي رٽابندي ٺٽي تي ۽ پئسا منظور ٿين ٿا تہ شهري آبادي وارا، جن وٽ اخباري زور، ڪامورا شاهي جو زور ۽ هنگامي بازي جو زور آهي سي رٿائون شهرن ڏانهن منتقل ڪرايو ڇڏين ۽ ڳوٺ ۾ دور افتاده آباديون هر ترقيءَ کان وانجهيل رهجي وڃن ٿيون. ڪامورا شاهي، اخبارون ۽ اقليتي طبقا پاڻ ۾ قدرتي پائيوار آهن ۽ هڪٻئي جي زور تي هلن ٿا ۽ هڪٻئي کي هشي ڏين ٿا ۽ ڳجهي مدد ڪن ٿا. ڇاڪاڻ تہ سندن جياپو انهيءَ ۾ آهي. جمهوريت ۾ ڪين ڪڏهن بہ فائدو ڪونہ پهچندو تنهن ڪري فطري طرح هو جمهوريت جا توڙ جا ويري آهن. جمهوريت اينديءَ مس تہ ڳانڍڙ سانڍڙ تي ان جي پنيان پئجي ويندا ۽ ان کي هاجو رسائي يا توڙئون اکيڙي پوءِ ساهہ پٽيندا. اهي سڀ طبقا پٽين ۽ چڪين ٿا وڏيري ۽ هاري کي جيڪي جمهوريت ۽ سياست ذريعي اڃان مس ساهہ پٽين ٿا تہ هاهوڙ ۽ باهوڙ مچي وڃي ٿي. وڏيري تي بداخلاقي جا الزام ۽ هاريءَ تي جاهليت جو الزام هنيو وڃي ٿو. حالانڪ قائد اعظم سڄو مدار انهن تي رکي پاڪستان ناهيو. قائد اعظم وٽ هئو ئي ڇا سواءِ وڏيرن، نوابن، خانبهادرن، سر صاحبن ۽ جاهل ديهاتي عوام جي. شهري ۽ پڙهيل ڳڙهيل آبادي تہ هٿي هندن جي، جيڪي پاڪستان جا سخت مخالف هئا. انهيءَ

ڪري ٿي مسلم ليگ جو وفادار ڪارڪن محترم جي ـ ايم سيد مسلم ڪامورا شاهي جي پنيرائي سان هندن کي ڌڪ هڻڻ خاطر تحريڪ هلائي تہ نہ هندن سان خريد و فروخت ڪيو نہ ساڻن اٿو ويهو، يعني مڪمل سماجي بائيڪاٽ ڪيو ۽ باقاعده اهڙا پوسٽر ڇپايا ۽ ورهايا ويا جي ڳولهڻ سان اڄان بہ ملي ويندا. پوءِ بہ ڪم نہ ٿهيو تہ منزل گاهہ مسجد جي آڙ ۾ هندو مسلم فساد ڪرايا ويا ۽ بيگناهہ عام توڙي خاص هندو قتل ڪرايا ويا. جهڙوڪ شڪارپور جو مسٽر پمناڻي، ڀڳت ڪنور رام ۽ ٻيا. نہ رڳو هندو بلڪ مسلم قوم پرست ليڊر جهڙوڪ: خان بهادر الهہ بخش سومرو وغيره شهيد ڪرايا ويا ۽ سندن قاتل جو هڪ جلباڻي هو، ان کي غازي سڏيو ويو. توبهہ.

چوڻ جو مقصد اهو هو تہ اقليتي طبقو ڪڏهن بہ جمهوريت جي مرحبا نہ ڪندو ۽ هميشه پنهنجا ڳڙهہ ٺاهي جمهوري حڪومت کي بليڪ ميل ۽ ڪمزور ڪندو رهندو. تنقيد اهائي ڪندو تہ عوام ڪان ووٽ جو حق ٿي کسيو وڃي ۽ ووٽ جو حق ڪم از ڪم مئٽرڪ پاس کي ڏنو وڃي. ڇو تہ پڙهيل ماڻهو وڌا شريف ۽ سمجهدار هوندا آهن. مشهور هاري ليڊر مولوي نذير حسين جتوئي پڙهيل ماڻهو لاءِ هڪ موتي گار ڏئي چوندو هو تہ پائو پڙهيل جهڙو حرامي ماڻهو ٻيو ڪونہ ٿيندو. رشوت اهو وٺي، سمگلر اهو ٿئي، ملاوٽ اهو ڪري، چور بازاري، ذخيره اندوزي اهو ڪري يا ڪرائي، مٿن ماڻهن ڪان نفرت ڪري ۽ صاحبن اڳيون پڇ پيو لٽڪائي ۽ ليلڙاٽ ڪري. مولوي صاحب جي ڳالهہ ۾ سچ تلاش ڪيو تہ ملي ويندؤ. رڳو ويچار ڪيو تہ توڙ تائين پهچي ويندؤ. هيءَ سڄي جُلهہ جا هاري ۽ وڏيري تي پئي ٿئي. سا رڳو ان ڪري تہ کين لٽجي ۽ ڦرجي ۽ کين حقن ڪان محروم ڪجي ۽ سندن اربين ربين جي پيداوار ڪوڏيءَ ملهہ وٺي کين مستقل طور مفلس ۽ ڳيجهو بڻائجي، حالانڪ هو ئي سڄي پيداوار ۽ ملڪ جا حقيقي وارث آهن. ٻيو مقصد اهو آهي تہ شهري بدمعاشن سرمائيدارن، چورن ۽ سماج دشمن کي ڍڪ فراهم ڪجي. اڄ جاگيردار ۽ وڏيرو ايڏو پيو ڪٽجي ۽ هوڏانهن حرامي سرمائيدار، جو ڏڇي جو بنياد آهي، سو محفوظ، بزرگ، خدا ترس، سخي ۽ مؤمن بڻيو پيو عيش ڪري. ٻلي مهانگائي ڪري ٻلي ملاوٽ ڪري گيهہ ۾ ڊيزل ملائي، ٻلي مال لڪائي قحط آڻي چور بازاري ڪري، ٻلي مزور جا حق ماري تالابندي ڪري، ٻلي ڪسٽم نہ ڀري، انڪم ٽئڪس نہ ڏئي ۽ ڪوڙو روانگي واپار ڏيکاري

ڪروڙين ڊالر غير ملڪي بئنڪن ۾ رکي ۽ سڄيون ساريون بئنڪون هڙپ ڪري وڃي. بس رڳو وينو نمازون پڙهي ۽ حج ڪري ۽ ڪو سندس نالو نہ وٺي. الائي ڪيئن اهو واءُ وريو آهي جو اسان جا سڄاڻ ليڊر بہ اليڪشن ڪٽڻ جي چڪر ۾ انهيءَ انداريءَ جو شڪار ٿي ويا آهن نہ تہ جڏهن اسين ڪاليج ۾ پڙهندا هئاسون تہ شيطان نمبر ون هوندو هو. سرمائيدار، سماج وادي پارٽيون مدد ڪنديون هيون هارين ۽ ننڍن ڪاتيدارن (يعني وڏيرن) جي. هاڻي وڏيري تي آهي گـار جي رَئي. ڳالهہ جي تهہ ۾ وڃو تہ اصل لفظ آهي "وڏو". اوهان مان هرڪو گهر جو وڏو آهي ۽ ان جو حڪم گهر ۽ گهر ڀاتين تي هلي ٿو. پوءِ چار پنج يا ڏهہ ويهہ گهر گڏ هجن تہ اها سماجي ضرورت آهي تہ گهر وڏي کان مٿيرو ڪو هڪ وڏو يا وڏيرو هجي. اهائي لفظي معنيٰ آهي وڏيري جي يعني وڏن کان ڪجهہ وڏيرو. اهو ضروري نہ آهي تہ اهو وڏيرو ڪو وڏو زميندار يا جاگـيـردار هجي. ڀلي رڳو مـڇي مـاني وارو هجي. هو هڪ ادارو آهي جو سماجي طور هڪ وڏي ضرورت آهي. ڪيس مک پئنچ بہ چئي سگهجي ٿو. هندو ڪيس سڏن مُکي ۽ مسلمان چون چڱو مڙس. ڀاڻ بہ تڏي تي يا واڻ جي کٽ تي دونهين دکايون وينو هوندو تہ آيو ويو بہ ساڻس اتي ئي ويهندو ۽ ڏک سور سليندو، مکي يا وڏيري جي اوطاق هڪ ئي وقت مسافر خانو يا مهمان خانو بہ آهي تہ ڪورٽ بہ آهي تہ بئنڪ بہ، بنا رشوت جي بنا سفارش جي بنا لکپڙهہ جي پنجاهہ، سؤ قرض بہ ملندو تہ ترت ۽ سستو انصاف بہ. آئيءَ ويل ۾ وڏيرو ڪم ايندو. ڀلي آڌي يا هجي مانجهي، وڃي ننڊ مان اٿاريوس تہ اٿي ايندو. چوري ٿي هجي، ڪو ڀاتي بيـمار هجي، ڪو پوليس جو سڏ هجي، ڪو ڀاڻيءَ جو وارو هجي، ڪو ڦڏو فساد هجي، ڪو تپيدار يا سرويئر جو ڪم هجي، ڪو ننگاوتي معاملو هجي تہ اتي جو اتي وڙول ڏبي ۽ ڪونہ ڪو تدارڪ ٿيندو. تپيدار، سرويئر، پوليس وارو ماستر بہ وٽس ايندا، وٽس رهندا ۽ ماني ٽڪي کائيندا. اسان جا پڙهيل ڳڙهيل نوجوان ايل ايل بي پاس ڪري اليڪشن جي شوق ۾ چوندا تہ ماڻهو ڀوڪ ڄٽ ۽ جاهل آهن جو ڪين ڇڏي، ووٽ وڏيري جي چوڻ تي تا ڏين ۽ جيڪڏهن ڪين ميمبر بڻائن تہ هو سندن سٺي خدمت ڪن. صاحبو ماڻهو نڪو ڀوڪ آهن، نہ جاهل، نہ بيوقوف. توهان ميمبر ٿيڻ کان اڳ ۾ سندن ڪم ڪونہ اچو تہ ميمبر ٿيڻ کان پوءِ ڪيئن ڪم ايندا. ماڻهو اکئين ويٺا ڏسن تہ توهان ڪي منجهند جي ننڊ ڪاڻئن وڌيڪ

پياري آھي. توھان کين ڌڙڪا ڏئي موٽائي ٿا ڇڏيو يا وڌ ۾ وڌ پئسا وٺي سندن وڪيل تي ڪيس ٿا ڪرايو. پوءِ ڪيسن ۾ ڳھي ڳھي ھو لاچار ٿي واپس مکي ۽ وڏيري وٽ وڃن ٿا جو ڏينھن ٻن ۾ سندن فيصلو ڪري دشمنيون دور ڪرايو ڇڏي. ھو ھر وقت سر زمين تي ھڪيو حاضر آھي پوءِ ڪھڙو بيوقوف کين ڇڏي توھانجي چوڻ تي ووٽ ڏيندو. ھي سڄي سازش آھي جو چڱي مڙس کي بدبيرا بدبيرا چئي بيجڙو ڪيو ٿو وڃي. بيو وري طوفان اٿاريو ويو آھي جاگيرداري ۽ زمينداري ظلمن جو. اھي پڙھيل ڳڙھيل جوان نہ ڪجھہ ڄاڻن ٿا نہ ڪا خبر اٿن. مان جڏھن لنڊن ويس تہ اتي مسٽر باري مون سان سيني کي ملائڻ خاطر دانشورن جي ھڪ ميٽنگ سڏائي، جيڪو بہ ھٽ ٺوڪيو دانشور اٿي سو وڃي جاگيرداري ۽ زمينداري تي چوھہ چنبڙيندو. آخر ۾ باري صاحب مونکي ڳالھائڻ جو موقعو ڏنو. مون چيو باري صاحب مون سمجھيو ھو تہ تون ڄاڻو ماڻھن کي جن کي ڪو سياسي پس منظر ھوندو تن کي سڏايو ھوندو. ھت تہ ڪوڙيءَ کي گھمرو آھي. کين اھا بہ خبر ڪانہ آھي تہ جاگيرداري تہ ڪڏھون ڪو ختم ٿي چڪي آھي. انھيءَ تي حاضرين چوھول مچايو ۽ مونکي رد ڪد ڏيڻ لڳا. ھٿا سڀ سنڌ دشمن سو آپي مان ٻاھر پيا وڃن. انھيءَ تي مون کين چيو تہ صاحبو مونکي اھا سعادت نصيب ٿي آھي جو مون ميان افتخار الدين، جناب حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ عبدالقادر ڪوکر، ميجر اسحاق، سوڀو گيانچنداڻي، حسن ناصر، جمال الدين بخاري، عبدالسلام بخاري، سيد باقر شاھہ، ڊاڪٽر نذير ۽ امام علي نازش جھڙن مست ملنگ ۽ ھڏڏوکي ڪارڪن سان ڪم ڪيو آھي ۽ انھن جيڪا ميراث ۽ حاصلات ڇڏي آھي تنھن کان انڪار ٿيڻ پنھنجي اڻڄاڻائي جو ثبوت ڏيڻ جي مترادف آھي. حقيقت اھا آھي تہ جاگيرون اسيمبلي قانون ھيٺ 1953ع ۾ ختم ڪيون ويون ۽ ڪو جاگيردار نہ بچيو. منھنجو عزتماب مھربان دوست سرڪار مير علي مدد خان ٽالپور جو پندرھن سؤ ايڪڙ جاگير جو مالڪ ھو سو ھئي ڏينھن ھڪ بہ ايڪڙ جو مالڪ نہ ھو. خانداني سون ۽ زيور وغيره بئنڪ ۾ گروي رکي قرض کڻي چاليھہ ايڪڙ زمين خريد ڪري سفيد پوشي قائم رکندو آيو. نواب سلطان احمد چانڊيو جو نو لکي جاگيردار سڏبو ھو سو بہ، رڳو سرادري ڏن تي گذر بسر ڪرڻ لڳو. سو جاگيرداري تہ وئي ختم ٿي باقي رھي زمينداري تنھن کي بہ شھيد ذوالفقار علي ڀٽي پارٽي سسٽم ايجاد ڪري، اھڙو ڪاپاري ڌڪ

هنيو جو ٻيو تہ ٺهيو وڏا وڏا ڊنگ زميندار غلام مصطفيٰ خان جتوئي، عبدالحميد خان جتوئي، سردار غلام محمد مهر، نواب سلطان احمد چانڊيو ويندي پير صاحب پاڳارو ۽ پيڻ وارا پير بہ پنهنجي ئي تڪ ۾ معمولي ماڻهن هٿان اليڪشن هارائي ويا. يعني سندن سياسي پاور يا سندن ووٽ بئنڪ ڪاٺئن ڦرجي ويو.

جمهوريت جي معنيٰ ئي آهي هر بالغ کي ووٽ جو حق ۽ پارٽي سسٽم. اسان جا هٿ ٺوڪيا شهري دانشور شرم وچان جمهوريت جي مخالفت تہ ڪري نٿا سگهن سو چوهہ چنڊين ٿا پارٽي سسٽم تي تہ ان ذريعي پارٽي ڊڪٽيٽر شپ يا فاشزم جنم وٺي ٿو. ڏسو، ظاهر ظهور منافقي ۽ ٻٽا معيار. پارٽي سسٽم ۾ تہ ائين ئي ٿيندو آهي تہ ووٽ پارٽيءَ کي ڏبو آهي، نہ ڪنهن فرد کي. ائين پارٽي ۽ پارٽي جو منشور زور وٺندو آهي ۽ چونڊيل ميمبر مجبور ٿيندو آهي تہ پنهنجو شخصي مفاد قربان ڪري پارٽي ڊسيپلين (قبضي) ۾ رهي. خود قائد اعظم ائين ڪيو، نہ تہ پاڪستان ٺهي ئي ڪونہ ها. مون پاڻ سندن تقرير عيد گاهہ ميدان ۾ ٻڌي، جنهن ۾ چيائين تہ ووٽ ڏيو موزلم ليگ کي (هو مسلم کي انگريزي لهجي ۾ موزلم ليگ چوندو هو) پوءِ ڪٿي هڪ اليڪٽرڪ جي ٿنڀي کي ووٽ ڏيڻو پوي. قائد اعظم لفظ ليمپ پوسٽ استعمال ڪيو هو. هاڻي شهري دانشور چو ٿا قائد اعظم ۽ سندس اصول جي مخالفت ۽ تصحيح ڪن.

باقي هي جو هٿ ٺوڪيا دانشور گهوڙا گهوڙا پيا ڪن سو تہ سڌي سنئين منافقي ۽ سرمائيدار لابيءَ جي دلالي آهي. هونئن بہ سرمائيدار ۽ زميندار جي ڀيٽ ڪيو تہ ڪٿي هو ڪٿي هو. زميندار ٻج، خرچ، ياڻ، پاڻي، ڍل سڀ پاڻ ڀري پوءِ بہ پيدائش جو اڌ هاريءَ کي ڏئي. ڏيندو ڪو سرمائيدار يا صنعتڪار اڌ پيدائش مزورن کي. ڍل بہ زميندار باقاعده ڀري نہ تہ مشڪلاتن کي منهن ڏئي. زميندار قرض ڪٽي يا بيئل فصل وڪٽي بہ ڍل ادا ڪندو. هوڏانهن واپاري صنعتڪار ۽ سرمائيدار انڪم ٽئڪس جو ڳپل حصو هڙپ ڪري ويندو. مٿان زرعي پيداوار جي اگهہ تي ڪنٽرول. واپاريءَ تہ انهيءَ مقرر ڪنٽرول اگهہ کان بہ گهٽ اگهہ ڏيندو، صنعتڪار تي ڪو ڪنٽرول ناهي تہ ڪيترو اگهہ وٺي. جيترو وٺيس اوترو اگهہ ڪپڙي جي وال جو يا ٽوال گنجي ۽ چادر جو رکي ڪيس ڪو منع ڪرڻ وارو ناهي ۽ جي

وٺيس ته سمورو مال ٻاهرين ملڪن ۾ وڪڻي ناڻو ڪمائي. اهو حق زميندار ڪي ناهي جو چانور، ڪٽڪ، يا ڪپهه عالمي مارڪيٽ ۾ پنهنجي مرضي سان وڪڻي نفعو ڪمائي. هيءَ آهي سڌي سنئين زميندار ۽ هاري ڪي سچو رکڻ جي سازش. هاڻ بينظير ڀٽو صاحبه زرعي پيداوار جا اگهه وڌايا آهن ته هاري ناري ويچارا سکيا ۽ سرها ٿيا آهن ۽ قرض لاٿا اٿن. شاديون ڪيون اٿن، گهرڙا نهرايا اٿن ۽ ريڊيا ورتا اٿن نه ته پيرين اگهاڙا گهمندا هئا، سيءُ ۾ ڏڪندا هئا ۽ بيماريءَ ۾ علاج لاءِ پئسو ڪونه هئن. اڳي آبادگار ويچارا زرعي پيداوار شهر ۾ وڪڻڻ ايندا هئا ته پاڙو به ڪونه نڪرندو هئن ۽ خارن وچان ٽماٽا، ونگا وغيره وڪڻڻ بدران اڇلي ڇڏيندا هئا. مان جڏهن 1955ع ۾ سکر ۾ سٽي مئجسٽريٽ هئس ته خبر پيم ته آبادگارن ٽماٽا پيڙين م وجهي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيا جو خرچ ۽ لاڳت به نٿي نڪتن. منهنجو پيٽيويو عبدالحق خان وڪو جو ٽنڊو آدم جو معزز ماڻهو ۽ زميندار آهي. تنهن پنهنجي ڪمند جي بيئل فصل ڪي تيلي ڏياري ساڙائي ڇڏيو. هاڻي ڪجهه اگهه چڱا ٿيا آهن ته سرهائي ٿي آهي پوءِ به منفاق دانشورن ۽ دڪاندارن جي هاءِ گهوڙا ته مهنگائي ڳاٽو ڀڃي ڇڏيو آهي، حالانڪ ڳاٽو ڪنهن جو ڪونه ڀڳو آهي رڳو سندن ڦر جي مال جي صحيح ورڇ ٿي آهي. اسان جا اقتصادي ماهر به يا ته ڄٽ آهن يا منافق يا سرمائيدارن ۽ واپارين جا دلال. اقتصاديات جو اهو به اصول آهي ته اگهن کي چوٽ چڙهي ڏيو (ان کي فلوٽ يا ترڻ جو عمل چوندا آهن) ته جيئن پيداوار ۾ اضافو اچي. ”اگهه ۽ پيداوار“ جو گهرو ڳانڍاپو آهي. مقامي ماڻهن کي کير جي مناسب قيمت ته ملي ته کير ڏيندڙ مال کي ڪوس گهر جي حوالي ڪيو ويو. نتيجو اهو نڪتو جو کير پيئندڙ ۽ کير ۾ پاڻ پري قوم کير جي ڪوٽ ۾ اچي ويئي ۽ ٻاهرين ملڪن مان ڪروڙن جو سُڪو کير پيو گهرائجي. جيتوڻيڪ هاڻي کير پيئڻ وارا به نالي ماتر وڃي رهيا آهن. اڳي هر گهر پاتي کير ضرور پيئندو هو ۽ مهمان کي ته کير پيارڻ لازمي هو نه ته مهمان ٿي ڪاوڙجي ويندو هو. وري گوشت سستو ٿيو ته واپارين چوري گوشت ڏارين کي وڪڻڻ شروع ڪيو. ڏس ڪٿي ته ٻاهرين ملڪن جا ڪوڙ جهاز ڪراچيءَ جي بندر کان ٻاهر بيٺا آهن، لنگر ٿي نه ڪٽن. چي سيڌو سنڌ مان سستو ٿو ملي سو هتان لڪ چپ ۾ گوشت وٺي جهاز پري ٿا وڃن. پلا گوشت ٽين رپئي سير ۽ ٽماٽا ۽ پاڃيون مٽن جي حساب سان ٻن ٽن ٻالرن ۾ جهڙوڪر مفت. تن ڏينهين منهنجو

دوست عبدالقادر ابڙو جو پوءِ ڪمشنر ۽ هوم سيڪريٽري به ٿيو سو بندر جو ايس ڊي ايم هاربر هئو. ان سان گڏ سمنڊ تي گهڻا شبل شڪار ۽ محفلون ڪيون سون. سڄو ڏينهن لانچ ۾ گذاري، لنچ ڪائي گهمي ڦري مڇي پڪڙي ايندا هئاسون. بيڙيءَ ۾ اسان جو ميزبان مڇيءَ جا قسمين قسمين طعام ٺهرائي ايندو هو. اتي مونکي مور منگري جو قيمو ڪارايو ويو ۽ ٻڌايو ويو ته ڏاڍو مقوي ۽ قوت بخش آهي. پڇيم ته اهو مور منگرو آهي ڪهڙي بلا. چي شارڪ جو ٻچو. اڙي منياسون! يار حرام ته ڪونهي. چيائون ته نه، حلال آهي. سو عبدالقادر ابڙي کان خبر پئي ته گوشت ڪيئن ٿو سمگل ٿئي. ان جي تصديق اسان جي هڪ دوست لطيف صاحب به ڪئي جو هاڻ هوٽل پلازه جو مالڪ آهي ۽ ڪروڙ پتي آهي. تن ڏينهين پوليس جي نوڪري مان ڪڍيو ويو هو ۽ پاڻ ٻڌايائين ته ٻڌي اگهه ۾ ڏيڍ رپيه سير وڏو گوشت وٺي پنجاهه سٺ رپئي سير سپلاءِ ڪندو هو ۽ جام پئسا ڪمايائين. گوشت جو سستو ٿيو ته ڊمانڊ وڌي ۽ گوشت جي قلت ٿي ۽ مال به ڪُسجي ويو. پوءِ مس وڃي حڪومت کي سمڪ پئي ۽ گوشت جو اگهه وڌايو ويو ته جتي ڪٿي ڪيٽل فارم يا مال پالڻ جا کيت کلي ويا ۽ گوشت جي کوٽ کان بچي وياسون نه ته سڪل گوشت گهرائڻو پئجي وڃي ها. ڪڪڙ، ڪڪهه ۽ چانورن جو به اهو حال ٿيو. ڪوبه ملڪ، جي کاڌ خوراڪ ۾ پاڻيرو آهيي ته پوءِ پرواهه ئي ڪانهي. جي ٿو کاڌ خوراڪ جو ذخيرو ڪني ته پوءِ پلي سوين ڪروڙ ڊالر خرچ ڪري ڪڪڪ ۽ چانور گهرايو ته به بيچيني ۽ کوٽ ڪر ڪنيون بيٺي هوندي ۽ حڪومت توڙي ملڪ لوڏن ۾ هوندا. ڪڪڪ پنجين رپئي مڻ وٺي واپاري ان مان سوجي ۽ ميدو ڪڍي الڳ ڪمائين ۽ اتي مان جدا ڪمائين.

بسڪوٽ، سيون وغيره ٺاهي وڪڻن ته پوءِ ته سئوٽو نفعو. ملڪ جو ستر اسي سيڪڙو هاري عوام بکن ۾ ۽ واپاري عيشن ۾. ڪپهه به اسان جي ملڪ جو وڏي ۾ وڏو ذريعو آهي زرمبادله ڪمائڻ جو. انهيءَ سان به واپارين اهو حال ڪيو. نتيجو اهو ٿيو جو ماڻهن وونئڻ بجاءِ ڪيلا، مرچ، زيتون، انب مگيرا ۽ پيا وکر جهڙوڪ ادرڪ ۽ هيڊ پوکڻ شروع ڪيا ۽ ڪپهه جي پيداوار گهٽجي وئي جڏهن حڪومت اک پٽي ۽ اگهه وڌايا ته ماڻهن وري وونئڻ پوکڻ شروع ڪيا ۽ هن سال 96-1995ع ۾ رڪارڊ پيداوار يعني يعني هڪ ڪروڙ ڳنڍيون پيدا ٿيون آهن، معنيٰ ملڪ تان ڏولاوا ٿي لهي ويا ۽ جام

زرمبادلہ اچي ويندو ۽ ملڪ پيرن پرو ٿي ويندو.

اسان وٽ گڏھہ دماغ ۽ اٺ جهڙن حاڪمن ۽ منافق شهري دانشورن جي کوٽ آهي ئي ڪونہ. وڏي واڪ بيوقوفي جون ڳالهيون ڪندا وتن ۽ پنهنجي پر ۾ سمجهن تہ وڏو ڪو سياٽپ جو اصول نروار ڪيو اٿن. ضياءَ جي مارشل لا دور ۾ جنرل فيض علي چشتي ڪان سوال ڪيو ويو تہ ملڪ ۾ افراط زر آهي ان لاءِ ڇا سوچيو اٿوَ. صاحب موصوف عقل جهاڙيو تہ ٻاهرين ملڪن مان پاڪستاني ماڻهو ناڻو ڪمائي موڪلين ٿا. انهيءَ ڪري افراط زر آهي. پوڪپائيءَ جي ٻہ حد ٿيندي آهي. هت تہ گڏھہ ۽ اٺ ڇوڻ ڪانسواءِ چارو ئي ڪونهي ٻاهرين ملڪن مان ناڻو ڪمائجي ايندو تہ افراط زر گهٽبي. وڌندي ڪانہ. انهيءَ ڪري پاڻ ڪوشش ڪبي آهي تہ ماهر، مزور ۽ ٻيا ماڻهو گهٽي ۾ گهٽا ٻاهر موڪلجن تہ ناڻو ڪمائي ملڪ موڪلين تہ افراط زر گهٽجي ۽ ڏيتي ليتي جي توازن رکڻ ۾ مدد ملي، پر هتي هڪ فوجي جنرل صاحب سمجهيو تہ افراط زر جو مطلب اهو آهي تہ ماڻهن وٽ پئسو گهڻو آهي ۽ آسوده حال آهن. ڪير ويهي اسڪول ڪولي پڙهائي اهڙن پڪن گهڙن کي. ٻيو ٻہ هڪ واقعو مون سان پيش آيو. مان هئس ليبر ڪورٽ جو جج. هڪ برگيڊيئر صاحب جو ڪراچيءَ جي ضربخاني جو مئنيجر هو سو مون وٽ ايو ۽ ضرب خانہ گهمڻ جي دعوت ڏنائين. ڪيس ڪو ليبر پرابلم، مزدورن جو مسئلو، درپيش هو. برگيڊيئر صاحب مونکي بار بار اهو ذهن نشين پي ڪرايو تہ هو ملڪ کي روزانو ڪروڙن روپين جي پيداوار ٿو ڏئي سو سندس ڀرپور حمايت ڪئي وڃي. پوءِ مونکي ضربخاني وٺي وڃي سڄو نوٽن ڇاپڻ جو سلسلو ڏيکاريائين ۽ بار بار فخر سان چوندو رهيو تہ روزانو ڪروڙها رپين جي پيداوار پيو ڏيان ملڪ کي. ڪير چوي ڪير ڪڇي؟ اقتصاديات جو معمولي شاگرد ٻہ ڄاڻي ٿو تہ پيپر ڪرنسي (ڪاغذي نوٽن) جو تڇ برابر ملھہ ناهي. اهي صرف حڪومت جي ضمانت تي مٿاسٽا جو ذريعو آهن. اڄ حڪومت ضمانت ڪڍي وٺي تہ سياڻي صبوح جو هڪ ڪروڙ پتي يا لک پتي، ڪک پتي ٿي پوي. ان ڪوري ڪوڙ کي ڄاڻندي ٻہ ڪراچيءَ جا ڪوڙا دانشور ۽ هٺرادو اقتصادياتي ماهر وينا ڪوڙ ڪٽين تہ سڄي پاڪستان کي ڪراچي وٺي پالي ڇاڪاڻ تہ ملڪ جي ڪل ٽئڪسن جو سٺ سيڪڙو ڪراچي ٿي ڏئي. اول تہ ڪاغذي نوٽن جا بنڊل ڏيڻ سان پيداوار ۾ ڪو اضافو نٿو ٿئي ۽

وڏي ڳالهہ تہ اهي ڪاغذي نوٽ بہ سڄي ملڪ جا رهواسي ڪٺي اچي تا ڪراچي ڪي ڏين. هي ڏيتي ليتي جو اهڙو بکيڙو آهي جو توهان ڪي لئو ٽالسٽاءِ جو ڪتاب (What then must we do) جو پنهنجي سر مطالعو ڪرڻو پوندو. خوش قسمتيءَ سان ان ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ سنو ترجمو ڪري نورالدين سرڪي صاحب سنڌيءَ ادبي بورڊ جي تعاون سان ”نيٺ ڇا ڪجي“ جي عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. لئو ٽالسٽاءِ پاڻ هڪ وڏو شاهوڪار ماڻهو ۽ ڪائونٽ يا لارڊ هئو پر ان سان گڏ نهايت وڏو دانشور، مخلص ۽ الهہ لوڪ ماڻهو هو. هن چيو تہ پئسا معنيٰ پورهيو ۽ وڏيڪ چندڇاڻ ڪري ڇپائين تہ پورهيو ۽ پيداوار گڏجي، سماجڪ سهوليت لاءِ پئسي جو روپ وٺن ٿا جو هڪ جڙتو ٽڪساٽ آهي. ٽالسٽاءِ پڇي ٿو تہ پلا اهي پئسا اچن ڪٿان ٿا. چوي ٿو تہ اقتصادي ڦرلٽ جو سلسلو آهي ۽ اهو عوام جي پگهر جي پورهئي ڪي وڌ ۾ پنهنجي قبضي ۾ رکڻ آهي. پوءِ ويچارو عوام پنهنجي وچايل وٽ، هرچيز، محنت ۽ ملڪيت، وڪڻڻ تي مجبور ٿئي ٿو. پورهيت گهٽو ڏئي ٿو ۽ گهٽ وٺي ٿو. مزدور جي محنت جو ڦل سندس هٿن مان نڪري آهستي آهستي بيڪار شخصن جي جهوليءَ ۾ پوندو وڃي ٿو. جدا جدا ترڪيبن ۽ چالاڪين سان پورهيت عوام ڪان زندگيءَ جون سڀ سهولتون ڪسي پنهنجي لاءِ قارون جو خزانو گڏ ڪيو وڃي ٿو. شهر اهڙي جڳهہ آهي جتي هر چيز خرچ تہ برابر ٿئي ٿي پر پيدا ڪجهہ بہ نٿو ٿئي. جتي پورهيتن ڪان زندگيءَ جون ضرورتون کسيون وڃن ٿيون. اها ڦر مار اهڙي تہ منظم طريقي سان ڪئي وڃي ٿي جو ڦر مار ڪندڙ آساني سان ٻين جي محنت تي قبضو ڪري وڃي ٿو.

هي تہ ٿيو ٽالسٽاءِ، روس جو هڪ مٿي ڦريل پوڙهو جاگيردار. ڏسون تہ اسان جو پنهنجو هڪ سنجيده شريف مخلص دانشور حڪيم محمد سعيد، سابق گورنر سنڌ ڇا ٿو فرمائي. هو ڪوڙ تہ ڪونہ ٿو ڳالهائي. فرمائي ٿو تہ ڪراچيءَ ۾ روزانو اٽڪل ٽن ڪروڙن رپين جو ڪاڏو زيان ٿو ٿئي. ٽي ضربيان ٽي سؤ پنجهٺ ٿيو هڪ هزار پنجانوي ڪروڙ يعني ساليانو تقريباً يارهن سؤ ڪروڙن جو ڪاڌو صرف ڪراچيءَ ۾ زيان ٿو ٿئي تہ پوءِ ڪاڌو استعمال ڪيترو ڪيو ويندو هوندو. ڪراچيءَ جا ماڻهو يارهن هزار ڪروڙن جو ڪاڌو تہ کائيندا ٿي هوندا. اهو ڪٿان ٿو اچي. اهو ٻهراڙيءَ جو ڄٽ، جاهل، چور، ڌاڪو،

زميندار جو پٽ، بيوقوف هاري ۽ خود زميندار ئي ڏئي ٿو. وڏو گڏهه آهي
ڪيس نہ ووٽ جو حق ڏيڻ ڪپي نہ ڪيس اسيمبلي ۾ اچڻ ڏجي.

هي تہ ٿيو ڪاڏو جو مون ڏهہ ريپہ ماڻهو جي حساب سان لڳايو. حقيقت
۾ ڪيئي ارب کرب رپين جو اناجُ، ڀاڄيون، گوشت، ميوو، کير، کنڊ، گيهہ،
مصالحو وغيره ڪراچي جو شهر هڙپ ڪري ويندو هوندو. موٽ ۾ ڇٽ کي
ملي ڇا ٿو. هڪ کل کٽي اچي شهر ۾ چاليهہ رپين ۾ وڪٽي ٿو، جنهن مان
چاليهہ بوٽ ٺهن ٿا ۽ اهوئي ماڻهو جڏهن شهر مان بوٽ وٺڻ اچي ٿو تہ کيس چار
سؤ رپيا پرٽا پون ٿا. اهڙي طرح ڪپهہ جي هڪ ڳنڍڙيءَ مان الائي ڪيترو
ڪپڙو ٺهي ٿو ۽ جڏهن ڪپهہ اپائيندڙ پاڻ وري اچي هڪ قميص وٺي ٿو تہ
کيس چار سؤ رپيا پرٽا پون ٿا. اها آهي ڦرمار ۽ لٽ مار. انڪم ٽئڪس ۽
سيلس ٽئڪس بہ خريدار مان ڪڍي وجي ٿي ۽ مٿان وري هاءِ گهوڙا اها تہ
سڄي پاڪستان کي ڪراچي جون ٽئڪسون يا ڊلون ٿيون پالين. اهو سڀ
پئسي يا پيپر ڪرنسي جو ڪرشمو آهي، جنهن کي ٽالسٽاءِ سڌي سنئين
ڦرلٽ ۽ ڦر مار چوي ٿو ۽ نسورو نپٽ ڪوڙ.

اڳ ايئن ڪونہ هوندو هو. اها اسان جي ٺي وقت جي ڳالهہ آهي جا
اسان اکئين ڏٺي جو مٽاسٽا جو ذريعو اناج هو، نہ پئسو. اسان ٻارن کي ان جي
لپ يا ٻُڪ ملندو هو تہ وڃي ريوڙيون، لائي ۽ کنڊ پڳڙا وٺندا هئاسون.
موچي، واڍو، ڪنير، مگڻهار ۽ حجام بہ ائين ڪندا هئا. اناج واڻرڇي تيار
ٿيندو تہ هر هڪ ڪاسبيءَ لاءِ پاٽيءَ يا ٽوپو الڳ نڪرندو هو جو هو کٽي
وڃي گنديون يا پليون ڀريندا هئا ۽ سڄو سال سک ۽ اطمينان سان ويٺا هوندا
هئا تہ بک ڪونہ مرنداسون. هر ڳوٺ جو عجيب خود ڪفيل نظام هو جو ڇڻ
مفت ۾ جُتي، ڪٽولو، مٽ، دلا. هر ڪنهن کي ملي ويندا هئا. ٻيو تہ ٺهيو
حجام بہ مفت ۾ سيرب ناهي يا مٽو ڪوڙي ٺوڙهو ڪري ويندو هو، ان
آسري تي تہ هر ڪنهن جي اَن جي ٻار مان سندس ٽوپو نڪرندو ۽ گنج ٿي
پوندا. رپيو چاندي جو هوندو هو، نہ ڪاڳر جو. اهو چانديءَ جو رپيو هائي
سادي ستين رپين بہ ڪونہ ٿو ملي. مٽاسٽا جو ذريعو جنس هئي. ظاهر آهي
تہ اها جنس يعني اناج، اپائيندڙن وٽ هو ۽ هوئي شاهوڪار هئا. شاهوڪار
کي چوندا ئي هئا مالدار معنيٰ جنهن وٽ اناج ڍڳا ڍور مينهون، ٻڪريون ۽ کير
مکڻ جام هجي. ان حساب سان هر ڳوٺاڻو مالدار هو ۽ هر شهري نپٽ سڃو.

پوءِ حڪومتي شيطانن متاسنا جو ذريعو متائي پيپر ڪرنسي ڪئي ۽ ملڪ ڦري ناڙ ڪيائون. ڪير مڪڻ جيڪو وڪڻڻ گناهہ سمجهبو هو سو ڪاغذي نوٽن عيوض بازارين ۾ ملاوٽ جي نذر ٿي ويو. ڪير جنهن کي پير چيو ويندو هو سو پاڻيءَ جو مريد ٿي ويو. بيٺل فصل جو اناج، ڪٽڻ جي حساب سان واپاري جي ملڪيت ٿيڻ لڳو. ڪمي ڪاسبي جو ٿورو پاڻيءَ تہ نهيو خود هاري بہ هٽ چنبي تي اٽيو. سڀ ڪجهہ سود خور واپاريءَ جو ٿي ٿي ويو. هاري ۽ سندس ٻچا ان ڪٽڻ لاءِ ٻاٽون ڪائڻ لڳا ۽ لٽي ڪپڙي بجاءِ ليڙون پهرڻ لڳا. سمڪ ڪانہ پئي پوين، سو چون تہ سائين بس برڪت نڪري وئي آ. پگهر ۽ حلال جي پورهئي مان برڪت ڇو نڪرندي؟ فطرت ماءُ تہ اهوئي ساڳيو هڪ داڻي بجاءِ هزار داڻا پئي موٽائي. آسمان پنهنجي ڀرپور رحمت ۽ شفقت سان مفت ئي مفت ۾ جالارا مينهن وسائي ڌرتيءَ مان مسلسل پيو اوپڙ اپاري ۽ سج بہ بنا معاوضي جي، ٻڌل ٻانهي جيان. وقت مقرر تي روزانو پوري مقدار ۾ گرمي پهچائڻ جي ديوٽي ڏئي سلا پيو نسرائي. ڍڳا ڍور ۽ هاري بہ اهو ساڳيو پورهيو ڪندا اچن. پوءِ اهو تياڪڙ اهي ڪير جو شيطاني ڪري سڀ ڪجهہ ڪنيون وڃي ۽ ڪائيو وڃي. ڪجهہ سمجهو يارو ڪجهہ سمجهو ۽ ڪجهہ ڪيو. پنهنجي پيداوار جا پاڻ مالڪ ٿي ويهو. پوءِ ضرورتمند پاڻ ئي جهولي ڦهلائي توهان وٽ ايندو. پوءِ توهان من گهريو اجورو حاصل ڪري سگهو ٿا يا ماڳهين انڪار بہ ڪري سگهو ٿا. رڳو گڏجي سڏجي هڪبئي جا واهرو ٿي، ونگار بہ وهي، گڏيل کيتيءَ جو نظام قائم ڪيو. جي پڙهيل ڳڙهيل ۽ مئٽرڪ يا بي اي پاس آهيو تہ پوءِ تہ هٿئون سولو. ماڻهن کي گڏي سڏي سمجهائي، لکپڙهہ ڪرائي گڏيل سڏيل کيتي جو بنياد وجهو. پاڻ کٽو پاڻ وڪٽو. دلال کي هٿو موچڙو يا ڏيوس منهن ۾ موچڙو. پوءِ روزگار جا ذريعا بہ کوڙ. زراعت رڳو پوکي راهي ناهي پر وڏي صنعت آهي. کوڙ ساريون راهون کلي پونديون. واٽ وندر جي وڻ پيا ڏسيندا. وڻ بہ وڏي صنعت آهي ايتري لاڳت بہ ڪانهي. اسان جي سنجهي يا ٽالهي، ساڳ برابر آهي ۽ سون جي ملهہ تي وڪامي ٿي. آرا مشينون چيچڙا، چڙهڻ چندڻ ۽ پيسائي جون مشينون، بي حساب ذريعا ۽ موقعا آهن. رڳو وڏائي ڇڏي، سندرو ٻڌي ڪاهي پئجي تہ برڪت پاڻهي ئي پيرين پوندي. نوجوان سوچن، سمجهن ۽ رٿابندي ڪري گهاگهائي گهڙي پون تہ بيڙائي پار آهن. جيڪڏهن هڪ لک مئٽرڪ پاس

نوجوان نوڪرين پنيان وقت ۽ پيسو وڃائين ٿا تہ اهو تہ اجايو زيان ٿيو ڪي نہ؟ هر هڪ نوجوان هزار ٻارهن سؤ تہ ڀاڙي پتي ۽ هوٽلن تي خرچ ڪندو هوندو، رشوت نٿا ليکيون. هاڻي هڪ هڪ نوجوان جيڪڏهن هڪ هڪ هزار ڪڍي تہ ڏهہ ڪروڙ رپيا گڏ ٿي ويندا. ايتري سيڙپ سان ڇا نٿو ٿي سگهي. رڳو اين ڊي ايف سي يعني قومي ترقياتي ناڻي واري اداري جي حوالي اها رقم محفوظ ڪريو تہ هر ماهہ ڏهہ لک رپيا نفعو ملندو. اصل رقم ڪي هٿ لائڻ بنا، انهن ڏهن لکن مان اسڪول ٺاهيو تہ بنا رشوت جي ماستريءَ جون نوڪريون ملي وينديون، پر جي آرا مشينون ڇيچڙا، گهاڻا يا چڙهڻ چنڊڻ جون مشينون لڳايو يا ٽريڪٽر ٽئڪسيون وغيره وٺو تہ بيروزگاري ختم! دلال تہ آهي دَلو، ان کان جند ڇڏايو. اڄڪلهہ تہ سياسي عوامي نمائندا بہ دلال ٿي پيا آهن. مان 1973ع ۾ روس ويو هئس. مون ڏٺو تہ اتي دلال جو تصور ئي ڪونہ هو. پيداوار کيت مان يا ڪارخاني مان سڌي آئي ٿي سرڪاري دوڪان تي. دوڪان جي نہ مسواڙ، نہ پڳڙي. دڪاندار بہ سرڪاري پگهاردار تنهن ڪري ان کي بہ نفعي جي نہ لالچ نہ موقعو. سرڪاري قيمت لکي پئي آهي، جيڪو خريدار اچي سو مقرر اگهہ ڏئي شيءِ کڻي وڃي. رڳو دلال نڪري وڃي تہ هر ڪم سؤلو ۽ ڦرلٽ بہ ڪانہ. مان ڪو معيشت دان يا اقتصاديات جو ماهر ڪونہ آهيان، پر جيئن ڏٺو مون، سو حال حاضر آهي. رستي جا ڪنڊا ڪرڙ پاڻ ئي نوجوان صاف ڪندا ويندا.

رڳو کپي همت، موقعو تہ ڪرپڻيءَ کي بہ ملي ٿو. اسان جو هڪ مائٽ غلام رسول سانگي، پيرائيءَ جو پٽ، لاڙڪاڻي ۾ اچي حجام ٿي ويو. چيومانس ادا حجامڪو هنر ڪيئن سکئين چي ادا وار لاهڻ ڪونہ اچنم باقي ڏاڙهي تہ پنهنجي بہ لاهجي ٿي سو بيٺي پير ٻي چئين آني ۾ لاهيو وٺان. نالو ئي حجام پئجي ويس. اتان ايتري موڙي ٺاهيائين جو هنڌ ڪٽولي جو ڌنڌو شروع ڪري ڏنائين. ماڻهو روزانو شهر اچن ٿا. رات پئجيو وڃين. هوٽل جو خرچ پري ڪونہ سگهن سو رستي جي پر ۾ ڪٽولا رکي پيو هو ڪو ڏيندو هو تہ "هنڌ ڪٽولو هنڌ ڪٽولو" بہ چار پنج رپيا خاص ڪري سياري ۾ هرڪو پري آرام جي ننڊ ڪري هليو ويندو هو. غلام الرسول چڱا پئسا گڏ ڪري نيٺ ڪپڙي جو دوڪان کوليو ۽ چڱو سکيو ستابو ٿي ويو. هي زنده مثال وينو ڏيان ان لاءِ تہ نوجوان ڪو سبق وٺن ۽ ٻين جون جتيون ڇنڻ بجاءِ پاڻ

کو ہوتو ہارين.

ڳالھ تہ اصل الائي کھڙي پي کيم پر وجي ان ميدان ۾ پيس جو منھنجو مضمون ٿي کونھي. ھا، سو اسان وٽ ڏھ ھزار کونہ ھجن جو راءِ صاحب ٽوپڻ داس وارو بنگلو وٺون جو اصل ۾ منھنجي ھم ڪلاسي دوست سنتوءَ جي پيءُ پيسو مل جھانگھياڻيءَ جو ٺھرايل ھو. پيسو مل جي گھر واري جاءِ ۾ اڄڪلھ عبدالفتاح ميمڻ ۽ سندس ڀاءُ نظام الدين وڪيل ويٺا آھن جي اسان جا سٺا پاڙيسري آھن. چوندا آھن تہ ھڪ در بند ٿيندو آھي تہ الله سؤ دروازا کولي ڇڏيندو آھي. مجو يا نہ مڃو، مان تہ مڃان ٿو تہ الله سائين پنھنجي نيڪ ۽ ايماندار بندن جي نہ رڳو سار سنڀال لھي ٿو پر سندن عرض بہ اگھائي ٿو ۽ کين دنيا توڙي آخرت جون چڱايون عطا ڪري ٿو. بابا سان بہ اھوئي ٿيو. اڃان رٽائر ٿي ڪونہ کيو ھئائين تہ مير تاج محمد خان جي سارسنڀال سرڪاري طرح سندس حوالي ڪئي وئي ۽ ان لاءِ کيس پنج سؤ رپيہ مھينو وظيفو مقرر ڪري ڏنو ويو. وري جڏھن ميرپور خاص ڇڏي ٽپڙ کڻي لاڙڪاڻي اچي ادا شمس ۽ ڪٽنب سان گڏيو تہ ڀاڳمرادو نواب غيبي خان چانڊئي ڏانھس نياپن تي نياپا موڪلڻ شروع ڪيا تہ سندس پوٽي سلطان احمد خان جي تعليم ۽ تربيت جو فريضو ادا ڪري تہ کيس پنج سؤ رپيہ ماھوار پيش ڪيا ويندا. پر بابا صاف انڪار ڪري ڇڏيو. بابا طبيعتاً تمام نفيس ۽ وضعدار ماڻھو ۽ ھوڏانھن بلڪل اڻويھين صدي وارو ٺيٺ ٻروچڪو ماحول، سو بابا کي اھا ڳالھ نہ آئڙي. تنھن زماني ۾ پنج سؤ رپيا ڪا معمولي رقم ڪانہ ھئي، پر بابا جي پنھنجي طبيعت ۽ وري کو کيس زور ڀري بہ نہ سگھي. وڏي ڳالھ تہ کيس چوي بہ ڪير؟ ھاڻي جو ھھڙو سٺو بنگلو ٿي مليو ۽ رقم بہ وڏي، ڏھ ھزار گھربا ھئا سو ادا شمس ھمت ڪري بابا سان ڳالھايو ۽ مشورو ڏنائينس تہ نواب صاحب کي چئو تہ ويھن مھينن جي پگھار ائڊوانس ۾ يڪ مشت ڏئي. بابا کي اھا ڳالھ پسند آئي. ھڪ تہ مھيني سر پگھار گھرڻ جي کِٽ پِٽ کان بہ ڇٽي پئبو پيو تہ گھر بہ وٺي سگھبو ۽ بابا کي اھا بہ اميد ھئي تہ نواب صاحب انڪار ڪندو، سو ھلي ويو نواب صاحب جي بنگلي تي جو لاڙڪاڻي ۾ قائم شاھ بخاري جي درگاھ کان ٿورو پريرو ريلوي ڦاٽڪ وٽ آھي. نواب صاحب واڻ جي کٽ تي ليٽيو پيو ھو ۽ نوڪرن پي زور ڏنس. ڊگھي ڪاري ڏاڙھي، مٿي تي ڊگھا ٻروچڪا وار، اڇو ٻھراڙ ٻھريل، بدن ڀريل،

پيٽ تورو ٻاهر نڪتل. ٻڌاياٿونس ته خان صاحب علي خان ابڙو آيو آهي. مخصوص انداز ۾ سواليه چيائين هائو؟ هائو کي چوندو هو ”هَئو“. تڪڙو اٿي اچي پڳ مٿي تي رکيائين ۽ ڪٽ تي ٽنگون لڙڪائي اٿي وينو ۽ بابا کي ڀليڪار ڪري، هَم نه تم، سڌو سوال ڪيائين ته خانصاحب اچي وئين؟ بابا ڌيرج سان چيس ته هائو اهو بار ڪٽان ٿو پر هڪ شرط آهي.

”پوءِ چئه نه“ نواب صاحب ڳالهائڻ جو صاف سڌو، سو مطلب تي پهچي ويو. بابا چيس ته نواب صاحب پئسن جي ضرورت اٿم سو يڪمشت وڏي رقم کپيم. نواب صاحب وٽ پئسن جي ڪوتي ته ڪونه هئي پر ”وڏي“ رقم جو ٻڌي پنهنجو شاهاڻو اندازو هڻي ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويو ته به سوال سڌو ڪيائين.

”خانصاحب رقم ٻڌاءِ نه، گهڻهارت نه ڏي. چئه چئه“

بابا چيو ڏهه هزار. نواب صاحب کلي چيو، ”خانصاحب بس!“ اجابو اسان کي ويچار ۾ وجهي ڇڏيو هيئي. پوءِ ڪڏهن ٿو اچين رقم کڻڻ. اچ نه؟“ بابا چيو سڀاڻي ”ڀلي ڀلي. تون رڳو اچ.“ ڀلي چوڻ ۾ ي کي زير جي اچار سان نه پر ڀلي يا ڀلو ڀلو چوندو هو. بابا جي منهن تي خوشي مون ان ڏينهن ڏٺي. مشڪندو ٻاهر آيو. گهر اچي ادا کي چيائين، ”شمن، سڀاڻي گهر وڃي وٺ. سيني گهر پاتين ۾ سرهائي اچي وئي. الله ايئن ڏيندو آهي ڇت ڦاڙي، مسبب الاسباب آهي.

غيبي خان چانڊيو: چانڊيا قوم جو لٽ سردار، رڄ چڱو مڙس، راڄائتو ۽ شانائتو ماڻهو. حد درجي جو سياڻو ۽ تمام وڏ گڙدو مڙس. نوَ لک ايڪڙ جاگير جو مالڪ جا سڏبي ئي هئي نوَ لکي جاگير. قنبر ۽ وارهه کان پرپان ڪيرٿر جي چوٽي، ڪتي جي قبر تائين سندس جاگير هئي. پوٽا ۽ پٽ هئا جتي هرڻ جام، پيا چال ڏيندا هئا. هرڻن سان ڏاڍو پيار هوس. راڪي اهڙي سخت جو مجال آ جو ڪوئي هرڻ ماري يا شڪار ڪري وڃي. سندس پٽن کي به شڪار ڪرڻ جي اجازت نه هوندي هئي. سندس فرزند محمد خان چانڊيو اسيمبلي جو ميمبر هو ته به شڪار جي اجازت لاءِ پيو منٿون ڪندو هو پر نواب صاحب صاف انڪار ڪندو هو. پوٽي سلطان احمد سان ڏاڍي دل هوندي هئس سو نواب محمد خان وڃي پٽ کان سفارش ڪرائيندو هو. نواب صاحب، سلطان احمد کي انڪار ڪري ڪونه سگهندو هو سو شرط وجهندو

هو تہ رڳو هڪ هرڻ مارڻ جي اجازت آهي وڌيڪ نہ. خانگي راجوٽي رک ايڏي اثرائتي آهي. باقي سرڪاري راڪا تہ خرچي وٺي درجن جانور مارايو ڇڏين يا وڏن ماڻهن ۽ آفيسرن آڏو ڪجي بہ ڪونہ سگهن. نواب صاحب هڪ هرڻ جي اجازت ڏني پوءِ بہ انتظار ۾ ويٺو هوندو هو ۽ پيو پڇندو هو تہ اجان ڪونہ موٽيا؟ منهنجا هرڻ ڳاهي ڇڏيا هونداٿون. ڳاٺي بولا خان پريان جبلن ۾ مان بجاراڻي مير صاحبن جي دعوت تي هرڻن جي شڪار تي ويس. جابلو ماڻهو توڙي راڪا مير صاحب جي اهڙي پيا عزت ڪن جو ڄڻ اجان سنڌ جا حاڪم هجن. اها آهي دلي عزت ۽ وفاداري. مير همت علي خان بجاراڻي نوجوان مير صاحب هو پر ڪيس هرڻن جو سچو وچور ٻڌايائون ۽ اهو بہ ٻڌايائون تہ ڪير ڪير ڪيترا هرڻ ۽ ڪهڙي تاريخ ماري ويو. عزت ۽ وفاداري هوندي تہ سچ پاڻهئي اُکلي ويندو. باقي نہ هوندي عزت نہ وفاداري تہ اهڙي پٽي پڙهائي ويندس جو پلي تہ ڪِياڙي ڪنهدو وجي. مير صاحب بہ اهڙو سچو شڪاري جو مادي هرڻ مارڻ کان انڪار ڪري. ڪپري جو ڊاڪٽر احمداڻي صاحب بہ وڏو ۽ سٺو شڪاري هئو. هاڻي تہ پيرسن تي ويو آهي. وقت جو پابند ۽ با ريش مذهبي ماڻهو. فجر نماز پڙهي جيپ تي بہ ماڻهو ساڻ ڪٺي روزانو شڪار تي نڪري ويندو هو. اهو بہ اُيئن. جيڪڏهن مادي هرڻي پاڻمرادو ٻُل ڏئي اچي سامهون بيهي تہ بہ بندوق نہ هٿندو. تترن جي ٻچن واري موسم ۾ بہ شڪار اصل نہ ڪندو. اهي شوق جا پنهنجا اصول آهن ۽ اهي اصول اصل قربان ڪونہ ڪيا هئا. پيو تہ ٺهيو ڏاڙيلن ۽ چورن ڪي بہ پنهنجا اصول هئا. عورتن کي ڪونہ ڦريندا هئا. مورڳو عورتن کي چوندا هئا تہ بابا پنهنجا زيور وغيره پائي يا ڪٺي جدا ڪمري ۾ وڃي ويهو، پوءِ ڏانهن اک ڪٺي بہ ڪونہ نهاريندا هئا. هڪ ڏاڙيل ساماٽو عبدالرحمان بروهي. اهو تہ اڳواٽ اطلاع ڏئي وقت مقرر تي ايندو هو ۽ آرام سان سامان گڏ ڪري بيل گاڏين ۾ ڀرائي ويندو هو ۽ بيل گاڏي جو ڀاڙو ڏاندن جي سڱن ۾ ٻڌي گاڏيون موٽائي موڪليندو هو. هڪ دفعي ڪوهہ تي وهجندي مارجي ويو. اڄ تہ سڄو معاشرو ئي بي اصول ٿي ويو آهي. اصل ڪوڙيءَ کي ٺي گهمرو. اصول واري کي سڏن بيوقوف. مان جڏهن اسيمبليءَ جو سيڪريٽري هئس تہ منهنجي هڪ معمولي ماتحت عبدالقيوم چاچڙ منهن تي چٽي ڏنو تہ Sir, Rules are for fools يعني اصول ۽ قاعدا قانون بيوقوفن لاءِ ٿيندا آهن. توبهہ، ايڏي ديده دليري!

نواب غيبي خان چانڊيو ڏسڻ ۾ سادو، ڳالهائڻ جو سادو، لباس جو سادو پر بلا جو ذهين ۽ دور انديش. ايڏو دور انديش جو پٽن مان آسرو لاهي سڄو ڌيان ڏنائين ننڍڙي پوٽي سلطان احمد خان تي. سندس دور انديش نظر الائي ڪيئن ۽ ڪٿان وڃي پيئي علي خان ابڙي تي جنهن کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪيترو خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. نيٺ بابا کان هائو ڪرائي، سلطان احمد جي مڪمل چارج بابا جي حوالي ڪري مطمئن ٿي وينو. بابا بہ وس ڪيا. سڀ ادب آداب، تعليم ۽ انتظامي معاملن بابت سندس تربيت ڪندو رهيو. چوويهہ ڪلاڪ مٿس نظرداري رکندو هو. ايتري قدر جو غيبي ديري جهڙي دور افتاده ڳوٺ ۾ بہ مهينو مهينو رهي پوندو هو. اسان بابا لاءِ پريشان تہ رک جو ڪاڏو، دوائون، ڊاڪٽر جي نگهداشت ميسر هوندس الائي نہ، پر بابا فرض نباهڻ مهل پنهنجو پاڻ کي صفا وساري نظر انداز ڪري ڇڏيندو هو سو قطعي فڪرمند ڪونہ هو. فڪر هئس تہ رڳو سلطان احمد خان جو ۽ سندس اٿڻي ويهڻي ۽ تربيت جو. مير تاج محمد خان جي تعليم ۽ تربيت ڪيس نسبتاً سؤلي هئي جو مير صاحب وٽس رهندو هو. سو بہ اڪيلو. هِت معاملو الٽو هو جو بابا نواب صاحب وٽ رهندو هو ۽ سلطان احمد نوڪرن وزيرن ۽ چاپلوسن جي نرغي ۾ هو ۽ انهن جي ڪوشش هئي تہ سلطان احمد خان سندن وس ۽ چوڻ ۾ هجي ۽ کين سندس مڪمل اعتماد حاصل هجي. اها ڇڪتاڻ حل ڪرڻ کان زور هئي. نواب غيبي خان جو وزير هئو سونو خان جنهن تي نواب صاحب کي مڪمل اعتماد هو. سوني خان جا پٽ وري سلطان احمد خان کي ڇهٽيا پيا هوندا هئا. نواب صاحب جو جيڪو بہ ڪمدار يا وزير ٿيو سو خود لکپتي ۽ وڏو زميندار ٿي ويندو هو. سوني خان لاءِ بہ گهڻا قصا ڪهاڻيون مشهور هيون، پر اکين ڏٺي ڳالهہ اها تہ سونو خان ويو پئي ڪراچي سو سلطان احمد خان انگل ڪيو تہ بيوڪ ڪار گهرائي ڏيو. نواب صاحب چيو تہ، ”سونا خان اها پوڪ ڪار تہ وٺيون اچجانءِ، متان نہ آڻين“ سوني خان چيو قبلا لک رپيا کپندا. پلي پلي پوءِ ڪٿي وڃ نہ لک رپيا. بيوڪ ڪار تن ڏينهن ۾ ملندي هئي چاليهہ پنجاهہ هزار رُپين ۾. سونو خان ڪراچيءَ ۾ هفتو کن رهي موٽي آيو. الائي ڪراچي ويو بہ الائي ڪونہ. نواب صاحب هڪ هڪ اکر جدا ڪري لانڊ سان ڳالهائيندو هو سو چيائين:

”سونا خان اها پوڪ ڪار آندئي؟“

”نہ سائين“

پلا اهو وري ڪيئن؟“

”سائين بنگلي جي چوڪيدار کي پگهار بہ ڏيٽي هئي

”پوءِ اها بہ ڏينس ها نہ.“

”سائين پنگي جون پگهارون بہ رهيل هيون. اليڪٽرڪ جو بل بہ پرٽو هو.“

”ها. پوءِ اهو بہ پرين ها نہ.“

تہ سوني خان پٺي هٽ کولي چيو تہ سائين پوءِ باقي بچندي ڏوڙ.“

نواب صاحب رڳو ٽيرج سان چيو، ”هاٺو؟ بروبر“ اٺين لک رپيا آيا ويا.

هڪ دفعي بابا جو حال احوال وٺڻ لاءِ مامي جمعي کي چيوسين تہ غيبي ديري وڃي روبرو ڏسي حال احوال وٺي اچي. پنڌ اٺانگو، لاريون الائي ڪيڏي مهل نڪرن ڪيڏي مهل پهچائن سو جمعو سڌو ويو بنگلي تي تہ نواب صاحب جو ڪو ماڻهو ويٺو هجي تہ ان سان گڏ موٽر ڪار ۾ هليو وڃي. اتفاق سان سونو خان وزير ملي ويس جو هڪ پڪ اپ ۾ هو ۽ جمعي کي ساڻ ڪنيائين. سڌو آيو سيٺو بزار. چي نواب صاحب چيو هو تہ انب ضرور آڻجانءِ ۽ ٽي ٽوڪرا انبن جا پراڻي ڪنيائين. غيبي ديري کان ٽورو اڳ ۾ هڪ ڳوٺڙو آيو اتي پنهنجي هڪ سريت جي گهر ٽوڪرو پهچائي باقي ٻن ٽوڪرن سان اڳتي هليو. غيبي ديري ۾ اڳ ۾ پنهنجي گهر هڪ ٽوڪرو انبن جو ڏنائين. باقي هڪ ٽوڪرو ڪٺي نواب صاحب جي ديري تي پهتو تہ عام ماڻهو ۽ نوڪر چاڪر ٽوڪري کي لٽڻ ۾ لڳي ويا. سونو خان زور زور سان هڪلون ڪندو آيو تہ پري ٿيو پري ٿيو نواب صاحب جا انب آهن پر ماڻهو ڪونہ مڙيا. سونو خان بہ ست ڏٺي ٻن هٿن ۾ بہ انب ڪٺي ٻانهون مٿي ڪري اچي نواب صاحب وٽ پهتو ۽ ڏانهن ڏنائين تہ سائين سڀ انب ماڻهو ڪٺي ويا باقي هي بہ بچيا آهن. نواب صاحب کلي چيو، ”اڙي بچيا آهن نہ؟ ڪٺي اچ تہ کائون“ اها هئي نواب صاحب جي فراخ دلي ۽ سچي پچي ريپبلڪ. انب ماڻهن جي پيٽ ۾ ويا، زيان تہ ڪونہ ٿيا.

سرڪار مير احمد علي خان ٽالپر وٽ هڪ لڱا، لڙي ٽپهري مهل، ڪراچيءَ جا ٽي چار مهمان آيا. مير صاحب پنهنجي خاص ڪارندي کي چيو

بابا مهمان آيا آهن. بس اهو چوڻ ڪافي هو ۽ هن بہ چيو حاضر سرڪار. مهمان سمجهي ويا ۽ چيائون تہ مير صاحب ڪا تڪليف نہ ڪيو، اسان ماني کائي آيا آهيون، پيٽ ڀريا پيا آهن، بس جو معمولي ڪاڏو توهان لاءِ نهيو آهي سو گڏجي کائينداسون. مير صاحب بہ سندن لفظ ورجايا تہ معمولي ڪاڏو جو تيار آهي سو گڏجي کائينداسون. ڪارندو حاضر سرڪار چئي نڪري ويو. گهڙي رکي مهمانن ارادو ڏيکاريو تہ ٻاهر نڪري کلي هوا ۾ پسار ڪجي. سڀ نڪري پياسون. ڇا ڏسون تہ شيدي بادشاهہ ست اٺ ڪڪڙ کهيون وينو هجي ۽ پسيل چانورن جو وڏو ٿالهہ آڏو رکيو هجيس. مهمانن دانهن ڪئي تہ مير صاحب هي تہ اجايو زيان ٿيو" مير صاحب جواب ڏئي ئي ڏئي تہ ان کان اڳ ۾ شيدي بادشاهہ جو وڏي پيٽ سان پلٿي ماريون وينو هو تنهن پنهنجي مخصوص انداز ۽ آواز ۾ جواب ڏنو. "نہ بابا زيان ڪونہ ٿيندو" مير صاحب اچي کل ۾ ڇٽيو. ڀلا ان کان تز صحيح ۽ بهتر جواب ٻيو ڪهڙو ٿي ٿي سگهيو. مير صاحب بہ اردوءَ ۾ ورجايو تہ سرڪار کاڏو ڪو زيان ٿيندو آهي ڇا. وچي پيٽن ۾ پوندو. اها آهي سنڌ جي درياهہ دلي، فراخ دلي، مزاج ۽ ثقافت جو روح. مير صاحب وٽ اڄ بہ اهو راڄائتو ريپبلڪ جو نمونو هليو اچي. ڪا جهل پل ڪانهي، ڪا ترش روئي يا ترش زباني ڪانهي. نوڪرن چاڪرن، شيدين جن کي عزت وچان مير صاحب خود "ڏاڏا" چئي سڏين، تن سڀني جون آکيون مير صاحبن جي بورچي خانن مان پيون پلجن. سرڪار مير علي مدد خان وٽ هڪ نوڪرياڻيءَ هئي مائي سنهت (نالو صحت هوندو). ڏاڍي سٺي ماني ٺاهيندي هئي. هڪ دفعي مير صاحب فڪرمندي سان ٻڌايو تہ مائي سنهت ڪاوڙجي ڪين ڇڏي وئي هئي. مون پڇيو سرڪار ڀڳهار گهٽي وننڊي هئي. چي چاليهہ ربيا. منهنجي گهر ۾ جو ضرورت هئي سو پوڪيائي ڪري ڇيم تہ سرڪار مائي سنهت اسان جي حوالي ڪندا. مير صاحب نهڪر نہ ڪندا آهن سو عجب سان، سواليہ انداز ۾ چيائين سرڪار توهان مائي سنهت کي رکندا؟ مونۡ واڻڙو ٿي پنهنجي دوست غلام النبي سومري ڏانهن نهاريو. غلام النبي هو ڪهاڙو سو چيائين نياڳا تون ڪڏهن کان نواب صاحب ٿيو آهين جو ميرن جي مائي سنهت تو طلبين. چي اول تہ تنهنجي سڄي بورچيخاني جو ڪاڏو ديڳڙن سميت ويندو مائي سنهت جي گهر. مون مير صاحب ڏانهن نهاريو تنهن فرمايو ها سرڪار اڳ ۾ نوڪر

پوءِ جيڪي اسانجو نصيب. مون ڦڪائيءَ ۾ ڪٿي معافي ورتي پنهنجي چسائپ جي. اسين تہ رڳو ڳالهيون تا ڪيون، پر هي صاحب تہ وندي ورچي تا ڪائين.

هڪ دفعي نواب صاحب جي لاڙڪاڻي واري بنگلي تي مان ۽ ادا شمس وياسون. پيو ڪو هڪ اڌ مهمان نواب صاحب وٽ آيل هو. نواب صاحب حڪم ڏنو تہ ٿاڌل ناهيو. اڳي ڪوڪا ڪولا يا شربت وغيره جو رواج ايڏو ڪونہ هو. هر چڱي چوکي گهر ۾ شام جو ٿاڌل گهوٽبي هئي. اسان جي گهر ۾ بہ ادا، مان ۽ ڪمال شام جو واري واري سان ٿاڌل گهوٽيندا هئاسون. ٻي چئين آني جا ٻج، گاؤزبان، وغيره ۽ پنج ست باداميون، گهوٽي ڇاڻي، جوڳ ڦٽي ڪري، مصري يا کنڊ ملائي هر هڪ ياتيءَ کي گلاس ٿاڌل جو پياريو هو. نواب صاحب وٽ ڳالهہ ڇڙي پئي تہ سندس نوڪر سندس پئسا کائي تا وڃن. نواب صاحب مڃي ٿي نہ. نيٺ وينلن مان هڪ چيو تہ نواب صاحب ڀلا هن ٿاڌل جو حساب وٺون تہ گهڻو خرچ ٿيو. هئو (هائو) ڪري نواب صاحب سوني خان جي پٺ کي سڏيو ۽ پڇيو تہ ٿاڌل تي گهڻو خرچ آيو. هڪدم جواب ڏنائين بي پرواهي سان، تہ هڪ سؤ ويهہ رپيا. اسان جا حيرت ۾ ڪنڌ مٿي ٿي ويا. نواب صاحب بہ عجب سان پڇيو، ”هڪ سؤ ويهہ رپيا؟“

تيار جواب مليس تہ سائين ٻڪ تہ پيو اٿس بادامين جو! ”هئو“، نواب صاحب مطمئن ٿي اسان کي ڏنو چڻ چوندو هجي، ”هاڻي تہ بس نہ؟“ نواب صاحب ڪو اهڙو سادو بہ ڪونہ هو پر راڄ هلائڻ وارو ماٺهو هلڪڙو ڪيئن ٿيندو؟

ڊاڪٽر پوهومل سين جو خير خواهہ ۽ سيني خاندانن جو گهرو ڊاڪٽر ۽ سيني جو مٿس ويساهہ. سو هڪ ڏينهن ڳالهہ ڪيائين تہ ڪٽيم تي ڪٿي جو هڪ ڏينهن خلاصائيءَ ۾ نواب صاحب کي سوني خان جا سڀ پرڪار ۽ ڪارناما ٻڌايم ۽ سندس ڪچو چٺو پيش ڪيم. نواب صاحب ڌيرج سان ٻڌي چپ ٿي ويو. ٻئي دفعي سوني خان کي ڊاڪٽر صاحب جي روبرو گهرائي ڊاڪٽر صاحب کي چيائين، ”ڊاڪٽر، سونو خان اهو اٿئي، ڏاڍو چڱو ماٺهو اٿئي. توکي الائي ڪنهن پريو آهي جو سوني خان جون ايتريون شڪايتون ٿو ڪرين! ڊاڪٽر صاحب اهڙو ڪيجي جهڙي پٽ. ماڻڙي ڪري هليو آيو. ڊاڪٽر صاحب بہ عجب ماڻهو هوندو هو. هڪ دفعي سهراب

موديءَ جي فلم ”جيلر“ رائل سئنيما تي لڳي. جيڪو اڄي سو ساراھہ ڪري تہ واھہ جي فلم آھي. ڊاڪٽر صاحب بہ ٻڌي ٻڌي نيٺ ھڪ ڏينھن وقت سيڙائي فلم ڏسڻ ويو، اڌ مان اٿي آيو. فلم ھئي ٽريجڊي. ڊاڪٽر صاحب چوي تہ ماڻھن کي ٿيو ڇاھي جو ھن فلم جي ھيڏي ساراھہ پيا ڪن. ڇي جيلر صاحب ڪيڏو تہ ڇڱو ماڻھو ڏيکاريو اٿن ھرڪو پيو ساڻس دوکا ڪري ويندي زال بہ بيوفائي ڪري ڀڄي ويس. اھڙي فلم مان فائدو ڪھڙو تڪجي تنجي وقت سيڙائي ماڻھو وڃي ٿو خوش ٿيڻ لاءِ يا روئڻ لاءِ. بابا بہ ڪا اھڙي فلم ڏسندو ھو تہ اکين ۾ پاڻي ڀرجي ايندو ھوس. پٽر پرائي سور سيڪا پنھنجا روئي.

ھڪ دفعي وائسراءِ اچڻو ھو سو فيصلو ٿيو تہ عوام جي طرفان بہ دعوت ٿيڻ گھرجي. ڪليڪٽر، ڪماني (ايس پي) وغيره سڀ انگريز ھوندا ھئا. ڪمشنر جي اجازت ڪان پوءِ فيصلو ٿيو تہ دعوت نواب غيبي خان چانڊيو ڪري. ڪليڪٽر کي عام طرح ڪلٽر صاحب چوندا ھئا. ڪلٽر اڄي ڪاري جو مالڪ ھو. جيئن وڻيس تيئن ڪري. منھنجو دوست غلام النبي سومرو ٿي چار سال آمريڪا ۽ ڪئناڊا ۾ گذاري موٽيو تہ ھتان جا حالات ڏسي چيائين تہ ھتان جو ڪليڪٽر تہ آمريڪا جي پريزيڊنٽ کان بہ وڌيڪ بااختيار (پاور فل) آھي. ھئو بہ ائين. مولانا ظفر علي خان لاھوري ھڪ دفعي پنھنجي اخبار ۾ پنھنجو ٿي لکيل حمد الله تبارڪ وتعاليٰ جي شان ۾ ڇپيو. الله سائين جون سڀ تعريفون لکي آخر ۾ لکيائين تہ، ”بس خدا ڪلٽر ھي“ انھي کان وڌيڪ خدا جي تعريف ممڪن نہ ھئي. سو نواب غيبي خان ڪليڪٽر صاحب وٽ ويو. مدعا ٻڌي نواب صاحب چيو ”صاحب اھا بہ ڪا ڳالھہ آ؟ چو نہ دعوت ڪنداسون.“ ڪليڪٽر صاحب ڪيس سمجھايو تہ نئون سنو فرنيچر، ٽيبلون، ڪرسيون، پليٽون، چمچا، ڪانٽا ۽ ٻيو سامان آڻڻو پوندو ۽ بيئرا بہ ڪراچيءَ مان گھرائبا. ”ھائو ھائو صاحب سڀ ٿي ويندو“ تہ بہ ڪليڪٽر صاحب چيو تہ ڊپٽي صاحب، ڊپٽيءَ ڪليڪٽر کي رڳو ڊپٽي چوندا ھئا ۽ وڏي شان مانَ وارو ھوندو ھو، بندوبست جي نگراني ڪندو. نواب صاحب جي ڪارڪنن جي ٻيگھي مچي وئي. لکن جو سامان ايو ۽ گم بہ ٿي ويو. ھڪ شرط نواب صاحب کي مڙوئي ڏکيو لڳو. چيائونس تہ ڪوٽ ضرور پائي اچجانءِ. نواب صاحب چوي تہ پھراڻ ۽ پڳ آھي تہ بس، ڪوٽ

وري ڇاجي لاءِ. بهرحال انگريز صاحب جو حڪم مٽيو ٿي هو. سو ڪپڙو گهرايو ويو، درزي بنگلي تي آيو ماپ وٺي ويو ۽ هزارين رپين ۾ ڪوٽ نهي تيار ٿيو. دعوت واري ڏينهن نواب صاحب وهنجي سهنجي ڪوٽ تہ پاتو پر ان جي مٿان پهراڻ پاتي، پڳ ٻڌي وائسراءِ جي آجيان ڪئي. ايئن پنهنجي روايت بہ قائم رکيائين تہ سرڪار جو حڪم بہ بجا آندائين. چون ٿا تہ مانيءَ مهل وائسراءَ سان ير واري ڪرسيءَ تي ويٺو تہ گوشت جي هڪ ٻوٽي ڪٽي وائسراءِ جي پليٽ ۾ وڌائين. وائسراءِ ڪيس ڏنو تہ چائين، ”صاحب! ڏسين ڇا ٿو، سٺي اٿئي، ڪائي ڏس“. وائسراءِ مشڪي اها ٻوٽي ڪانٽي سان ڪٽي پنهنجي اي ڊي سي جي پليٽ ۾ وجهي ڇڏي. نواب صاحب اهڙي سادي ۽ معصومانہ انداز سان انگريز حاڪم کي پاڻ جهڙو ڪري حاڪم ۽ رعايا جو فرق مٽائي ڇڏيو. ماڻهو ڪلون ڪندا آهن، پر مان نواب صاحب جي ذهانت ۽ شاناڻتي رويي جو داد ڏيان ٿو.

بابا غيبي ديڙي ۾ پنهنجي سڌارڪ ڪردار کان ڪونہ مڙيو. ڪچهري ۾ روزانو ننڍو ليڪچر ڏيندو هو ۽ نواب صاحب غور سان ٻڌندو هو. ذات بروچ اچي گڏ ٿيندا هئا. هڪ ڏينهن بابا معاشري جي خرابين جي اپٽار ڪئي ۽ ڪليل لفظن ۾ ماڻهن ۽ سيني شهر وارن جي عادات اطوار ۽ اخلاق تي تنقيدون ڪيائين. نواب صاحب چيس تہ ٻڌاءِ خانصاحب ڇا ڏٺو اٿئي. ڇي چوري، دغا، دولاب، دوکو، ڏاڍمڙسي، جهيڙو جهڳڙو، شراب خوري، ڇوڪرا بازي، زنا. نواب صاحب پلٽي ماريون ويٺو ٻڌو. بابا جڏهن اهو سڀ ڪجهہ چئي چڪو تہ نواب صاحب چيو ”خانصاحب بس؟ ويٺو ڏس!“ ٻڌايو تہ اهو غالب وارو ”بازيچہ اطفال هي دنيا ميري آگي، هوتا هي شب و روز تماشا ميري آگي“ ناهي تہ ٻيو ڇاهي. نواب صاحب کي سڀ معلوم هو ۽ پاڻ تماشو ويٺي ڏٺائين. ڪيڏي نہ فراخ دلي ۽ وسيع نظري چئبي.

هي جو ماڻهو نواب صاحب وٽ پٽ تي ويهي سندس پير پڪڙيندا هئا يا سندس ڪٽ جي پائي کي جهلي منٿون ميڙيون ڪندا هئا سو هڪ ڏينهن، پيري ڪچهري ۾ بابا اهڙي هٽرادو تفاوت کي ندينڊي چيو تہ ماڻهو سڀ هڪجهڙا آهن. الله انهن کي هڪ جهڙو خلقيو، هٿ پير هڪ جهڙا، اکيون، نڪ، ٽنگون، ٻانهون...“ تہ نواب صاحب وچ ۾ روڪي چيس تہ، خانصاحب، مقعد (سنڌيءَ ۾ ويهڪ جو نالو وٺي) بہ هڪجهڙي ڏٺائين. اهڙي گندي

جڳهہ جو نالو وٺي ياڻ کي ۽ ٻين سيني کي هڪ ڏک سان هڪجهڙو ڪري سڄو ڦندڦير ڏاهي وڌائين. ڪيڏو نہ وڏو ماڻهو ڇٽيو.

سندس دور رس نگاهن ڏسي ورتو هو تہ مستقبل سلطان احمد خان جو آهي. ان ڪري سڄو ڌيان ان جي تعليم ۽ تربيت تي ڏنائين ۽ سندس شادي بہ نواب مڪران جي نياڻيءَ سان ڪرايائين ۽ پڳ بہ ڪيس ڏنائين. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ الهڙ جواني، سرداري ۽ سنگت وغيره ڪري سلطان احمد خان پاڻ تي پورو ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو ۽ ٻہ ٽي شاديون ڪيائين، پر مان مريادا اڄ تائين ڪونہ ڇڏيائين. اڄ بہ آئي جو آڌرڀاءُ ڪري ۽ هر ڪنهن کي ڪم اچي. اسان جي خاندان جي تہ هر فرد کي چوندو آهي تہ حڪم ڪريو منهنجي استاد جا اولاد آهيو. هر ڪنهن سان منو ڳالهائي، مهمان نوازي ڪري، ستم ظريفي اها جو سندس جاگير سرڪار کسي ڇڏي. چوندا آهن تہ لڇمي وڃي تہ لڇڻ بہ وڃن، پر سلطان احمد خان مان شان، مان مريادا ۽ نهنائي ڪونہ ويا آهن. الحمدالله. بابا پنهنجو فرض احسن طريقي سان نڀائي نواب صاحب کان اجازت وٺي لاڙڪاڻي موٽي آيو ۽ پنهنجي لکڻ پڙهڻ واري شغل ۾ مصروف ٿي ويو.

وقت جي ڌارا ڪان ڪڏهن بہ پاڻ کي ڪونہ ڪٽيائين. هر طبقي ۽ هر مڪتبہ فڪر جي ماڻهن سان ۽ نوجوانن سان تبادلہ خيالات جاري رکيائين ۽ ميل جول بہ رکيائين 1952-53 ۾ اليڪشن جو دؤر آيو تہ ان مسئلي تي ”اسلام ۽ اليڪشن“ نالي هڪ ڪتابڙو لکي ڇپائي پڌرو ڪيائين، جنهن جي اهميت اڄ بہ اهڙي ئي آهي، جهڙي اڳ هئي. ان ئي دور ۾ هاري ۽ پورهيت تحريڪن ۽ اشتراڪيت جو بہ وڏو زور هئو. ناٿي جي صحيح ورچ، هاري ۽ زميندار جا حق، مزدور ۽ سرمائيدار جا فرائض ۽ حقوق، ڪافي موضوع بحث هيٺ رهندا هئا. ان صورتحال جي پس منظر ۾ بہ هڪ ڪتابڙو ”اسلام ۽ ڪميونزم“ لکيائين. بدقسمتي سان اهو ڇپايو نہ ويو پر ان جي هڪ هٿ اکر لکيل ڪاپي ڪامريڊ سوڀي گيانچندائي وٽ محفوظ آهي ۽ ٻي ڪاپي مون وٽ هئي جا مون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ڏني تہ نظر مان ڪڍي ان کي ادبي بورڊ طرفان ڇپائي. بابا ان وچ ۾ انتقال ڪري ويو ۽ مون ڊاڪٽر صاحب کي ٻہ ٽي دفعا ياد ڏياريو تہ ڊاڪٽر صاحب چيو تہ وٽس تمام گهڻو مواد هٿ اکر نسخن جو پيو آهي ۽ هو ڳولهيندو ۽ جي ملي ويو تہ مونکي واپس ڪندو جو اڄ

تاثين نہ ٿيو. ايئن ڪيئي ڪتاب هيٺ مٿي ٿي وڃن ٿا. منهنجي مرحوم سهري ڪوٽڙي واري ميان شمس الدين قريشي سالن جا سال محنت ڪري نور نچوڙي قديم سنڌ جي تاريخ تي هڪ ضخيم ڪتاب لکيو، جنهن جو صرف مهاڳ "آئينہ قديم سنڌ" جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپايو. اصل ڪتاب قديم سنڌ، ميان شمس الدين پاڻ وٽي هالن واري مخدوم محمد زمان طالب المولي کي روبرو سندس گاڏي کاتي حيدرآباد واري بنگلي ۾ سن 62-1961ع ۾ ڏنو جو وٺي مخدوم صاحب وعدو ڪيو تہ سنڌي ادبي بورڊ معرفت ڇپارائيندو. اهو ڪتاب مخدوم صاحب سنڌي ادبي بورڊ جي حوالي بہ ڪيو پر پوءِ اتان ڪٺي پنهنجي ذاتي لئبريري هالا ۾ رکي ڇڏيو. مخدوم صاحب کي جڏهن بہ عرض ڪيو ويو تہ اهوئي اطمينان ڏياريو ويو تہ "ڪتاب محفوظ آهي. دلجاءِ ڪيو. چوٽيهہ پنجٽيهہ سال گذري ويا آهن ۽ خبر نہ آهي تہ ڪتاب جو ڇا حشر ٿيو. وري بہ هاڻوڪي مخدوم صاحب کي عرض ڪري ڏسبو. ايئن بابا مونکي ٻڌايو تہ هن هڪ ڪتاب لکي ڄيٺمل پرسرام کي ڏنو هو جو هن نہ موٽائي نہ موٽايو ۽ شايد ٿوري ڦيرگهير ڪري پنهنجي نالي سان ڇپائي ڇڏيو. اهڙا ڪيئي واقعا ٿيا هوندا. پير غلام حيدر، خيرپور ميرس ۾ منهنجو سيشن جج هو. ان پنهنجي والد صاحب پير ڪمال جو اڻ ترتيب ڪلام منهنجي حوالي ڪيو تہ ان کي ترتيبوار ڪري مهاڳ لکي ڪتابي صورت ڏيان. جنرل ايوب جو سخت مارشل لا وارو دور هو ۽ مان عدالتي ڪم ۾ ڏاڍو مصروف هئس سو مون اهو ڪلام مرحوم عطا محمد حامي کي ڏنو تہ هو صاحب نظر مان ڪڍي ڏئي ڇاڪاڻ تہ مرحوم پاڻ بہ سٺو شاعر هو ۽ ڏاڍو پيارو ماڻهو هو. ڪجهہ سالن کان پوءِ حامي صاحب اهو ڪتاب پنهنجي نالي، سهيڙيندڙ ۽ ترتيب ڏيندڙ ڪري، ڇپائي ڇڏيو. ڪهڙن جا مخدوم صاحب وڏا بزرگ ۽ عالم فاضل آهن. سندن وڏو ڪتبخانو آهي. مخدوم نيڪ محمد صاحب، جو تازو وفات ڪري ويو آهي، تنهن سان منهنجي دعا سلام آهي. مون سان عزت پريو ورتاءُ ڪندو هو ۽ بار بار دعوت ڏيندو رهيو تہ اچ تہ سڄو ڪتب خانو کولي ڏيکاريان ۽ ناياب کان ناياب ڪتاب قلمي يا ڇپيل تون پلي چونڊي کڻي وڃ. پوءِ ڳالهہ کي وزندار بنائڻ لاءِ ٻڌائيندو هو تہ هن اهڙي رعايت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي بہ نہ ڏني، بلڪ ڪيس انڪار ڪيو. سو ڪتابن کي ڏاڍو سنڀالڻو ٿو پوي. منهنجي دوست تاج محمد

ابڙي وٽ جديد ادب جي ڏاڍي سٺي لئبريري هئي ۽ هر ڪنهن کي صلاح ڏيندو هو تہ فلاڻو ڪتاب ضرور پڙهي ڏس، پر جيڪڏهن ڪانئس ڪو ڪتاب گهربو هو تہ رڪائي سان جواب ڏيندو هو ۽ چوندو هو تہ مهربان پنهنجو وٺي پڙهہ. سندس گذارڻ کان پوءِ سندس ڪتاب بہ هيٺ مٿي ٿي ويا. مان جڏهن سجاول ۾ سب جج هئس تہ سراج ميمڻ اتي انڪم ٽئڪس آفيسر جي حيثيت ۾ گشت تي آيو. مون وٽ مهرباني ڪري روز شام جو ايندو هو. مونکان پڙهڻ لاءِ ڪتاب گهريائين. مون وٽ کي ٿورڙا ڪتاب هئا سي ڏيڪاريامانس انهن مان چونڊي ٿي ڪتاب جي مونکي انعام طور مليل هئا سي بہ ٽن ڏينهن لاءِ ڪٺي ويو. اڄ ٽيهہ پنجٽيهہ سال ٿي ويا آهن تہ اهي ڪتاب مونکي موٽي ڪونہ مليا آهن. شيخ اياز صاحب بہ ڪنهن کي ڪتاب ڪونہ ڏئي. مير علي احمد خان ٽالپر بہ ڪتابن کي هٿ لائڻ ڪونہ ڏيندو هو. جڏهن بہ لنڊن ويندو هو تہ تمام قيمتي ڪتابن جا کوڪا ڀرائي ايندو هو. سندس وفات کان پوءِ سندس مهاجر گهر واري گهر تہ ڇڏي وئي پر سمورا ڪتاب ۽ ٻيون نادرات بہ کڻي وئي. ظاهر آهي تہ سڀ وڪڻي ڇڏيا هوندائين. قدرِ جوهر، جوهري بداند. ڪتاب وٺڻ، رکڻ ۽ سنڀالڻ بہ هڪ عشق آهي. ڪتابن سان هڪ قسم جي پنهنجائپ ۽ دوستي ٿي وڃي ٿي. چرچل چيو تہ ڪتاب کي کڻي، چنڊي وري ساڳي جاءِ تي ناهي رکڻ بہ وڏي ڀَاڳهہ ۽ سعادت آهي. بابا جو بہ سڄو ڏينهن ڪتابن پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ گذرندو هو. عمر ۽ دل جي بيماريءَ کان بي نياز، ڊاڪٽرن جي منع ڪرڻ باوجود پنهنجو اهو مشغلو آخري وقت تائين نہ ڇڏيائين. صبر ۽ شڪر اهڙو جو ڪڏهن ڪا شڪايت ڪانہ ڪيائين. ماني بہ جهڙي مليس جيڪي مليس چپ چاپ کائي ويندو وقت جي ورچ اهڙي ڪري ڇڏيائين جهڙو روباٽ. وقت تي سويل اٿڻ، نماز پڙهڻ، قرآن شريف جا مختلف تفسير پڙهڻ. صبح شام پنڌ ڪرڻ، لکڻ پڙهڻ کان ٿڪ ٿيندس تہ اڪيلي سر پاڻ سان ڊبو، ڪيرم، ليوڊو يا تاس جي پٽن جي راند ڪندو هو. هڪ پاسي پاڻ ۽ ٻئي پاسي بہ پاڻ وارو وٺندو ۽ ان تي خوش ٿيندو ۽ خوشي حاصل ڪندو هو. ٻئي ڪنهن جي محتاجي راندِ ڪرڻ ۾ بہ ڪونہ ڪديائين. پاڻ تي ڪنٽرول اهڙو جو ماني تہ ڇا، انگورن يا ڪشمڪش ۽ ڊاک يا بادامن جا داڻا ۽ گورا بہ ڳڻي کڻندو ۽ ان کان وڌيڪ اصلِ نہ کائيندو.

گرميءَ جي مهيني ۾ هر سال لاڙ جي ٿڌي علائقن ۾ گذاريندو هو. ڪوٽڙي تہ اسان جو ڄڻ پيو ڳوٺ هو. هر سال ڪوٽڙيءَ ۾ ٻن ٽن مهينن لاءِ جاءِ مسواڙ تي وٺي سڄي فئملي کي اتي رهائيندو هو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ اڪيلي سر ڪڏهن خانبهادر محمد صديق ميمڻ جي مدرسة البنات ۾، ڪڏهن ٽنڊي آدم خان صاحب عبدالحق وٽ تہ ڪڏهن محترم محمد حسين پهوڙ وٽ ڪپري ۾ اچي ٽڪندو هو. ڪڏهن ٽاٽي بولا خان ۽ ڪِرچات ۾ پنهنجن پراڻن واقفڪارن وٽ ويندو هو. دوست تمام مختصر رکندو هو. ڪراچيءَ ۾ مسٽر علي بخش چنا جسٽس ضياءالحق چنا جو والد صاحب ۽ علام دائودپوٽو، حيدرآباد ۾ مٽياري وارو الهہ بخش انصاري رٽائرڊ ڪمشنر، بس ٻيا ڪي عالم ماڻهو. ڪپري ۾ ماسٽر محمد حسين پهوڙ جو هڪ پلوڙ ماڻهو هو ۽ سندس زيردست بہ رهيو هو، ان سان چڱيون روح رهاڻيون هئس. لاڙڪاڻي ۾ خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ جو هڪ درويش صفت، راڄائتو ۽ انصاف پسند انسان هو، ان سان دوستي هئس، ايتريقدر جو خان بهادر صاحب پنهنجو معصوم پٽ رئيس روشن علي خان عرف رئيس زين العابدين خان ڪجهہ وقت لاءِ سندس حوالي ڪري ڇيو تہ پلي پاڻ سان گڏ رهائينس ۽ پلي گشت ۾ بہ پاڻ سان وٺي وڃينس تہ جيئن ادب آداب سکي ۽ علم سان دلچسپي بہ ٿئيس. رئيس بہ عجب ماڻهو هو وڏو شاناڻتو ۽ راڄائتو. هڪ تہ رئيساڻو بار پيو طاقت ۽ جسامت ۾ بہ وڏيڪ سو بابا سان گڏ رهندي بہ اسان کي هر ڳالهہ پنهنجي مجائي ويندو هو. بااخلاق، باڪردار ۽ دلبر مڙس هو. پوءِ تہ اسان جي ننڍي ڀيڻ سان سندس شادي بہ ٿي ۽ واهہ جو نڀايائين.

بابا ڳوٺاڻي زندگي وڌيڪ پسند ڪندو هو. سندس مکيہ مشغلو هئو تہ قرآن شريف جو سليس ترجمو ۽ معياري تفسير جنهن تي سالن جا سال ڏينهن رات محنت ڪيائين پر تڏهن بہ رهائش ڳوٺن ۾ رکندو هو. ٻنين ۾ گهمڻ ۽ هارين نارين توڙي ڪمي ڪاسبين ۽ ڪڙمين سان ڪچهريون ڪندو هو ۽ سندن مسئلا ۽ گفتا ٻڌي لطف اندوز ٿيندو هو ۽ اهڙي طرح حقيقي مسئلن متعلق پنهنجي ڄاڻ ۽ سوچ وڌائيندو ۽ صحيح رکندو هو. بنگلن، موٽر ڪارن ۽ ايئرڪنڊيشن ڪمرن جي ماحول کان پري هوندو هو. خاموشي صبر شڪر گهري سوچ، فڪر ۽ تدبر جو ڄڻ تہ پتلو هو. هڪ ڀيري گشت ۾ جڏهن مان پنجن سالن جو ابهم هئس تہ اٺ تي شاهہ پنجو تي وياسين. سامهون ريل

جو ڦاٽڪ هئو جنهن هينيان اٺ کي گذرڻو هو ڪيس انديشو ٿيو تہ متان ڦاٽڪ جو لوهو هئو، ان سان ٽڪر نہ ٿئي. اٺ جي پاڪڙي ۾ بہ سيٺون (ويهڪون) ٺهيل هيون جن تي ويهندڙن کي ويهڻ ۾ وڏي سهوليت هوندي هئي.

جو لوهو هئو، ان سان ٽڪر نہ ٿئي. اٺ جي پاڪڙي ۾ بہ سيٺون (ويهڪون) ٺينديون آهن. اڳئين ويهڪ ۾ جت ويهندو آهي ۽ پنئين ۾ صاحب. مونکي وچين ٿوهي تي ويهاريندا هئا. بابا سختي سان جت کي چيو تہ اٺ هشاءِ تہ لهي پنڌ اڪرون، پر جت تہ آهي ئي جت. چي نہ صاحب لنگهي ويندا سون سو اٺ کي پاڻ هشي ڏئي تيز ڪيائين. ڦاٽڪ ويجهو آيو تہ جت پاڻ خطرو محسوس ڪندي رڙ ڪئي تہ جهڪو جهُڪو. جهڪياسون تہ سهي پر مان جو ٿوهي تي ويٺل هئس تنهن جو مٿو ٽڪرائجي ويو. مان ٻار سو رڙ نڪري ويم. ٻيءَ جي دل سو منهنجي رڙ سان بابا بہ ٿورو مٿي ٿيو تہ ڪيس بہ نرڙ تي ڌڪ لڳو. ٻئي رتو رت. جت ڦاٽڪ اُڪري پوءِ اٺ هشايو. مونکان وڌ بابا کي ڌڪ لڳو هو. توهان صورتحال جو اندازو ڪيو تہ موت بہ واقع ٿي سگهيو ٿي، پر بابا جت کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ بجاءِ بلڪل خاموشي ۽ ٿڌائي سان جت کي چيو تہ ڪاٺ واري پيتي لاهي کول. پوءِ ان مان فوري طبي امداد جو سامان ڪڍي ٽنڪچر آيوڊين مونکي بہ هنيائين ۽ پاڻ کي بہ هنيائين. تن ڏينهن اسپرٽ بجاءِ ٽنچر آيوڊين جو استعمال ٿيندو هو جا جسم تي ڪارو ناسي نشان ڇڏيندي هئي. ڊاڪٽر انجيڪشن (سئي) هڻڻ کان اڳ بہ ٽينچر آيوڊين هڻندا هئا. ٻيو تن ڏينهن ۾ رت بند ڪرڻ لاءِ انٽيمني يعني سرمو استعمال ڪندا هئا. سو. بابا زخمن ۾ سرمو لڳائي پهو چاڙهي ڇڏيو. جت، جو ويچارو پريشان هجي تنهن کي اکر بہ نہ چيائين. اهو سرمي جو نشان بابا کي پڇاڙيءَ تائين ساڄي پرونءَ مٿان هوندو هو. مونکي نشان .......

مونکي نشان ڪونہ ٿيو. شايد ڪچي عمر ۽ معمولي زخم سبب، تن ڏينهن ۾ سرڪاري بنگلن تي ٿورا ڪتاب بہ رکيا ويندا هئا جن ۾ مشهور ڪتاب مٽيريا ميڊيڪا بہ هوندو هو. آفيسر منزل دوران نہ رڳو انهن ڪتابن مان مستفيد ٿيندا هئا پر وڃڻ مهل پنهنجو ڪونہ ڪو ڪتاب انهن ۾ ملائي واڌارو ڪري ڇڏيندا هئا. مٽيريا ميڊيڪا تہ بابا بازار مان خريد ڪري ڇڏيو. ڏاڍو سولو سليس ۽ ڪارآمد ڪتاب هو، جنهن ۾ مرض جو تفصيل مرض جون نشانيون ۽ علاج سڀ ڪجهہ لکيل هو جيئن عام آفيسر پاڻ بہ فائدو وٺن ۽ خلق جي بہ خدمت ڪن. مان جڏهن ٿورو وڏو ٿيس تہ مون بہ اهو سڄو ڪتاب پڙهي ڇڏيو. ننڍي هوندي يادداشت تيز ٿي ٿئي ۽ مونکي ڪافي

ڳالھيون ياد رھجي ويون ۽ اھڙيون ڳالھيون ڪري ڊاڪٽرن کي بہ حيران ڪري ڇڏيندو ھئس. ڪيري ۾ مون وٽ ھڪ نوڪر ھوندو ھو محمد سالار. نوجوان ڦوھہ جوانيءَ ۾ پر صفا ڪمزور ۽ رنگت ۾ پيلو. مون کيس چيو تہ، بابا ڊاڪٽر صاحب ڏي وڃ علاج ڪراءِ. ڊاڪٽر صاحب ھجي احمد خان احمداڻي جو پلوڙ ماڻھو، پلوڙ ڊاڪٽر ۽ شفا وارو ھجي. چيومانس تہ ڊاڪٽر صاحب کي مان چوان. چيائين سائين داڪٽر صاحب کان گھڻو علاج ڪرايو اٿم چوي ٿو ھنيانچو (تليءَ جي خرابي) اٿئي، جلد ئي جلندر ٿيندئي، تنھنجو ڪو علاج ڪونھي. مٿس مايوسي طاري ٿي وئي. چيومانس منھنجو علاج ڪندي؟ جھٽ ھائو ڪيائين. ان بيماري ۾ زھر ڪچلو ڏاڍو فائديمند آھي جنھن کي انگريزي ۾ سٽرڪنن چوندا آھن. مون کيس دوا لکي ڏني اِيسٽن سيرپ جنھن ۾ زھر ڪچلو ڪٽنن ۽ ٻين ضروري دوائن جي آميزش آھي. شربت جي صورت ۾ اھو ڏاڍو ڪوڙو آھي. سو چيومانس تہ گوريون ملنس تہ اھي وٺي. مھينو کن انھن جو استعمال ڪرايو مانس تہ چڱو فائدو ٿيس. مون کيس خبردار ڪندي چيو تہ متان دوا بند ڪري، ڪم از ڪم ڇھہ ٻارھن مھينا علاج جاري رکي. پوءِ تہ ڳاڙھو ٿي پيو. ھڪ ڏينھن ڊاڪٽر صاحب کيس ڏسي سڏي ورتو ۽ پڇيائينس تہ ڪنھن کان علاج پيو ڪرائين؟ چيائين جج صاحب کان. حيران ٿي چيائين بابا جج صاحب جو ڊاڪٽري سان ڪھڙو واسطو. وڃ دوا ڪٽي اچي مونکي ڏيکار ايئن اجايا سجايا علاج نہ ڪر. دوا ڏسي ويچار ۾ پئجي ويو تہ جج صاحب ڪا استخارہ ڪئي ڇا جو ھھڙي پراڻي دوا وجي کوٽي ڪڍيائين، بلڪل صحيح علاج پيو ٿئي. ٻئي دفعي ٽنڊي الھيار ۾ جج ھجان تہ منھنجي گھر واريءَ کي ڇڪي آئي ۽ ٻار ضايع ٿي ويو. منھنجي بنگلي جي بلڪل سامھون زناني اسپتال ھئي سو ڊاڪٽريائيءَ کي گھرايم جا ڪراچيءَ جي ڊو ميڊيڪل ڪاليج جي پڙھيل ھئي. وقت سر پھچي وئي ۽ خير ٿي ويو. ٻئي ڏينھن بہ چڪاسي ٻاھر نڪتي تہ گھڙي سوا مون وٽ ويھي فڪرمنديءَ مان چيائين تہ ٻچيدانيءَ جي پوري صفائي نہ ٿي آھي، ڇا ڪجي. مون ھڪدم چيو ڊاڪٽر صاحب ارگٽ مڪسچر ڏنو اٿوَ. ويچار مان لونڊڙيءَ تي آڱر رکي، چپٽي وڄائي نرس کي چيائين تہ وڃ ھڪدم ارگٽ مڪسچر ناھي اچ. نرس وئي تہ حيرت مان مونکي چيائين، پر توھان ڪيئن اھڙي ڳالھہ ڪئي." مون مذاق مان چيومانس تہ جج کي ھر فن مولا ٽيٽو پوندو

آهي. اعتبار ڪري وئي. اهو به ٻڌايومانس ته ويم ڪانپوءِ عورت کي انفيڪشن ڪري جو بخار ٿيندو آهي ان کي پيوپرل فيور چوندا آهن ۽ ان جو هي علاج آهي. ان ڳالهه تي وڏيڪ حيرت ٿيس.

حقيقت ۾ اها انگريزن جي دؤر ۾ رکيل ڪتابن جي ڪرامت هئي. جيڪو آفيسر ايندو هو سو اهڙن ڪتابن مان فائدو ته وٺندو هو پر پنهنجو هڪ ٻه ڪتاب به اتي ڇڏي ويندو هو. ايئن بنا پئسي ۽ بنا محنت ڪتابن ۾ واڌارو ٿيندو رهندو هو. پاڪستان ٿيا نهيو، ڇڻ لٽ مار جو ڪلچر شروع ٿي ويو. نوان، پوءِ ڏاوا، ڇوڪرات آءِ سي ايس آفيسر آيا، سي ڪتاب ته نهيو، فرنيچر به کڻي ويا. ڄڻ ابي ڏاڏي جي ميراث يا مفتوح ملڪ جو مالِ غنيمت هجي. اهو لٽ مار ڪلچر اڄا جاري آهي. اعتبار نه اچيوَ ته ڪنهن به ڊپٽي ڪمشنر، اسسٽنٽ ڪمشنر يا ٻئي ڪنهن آفيسر کان پڇي ڏسو. پاڻ ئي روئڻو روئندو ته مونکان پوءِ يا مون کان اڳ آيل آفيسر، ڪرسيون، قالين ويندي ايئرڪنڊيشنر وغيره به کڻائي ويو. منهنجي اکين ڏٺي شاهدي اها ته خيرپور رياست جڏهن ون يونٽ ۾شامل ٿي ته ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر وغيره اچي پهتا. هزهائنس مير صاحب کي هڪ خانگي رهائش ۽ ٻيو فيض محل پنهنجي نجي ملڪيت ۽ استعمال ۾ هئا. ڪيس ڇيو ويو ته انهن ٻن جاين مان هڪ جو انتخاب ڪري پاڻ وٽ رکي ۽ ٻي سرڪار جي حوالي ڪري. هزهائنس، حاڪم ۽ خانداني وضع قطع وارو ماڻهو سو خاموشيءَ سان گهر وارو ڪامپليڪس خالي ڪري ويو ۽ فيض محل پاڻ وٽ رکيائين. نه ته مير صاحب انڪار به ڪري سگهيو ٿي، نه ته به ڪروڙ ڪن رپيه خانگي رهائشگاهه ڇڏڻ لاءِ سرڪار کان قانوني طرح به وٺي ٿي سگهيو. مير صاحب کي رڳو رهائشگاهه خالي ڪرڻ جي دير هئي. پوءِ لٽ مچي وئي. مير صاحب سي فرنيچر، قالين پردا وغيره اتي ئي ڇڏيا. فرنيچر مون پاڻ ڏٺو ڏاڍو سهڻو شاهاڻي قسم جو ڪاٺ تي اُڪر ۽ گهڙاوت ٿيل هئو. اهو سڀ گم ٿي ويو. ٻيو ته نهيو مڪان ۾ اندر ئي هڪ خانگي ڇڙيا گهر به هئو، جنهن ۾ هرڻ، مور تتر، چڪور، طوطا وغيره هئا سي به کڄي ويا. هڪ شيشي جو مڇي گهر به هئو جنهن ۾ سهڻيون رنگين مڇيون پيون تڙڳنديون هيون. اهو به ويو. مڪان تي ڪيتريون توبون به رکيل هيون. بلڪل هلڪڙائيءَ ۽ خسيس پڻي جو مظاهرو ڪندي ڊي سي صاحب، ايس پي صاحب ۽ ٻين آفيسرن اهي

توپون ڪٽائي پنهنجن بنگلن جي دروزان تي نصب ڪرائي ڇڏيون. اڄ اهو مڪان سرڪٽ هائوس آهي. وچي ڏسو شايد ڪا مير صاحب جي ڇڏيل نشاني اڃا بہ هجي، ڏسي عبرت وٺو. هي تہ تي متحرڪ ملڪيت، غير متحرڪ ملڪيتن سان بہ ايئن ٿيو. بلڊنگ، خالي پلاٽ، زرعي زمين، باغ وغيره قبضو ڪري ويهي رهو تہ مجال آ ڪنهن ڪي جو توهان ڪان خالي ڪرائي سگهي. پلي وڃي ڪيس ڪري ۽ لوڙي. قبضا سچا مدعي جوٺا. اها هڪ قانوني چوٽي تي وٺي. اڃا تائين اهو سلسلو جاري آهي. موهاٽا پيليس (هائي فاطمہ جناح هائوس) ڪلفٽن ڪراچي جهڙي شهر ۾ آهي. ان جي اڳيان چؤڏگي وٽ هڪ سر سبز پارڪ هر ڪنهن ڏٺو هوندو. اڄ وڃي ڏسو تہ ان تي خانگي ملڪيت جو بورڊ لڳو پيو آهي ۽ جايون بہ ٺهيون پيون آهن. چا سڀ انڌا آهن، ميونسپل ڪارپوريشن، پوليس، روينيو عملدار اکيون ٻوٽيون وينا آهن. اهڙي انڌير نگري تي وٺي آهي. مون سان مٽترڪ ۾ هڪ دوست پڙهندو هو ملا حاجي احمد رئيس. رئيس سندس ذات هئي. مان ڪپري ۾ جج تي ويس تہ هو اتي سپروائيزنگ تپيدار هو. سنگت ڪانہ ڇڏيسون. مون وٽ اڪثر ايندو هو ۽ ڪچهريون ٿينديون هيون. ڏوراپو ڏنومانس تہ ياٿو هي قبضي جو راڪاس ڪيئن پيدا ڪيو اٿوَ؟ چيائين جج صاحب اهو ڪوٽ جو تون پايو وينو آهين سو ٿوري دير لاءِ لاهي مونکي پائڻ ڏي، پوءِ تون مونکان اهو ڪوٽ واپس تہ وٺي ڏيکار، خبر پئجي ويندءِ. توکان پڇندا تہ ڪپڙو ڪٿان ۽ ڪنهن کان ورتو هئي، رسيد ڪٿي آهي ۽ درزي ڪهڙي ڪان سبايو اٿئي ۽ اهو بہ ثابت ڪر تہ منهنجي بدن تي ڪيئن اچي ويو. متو ڪنهي ڪٿي چپ ڪيم، قانوني تقاضائون ڪير پوريون ڪري. هڪ سگهڙ مون وٽ آيو هٿ ٻڌي چيائين تہ دل ۾ نہ ڪرين تہ ڪورٽ جي حقيقت ٻڌايانءِ. مون چيو پلو ٻڌاءِ. چيائين شروع ٿي ٿئي تي ڪاف يعني ڪوڙ سان. ٿاٺي تي وچ تہ چوند هيئن لڪاءِ هونئن لڪاءِ. جوابدار بہ ڪي سچا تہ ڪي ڪوڙا، شاهد بہ ڪي ڪوڙا ڪي سچا. واردات ۾ بہ مرچ مصالحو. اهو ڪوڙ جو ڏاڪو چڙهئين تہ پوءِ و جا وٽ وڪڙ ۽ ور. وڪيل صاحب جا سوال ۽ آڏي پڇا. اهڙا ور وڪڙ ڏيندس جو سچ جو تہ ساهہ ئي نڪري ويندو. پوءِ "ر" جا رولڙا، پيو ناٺن ۽ ڪورٽن جا پنڌ ڪر ۽ وڪيلن جي اوطاقن تي سلام ير ۽ شاهدن کي ميڙ منٿ ڪري لاريءَ جا ڀاڙا ڀري مانيون کارائي. وچ ڪورٽ ۾ تہ ڪيس ملتوي

۽ وري بي حاضري جا ساڳيا رولڙا. آخر ۾ ڪيس ختم ٿيو ته ٻنهي ڌرين کي "ٺ" هٿ ۾، نه هوند نه شڪر. مال به چور جي حوالي. مسٽر دريشاڻي سيشن جج جي شڪارپور واري اباڻي گهر مان چوري ٿي وئي. هڪ ڳوري صندوق ڏسي چور کڻي ويا. مڃاڻ ته ان صندوق ۾ سندس والد صاحب عبدالعليم دريشاڻي جا ڪتاب سانديل هئا. سي چورن جي ڪهڙي ڪم جا. ڪجهه اڇلايائون. ڪجهه کڻي ويا. چور جهلجي پيا ۽ ڪيس هليو مرحوم مير علي بخش ٽالپر صاحب جي ڪورٽ ۾. مير صاحب انصاف پسند سفارش اصل ڪونه ٻڌي ۽ ڪيس جلدي نبٽائڻ جو خفت. دريشاڻي صاحب سائٽس مليو ۽ اشارن ۾ احوال به ڏنائينس پر مير صاحب تڙ تڪڙ ۾ ڪيس هلائي چور نه ڇڏي ڏنا پر هٿ آيل ڪتاب به کين ڏياريا. دريشاڻي صاحب هميشه اهو ذڪ ڪيندو هو ته ڪم از ڪم ڪتاب ته مالڪن کي ڏياري ها. قانون جي غير لچڪدار اصولن موجب ته ايئن ئي ٿيندو. انهيءَ ڪري ڪورٽن جي نظام ۾ بنيادي تبديلين جي ضرورت آهي. اسلامي دؤر ۾ ته قاضي کي خانگي ٻاجَ ڪرڻ جو به اختيار هو ۽ جوابدار کان به آڏي ٻچا ڪري سگهندو هو. هاڻي ايئن ناهي. صحيح انصاف جاچ ڪرڻ سان ئي ٿيندو. انهيءَ ڪري وڏيري جي اوطاق تي، برادريءَ جي روبرو ڪيل فيصلو، وڌيڪ صحيح ۽ اثرائتو ٿئي ٿو. جيڪڏهن جج، جاچ آفيسر ۽ تر جو چڱو مڙس واردات تي گڏجي ويهي فيصلو ڪن ته اهو جلدي به ٿيندو ۽ صحيح به. نه ته ڪيس سالن جا سال رلي ٿا وڃن، پوءِ نانگ وڃي نڪري، ليڪو پيو ڪٽجي. مان 1970ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جج هئس ته هڪ ڪيس جو فائيل ڏٺم ته ايڏو موٽو هو جو اٿلائڻ تي دل ئي نه چوي. نيٺ سرشتيدار کان پڇيم ته ان به چيو ته سائين هي پراڻو منجهيل ڪيس آهي ڪوبه جج انهيءَ کي هٿ ڪونه لائيندو آهي، تڙهان به ڇڏي ڏيوس. مونکي اها ڳالهه نه وڻي. ڪٿي جو ڏسان ته 1927ع جو ديواني مقدمو هجي. مدعي ۽ مدعا عليه به مري ويا هئا ۽ سندن پويان به پوئواري ڪري ٿڪجي پيا هئا. اهڙين حالتن ۾ منهنجو اندر وارو ضد ڪاوڙ ۾ اچي ويندو آهي سو ڪيس کڻي پاڻ وٽ رکيم ۽ ٽي ڏينهن ريزڪي موڪل وٺي ڪيس کڻي گهر آيس. پنو پنو ڪري پڙهيم ۽ قانوني ڪتاب اٿلايم. محنت سان ڇا نٿو ٿئي سڄي ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويم ۽ اڳو پوءِ ججمينٽ به لکي ڪيس کڻي ٽئين ڏينهن اچي ڪورٽ ۾ نڪتس ۽ فتويٰ ڏئي ڇڏيم،

چاليهہ ٻائيتاليهہ سالن جو ڪم ٽن ڏينهن ۾ ٿي ويو. انگريزيءَ ۾ چوندا آهن تہ ارادو ڪيو تہ واٽون کلي ٿيون پون.

بابا جي تدبر ۽ تحمل جي ڳالهہ ٻي ڪيم تہ ڪيئن حادثي جي صورت ۾ بہ آرام ۽ صبر سان زخمن جو فوري علاج ڪيائين ۽ جت، جنهن سندس چوڻ نہ ورتو هو، تي ڪاوڙ اصل ڪانہ ڪيائين. جت ويچارو ڊنل تہ متان نوڪري مان نہ ڪڍيم سو شام جو اسان جي ڪرسين پرسان پٽ تي ويهي معافي گهرڻ لڳو. بابا مشڪندي ڪيس دلجاءِ ڏني ۽ چيو تہ بابا تو ڄاڻي واڻي توروئي ايئن ڪيو. اتفاق هو سو ٿي ويو، ڳالهہ ڇڏي.

ٻيو بہ هڪ واقعو ذڪر جهڙو آهي. آهي تہ گهرو معاملو پر ان تو پڌائجي تہ بابا جي سوچ تدبر ۽ مثبت انداز فڪر جي خبر پئي پوي. ٽيو ڇا جو منهنجا بہ ننڍا چاچا شير علي ۽ علي محمد ٻئي باريش بزرگ، نيڪ نمازي، تهجد گذار بابا وٽ سهي سنيري آيا ۽ چيائونس تہ توسان شمس بابت ڳالهائڻو آهي. ڇي تون ڪهڙو نيڪ نمازي، عالم، فاضل ۽ شمس آهي جو وٽس روز شراب خوري ۽ غير عورتن جي اچ وڃ آهي، سو تنهنجو فرض ٿو بڻجي تہ پيءُ جي حيثيت ۾ ڪيس منع ڪر. بابا ڪين چڱي طرح ٻڌي چيو تہ انهيءَ ڳالهہ جو جواب مونکان سيائي اچي وٺجو. ٻئي ڄڻا بيشڪ ڇڏي اٿي ويا. سمجهيائون تہ شايد سوچڻ لاءِ مهلت ٿو گهري. مون بہ ان مهملي جو مقصد ڪونہ سمجهيو. اڄ جڏهن مان حڪومتي ادارن جو سربراهہ رهي چڪو آهيان ۽ سي ايس پي آفيسرن سان دوستي اٿم تہ خبر ٿي پويم تہ ڪنهن بہ مسئلي کي التوا ۾ وجهڻ خود ان جو حل آهي. جيڪو دانهن ڪٺي آيو تنهن جي داد رسي بہ ٿي ۽ ڪم جي اڪلاءَ جو آسرو بہ ٿيو. وڏي ڳالهہ تہ ڪيس ڪنفيوز بہ ڪيو ويو ۽ ٻڌتر ۾ وڌو ويو تہ الائي ڪهڙو جواب ملندو. معنيٰ هن کي مڪمل طرح بي هٿيار ڪيو ويو ۽ سندس ناراضگيءَ جي ڦوڪڻي مان هوا ڪڍي وئي ۽ ڪيس مڪمل طرح پابند ڪيو ويو تہ فيصلو، فيصلو ڪرڻ وارو ئي ڪندو ۽ ڪين اهو قبول ڪرڻو پوندو. بابا تہ تعليمي ماهر هو پر منجهس انتظامي صلاحيتون بہ بدرجہ اُتم موجود هيون.

ٻئي ڏينهن چاچا آيا تہ بابا ڪين اهڙو مختصر، دانشمندانہ ۽ اهڙو صحيح جواب ڏنو جو اڳلا بلڪل لاجواب ٿي ويا. بابا اصل مسئلي يعني شراب خوري ۽ غير عورتن جي اچ وڃ کي تہ ڪمال ذهانت سان گول ڪري ويو. چيائين

تہ، ”ادا! شمن منهنجو جنتي آهي ڇاڪاڻ تہ هو ماءُ جي بيحد عزت ٿو ڪري ۽ خدمت ٿو ڪري. ماءُ جي غير واجبي ڏنگاين تي بہ اُف نٿو ڪري. هاڻي هن جون عادتون پڪيون ٿي ويون آهن. پوءِ مان ڇو ڪيس پيءُ جو نافرمان ڪري سندس جنت وڃايان.“ ڀڻي جِٺا لاجواب ٿي اٿي ويا ڇو تہ هڪ تہ اها ڳالهہ صحيح هئي تہ شمس ماءُ جي آڏو گونگي گاںءِ هوندو هو پيو تہ ڇاچن ڪي پنهنجي پٽن جا افعال سُجهندا هئا تہ ماءُ پيءُ سان ڪيئن ٽا هلن. ادا شمس بہ ڪمال جو صابر ۽ شاڪر هو. هڪ دفعي ڪو ڪراچيءَ مان ڪجهہ مهمان عورتون ايون هئس. لڙي اڌ رات ٿي وئي ۽ سندس گهر واري انتظار ۾ ويٺي هئي. امان جي بہ اک ڪلي وئي ۽ پڇيائين تہ شمن اچا ڪونہ آيو آهي ڇا؟ در وٽي بيهي رهي. امان ۾ بہ فيصلي جي قوت ڀرپور هئي سو در جي اندران بيٺي رهي. شمس جو اندر گهڙڻ ۽ وارن مان جهلي ڀادر لاهي وٺي ويس ڇي ههڙا تهڙا، جوان زال گهر ۾ ويٺي آهي ۽ تون پيون ٻاهر ٽڪون ڪاٿين. هيڏو وڏو وڪيل، سياست ۾ ڀرپور حصو وٺندڙ، ماءُ آڏو اهڙو ڪيچي جهڙي پت. پلو ٿئي سندس گهر واريءَ جو، جو جيڪي سو مڙس جو پاسو ڪٽي چيائين، ”ڇاچي تون بہ انصاف تي ڪرين! پلا رنون پاڻ هلي ٿيون وٽس اچن تہ هي ويچارو ڇا ڪري“ مار شمس تہ شمس پر سندس گهر واري جا حيدراباد جي شهري ماحول جي آهي،ڪيڏي تہ وڏي ڳالهہ ڪري وئي ۽ بگڙندڙ صورتحال کي مٽائي مورڳو چڱو ڪري ڇڏيائين. مير صاحب سان اها ڳالهہ ڪيم تہ ان بہ حيران ٿي چيو تہ ان معاملي ۾ اسان جو ميرياڻيون تمام دانشمند آهن، پر پاپي تہ ميراڻين کي بہ مات ڏئي وئي. پڇيائين ڪٿي جي آهي، چيم سرڪار حيدرآباد جي تہ فرمايائين تہ نہ سرڪار نہ. پاڙو ٻڌايو هتي پاڙا ڪلچر هلندو آهي. ميمڻ محلو هڪڙو ڪلچر، پشوري پاڙو ٻيو ڪلچر، ٽنڊو نوڙهو مرزا ڪلچر، هيرآباد ڪامل ڪلچر، ڪوڪر پاڙي جو پنهنجو ڪلچر. چيم سرڪار صدر جي آهي. مير صاحب صدر وارن کي سڏيندو ئي هو هوٽل پوٽا. صبوح جو ننڊ مان اٿي وڃي هوٽل تي چانهہ پيئندا. منجهند جي ماني بہ هوٽل تي ۽ ڀيا گانن جا رڪارڊ ٻڌندا. مهمان آيو تہ بہ هوٽل تي وڃي ويهاريندس. ڪراچي هوٽل جو سيٺ ابو ڄڻ تہ سين جو مائٽ ۽ گهر ڀاتي هو. سو مير صاحب ارشاد فرمايو سرڪار خدا جي پناهہ صدر جون مايون تہ مڙسن کي ڪڙي تي ڪنيو وتن باقي توهان جي پاپي ڪا فرشتو آهي. مير صاحب ڪنهن بہ عورت

کي رن اصل نہ سڏيندو ھو. چوندو نازڪ مھمان آيل آھن. پڇين بہ تہ ”سرڪار سان نازڪ رستو اٿن؟“ تہ ھڪدم انڪار ڪندو، وڌ ۾ وڌ چوندو تہ اسان تي مھربان آھن.“ ھوڏانھن ذوالفقار علي خان ڀٽو جنھن بہ ليڊي کي ايندو ڏسندو تہ صاف چوندو تہ انھيءَ تي مون سواري ڪئي آھي. مير صاحب اھڙي گفتگو ٻڌي محفل ڇڏي اٿي ويندو ھو ۽ ڀٽي صاحب کي ڳالھہ ناخوشگوار لڳندي ھئي. ھر ڪنھن جو پنھنجو ظرف. ھڪڙي رات تقريرون ۽ جلسا ڪري مير صاحب ۽ڀٽو صاحب دير سان موٽيا. مير صاحب جي ٽنڊو مير محمود واري بنگلي تي ڀٽي صاحب ۽ مير رسول بخش ٽالپر جي محفل ۾ مصروف ھئا تہ ڀٽي صاحب پڇيو مير صاحب ڇوڪريون؟ مير علي احمد خان ڪاوڙ ۾ سرخ ٿي ويو ۽ چيائين ڀٽا صاحب ڇوڪريون ھر ڪو پنھجيون وٺي اچي. اھي طبيعتن جا اختلاف نيٺ سندن سياسي اختلافن ۾ تبديل ٿي ويا. ايتريقدر جو ھڪ ڏينھن ڀري محفل ۾ ڀٽي صاحب مير علي بخش خان ٽالپر ايم اين اي کان طنزاً پڇيو تہ مير صاحب، مير ڪھڙي ھنڌان ھنگندا آھن. مير علي بخش خان نھايت چتر ۽ حاضر جواب ھو تنھن ھڪدم جواب ڏنس تہ اتان جتان ڀٽا ھنگندا آھن. مان اھي ڳالھيون اٿارٽي سان ٿو چوان، ڇاڪاڻ تہ منھنجي مير صاحبن سان گھڻي نيازمندي رھي آھي. ايتريقدر جو ماڻھو مون وٽ ڪم ڪٽي ايندا ھئا ۽ چوندا ھئا تہ مير صاحب توھان جو دوست آھي. مان ھڪدم ڪين درست ڪندو ھئس تہ مير صاحب مون تي مھربان آھي، عزت ڏني ٿو، بس. مان سندس حڪم جو بندو آھيان.

ھي تاريخ جو ھڪ وسريل باب آھي جو ڀٽو صاحب، جنرل ايوب کان ڌار ٿي پھريون دفعو حيدرآباد آيو تہ ڪنھن ھڪ شخص بہ ڪيس پاڻ وٽ نہ رھايو. ويندي قاضي عابد وارن ڪيس ھوٽل اورينٽ ۾ ڪمرو ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڀٽو صاحب دلشڪستو ٿي وڃي ريلوي ويٽنگ روم ۾ ويھي رھيو. مونکي خبر پئي، تہ منھنجي لاڙڪاڻي واري غيرت جوش کاڌو. مرحوم سڪندر علي خان سان ادا شمس ۽ منھنجي چڱي دعا سلام ھئي ۽ پڻ ذوالفقار علي ڀٽو صاحب سان بہ. مان معمولي سب جج ھئس ۽ لطيف آباد ۾ بنگلو ھئم سو پڪو پھہ ڪيم تہ ڀٽي صاحب کي مان مھمان ڪندس. سرڪار مير علي مدد خان کي فون ڪيم تہ سرڪار ڪار ھڪدم ڪپي. چيائين ڪار حاضر آھي، پر ڳالھہ ڇاھي....“ ٻڌائڻ اخلاقي فرض ھو سو

ڪيس ارادو ٻڌايم. مير صاحب ڪجهہ نہ چيو صرف ايترو چيائين تہ سوچي وٺو نوڪري وارا آهيو باقي ڪار حڪم موجب اچيوَ ٿي. ڪار اچڻ ۾ اڌ ڪلاڪ دير ٿي وئي. اسٽيشن تي وياسون تہ پٽو صاحب هليو ويو هو. جيڪڏهن پٽو صاحب ملي وڃي ها تہ منهنجو سڄو ڪيريئر مختلف هجي ها. ان ڳالهہ کي هفتو کن مس گذريو تہ لاڙڪاڻي کان تاج محمد ابڙو، پٽي صاحب جو نياپو کڻي ايو تہ اسان کي مير ناهي ڏي. هڪدم مير علي احمد خان ٽالپر جي بنگلي تي ٽنڊي مير محمود پهتاسون. مڃاڻ ان ڏينهن مير صاحبن جي ڪا برادري جي گڏجاڻي هئي. سڀ فرشي قالين تي ويٺا هئا، بجاراڻي مير، ماٺڪاڻي مير، ويندي مير بنده علي خان ۽ ڪوٽائي مير، مير نور محمد خان بہ هئا. اسان بہ ڪنڊ وٺي ويٺاسون. مير علي احمد خان هئو ئي ڪونہ. تاڙ ۾ هئاسون تہ ڪو وجهہ ملي، تہ ايئن مير بهرام خان ايو ۽ اچي ڪيڪاريائين. پڇڻ تي ٻڌايائين تہ مير علي احمد خان پنهنجي ڪتبخاني ۾ ويٺو آهي ۽ اتي اسان مان ڪونہ وڃي سگهندو. البت پاڻمرادو سڏايائين تہ توهان جو ٻڌائيندوسانس. ٿيو بہ ائين ۽ مير صاحب مهرباني ڪري اسان کي جلد سڏائي ورتو. اهي مير صاحب جا قرب وسرن ئي نٿا. ڪتبخاني ۾ وياسون تہ مير صاحب پٽ تي ڪتاب رکيون ويٺو هو ۽ رڳو پيو ڪتابن متعلق ڳالهائي. مونکي حيرت ٿي تہ مير صاحب انگريزي پوئٽري (شاعري) بہ پڙهي پيو ۽ ان جي مفهوم ۽ خوبصورتي تي سمجهاڻي ڏيندو پيو وڃي. مير صاحب انگريزي پڙهيل ڪونہ هو پر مطالع جي شوق ۾ انگريزي ۾ مهارت حاصل ڪري ويو هو. مان اڃان ڪم جي ڳالهہ ڪڍان تہ مير صاحب اڌ ۾ روڪي ڪنهن نہ ڪنهن ڪتاب تي ليڪ ڏئل سٽن پڙهڻ لاءِ پيو چوي. اتي اچي منجهند جا ٻارهن ٿيا تہ مون هٽ ٻڌي ڪانئس اجازت گهري تہ واچ ڏسي چيائين سرڪار هاڻ ٻارهن ٿي ويا سو ماني کائڻ کان سواءِ ڪونہ ويندا. پوءِ پاڻ بہ ٻاهر نڪري آيو ۽ سيني مير صاحبن سان ڪچهري ڪيائين. ماني کائي هٽ ذوڻڻ لاءِ اٿيو تہ مان پنيان ويومانس ۽ زوريءَ پٽي صاحب جو نياپو ڏنومانس. مير صاحب وارا تہ اڳ ئي جنرل ايوب خلاف ممڻ مچايون ويٺا هئا مونکي چيائين:

”سرڪار اسان جا مٿا اڳيئي اکرين ۾ پيا آهن، جن کي مهربون ڪاٺيون هجن سو هليو اچي. فقير جو در کليو پيو آهي.“

مون تاج محمد کي چيو تہ اکر ياد ڪري چڙ ۽ وڃي پٽي صاحب کي

ٻڌاءِ. پِٿو صاحب بلا جو ذهين ۽ اڻٿڪ محنتي ماڻهو هو سو ٻئي ڏينهن ٺي اچي ٺڪاڻ ڪيائين ۽ مير صاحب جي بنگلي تي رهي پيو. روز پنهنجي عوامي مهم تي نڪرندا هئا ۽ رات جو دير سان موٽندا هئا. مير صاحب ڳالهه ٿو ڪري ته رات جو ٻارهن هڪ بجي اچون وهنجي سهنجي سمهون ته پِٿو صاحب چوي ته صبح جو پنجين بجي وري نڪرنداسين. مير صاحب شاهاڻي طبيعت جا آرام پسند ماڻهو پنهنجي مرضي سان تيار ٿين. مير علي احمد خان ته غسل، شيوَ ۽ ڪپڙا پائڻ ۾ به ٽي ڪلاڪ باٿ روم ۾ لڳائيندو هو. مير صاحب ڳالهه ٿو ڪري ته پِتو صاحب اهڙو وقت جو پابند جو پنجين بجي صبح تائين وهنجي سهنجي ڪپڙا مٿائي جوراب پائي بوٽ جون کهيون ٻه ٻڌيون وېٺو هجي. پِٿو صاحب بي حساب قوت ۽ جذبي جو مالڪ ۽ ارادي جو پختو پهاڙ هئو. مير صاحبن کي جيپ ۾ ويهاري ڳوٺڙن ۾ نڪري ويندا هئا. هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ اڌ رات تائين پيا هلندا هئا. غضب جي گرمي ۽ ماني ٽڪي جو ڪو اڳواٽ انتظام ڪونه. پِٿو صاحب ته واڻ جي کٽن تي يا وڻ هيٺان ويهي ڳوٺاڻن سان ڪچهري ڪري اٿندو هو. هڪ ڀيري ٽاڪ منجهند جو اٿيو ته هڪ ڳوٺ جي چڱي مڙس چيس ته سائين ماني کائي وڃو. پِٽي صاحب صاف انڪار ڪيو ته وقت ڪونهي اجان ٻين پاسن ڏي به وڃڻو آهي. تون ماني تيار ڪرائيندين، ٻڪر يا ڪڪڙ کهائيندين ته دير ٿي ويندي. چڱي مڙس چيو ته سائين ماني تيار پئي آهي رڳو جيپ تان لهو. پِتو صاحب تمام سياڻو ماڻهو ۽ عملي طبيعت جو هئو. تنهن چيس چڱو اسن جيپ ۾ ٺي وڃنا آهيون جيڪي ٻڳڙيون تئي تان لٿيون آهن سي کڻي اچ، پر جلدي. هو خوش ٿي ڊوڙندو ويو ۽ ڏهه ٻارهن ڏڳڙيون کڻي آيو ۽ چيائين ته ٻوڙ به ڏاکن ۾ پوي پيو. پِٽي صاحب هڪ هڪ ڏڳڙي ڪري سيني ۾ ورهايون ۽ هٿ ۾ جهلي کائڻ لڳو ۽ يقين سان سمجهائين ته ٻوڙ ۾ دير هوندي سو چيائين ته ٻوڙ نه باقي ڪابه ڪچي شيءِ ٽماٽا بصر وغيره ڪجهه به هجي ته کڻي اچ. هو ڊوڙندو ويو سو کوڙ سارا ٽماٽا به کڻي ايو. ٽماٽا به اٿين ورهايا ويا ۽ پِتو صاحب هڪ هٿ ۾ ويڙهيل ماني ٻئي ۾ ٽماٽو چڪ هڻندو کائيندو ويو. اها هئي پِٽي صاحب جي عوامي طبيعت. مون اڄ تائين اهڙو عوامي ليڊر، بشمول قائد اعظم جي ٻيو ڪونه ڏٺو. نه گانڌي، نه نهرو، نه مولانا آزاد، نه جناح، نه لياقت علي. هر ڪنهن ۾ پنهنجون پنهنجون خوبيون ۽ ڪمزوريون هيون، پر پِٿو صاحب ته

ڪو جن هو. بيشمار قوتِ ارادي جو مالڪ. وڏي ڳالهہ جذبي جي آهي. حيدرآباد ۾ راجپوتانا اسپتال سامهون، واٽر پمپ جي پرسان ڪولهين، ڀنگين ۽ ٻين غريبڙن جون جهوپڙيون سڀ ڪنهن ڏٺيون هونديون. پٽو صاحب ان وقت پريزيڊنٽ ۽ مارشل لا ائڊمنسٽريٽر هئو ۽ سندس قافلي ۾ ملٽري جا جنرل، ڪمشنر، وڏا آفيسر هئا. جيئن ئي سندس نظر جهوپڙين تي پئي تہ ڪار کي اوڏانهن موڙائي، لهي، غريبڙن کي سڏي سائن گڏ ڪتولن تي ويهي رهيو. پوليس، ملٽري ۽ آفيسرن ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو ڇاڪاڻ تہ رٿيل پروگرام توڙي پروٽوڪول وغيره درهم برهم ٿي ويا. ماڻهن جا مسئلا ٻڌي، تڏي تي حڪم ڏنائين تہ بجلي، پاڻي ۽ روڊ جو بندوبست ڇهن مهينن اندر ٿي وڃي جو مان هت وري اچي پاڻ ڏسندس ۽ ائين ئي ٿيو. اهو هو ڀٽي صاحب جو ڪرشمو. ڳالهہ ٻڌم تہ ضياءَ جي مارشل لا دوران پنجاب ۾ پڪي رستي تان ملٽري جي گاڏي پئي وئي. اڳيان هڪ پنجابي ڳوٺاڻو بيل گاڏيءَ تي پنهنجي ڌن ۾ مست بي پرواهي سان ويو پئي. ملٽري وارن گهٽو ئي هارن وڄايا پر هن گاڏي روڊ تان نہ لاٿي. ملٽري وارن پنهنجي گاڏي بهر صورت اڳيان ڪدي، بيل گاڏيءَ کي روڪي، ان پنجابي ڳوٺاڻي کي هيٺ لاهي ٿڦ وهائي ڪڍي. پوءِ هڪ ملٽري واري ڪانٽس فاتحانہ انداز ۾ پڇيو تہ خبر اٿئي تہ توکي ٿڦ ڇو هنئي اٿئون. هن پر اعتماد لهجي ۾ جواب ڏنو تہ، ”هائو خبر اٿم“. ڇياٿونس تہ ٻڌاءِ تہ ڇا خبر اٿئي تہ توکي ڇو ٿڦ لڳي. هن ڳوٺاڻي وري بہ پر اعتماد لهجي ۾ ورجايو تہ، ”ڀٽو ناهي“ مار. ڳوٺاڻي کي اهو احساس تہ ٿڦ انهيءَ ڪري لڳي جو ڀٽو ناهي. جي ڀٽو هجي ها تہ مجال آهي ڪنهن کي جو ڪيس ٿڦ هڻي. گهٽا سال پوءِ 1980ع ۾ مان فيڊرل سروس ٽربيونل جو جج هئس ۽ جسٽس ڪئپٽن دائود اسان جو چيئرمين هو. سرحد جي قبائلي علائقي ۾ وڃڻ ٿيو. اتي هڪ پير مڙد قبائلي پٺاڻ کان جسٽس دائود پڇيو تہ اليڪشن ۾ ووٽ ڪنهن کي ڏيندين تہ قبائليءَ بنا تردد جواب ڏنو تہ ڀٽي کي. جسٽس دائود جو پاڻ پٺاڻ هو تنهن کيس چيو ”ڀٽو تہ مري ويو“ هن وري چيو تہ ”تہ بہ ووٽ تہ ڀٽي جو آهي نہ!“ اها هئي ڀٽي صاحب جي مقبوليت جو ماڻهن جي دلين تي ڇانئجي ويو هو. قبائل جي دور دراز پهاڙي علائقن ۾ بہ ماڻهن جي دلين تي ڀٽي صاحب جون مهرون لڳل هيون. يادداشت بہ غضب جي هئس. حيدرآباد ۾ قمر الزمان شاهہ، ڀٽي صاحب جي مان ۾ ائٽ هوم (آجياڻو) ڏنو.

اٺ هوم ۾ ميزون ڇڙوڇڙ رکيون آهن ۽ هر هڪ ميز جي چوگرد ڇهہ، اٺ مهمان ويٺل هوندا آهن ۽ آخر ۾ مهمان خصوصي هر هڪ ٽيبل تي پاڻ وٽ وڃي مهمانن کي ڪيڪاريندو آهي. منهنجي سائين المرتضيٰ تي بہ چار دفعا نجي محفلن ۾ شرڪت ٿيل هئي. جڏهن اسان جي ٽيبل وٽ آيو تہ مونکي فرسٽ نيم سان سڏي چيائين، ”جمال ڪو ڪم ڪار هجي تہ بلاشڪ چئو“ مون شڪريو ادا ڪندي چيو تہ، سائين ڪم پيو تہ پيو ڪنهن کي چونداسين. ٻئي دفعي جلسي گاهہ ۾ هڪ ماڻهو هر هر اٿي پيو ويهي تہ جيئن ڀٽو صاحب ڪيس ڏسي. ڀٽي صاحب بہ تقرير ڪندي لائوڊ اسپيڪر تي سندس نالو وٺي چيو تہ، فلاڻا ڏٺو اٿمانءِ هاڻي چپ ڪري ويهي رهہ. نجي محفلن ۾ تہ ڪو رک رکاءُ ڪونہ ڪندو هو ۽ مزو ڀرپور وٺندو هو ۽ پاڻ تي ڪا نقلي روڪ ٽوڪ ڪونہ مڙهيندو هو. اهي نجي ڳالهيون ڪرڻ مناسب ناهن. ڀٽو صاحب دوستيءَ ۾ ننڍ وڏائي نہ ڪندو هو. هڪ معمولي ڊپٽي ڪليڪٽر جمال الدين جماڻي کي بہ سندس دوست هجڻ جي دعويٰ هئي، جمال الدين جماڻي، لاهوري محلا لاڙڪاڻي جو هو ۽ ڪلارڪي مان چڙهي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو هو ۽ ڏاڍو يار ويس ماڻهو هو. جون 1967ع ۾ پنهنجي دوست گلاب رنگ ائڊووڪيٽ سان گڏ ڪراچي تي آيو تہ روڊ حادثي ۾ گذاري ويو.

بابا جو ذڪر ڪندي وڃي اسان جي مرحوم مهربان دوست شهيد ڀٽي تي پياسين، جو سر ڏئي سرهو ٿيو هو ۽ ثابت ڪيائين تہ اهڙا اڙٻنگ ڪڏهن بہ مري مات نہ ٿيندا آهن. هرڪو ڄاڻي ٿو تہ هو زنده آهي ۽ زنده رهندو. اسين تہ نهيو پر يورپ ۽ آمريڪا جي اخبارن بہ لکيو تہ زنده ڀٽي کان مرده ڀٽو وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿيندو جا حقيقت سندس نياڻي بينظير ڀٽو صاحبہ سچي ڪري ڏيکاري. ترڪيءَ جي وزير اعظم عدنان ميندرس جو مثال بہ اهڙوئي آهي.

اڄڪلهہ هرڪو ايم اي پاس ڪري پاڻ کي ماسٽر ٿو سمجهي. نہ اهي خصلتون، نہ اها سوچ ۽ دانش، نہ اهو اخلاق ۽ ڪردار پوءِ بہ چي مان ايم اي آهيان. خير الله ڪين نبيهہ ڪري. عزت بہ الله ٿو ڏئي ۽ ڪنگهائي ڪنگهائي ٿو ڏئي. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ ڪير ٿو ڪنهن کي پڇي. مون تہ هاءِ ڪورٽ جي هڪڙي رٽائرڊ جسٽس کي ڏٺو تہ جڏهن سامهون پئي آيو تہ ڪي آفيسر ڦيرو ڏئي ٻي گهٽيءَ ۾ ترڪي ويا. پڇڻ تي چيائون يار ڦاسي وڃون ها، پنهنجا

گذريل ڪارناما ٻڌائي ميجالو چئي وڃي ها. رٽائرڊ آفيسر واقعي ڳالهيون پيا ڪائن تہ ڪو ٻاڻ جهڙو واندو مل هٿ اچي تہ گذريل ڳالهيون ڪري، چار ٽهڪ ڏجن. بابا جو اٿلو اهو حال هو جو وٽس وزير،ا مير، آفيسر شوق ملاقات لاءِ ايندا هئا. پر ٻاڻ پيو لهرائيندو هو. سندس زندگي اهڙو مڪمل ڪتاب هئي جو ڪا ڏند وٽي ڪانہ هئي جو واندو ويهي تيلو يا تيلي ڪٽي ويهي وِٽي کوٽجي. سندس دانش تدبر، صبر ۽ شڪر جو مثال تہ متي ڏئي چڪو آهيان تہ ادا شمس جي ڪمزورين تي ڪيئن سؤلائي، سياڻپ ۽ سهڻي طريقي سان ڪک رکي يا ڊڪ ڊڪي، جيڪي سو اڳلي کي سبق سيکاري ويو. هونئن بہ اسان پٽن کي ڪافي آزاد ماحول ۾ رکيائين ۽ پنهنجي تقدس جي پنجوڙ ڪان بہ آزاد رکيائين. نماز، روزي ۽ قرآن شريف جي ڏؤر لاءِ بہ ڪڏهن سوڙهو ڪونہ گهٽيائين، البت ان جا فائدا بحث مباحثي جو موضوع بڻائيندو هو، پوءِ هر ڪنهن جي مرضي. پلا زوريءَ نماز پڙهڻ يا مٿو ٽيڪڻ مان ڪهڙو هوند شڪر. اسڪولي ڪم لاءِ بہ زور نہ پريندو هو، جيڪي سو مئٽرڪ جي پرلمنري امتحان ۾ مونکي ٻاڻ چيائين تہ جمال ڏسون تہ بنا پڙهڻ ۽ محنت جي ڪيتريون مارڪون ٿو کٽين يا ڪهڙو نمبر ٿو اچين. مون بہ ڪتاب ڪٽي ڇڏيا ۽ پوءِ جڏهن نتيجو نڪتو تہ ڏاڍو خوش ٿيو جو مان بنا پڙهڻ جي ذهانت جي زور تي سڄي ڪلاس ۾ پهريون الائي ٻيو نمبر آيس. ايئن مون ۾ هڪ قسم جي خود اعتمادي اچي وئي يا هڪ رتا موجب پيدا ڪئي وئي. مئٽرڪ جي امتحان لاءِ تہ محنت ڪرڻي ئي هئي. هڪ ڏينهن الائي ڇاجي ڪري مان ڪتابن جي ويجهو ئي ڪونہ ويس. مان ۽ بابا ميرپورخاص ۾ اڪيلا رهندا هئاسون. سو هن منهنجي اها بي خيالائي نوٽ ڪري ورتي. رات جي ماني تي آرام سان سمجهايائين تہ پڙهائي کي اڌ ۾ ڇڏڻ سان سلسلو ٽٽي ٿو وڃي سو توکي ائين ڪرڻ نہ کپي. ڪيس اهو بہ شوق هو تہ مان پهريون نمبر اچان. سندس نصيحت جو نتيجو اهو نڪتو جو مان ماڳهين پڙهائي ڇڏي ڏني ۽ ٽي چار ڏينهن ڪتابن کي هٿ ئي نہ لاتم. پوءِ اُها منهنجي انا هئي يا عزت نفس يا باغي طبيعت يا ٻيو ڪجهہ، خبر ناهي. بابا اها صورتحال ڏسي مونکان پڇيو تہ ائين ڇو. مون ڪيس صاف ٻڌايو تہ توهانجو ان ڏينهن مونکي چيو سو انهيءَ جو نتيجو اهو آهي. ٻاڻ بلڪل ڪونہ ڪاوڙيو. رڳو مرڪي چيائين تہ مار تون ڪو ايڏو جذباتي آهين، مونکي خبر ئي ڪانہ هئي، بس بابا اڳتي مان نہ چوندس

تنهنجي مرضي. اڄ تو سوچان ته پيءُ کي ايئن صاف منهن تي چٽي ڏيڻ، سندس ٿي تربيت ۽ همت افزائي جو نتيجو هوندو. بيو به هڪ واقعو ٿو ياد اچي. حيدرآباد ۾ هيرآباد ۾ رهندا هئاسون ته تيپهري جو منهنجو دوست محمد سعيد انصاري آيو ۽ خيال ڪيوسين ته غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري تائين پنڌ ڪري اچون. اسين تيرهن چوڏهن سالن جا ڇوڪرا هئاسين ۽ تن ڏينهن ۾ ان طرف صاف ميدان هو ۽ ڪاٻه وسندي ڪانه هئي. اٿياسون ته بابا پڇيو ته ڪاڏي ٿا وڃو. چٽو ياد اٿم ته ڪيس چيم ته مڙيئي رلڻ پنڻ ڏڪا کائڻ. اکر ڪونه ڪڇيو ۽ ڪلي ماٺ ٿي ويو. هي بيو ثبوت ته اسان کي ڪيڏي نه راءِ جي آزادي ڏني ڇڏي هئائين جو بي ڌڙڪ صاف سڌي ڳالهه چٽي ٿي ڇڏيسون. انهيءَ طبيعت مونکي زندگيءَ ۾ گهڻا فائدا به ڏنا ته وڏا نقصان به پر ان لاءِ ڪو افسوس ڪونه اٿم ۽ بابا جو ٿورائتو آهيان، جنهن مونکي اظهار جي ايڏي آزادي ۽ جرئت ڏني جو مان ڪڏهن به ڪنهنجي آڏو ڪونه جهڪيس. ڪڏهن حوصلو ڪونه وڃايم ۽ ڪڏهن غلط ڪم نه ڪيم بلڪ منهن تي انڪار ڪرڻ کان به ڪونه مڙيس. منهنجي وڏي ياءُ شمس الدين ۽ ننڍي ياءُ ڪمال الدين جي به اهائي روش هئي. يعني ته بابا جو فيض عام هو، نه ڪنهن هڪ لاءِ مخصوص. سندس زبردست ماستر صاحب به وٽس بي ڌڙڪ هليا ايندا هئا ۽ دل جون ڳالهيون ڪري شڪوه شڪايت ڪري دل جو بار هلڪو ڪري ويندا هئا. پاڻ ماستر صاحبن سان اٿي بيهي هٿ ملائيندو هو ۽ موڪلائڻ مهل ته اٿي اڳيرو ڪري ايندو هئن. انهيءَ ڪري پٽيوالا ڪلارڪ ۽ ماستر صاحب سندس گهڻي عزت ڪندا هئا. مون اڳ به لکيو آهي ته عزت ڪمائڻ ڪبي يعني وصول ڪبي آهي، خيرات ۾ ڪانه ملندي آهي. عزت ملندي آهي اخلاق، ڪردار ۽ اخلاص کي. ماڻهوءَ جي هڏ ۽ ماس کي عزت ڪانه ملندي آهي. عام ماڻهو چوندا آهن ته عزت آهي ڪرسيءَ کي، يعني عهدي ۽ رتبي کي. ڪوڙ، غلط. ڪرسي يا عهدي کان ماڻهو ڊڄن ٿا، عزت نٿا ڪن. هڪ معمولي پوليس وارو اچي ٿو ته ماڻهن ۾ ٺاڪوڙو پئجي ٿو وڃي ۽ بيوقوف پوليس وارو انهيءَ کي پنهنجي وڏائي ۽ عزت سمجهي ٿو. ماڻهن جي انهيءَ غلط رويي سبب آفيسر به ائين سمجهڻ لڳن ٿا ته رعب تاب ۽ مار موچڙي ۾ عزت آهي ۽ پوءِ اهو سندن وطيرو ٿي وڃي ٿو ۽ اهڙي طرح ظلم وڌندو رهي ٿو ۽ غلط رويا جنم وٺندا رهن ٿا ۽ معاشري

جو ڪلچر ائين تبديل ٿي وڃي ٿو جو ظالم ۽ ڏاڍ ڪندڙ لاءِ چون ته مڙس ماڻهو آ، شينهن مڙس آ، وڏي دٻدٻي ۽ رعب وارو آهي. چڱي ماڻهوءَ لاءِ چون ته ٻهرئين نمبر جو ٻاڙي آهي. ڪو حال ڪونه اٿس، اڱڙيءَ جو ٿهيل آهي. انهيءَ کي چٽبو آهي گهٽ اشراف، زور ڪميٽو. انهيءَ ڪري محاورا ٺهي ويا ته "درويش آهي"، "ساڌ" آهي معني بيوقوف آهي،، پر حقيقت ۾ جيڪو اصول تي اڏول ٿي بيهي ۽ ڏاڍ توڙي ڏاڍي کي جهڪائي وجهي، اهوئي صحيح معنيٰ ۾ مڙس ماڻهو آهي.

مون وٽ خيرپور ميرس ۾ هڪ پراڻو واقفڪار آيو. ويهي چانهه وغيره پيتيسون ۽ ڪچهري ڪئي سون. ڳالهين ڪندي ڪن آفيسرن جي ساراهه ڪندي واقعا ٻڌائيندو ويو ته ڪيئن ڪم ڪرڻ جا مڙس ماڻهو آهن، اصل ترڪيءَ تي بهشت. واهه فلاڻو مڙس، واهه فلاڻو شينهن جو پٽ. مون آرام سان چيومانس ته ادا مان مڙس ماڻهو انهيءَ کي سمجهندو آهيان جو ويجهي ۾ ويجهي دوست توڙي سڳي ڀاءُ کي منهن تي جواب ڏئي ڇڏي. هو ڪو ڪم ڪٺي آيو هو سو اها ڳالهه ٻڌي ککو وکو ٿي ويو ۽ چوٽو پيس ته ها اها به مڙسي آهي. سجاول ۾ هڪ دفعي آڏي رات جو منهنجو تمام پيارو دوست مرحوم نور محمد سمو، ماڙي جلباڻي وارو، جيپ ۾ چڙهي حاجي عبدالخالق سومري جو پوءِ ايم پي اي به ٿيو، سان گڏ آيو. عزت سان ويهاريومان. مرحوم نور محمد چيو ادا حاجي عبدالخالق جو ڪم آهي سو تو وٽ هلي آيا آهيون. مون چيو حڪم ڪيو. چيائون ته فلاڻو ڪيس پيو تو وٽ هلي، ان ۾ جوابدارن کي سزا ڏي. مون چيومانس ته ادا هڪ ته ڪيس جي باري ۾ چوڻ ئي نه کپندو هئو پيو ته ڪنهن جي چوڻ تي سزا ڏيڻ جهڙو ڪُڌو ڪم ڪرڻ منهنجو اصول ئي نه آهي. عبدالخالق سومرو ٻاهر نڪتو ته نور محمد سمي ڏاڍو خوش ٿي ڏوراپو ڏيڻ بدران چيو ته ادا ڏاڍو سٺو جواب ڏنئي.

ٻه ٽي ٻيا به اهڙا واقعا ٿيا هڪ ماڻهو منهنجي وڏي ڀاءُ شمس جو خط ڪٺي ايو. لکيو هئائين ته هن ماڻهوءَ جي ڳالهه ٻڌي انصاف ڪندا. خط پڙهي چيومانس حڪم ڪر. چيائين فلاڻي ماڻهوءَ کي سزا ڏي. هن جو ايترو چوڻ ۽ پير مان چمپل لاهي اچي ٿو وٺانس. وٺي پڳو مان به پادر هٿ ۾ پنيان در تائين ويومانس. پر پڄي ويو. نوڪرن پٺيوالن ڏٺو ته سفارشي جو ڇا حشر ٿيو. اهڙا واقعا ساک جمائي ٿا ڇڏين ۽ پوءِ ڪنهن کي اهڙي جرئت نٿي ٿئي. حيدرآباد

۾ 1967ع ۾ منهنجو سابق استاد مسٽر ورياڻي ايم پي اي آيو ۽ چيائين تہ ڪم اٿم. عزت سان ڪانئس پڇيم تہ چيائين تہ فلاڻو منيءَ جو مڪي تنهن تي فلاڻي وڪيل مسٽر امر ڪيس ڪيو آهي سو ان کي سزا ڏي. هٿ ٻڌي چيومانس تہ سائين اٿين ڪونہ ڪندس تہ وري چيائين ڇو ڀلا. چيومانس تہ سائين مون اصول ٺاهي ڇڏيو آهي تہ ڪنهن جي چوڻ تي جوابدار کي ڇڏي تہ سگهجي ٿو پر سزا اصل نہ. اهو ٻڌي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ مون وٽ اچي پنهي ڀي چيائين اهو سٺو اصول آهي. جيڪو پاڻ جهڪي ويو سفارش پئسي (رشوت) آڏو يا زورآور آڏو، اهو ڪيئن مڙس ماڻهو! ناممڪن. اهو تہ ڀاڙيو بي ضمير، ۽ زرمريد چٽبو. بابا اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو، مونسان نہ. پر منهنجي روبرو ٻين سان. سمجهاڻ جو اهو اڻ سڌو طريقو ڏاڍو اثرائتو آهي. پنهنجا خيال ٻين ۾ زوريءَ ٺوسڻ جي ڪوشش نہ ڪجي ڇو تہ ائين ڪرڻ سان اڳلي جي دل ۾ مخالفت جي ڊال ايري اچي ٿي ۽ چڱا خيال بہ ان سان ٽڪرائجي زخمي ٿي اچي ٿا ٿڪو ڪن. منهنجا ٻار جڏهن ننڍا هوندا هئا تڏهن، توڙي هاڻي جڏهن وڏا ۽ مضبوط ڪردار جا مالڪ ٿي چڪا آهن. مان اهڙي نموني سان ڪنهن مسئلي جي ڇنڊڇاڻ ڪري، معاملي کي ڇڏي ڏيندو آهيان ۽ هو سوچ ۾ پئجي پنهنجا نتيجا اخذ ڪندا آهن. اها ڳالهہ مونکي ورثي ۾ ملي آهي ۽ شال پشت بہ پشت هلي. اڄڪلهہ جا ٻار تہ پاڻ زورا ٿي پيا آهن ۽ الٽو وتن ماٺن ۽ ٻين مان ويڪون ڪيندا. پيو تہ نهيو پر ٿي وي وارا بہ ان رجحان کي وتن زور وڌائيندا. ڀائي، پاڻ کي گهٽ سمجهڻ ۽ اڻ ڄاڻ سمجهڻ، بهتر آهي انهيءَ کان جو پاڻ کي عاقل ۽ سڄاڻ سمجهي ماڻهو وتي ٻين تي جُلهون ۽ اُلرون ڪندو. پوءِ فرض وڃن ٿا وسري ۽ رڳو حقن جي ڳالهہ هلي ٿي، جنهن ڪري خود مطلبي، خود پسندي ۽ خود غرضي جو ڪلچر پيدا ٿئي ٿو. هميشه فرض پنهنجا سڃاڻجن ۽ حق ٻين جا. ماءُ پيءُ جا حق، مٽن ماٺن جا حق، اوڙي پاڙي جا حق، رستي تي هلندڙ هر شهري جا حق، گراهڪ يا خريدار جا حق. جيڪڏهن پراون جا حق نڀائڻ جي عملي ڪوشش ڪجي ۽ فرض سمجهي ڪجي، تہ پنهنجا حق ياد ڪرڻ جي فرصت بہ ڪانہ ملندي ۽ اهي حق جن لاءِ اسين ڇيخون پڪاريون ٿا سي پاڻهي ئي اچي جهوليءَ ۾ پوندا. هرڪو پنهنجا فرض نڀاهي، تہ هوند معاشري ۾ مانار، سڪون ۽ چڱا عمل ڪرڻ جي چٽاڀيٽي ٿي وڃي ۽ سڄو معاشرو سڌري وڃي. اسين ان بجاءِ خار، ساڙ، حسد

۽ هنگامي جو ڪلچر پيا پيدا ڪيون ۽ وتون پين کي ٽيڪرون ڏيندا تہ لنڙيا ٽين ۽ مار ڌاڙ اختيار ڪن. خدا جو شان جو اهڙن غلط رجحانن کي سورهائي ۽ هيروازم جو درجو ڏيو چڏين، جيئن پنهنجو پچيرو ۽ بنگلو سلامت رهي. پيا تہ نهيو خود استاد، نفاق ۽ ويڙهہ جو ٻج چٽي، پنهنجي ڌاڪڻ ناهڻ ۾ مصروف آهن. چوندا آهن ڪانوَ کي لُڙ ۾ مزو. جيئن لُڙ تيئن لٺ، جيئن لڙ تيئن لٺ.

اڄ تاريخ ڏهين مارچ اڄ تاريخ ڏهين مارچ 1996ع تي جنگ اخبار ۾ هڪ وڏي اشرافيہ دانشور ۽ ڪروڙ پتي طبيب، حڪيم محمد سعيد صاحب جو بيان آهي تہ، ”اسين غلام آهيون سو مان نوجوانن کي باغي بڻائيندس“ نعوذبالله. پنهنجي آزاد جمهوري ملڪ ۾ غلام ڪيئن چوائيبو ۽ نوجوانن کي باغي، شرپسند ۽ قانون ٽوڙ ۽ امن دشمن بڻائي ملڪ مذهب ۽ ان مخصوص مراعات يافتہ طبقي جي ڪيئن ۽ ڪهڙي خدمت ڪري سگهبي. سواءِ پنهنجي مخصوص مفادات کي تحفظ ڏيڻ جي ۽ پنهنجي اشرافيہ طبقي ۽ سرمائي جي بچاءُ ۽ ليڊري چمڪائڻ جي نوجوانن کي ايئن انڌ جي گهوڙي تي چاڙهي. ٻليدان جو ٻڪرو بنائڻ. منافقانہ ۽ غير اسلامي عمل آهي. اسلام تہ آهي ئي امن جو مذهب جو اعلانيہ فحشا منڪر و بغ (تشدد ۽ بغاوت) جي منع ٿو ڪري ۽ هڪ انسان جي قتل کي سموري انسان ذات جو قتل ٿو سڏي ۽ حڪومت وقت جي اطاعت جي تلقين ٿو ڪري. هي ڪهڙا دانشور ۽ مؤمن آهن جو بغاوت جو درس پيا ڏين. ياد رهي تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جي سموري مڪي توڙي مدني زندگيءَ جي جدوجهد ۾ ٻنهي ڌرين يعني مسلمانن توڙي ڪفارن جا صرف هڪ هزار ۽ ست ماڻهو قتل ۽ شهيد ٿيا هئا. اڄ صرف ڪراچيءَ ۾ اسان جي پڙهيل لکيل دانشورن ۽ ليڊرن رڳو هڪ سال اندر اڍائي هزار بيگناهہ نوجوان قتل ڪرائي ڇڏيا آهن ۽ اجا هينئون نہ ٺريون اٿن. اي چرخ گردان تفو برتو. لعنت الله علي المفسدين والفاسقين.

بابا جي طبيعت ۾ ايڏي ماٺار ۽ اطمينان هو جو قلب مطمئنہ جو گمان ٿيندو هو. قلب مطمئنہ جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي ڪنهن ڀاڳ واري کي نصيب ٿئي. هميشه هڪ ڪندي مون نہ ڪڏهن ڪيس ٿهڪ ڏئي کلندو ڏٺو نہ رئندي. ماءُ گذاري ويس، پٽ گذاري ويس، تہ بہ ماٺ. نيٺ امان پڇيس تہ، ”شمن جا پيءُ ماءُ جو ڏک ٿيئي ڇا.“ چيائين نيٺ تہ ماءُ هئم. بس انهيءَ ڪان وڌ ڪجهہ نہ چيائين. ڳالهائڻ مهل ڪڏهن بہ هٿ هلائي يا مڪون هڻي جوش

جو مظاهرو ڪونه ڪيائين. جوش هوندو ته هوش نه هوندو. جي هوش هوندو ته جوش نه هوندو. جوش جو همٿ ۽ جرئت سان واسطو نه آهي. ايئن ته سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته سڪڻي ڪني گهڻو ايامي. هڪ دفعي پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا کان پڇيم ته، ”خوشي ڇا آهي؟“ منهنجو تڪيو ڪلام هوندو هو جو، جڏهن ڪو رسمي طرح پڇندو هو ته خوش آهيو، چڱا ڀلا، ته مان جواب ڏيندو هئس ته خوش آهيان پر خوشي ڪانهي. سو پروفيسر جهامنداس کان هڪ آکرو ڏکيو سوال پڇيم ته، خوشي ڇا آهي. هڪ اکرو جواب مليم ته ”توازن“. توازن معنيٰ ماڻهو کنهن به ننڍي وڏي ڳالهه يا واقعي تي توازن نه وڃائي ۽ پنهنجو پاڻ تي ضابطو رکي. کهڙو نه سهڻو جواب ۽ سهڻي ڳالهه. اسين آهيون جو پليٽ ٽٽڻ تي چرڪ اچي وڃي. رڙ ڪيون يا آپي کان نڪري وڃون، پوءِ خوشي ڪيئن ملندي. پوءِ ته قدم قدم تي پاڻ لاءِ پاڻ ئي آزار پئدا ڪنداسون. سو توازن، يعني صبر ۽ شڪر آهي سچي خوشي. مان ٿورائتو آهيان پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا جو ۽ ٻين انيڪ ڪرم فرمائن جو جن سهڻا سهڻا نڪتا ٻڌايا ۽ سمجهايا. جي دل سان هنڊائي مان صبر شڪر ۽ توازن جي طفيل هيڏي وڏي شهر ۾، مهلڪ بيماري هوندي به آرام سان جيان پيو. اها شاهدي منهنجا پٽ ۽ ڌيئون به ڏيندا. پر هڪ ڳالهه آهي ته مان جوش تي قابو پائي نه سگهيو آهيان. بعضي ته غضبناڪ به ٿي ويندو آهيان. جوش ۽ غصي تي قابو پائڻ وڏي ڳالهه آهي، مهانتا آهي. اها مهانتا شيخ اياز ۽ محمد ابراهيم جويو ۾ آهي. سائين جي ايم سيد ۾ ڪانه هئي پر ان جو ٻيو سبب هو ڇاڪاڻ ته هو اصول تي سوديبازي ڪونه ڪندو هو ۽ پنهنجي فيصلي تي اٽل هو، جي ٻيئي هڪ ڪندي خوبيون آهن. هونئن مون جيڪي ڪجهه سمجهيو آهي ۽ فطرت کان پرايو آهي، سو اهو ته ڪو به جذبو منفي ناهي، هر جذبو صحيح استعمال سان مثبت ۽ شاندار ڪارناما سرانجام ڏئي ٿو. مٿي لکي آيو آهيان ته ڊپ يا خوف جو جذبو ماڻهوءَ کي مدافعت سيکاري ٿو. اوندهه کان ڊنو ته روشني ايجاد ڪيائين، جهڙ مينهن، سيءُ ۽ درنده جانورن کان ڊنو ته گهر اڏڻ شروع ڪيائين. بک کان ڊنو ته کيتي ڪيائين. ڏسو ته سڄي ترقي ۽ تمدن جو بنياد خوف جي جذبي جو مرهون منت آهي. ايئن ئي ڪوڙ، ڦرلٽ ۽ ڏاڍ تي ”غصو“ اچڻ، مثبت جذبو آهي. ايئن ڇڪي تاڻي پاڻ سان جهيڙيندي مان جج هجڻ دوران ان نتيجي تي پهتس ته چوري به

مثبت سوچ جو نتيجو آهي. چور آخر ايڏو جوکم ڇو ٿو کڻي جنهن ۾ سر به وڃي سگهي ٿو. يا تنگ ٻانهن به پچي سگهي ٿي، جيل به اچي سگهي ٿو. محرڪ جذبو ته اهوئي آهي نه ته پاڻ توڙي ٻچن کي چڱو کارائجي، چڱو پهرائجي ۽ زندگيءَ جون چڱيون شيون حاصل ڪجن. اها ته چڱائي آهي. پوءِ پاڻ سان جهيڙيندي جهيڙيندي، انهيءَ نتيجي تي پهتس ته اهو چڱائي جو غلط استعمال آهي، جو ڏوهه به آهي ته گناهه به. ڳالهه ته اصل عمل جي آهي يا شري رامچندر چوائي ڪرم يعني ڪم جي. اهڙن ويچارن ڪري مان سزائون هلڪيون ڏيندو هئس. ڦاسيءَ جي سزا ته ڪنهن کي ڪونه ڏنم. ٽالسٽاءِ چوائي، ڦاسي بهر صورت ظاهر ظهور هڪ پيو قتل آهي.

بابا به مڪمل صبر ۽ شڪر جي باوجود، سڄي عمر جهيڙيندي يعني جهاد ڪندي گذاري. جذبي کان عاري ڪير ٿو ٿي سگهي. سندس جذبو اهڙو سچو ۽ اتم هو جو ڪڏهن به هٽ هٽ تي رکي مات ڪري نه وينو. ڪتاب لکيائين "رسومات تباهي" جنهن ۾ معاشري جي خرابين ۽ غلط رسمن خلاف آواز اٿاريائين. پيرن جي خلافن ته مسلسل ۽ زور شور سان جهاد ڪيائين. ان وقت پير به پير هئا جو نالو ٻڌندي گهر ويني ماڻهن کي ڪنبڻي وٺي ويندي هئي. راڻي پور جو سائين صالح شاهه، ٽنڊو سائينداد جو خواجه حسن جان سرهندي ۽ ٻيا بيشمار پير اچي ڪاري جا مالڪ ٿيا ويٺا هئا. بابا نه رڳو گفتار جو بلڪ ميدان جو به غازي هو. ڪتابن ۽ مضمونن سان تقريرن سان ڏوڙيو لائي ڏنائين. پوءِ مرحوم محمد عثمان ڏيپلائي سندس صحبت ۾ اها واڳ سنڀالي ۽ واهه جا وار ڪيائين. اهو صحيح آهي ۽ ائين ڪرڻ ضروري آهي. مات ڪرڻ سان مشرڪ ٿبو. قرآن حڪيم ۾ آهي ته چڱائي جي تلقين ڪيو ۽ برائي کان منع ڪيو. حديث شريف ۾ ته ايمان جي تشريح ئي اها آهي ته جتي به برائي ٿيندي ڏسو ته ان کي زور سان روڪيو، ان کان گهٽ درجو ايمان جو اهو آهي ته جيڪڏهن زور سان روڪي نٿا سگهو ته پوءِ ان کي زبان سان روڪيو. ظاهر آهي ته زبان ۾، قلم يعني زور تحرير و تقرير شامل آهي. چئلينج آهي سڄي دنيا جي اديبن، دانشورن، فلسفين ۽ انقلابي اڳواڻن کي ته ان کان ڪو بهتر انقلابي دستور يا نعرو ايجاد ڪري ڏيکارين. جيڪڏهن قوم يا معاشري جو هر فرد ان اصول تي هلڻ شروع ڪري ته انقلاب اچي چانئٺ چمي. پلي پيٺي ڏسو مارڪس، لينن، روسو، موسيٰ عليه السلام، عيسيٰ

عليه السلام کي تہ هن کان بهتر نسخو ڪنهن وٽ ڪونہ آهي. مارڪس، لينن ۽ مائو تہ صاف چيو تہ عوام جي هٿياربند ويڙهہ اٽل آهي. اهو بہ تاڪ شود (جڏهن وجي ٿئي) آهي. حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمايو تہ، ڪو هڪ ڳل تي ٿڦ هڻي تہ ٻيو ڳل پاڻمرادو ڏيوس تہ ڀلي ٻي ٿڦ هڻي. حضرت گوتم ٻڌ بہ مڪمل اهنسا جي تلقين ڪئي. عملي صورت ڏسو تہ عيسائي اڄ تائين ڪروڙين ماڻهو ماريندا اچن ۽ ٻوڌي حضرات بہ ڪمپوڊيا، لنڪا ۽ ٻين ٻوڌي ملڪن ۾ ڪمال بي رحمي سان ڪوس جاري رکيو اچن. ظاهر آهي تہ اهو عيسائي ۽ ٻوڌي اصول فقط وقتي ضرورت مطابق هو ۽ ان کي آفاقيءَ ۽ هر دؤر ۾ لاڳو ڪرڻ جي حيثيت قطعي ناهي ۽ خود ان جا پوئلڳ ان کي رد ڪري چڪا آهن. ڏسو ڪمپوڊيا، ٿائلينڊ، برما ۽ سري لنڪا ۾ ٻوڌي ڇا پيا ڪن. لکين ڪروڙين ماڻهو مارجي ويا آهن. جيڪي جيت جنتن کي مارڻ کان بہ منع ڪن سي انسانن جو بي دريغ خون وهائيندا اچن. عيسائي حضرات جيڪي هڪ ٿڦ لڳڻ سان ٻيو ڳل آڏو ڪرڻ جا قائل آهن تن ڪروڙين انسانن جو قتلام ڪري ڇڏيو. ماضي قريب يا ماضي بعيد تہ ڇڏيو، اڄڪلهہ ڇاڇا نہ ٿيو ۽ ڇاڇا نہ پيو ٿئي. چليءَ ۾، بوسنيا ۾، چيچنيا ۾، آفريڪا ۾ ڪروڙين ماڻهو ديده دانستہ، سنڌي ۾ چون ديناداستي، ڪنا ۽ ماريا ويا. پوءِ بہ اسلام ۽ مسلمان بڇڙا. حالانڪ نبي پاڪ ﷺ جن جي سموري مڪي توڙي مدني زندگي ۾ ٻنهي ڌرين، مسلمانن توڙي ڪفار جا، ڪل هڪ هزار، صرف هڪ هزار ماڻهو قتل يا شهيد ٿيا. پوءِ بہ نڪر ڀڄي مسلمانن تي! منهنجيون ڏيٿرون جي، منهنجي خيال ۾ هر ڪنهن سان چڱو هلن، آئي ويل ڪم اچن، تن مونکان سڌو سوال ڪيو تہ بابا چڱائي جي بدلي ۾ ڏنگائي چو ٿي ملي. سوال ڏکيو هو. چوندا آهن تہ ڏجي نہ، تہ ڏکوئجي بہ تہ نہ. ڀلي موٽ ۾ چڱائي نہ ڏيو پر ڏکويو تہ نہ. مون چيو چڱا ڪن چڱايون مدايون مدن، جو وڙ جڙي جن سين سو وڙ سيئي ڪن. الائي ڪهڙو واءُ وريو آ جو اشراف کي چون ڪميٽو ۽ ڪميٽي کي اشراف. منهنجو مرحوم دوست نور محمد سمو هر ڳالهہ ۾ مذاق ئي مذاق ۾ هڪڙو جملو ورجائيندو هو تہ خراب ٻار، خراب خيال Bad boy bad thoughts. ڪو ڳلا ڪندو، ڪنهن کي نقصان پهچائڻ جي اسڪيم ٺاهيندو يا ڪنهن جي رنج تي خوش ٿيندو تہ نور محمد صاحب کلندي کلندي چٽي ويندي تہ ”بيڊ بواءِ، بيڊ ٿاٽس.“ ڏاڍو معنيٰ خيز جملو

آهي ۽ هر هنڌ نهڪي ٿو اچي. اصل ۾ ڳالهہ اها آهي تہ اهڙن ماڻهن ۾ خاميون پاڻ ۾ آهن، پوءِ ٻين جون خوبيون بہ کين خاميون ٿيون نظر اچن. مون اڪثر ڏٺو آهي تہ جنهن ۾ جا خرابي هوندي آهي اها هو هر ڪنهن ۾ ڏسڻ چاهيندو آهي. جي ڏسڻ ۾ نہ ايندس تہ هترادو ناهي مٿس ٿڦيندو آهي. توهان اڪثر ڏٺو هوندو تہ رشوتي آفيسر، هر ڪنهن آفيسر کي رشوتي سمجهندو آهي ۽ ڪوڙو ماڻهو هر ڪنهن کي ڪوڙو سمجهندو آهي. بخشي چڏيوس ۽ توهان پنهنجو وڙ نباهيندا اچو. سو عيسائي، يهودي ۽ هندو ڪٿيندا اچن اسلام کي. پنهنجي ڪارنهن نظرئي ڪانہ اچين. مونکي هڪ هندو نوجوان غصي ۾ چيو تہ طوائفن جو ڪلچر مسلمانن آند.و. ويچارو ڪم علم هو ۽ وئشائن وش ڪنيائين بابت پڙهيو ئي ڪونہ هئائين جي شري رامچندر ۽ شري ڪرشن جي دور ۾ بہ هيون.

اسلامي نظريو لازمي بہ آهي تہ اعتدال وارو بہ آهي. ان کي ان انقلابي شرط جو پابند ڪيو ويو آهي تہ، "جيڪڏهن جتي بہ، جڏهن بہ، ڪير بہ زيادتي ڪري تہ هر فرد تي لازم آهيي تہ اڳتي وڌي ان کي روڪي. هي اصول بلڪل اهڙو آهي جهڙو جهرڪيءَ کي باز سان ويڙهائڻ. ان ۾ بهادري بہ آهي. دليري بہ، ايماني جذبو بہ، نيڪي بہ، شولري Chivalry بہ ۽ ٻيو سيڪجهہ بہ ۽ هر دؤر، هر وقت، هر مهل ۽ هر ڏاڍاين ۽ ڏاڍ خلاف آهي. هن سونهري اصول آڏو ٻيا سڀ فلسفا ۽ تحريڪون ۽ ادبي ترقي پسندي يا ناپسندي جا نظريا، ختم تي يا ٻڏا ٻانها تي وڃن ٿا. يلي شيخ اياز صاحب تي الزام هنيو وجي تہ هو ادب ۾ ترقي پسندي وغيره جو قائل ناهي پر مونکي خبر آهي تہ شيخ صاحب هڪ گهڙي لاءِ بہ ڪنهن تي ظلم ٿيندو ڏسي چپ ڪري برداشت ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ هو اهو عملي طرح ثابت ڪري چڪو آهي ۽ بگهاڙن جي وچ ۾ بيهي لاپرواهيءَ سان مٿن وار مٿان وار ڪندو رهيو آهي. اهڙي ماڻهوءَ تي اهو الزام! تفو برتو، تفو برتو! اياز تہ سڄي عمر جهيڙيندو رهيو آهي ٻال جتيءَ کان پيرسنيءَ تائين دل جي مرض هوندي بہ اجا جهيڙيندو اچي. باقي توهان جيڪي وٺيوَ سو چئو جيڪي وٺيوَ سو ڪيو. يلي سرمد کي سوليءَ چاڙهيو يا شمس تبريز جي کل لهرايو. ڪو فرق نٿو پوي. ائين ٿيندو آيو آهي، ائين ٿيندو رهندو. باقي جنهن کي توهان ترقي پسندي سڏيو ٿا سا تہ ازل کان آهي، هومر کان وٺي هيمنگوي تائين. اها توهان جي

”خلقيل ٻانهي“ ڪانهي. اسان جو مجيل هيرو به فرمائي ٿو ته ”ڪريو ٻري تي ٻچ“. غالب جهڙو فقير منش به چوي ٿو ته ”روڪ لو گر غلط چلي ڪوئي.“ بابو سائين به زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين جهيڙيندو آيو. اوهان ڀانيو ٿا ته 1945ع کان وٺي 1954ع تائين پاڪستان توڙي پاڪستان جي ليڊرن خلاف ڳالهائڻ يا لکڻ ڪو مذاق يا معمولي ڪارنامو آهي؟ ڪير اهڙي همت ۽ جرئت ڪري يا ڏيکاري. اياز چواڻي ٻاٻري ڪنڊ تي هلڻو يا ڪاريءَ تي پير پوڻ جي مترادف هو. بابا ته نحيف، نفيس، دل جي عارض ۾ مبتلا، اهو سڀ ڪجهه برداشت ڪرڻ جهڙو ڪونه هو. ته به پيريءَ تائين ٻري ٻاريندو آيو. اياز ته عملي طور ڪڏي پيو. ڪاريءَ تي به پير پيس ته ٻاٻري ڪنڊ تي به هليو. جيل ۽ ڦاسيءَ جا امڪان ڪيس ڏوڏي نه سگهيا. چوٽ تي چڙهيل وڪالتي ڪاروبار ڇڏي معمولي پنج هزار ماهوار تي سنڌ يونيورسٽي سينگاريائين ته حاسدن جا غول سندن چوڌاري ٻاهوڙ لائي بيٺا ته اياز وڪامي ويو. اياز جي به ڪا قيمت ڪَتي سگهجي ٿي ڇا؟ اها يونيورسٽي جنهن ۾ ڪلاسن کي تالا لڳا پيا هئا ۽ پروفيسر صاحب بنگلن کان ٻاهر ئي ڪونه نڪرندا هئا ۽ ڇوڪرا شراب پي پستول ڪڇي ڦاٽڪ تان زوري چڪن تڪا ڦري کائي، مارئي هاسٽل ۾ ٽپڻ جون سٽون سٽيندا هئا تن جي تڪ مان ور ڪڍي ڇڏيائين ۽ پروفيسر صاحب بادل ناخواسته مقرر وقت تي ليڪچر ڏيڻ لاءِ اوٻاسيون ڏيندا اچڻ لڳا. مونکي، سراج الحق ميمڻ کي ۽ نثار ميمڻ کي، جو بعد ۾ معين قريشيءَ جي وقت ۾ فيڊرل منسٽر ٿيو. گورنر صاحب جنرل عباسيءَ سنڊيڪيٽ تي نامزد ڪيو. اسين اکين ڏٺا شاهد آهيون. ڪهڙي ڳالهه ڪجي. سنڌي ۾ چوندا آهن ته پنهنجي اوگهڙ تان پلئه لاهڻو آهي. هي رڪارڊيڊ حقيقتون آهن پر ڊڪي پلي، ڪلچر ڊپارٽمينٽ ڪراچيءَ مان ٽي لک اسي هزارن جو چيڪ سنڌي ادبي بورڊ لاءِ نڪتو ۽ هٿئون هٿ روانو ٿيو. اهو چيڪ ڇاٽي واٽي پلجي ڄامشورو ۽ حيدرآباد ٽپي اڳيرو هليو ويو ۽ اڃا تائين روپوش آهي. يونيورسٽي ۾ بنگلي اڌڻ جو سمورو سامان آيو، وينڊي ٽائيلون نلڪا، بجلي جو فينسي سامان ۽ ٻيو سڀ ڪجهه، پر بنگلو ليپئي نه. پراڻي ڪئمپس يعني ودياليه جو ڪروڙن جو ميدان پگڙن مٽ تي ورهايو ويو. ٻيو ته ٺهيو پر يونيورسٽيءَ جي ٽاڪري زمين لاءِ نه رڳو ٽرئڪٽر خريد ڪيو ويو پر ڊرائيور جون پگهارون به ڏنيون ويون ۽ ڊيزل خريد ڪيو ويو. يونيورسٽيءَ جا الائي ڪهڙا زرعي ايڪڙ

آباد ڪيا ويا. اياز کي چيمر تہ ھي انڪوائري تيڻ ڪپي. وات تي آگر رکي چپائين پائو ڏکي پلي. گھڻن پارسا شخصيتن جو ڪچو چٺو ظاھر تي پوندو. ”اھا بہ سنڌ جي ڳالھہ، ڇڏي ڏي ان ڳالھہ کي“ اھا ھئي اياز جي مھانتا جو جيڪي سنڌس دشمني ۾ الائي ڇا ڇا وڦلندا ھئا انھن جو نالو بہ نہ ڪنيائين ۽ بيجڙائيءَ جي پوت تي ڏکئو چاڙھي ھميشہ لاءِ بند ڪري ڇڏيائين. منھنجي ڪمر ظرفي ڏسو جو ٻاڦ ٻاھر ڪڍي وينس. توبھہ، الله معاف ڪندو، جيڪي صاحب پاڻ ڪوشش ۾ لڳا پيا ھئا تہ اياز کي تيڙي پاڻ وائيس چانسلر تي اچن سي اياز تي توڪون ۽ کِلون ڪندا آيا تہ نوڪريءَ کي چنبڙي پيو آھي. رب جو شان! اياز کي تہ نڪو لھر نڪو لوڏو. جڏھن جنرل ضياءالحق ڪيس ڪڍيو تہ سکر جو سمورو علائقو ۽ سنڌس جميل وڪالت جي آفيس ۽ پراڻي سکر وارو وڏو شاھي گھر سنڌس منتظر ھئا. اياز لاءِ ھڏي جا ھيٺا تي پيا. سنڌس ماھوار آمدني، تنھن زماني ۾ پنجاھہ سٺ ھزار کان گھٽ ڪانہ ھئي. مٿان وري ھاءِ ڪورٽ کلي سکر ۾. اياز ڪمر جي چانتي خاطر، ڪيس ڪٽڻ گھٽائي ڇڏيا تہ ڪيترا وڪيل اچي سنڌس جونيئر تي ڪمر ڪرڻ لڳا. اڄڪلھہ جو فيڊرل منسٽر خورشيد شاھہ، فتاح ملڪ، رشيد پٺي ۽ ٻيا سنڌس جونيئر تي رھيا. مان جڏھن ھاءِ ڪورٽ جو رجسٽرار ھئس تہ ھلي وڃي سائٽس سنڌس آفيس ۾ ملاقاتي ٿيس. سنڌس شان، مان ۽ دٻدٻي ۾ ڪو فرق ڪونہ آيو ھو. اياز اڄ بہ شينھن ٻٽيو وينو آھي ۽ منجھس تر جيتري بہ وڏائي ۽ تڪبر ڪونہ آھي. اھوئي منو ماٺو اھوئي کلٽو اھوئي معصوم. پلي مونسان ٻيا اختلاف ڪن پر مون تہ منجھس ھڪ الھہ لوڪ ڏٺو آھي. توھين جيڪي وٽيوَ سو چئو،، پر ڪجھہ ڏات ڏسو پوءِ بات ڪيو، ھي شور اجايو آ پيارا. منھنجو تہ اھو عقيدو آھي تہ اديب ٿيڻ لاءِ پھرين الھہ لوڪ ٿيڻ ضروري آھي، جيڪو ڏينھن رات پراڻي ڏک ۾ ڏکي ۽ پلائيءَ جون واتون ڳولھي پوءِ پلي ڪندا لڳن، وڃڻ ملن، فتوائون اچن تہ بہ ننڊون ڦٽائي، سوچ جا گھوڙا ڊوڙائي ڪجھہ اڳيرو ٿيڻ لاءِ پيو جاڪوڙي سو الھہ لوڪ نہ چئبو تہ پيو ڇا؟ محمد ابراھيم جوئي صاحب، منھنجي ڏاڙھي ۽ نمازن تي ٺوڪ ڪندي، اياز جي روبرو چيو تہ پلا اياز تہ بي نمازي آھي. مون چيو مون تہ اياز کي چوويھہ ڪلاڪ نماز ۾ ڏٺو آھي. پلا چو ڪين. فڪر جي ھڪ گھڙي سؤ سالن جي عبادت کان بھتر آھي. سي ستائي سونھن ننڊ عبادت جن جي.

جويو صاحب چپ ٿي ويو، قائل ڪونہ ٿيو. ڪن ماڻهن جي دلين تي ۽ بصيرت تي مهرون لڳي وينديون آهن پوءِ هو نہ سمجهندا آهن نہ ٻڌندا آهن نہ ڏسي سگهندا آهن.

بابا ڪي بہ اٿين عبدالغفور پرڳڙي وڪيل ”تڪل دماغ“ جو خطاب ڏنو هو. اهو عبدالغفور پرڳڙي ڪمال منافقي سان خوشامديون ۽ چاپلوسيون ڪري وڃي ضياءالحق جي هنج ۾ ويٺو ۽ غير نمائنده وزارت وٺي ويهي رهيو. وزارت ۾ هلندي پڄندي وري ايتري هئس جو هڪ رات مونکي لاڙڪاڻي مان فون آئي تہ فلاڻي عزتدار ماڻهوءَ کي پوليس جهلي ٿاڻي تي ويهاري ڇڏيو آهي. توهان ڪجهہ ڪيو. مون چيو بابا پرڳڙي صاحب وزير آهي ان ڏي وڃو. چي اهو ويچارو مٿو هڻي بيٺو آهي پر ٽپ جواب مليو اٿس. مون چيو ڀائي جيڪڏهن وزير صاحب کي انڪار ٿيو آهي تہ مون معمولي ماڻهوءَ کي ڇو ٿا خوار ڪيو. ڀانيان ٿو تہ مان تن ڏينهن رٽائر ڪري چڪو هئس. رٽائر ڪاموري کي ڪير ٿو پڇي.جسٽس جمال الدين ميمڻ جو ڀيٽيويو ۽ مسٽر رسول بخش لغاري سيشن جج جو وڏو ڀاءُ لغاري صاحب چيف انجنيئر ٻنوري تعلقي جو زميندار هو. مان ٻنورو ۽ سجاول جو سب جج هئس تہ لغاري صاحب چيف انجنيئر رٽائر ڪيو ۽ هڪ ڏينهن مختيارڪار وٽ آيو ۽ اچي شڪايت ڪيائين تہ مختيارڪار صاحب هي ٽيون دفعو توهان وٽ آيو آهيان پر منهنجو معمولي ڪم اڃا نٿو ٿئي. مختيارڪار صاحب گهنٽي وڄائي پٽيوالي کي چيو تہ هيڊ منشيءَ کي سڏي اچ. هيڊ منشي اچي اڳيان بيٺو تہ مختياڪار صاحب ڪيس تنبيهہ ڪئي تہ، ”وڏا منشي توکي چيو اٿم تہ رن زال، يتيم ٻار ۽ رٽائر ڪاموري کي تنگ نہ ڪندو ڪر.“ مختيارڪار جو اٿين چوڻ ۽ لغاري صاحب اٿي،ڪرسيءَ کي پٺيان ٿيڙ ڏئي، پنهنجي ٻاهر بيٺل جيپ ڏي ڊوڙ پاتي. مختياڪار صاحب سڏ ڪري چيس تہ لغاري صاحب ويهو توهانجو ڪم ٿئي ٿو پر لغاري صاحب ڪونہ بيٺو وراڻيائين تہ صاحب هاڻي گهڻو ٿيو. رن زال ۽ يتيم ٻار جهڙو ڪري ڇڏيؤ هاڻي ڪهڙي منهن سان توهان وٽ ايندس. لغاري صاحب ۾ مزاح جو حس ڏاڍو هو. مسٽر رسول بخش ڳالهہ ٿو ڪري تہ، ”موڪلن ۾ ٻئي ڀائر اڳر ۾ ڪٽولن تي ليٽيا پيا هئاسون تہ اٿين گهرو عورتن ۾ جهيڙو ۽ ڪڙڪا شروع ٿي ويا. ادو ٽپ ڏئي اٿي رلهي ۽ وهاڻو ويڙهي ڪڇ ۾ ڪري وٺي ڀڳو. چيومانس ادا ڪاڏي، تہ اشارري سان چيائين تہ تون بہ اچ

سو مان بہ رلهي ويڙهي ڪچ ۾ ڪري پئِس. ادو وچي پجندو مان بہ پنيان. پري وچي هڪ وڻ هيٺان رلهي وڇائي وهاٹو رکي ليٽي پيو. مان بہ رلهي وڇائي ليٽي پيس. پڇيومانس تہ ادا خير تہ آهي. چيائين خير وري ڪهڙو مايون چتيون ٿي پيون آهن. گگ ڳاڙي ٿاٿئينڪيون ٿين تہ پوءِ هلنداسون. پاڻ چو موڪلن جو مزو وڃايون." اهڙا ڀلا ماڻهو پيا هئا پر عزت اچ تائين اٿن. ڪاموري وٽ رٽائر ٿيڻ کان پوءِ "عزت ۽ دعائن" جي فنڊ ڪانسواءِ پيو هجي ٿي چا ٿو! پر جيڪو آهي آملھ وٿون ڪمائي سگهي. ڪَم تہ الله ٿو ڪري پوءِ جيڪڏهن ڪنهن ٻانهي معرفت ڪرائي تہ سندس اسپيشل ڪرم. سو مون بہ الله توهار ڪري ڪٽي ايس ايس پي لاڑڪاڻي کي فون ڪئي جنهن سان منهنجي معمولي ڏيٺ ويٺ هئي. گفتا سو چڱا استعمال ڪيم، لفظن کي پنهنجو جادو آهي. چيم اڳي اٿين هياس جو پنهون ڏوتم ڪپڙا، هاڻ اٿين ٿياس جو جَت نہ ڏينم پاڻ سين." جيڪو ايس ايس پي، وزير کي انڪار ڪيو ويٺو هو تنهن چيو تہ سائين توهان فون رکو ۽ انهيءَ ماڻهو سان سندس گهر ڳالهايو. واھ ايس پي صاحب تنهنجو جواب، ڪهڙو نہ سهٹو اتر ڏنائين. مون بہ ان ماڻهوءَ جي گهر فون ڪئي تہ پاڻ ڳالهائي چيائين تہ الائي چا ٿيو جو مونکي چيائون تہ بس سڌو گهر وڃ. اها هئي هڪ خوشامدڙئي مارشل لائي وزير جي عزت ۽ ٻئي طرف هن حقير فقير جا ٽيليفون تي بہ اکر. تعزمن تشاءَ وتذل من تشاء، جنهنکي چاهي عزت ڏئي، جنهن کي چاهي تنهنجي نصيب ۾ ذلالت لکي ڇڏي. اهو آهي الله رب العزت.

جون 1954ع ۾ مان ڪيري ۾ سب جج هئس. مون خواب ڏٺو تہ چوڏهين جو چنڊ پيو چمڪي ۽ ان ۾ خانبهادر اسراڻ جي صاف شبيھ نظر آيم. خانبهادر صاحب 1951ع ۾ گذاري ويو هو جڏهن مان لاڙڪاڻي ۾ وڪيل هئس. وري ڏسان تہ خانبهادر سان گڏ بابا جي شبيھ بہ چنڊ ۾ ظاهر ٿي ۽ ٻئي خوش هجن ۽ منهن تي مشڪ هجين. صبح جو اٿي گهر واري سان ڳالھ ڪيم ۽ انديشو ظاهر ڪيم تہ خدا خير ڪري الائي چا ٿيٹو آهي. هن دلداري ڏيندي صلاح ڏني تہ تعبير هميشه چڱو ڪڍجي ۽ هرويرو ملول نہ ٿجي. ڳالھ آئي وئي ٿي وئي. ٻئي ڏينهن بابا جو هٿ اکر لکيل انگريزيءَ ۾ خط مليو تہ، "اڄ مون سالن جي محنت کان پوءِ قرآن شريف جو تفسير لکي پورو ڪيو ۽ منهنجي زندگيءَ جو مقصد پورو ٿيو. هي جون 1954ع جو آخري

هفتو هجي. پهرين جولاءِ تي ادا وڏي جي تار مليم تہ بابا سخت بيمار آهي. بدر ۽ شاهده ننڍڙا هجن ٿيا ڏينهن صبح جو سوير زال ۽ ٻارن کي هڪ دوست (مرحوم وڏيرو حافظ راڄڙ) جي جيپ ۾ ڪٽي سڌو سيشن جج ميرپورخاص جسٽس قادر نواز اعوان جي بنگلي تي ويس. پٽيوالي کي چيم تہ صاحب سان ضروري ملڻو آهي. موٽي اچي چيائين تہ صاحب وهنجي پيو. مون موڪل جي درخواست پٽيوالي کي ڏئي ٻڌايو تہ مان وڃان ٿو، ڪوٽڙي تان ريل پڪڙڻي اٿم. چيائين ٿيهو صاحب کي ٻڌايان. وري ڊوڙندو آيو چيائين صاحب چوي ٿو تہ ٿيهو مان اچان ٿو. ٻن ٽن منٽن ۾ ٻاهر آيو. پٽيوالي اڳ ۾ ئي ڪيس درخواست ڏني هئي سو همدردي ڪندي چيائين تہ توهان ٻلي وڃو پر خان صاحب علي خان کي منهنجا گهڻا سلام عرض ڪجو. الله ڪندي ڪوٽڙي اسٽيشن تي پهتاسون. گاڏي اجان بيٺي هئي. شام جو اتاوليءَ سان گهر پهتاسون، بابا ظاهري طرح خوش ٿي ڏٺو. چيائين تہ دل وڏي (اينگهجي) وڏي ٿي وئي آهي ۽ چڱي طرح سان پمپ نٿي ڪري سگهي، ۽ ڪيس بار بار شديد دورا پون ٿا. بابا کي اوير وارو ڪمرو ڏنو هئائون جو هوئڻ منهنجي حوالي هوندو هو. بابا جي ننڍي نياڻي رئيس روشن علي خان اسراڻ پنهنجو خاص نوڪر سندس خدمت ۾ ڏنو هو جو ڏينهن رات سندس کٽ پرسان پٽ تي هنڌ وڇايون ليٽيو پيو هوندو هو جيئن فوري خدمت ڪري سگهي، ٻئي ڏينهن مان بابا جي پرسان ڪرسي وجهي ويٺس تہ ڪيس سرهو ڏٺم. هڪدم ڳالهہ ڪيائين تہ شمن چٽ جو پڪو هٽائي ڏنو آهي ۽ سول سرجن کي بہ روز گهرائيندو آهي. ماٺ کي اهائي آسيس ۽ خوشي تہ اولاد سندس خيال رکي ٿو. تن ڏينهن نہ هٿا اسپيشلسٽ ڊاڪٽر ۽ نہ وري ٻاهرئين ملڪن ۾ وڃي علاج ڪرائڻ جو تصور. ان ڏينهن منهنجي ويٺي ڪيس بہ ٽي شديد دورا پيا، اهڙا جو ڏسي نہ سگهجي، سهڪو، آنڊمانڊ ۽ لوڇ پوڇ. شام جو سول سرجن آيو ڪارو ٻارڪزئي. رنگ ڪارو هئس ان ڪري ڪيس ائين سڏيندا هئا. حيدرآباد صدر جو وينل هو. سندس ننڍو ڀاءُ جو بہ ڊاڪٽر ٿيو مونسان گڏ پڙهندو هو. اهو تہ ڏاڍو سٺو ماڻهو هو پر هي مغرور ۽ ڏاڍو لالچي هئو. بس رڳو بلڊ پريشر ڏسي ويندو ۽ سندس روزانہ مقرر في ڪري هوندي هئي. مون ساڻس ڳالهايو تہ صاف ٻڌايائين تہ ڪو علاج ڪونهي تنهن ڪري سندس هر چاهنا پوري ڪيو ۽ کاڌي پيتي تي بندش نہ وجهوس جيڪي طلبي سو

ڏيوس. مون چيو ڊاڪٽر صاحب دوري مهل جو تڪليف ۽ سور ٿئيس ٿو تنهن جو ڪو عارضي علاج ٻڌايو. اسان ڪان سندس تڪليف ڏٺي برداشت نٿي ٿئي. هڪڙا ڪئپسول لکي ڏنائين تہ تڪليف مهل ڪئپسول ڪيس سنگهايو. ائين ڪندا آياسون پر ڪجهہ فائدو يا فرق نہ پيو. ان ڏينهن ڪان مان ڪرسي بابا جي کٽ وٽ وجهي ويهي رهيس. رئيس صاحب جي نوڪر کي موڪل ڏئي ڇڏيم. سڄي سڄي رات ائين گذري ويندي هئي. رڳو ضرورت آهر آهستي آهستي ڪري باٿ روم طرف ويندو هئس تہ پنيان بابا سڏ ڪندو هو ۽ مان بيٺي پير واپس موٽي ڪرسيءَ تي ويهي رهندو هئس. پڇندو هو تہ "سمهڻ بہ وئين ڇا؟" "نہ بابا" تورو جواب توري ڳالهہ. ادا وڏو شمس چوندو هو تہ ادا ٽين چئين بجي رات جو مونکي اٿاريندو ڪر تہ واري سان ڪجهہ آرام تون بہ ڪر. "ها ادا" بس، پر هو ويچارو آفيس مان ايندو ٿي هو يارهين ٻارهين بجي رات جو ۽ وري صبح ساڻ ڪورٽ ۽ ڪيسن جي وٽ پڪڙ ۾ لڳي ويندو هو. سو ڪيس اڌ رات جو اٿارڻ تي دل نہ چوندي هئم. ادا فجر جو سويل اٿي ايندو هو ۽ ميار ڏيندو هو تہ، "ادا مونکي نہ اٿاريئي؟" "بس ادا" هو بہ ڏاڍو سمجهدار ۽ بردبار هو، سڀ ڪجهہ سمجهندي بہ ڪجهہ نہ چوندو هو، صرف اهو تہ، "رات مونکي اٿارجان" ائين ڪندي پندرهن راتيون لاڳيتيون مون ڪرسيءَ تي ويٺي گذاريون. اڄ جو منهنجو اولاد، ڏيئون توڙي پٽ منهنجو ايڏو خيال ۽ اونو رکن ٿا سو مان ڀانيان ٿو تہ مونکي الله طرفان پنهنجي ڪئي جو اجر پيو ملي. بس هڪ مونکان ٻي ڏياني ٿي وئي، جنهن جو سڄي عمر افسوس رهيو اٿم ۽ شرمندو بہ آهيان. بابا کي کاڌي جو تہ ڪو خاص شوق نہ هئو پر هن لاءِ روزانو هڪ انب گهرايو ويندو هو. تن ڏينهن فارمي انب عام نہ ٿيا هئا. بمبئي ڪان بہ جنسون، هڪ آلفنسو، جنهن کي عام سنڌي ماڻهو آپوس چوندا هئا ٻيو طوطا پوري ايندا هئا. انب جهڙي لذيذ ميووي جي مند رڳو هڪ مهينو، جون، ٿئي ٿي. جولاءِ ۾ انب گهٽ ٿي وڃي ٿو. بهرحال طوطا پوري مليا ٿي، آلفنسو اچڻ بند ٿي ويو هئو. نوڪر جيڪو انب وٺي ايندو هو تنهن ۾ شايد ڪونہ ڪو نقص هوندو هو. سو بابا مونکي چيو تہ سندس لاءِ انب وٺڻ مان پاڻ وڃان. مان وري سڄي رات جي اوجاڳي ۽ ٿڪ سبب نوڪر کي تاڪيد ڪري موڪليان تہ انب ڳولهي سٺو وٺي اچي، پر نوڪر ۽ مالڪ ۾ تہ فرق آهي ئي آهي. انگريزيءَ ۾ چوڻي آهي تہ مالڪ

جھڙي اک ٻئي ڪنھن وٽ تي نٿي سگھي. بابا پڇندو ھو تہ جمال پلا اڄ پاڻ ويو ھئين تہ مان چوندو ھئس نہ بابا، تہ سندس پيشانيءَ تي جيڪي ناپسنديدگي جا آثار نمايان ٿيندا ھئا سي مونکي اڄ بہ ياد آھن. مونکي يقين آھي تہ اھا سزا مونکي اڄ ملي تي جو ڪڏھن منھنجا پٽ اھڙي طرح نوڪر کي ڪم چئي بار لاھي تا ڇڏين. ڳالھہ آھي شرڌا جي. گانڌي جي جڏھن گول ميز ڪانفرنس تي لنڊن ويو تہ سندس وڏو آدرياءُ ٿيو، جيتوڻيڪ ڪن اخبارن لکيو تہ ھندستان کان ھڪ ننگو فقير آزادي وٺڻ آيو آھي. مھاتما لاءِ گڏجاڻيون ۽ آجياڻا ٿيا. کيس پارليامينٽ جا ميمبر ۽ وزير ملڻ ويا ويندي مھارائي بہ سندس شان ۾ ڊنر ڏني جتي بہ احرام جھڙا ڪپڙا پائي لٺ کڻي ويو. جڏھن بہ اخبار وارا پڇنس تہ، چوي تہ ھائو سڀ ڪجھہ ھئو پر شرڌا ڪانھي. ويندي شاھي محل جي آجياڻي بابت بہ چيائين تہ ھا تمام شاندار ھئي پر شرڌا ڪانھي. انگريز اخبار نويسن بيزار ٿيندي پڇيس تہ اھا شرڌا نيٺ آھي ڇا؟ جواب ملين تہ ھندستان اچي ڏسو. شرڌا معنيٰ دلي عقيدت، عزت، احترام ۽ اون. پيءُ ماءُ ويچارا پيو ڇا تا گھرن سواءِ شرڌا جي. بس سندن ڳالھہ کي مانُ ۽ محبتا ملي تہ ھنن وٽان ڍير دعائن جو موٽ ۾ ملي ٿو. اولاد ڀانئين ٿو تہ ماءُ پيءُ کي تہ منٿ ۾ پرچائي وٺندو. اھو نٿو ڄاڻي تہ ھو پرچائي نہ پرچائي، مائٽ تہ خودبخود پرچيو وينو اوسيئڙو ڪري تہ اچي دعائن جو انبار کڻي وڃي. والدين، ٻچن جا ڪيڏا نہ بيجا انگل کڻي ٿو ۽ پوءِ جڏھن اولاد کين ٿورو بہ نظرانداز ڪري ٿو يا صرف بي ڌيان ٿئي ٿو تہ سندس دل کي جھٽو اچيو وڃي ۽ سا بہ ھو پنھنجو پاڻ ئي ميساري ڇڏين ٿا. منھنجو پيٽيويو عبدالحق وڪو جو ھڪ ڪامياب پوليس آفيسر رھيو آھي، اھڙو ئوس ۽ وزندار دليل ڏيندو آھي جو ماڻھو نہ رڳو قائل ٿي بلڪ ويچار ڌارا ۾ گم ٿي وڃي.اولاد جي بي نيازيءَ جي ڳالھہ نڪتي تہ حضرت آدم عليہ السلام جي شان ۾ ھڪ موٽي گار ڏئي چيائين تہ سائين ھن کي تہ ابو امان ھئو ئي ڪونہ سو ھن (گار) کي کھڙي خبر تہ ابو امان ڇا ٿيندا آھن، سندس ڪيتو اسين پيا لوڙيون. ڳالھہ صحيح ھجي يا نہ، ويچار جھڙي آھي. مونکي امان کان وڌيڪ بابا پاليو. ڇٽن سالن جو ھئس جو پاڻ سان گڏ گشت ۾ توڙي آفيس ۾ ساڻ وٺي ويندو ھو. مونکي ياد آھي تہ آفيس ۾ بلوري پيپر ويٽ ڏيندو ھو تہ انھن سان کيڏ. ڇٽن سالن جو ٻار ڪيڏو نہ متي جو سور ھوندو. پندرھن منٽ

صبح جو ۽ پندرهن منٽ شام جو سبق پڙهائيندو هو. هڪ دفعي چيائين سليٽ قلم کڻي اچ تہ سبق لکرايانءِ. مون قلم وجائي ڇڏيو هو سو سليٽ کڻي چيم لکايو. هو چوندو ويو ۽ مان نهن سان لکندو ويس. ورجائي پڇيائين تہ لکين پيو؟ ”ها بابا“ جڏهن لکائي پورو ڪيائين تہ چيائين سليٽ ڏي تہ ڏسان. مون کڻي سليٽ ڪيس ڏني. ڏسي چيائين تہ لکيو تہ ڪجهہ ڪونہ اٿئي. چيم سچو لکيو اٿم پر نهن سان، قلم ڪونہ هو. پيو ڪو اسڪولي ماستر هجي ها تہ ڪٽي رکيم ها. بابا رڳو ايترو چيوتہ قلم ڪونہ هو يا وڃائجي ويو هو تہ ٻڌائين تہ ها. ٻيو قلم ڪٽون ها، مون قلمن جي باڪس گهرائي رکي ڇڏي آهي، ٿهيو وري سياٽي. پيءُ ماءُ، ٻار جا اهڙا انگل ڪٽڻ تا ۽ خوشيءَ سان برداشت ڪن تا. اسين آهيون جو ٿورڙي ڳالهہ تي گهہ ڪري ٻيهي رهون. حيف هجي اسان جهڙن تي. مبارڪ هجي انهن کي جن جا والدين جيئرا آهن ۽ کين خدمت جا موقعن تي موقعا پيا فراهم ڪن جيئڻ سندن ٻچا جنت ڪمائي وٺن.

مان ۽ بابا ماني گڏجي کائيندا هئاسون. ٻوڙ هڪ پليٽ ۾ ايندو هو. مان هيچ مان ٻوٽيون ٽڪڙو ٽڪڙو ڪائي ويندو هئس. پاندو تڏهن ڦاٽو جو آڦري ٽيڻ ڪري الٽي ڪيم. بابا اچي الٽي کي جاچي ڏٺو تہ ان ۾ ٻوٽين جا وڏا وڏا ٽڪرا هئا. ڳالهہ سمجهي ويو سو نوڪر کي سڏي چيائين تہ جمال جو ٻوڙ جدا پليٽ ۾ آڻيندو ڪر. مونکي رڳو ايترو چيائين تہ اهو سڀ ٻوڙ تنهنجو هوندو، آهستي آهستي ۽ چڱي طرح چٻي چٻي کائجان. اها عادت اڄ تائين مون ۾ آهي، ٻيا ٽڪڙو ٽڪڙو کائي هٿ ڪڍي وڃن، مان وينو کانوان. هيچ، اها هيچ بہ فطري ۽ مثبت جذبو آهي. گهٽي کان گهٽو ۽ سٺي کان سٺو تلاش ڪرڻ ۽ حاصل ڪرڻ جي تمنا، محنت ۽ مشقت جا طريقا ۽ گُر سيکاري ٿي. مير صاحب جڏهن شهيد پٽي سان گڏ زور شور سان سوشلزم جو پرچار ڪندا هئا تڏهن سندن ڪوٽ لڳ مسجد جو ملان سوشلزم خلاف سخت تقريرون ڪندو هو. مير صاحب مرحوم مير علي احمد خان ٽالپر کي چيم ”سرڪار هي غريب ملڙو، ونڊ جي ٽڪرن تي پلجندڙ، اهو ڇو ٿو سوشلزم جي مخالفت ڪري. چيائين تہ ”انهيءَ کي بہ مالدار ٿيڻ جو شوق ۽ آسرو تہ آهي نہ؟ سوشلزم غريب کان اهو آسرو بہ کسيو وٺي“ ڳالهہ تز ۽ وزندار هئي. انهيءَ ڳالهہ ئي سوشلزم کي ڪيرايو بلڪ اهو ئي هڪ وڏو سبب هو. مان

جڏهن 1974ع ۾ سوويت يونين ويس تہ مونکي اتي ڏاڍي خوشحالي ۽ ترقي نظر آئي پر جنهن سان ڳالهاءِ سو اهوئي چوي تہ، نظام بہ اسان جو چڱو، محنت بہ اسين وڌيڪ ڪيون، قربانيون بہ اسين ڏيون پوءِ بہ آمريڪي يا يورپي ماڻهو ڪائي بہ اسان ڪان چڱو ڀهري بہ اسان ڪان چڱو ۽ سندس رهائش جو معيار بہ اسان ڪان وڌيڪ. ائين ڇو، ائين ڇو آهي؟ سوال سندن اندر ڪي ڪاٽي رهيو هو. ماڻهوءَ جي سر جي مٿان ٽي اڇي تہ دليل ۽ منطق ڪا معنيٰ نٿا رکن. ڪوبہ ڪوئي وزندار دليل ٻڌڻ توڙي مڃڻ لاءِ تيار نہ هو. دليل ٽيندو ٿي آهي آس يا سوچ جو غلام. آسرو ۽ سوچ وڌيڪ سحرانگيز آهي ۽ دليل ويچارو محتاج ٻٽيو هيسيو بيٺو هوندو آهي. اسان وٽ اڄڪلهہ مهاجر طبقي جي بہ ساڳي ڪيفيت آهي. دليل ۽ سچ جي حيثيت اهڙي آهي جهڙي لوٽي مٿان پاڻي هارڻ جي.

بابا جي اهڙي صبر، تدبر ۽ عميق خاموشي مونکي سوچ جي سمنڊ ۾ وجهي ڇڏيندا هئا ۽ چپ چاپ ۾ گهٽوئي پرائي ويندو هئس. پر ڏاڍي آدم جي لچ ڪري، هڪڙي سِهوَ پنجي ويم. الله معاف ڪندو.

بابا جي بيماريءَ ۾ سندس ڪيترن دوستن خط لکيا جي اسان ڪونہ سانديا. مٿياريءَ جي الهہ بخش انصاري مرحوم، رٽائر ڪمشنر جو بابا جو اسڪولي دوست هو تنهن مونکي ڏاڍو جذباتي خط لکيو. سندس هڪ جملو مونکي اڃا ياد اهي. لکيائين، ”علي خان کي چئہ تہ مون لاءِ ترسي ۽ مونکان ڪم از ڪم هن ڳالهہ (موت) ۾ اڳ نہ ڪدي. مان سڀ دوست وڃائي ويٺو آهيان هاڻ علي خان کي وڃائڻ جي مون ۾ سهپ ڪانهي. ضرور ٻڌائجانس.“ مون ڪونہ ٻڌايومانس صرف چيومانس تہ سلام لکيا اٿئين ۽ چيو اٿئين تہ هاڻ اڳ نہ ڪدجانءِ. بابا رڳو مشڪيو. دل تہ ڀرجي آئي هوندس پر اهڙو تاثر ڪونہ ڏنائين. هڪ ڏينهن چيائين منهنجي پينشن رهيل آهي وڃي وٺي اچ.

پينشن جو فارم ڀري مان حضور مختيارڪار وٽ ويس. اڳي خزانہ آفيسر يا ٽريزري آفيسر کي حضور مختيارڪار چوندا هئا، جنهن کي مئجسٽريٽ جا اختيار بہ هئا ۽ فوجداري ڪيس بہ هلائيندو هو. عام خلق ڪيس صرف ”حضوري“ ڪري چوندا هئا. ڏاڍو يلو ۽ پيارو ماڻهو هو. منهنجي دوست سنتو درياڻي ۽ هري دلگير جو وڏو ياءُ هو، سو رٽائر ڪري چڪو هو. ٻيو ڪو چيڙاڪ پاڻ ڪان بيزار ماڻهو ويٺو هو. فارم نظر مان ڪدي

موتائي ڏنائين ۽ چيائين تہ گزيٽيڊ آفيسر کان تصديق ڪرائي اچ تہ پينشنر زنده آهي. مان سڌو آيس بارڪزئي سول سرجن وٽ چيومانس تہ تنهنجو مريض آهي روز ڏسينس ٿو تصديق ڪري ڏي. چيائين هائو پر في وٺندس پنيهہ رپيا. مون اعتراض ڪيو تہ مونکي چيائين تہ توهان کي بہ پئسا ملندا ان ۾ منهنجو حصو بہ ٿيندو. ائين چئي صحيح ڪرڻ وارو هو تہ مون ڪانئس فارم کسي ورتو ۽ چئي ڏنم تہ ههڙي ڪريل ذهنيت منهنجي برداشت کان ٻاهر آهي. اطمينان سان وراڻيائين تہ تنهنجي مرضي. پئسي جا پوڄاري ماڻهو ٿوري گهٽي بيعزتيءَ لاءِ هر وقت ذهني طرح تيار هوندا آهن. سو بارڪزئي صاحب تي بہ ڪو اثر نہ ٿيو. مان سڌو آيس ڪليڪٽريءَ ۾ تہ هڪ اسسٽنٽ مختيارڪار پنجابي نزاد سنڌي ڏٺم وڃي پڇيومانس تہ گزيٽيڊ آفيسر آهين؟ چيائين ڪم ٻڌاءِ. ڪم ٻڌي فارم منهنجي هٿ مان وٺي صحيح ڪري، مهر هڻي مونکي چيائين تہ ٽريزري آفيسر وري ڪو بيو اعتراض ڪري تہ مونکي ٻڌائجانءِ ڏسان تہ ڪيئن نٿو ڪري، پر ڪم ٿي ويو. اهو هو فرق روز في وٺندڙ ڊاڪٽر بارڪزئي ۾ ۽ هڪ ننڍڙي پنجابي آفيسر ۾ جو پوءِ ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڊپٽي سيڪريٽري بہ ٿيو. الله خوش آباد رکيس، ڏکيو ڏينهن نہ ڏيکاريندس.

بابا زور ڪونہ ڏياريندو هو. بيماري ۾ سمهڻي سمهڻي ڪيس پيرن ۾ سور پوڻ لڳو. زور ڏنائونس تہ پسند ڪيائين ۽ مزو آيس. پوءِ تہ هڪڙو اٺي تہ ٻيو سندس پيرن کي زور پيو ڏئي، پر بابا سختيءَ سان غير عورت ويندي ننهرن کي بہ منع ڪئي تہ اهي زور نہ ڏين. رڳو پٽ ۽ ننڍي نياڻي خيرپور جوسي واريءَ کي اجازت هئي، بس. وڏي نياڻي تہ سانگهڙ ۾ هئي جتي خانصاحب عبدالحق وڪو ايس ايس پي هو. انهن کي تہ اطلاع ئي ڪونہ ڏنو هئوسون.

16- جولاءِ 1954ع، جمعي ڏينهن بابا ڪجهہ بهتر نظر آيو. ڳالهيون ٻولهيون بہ ڪيائين. مونکي چيائين تہ نوٽ بوڪ ۽ قلم کڻي اچ تہ هڪ تمام ضروري مضمون لکائڻو اٿم. مضمون جو عنوان هو "دنيا جي مسلم قومن کي انتباهہ" ظاهر آهي تہ اهڙي مضمون لاءِ سياسي، معاشي، اخلاقي ۽ بين الاقوامي حالات تي بحث مباحثو ۽ چندڇاڻ ڪرڻي هئي. ٻہ صفحا کن لکائي ٿڪجي پيو ۽ چيائين تہ باقي پوءِ. ان ڏينهن عجيب عجيب ڳالهيون ڪرڻ لڳو. لاڙڪاڻي جو آرهڙ، جولاءِ جو مهينو، سخت گرمي، ڪڙاڪيدر اُس، اصل ڪانوَ جي اک پئي نڪري پر بابا چوي تہ کهڙو نہ جهڙالو ۽ ٿڌڪار آهي،

هير پئي لڳي ۽ مونکي ڏاڍو سڪون پيو لڳي. ماني ڏني سونس تہ انڪار ڪيائين چي هاڻي هن جسم کي ڪا ضرورت ناهي. دوا تہ ياد ڪري خوشيءَ سان وٺندو هو، پر ان ڏينهن دوا وٺڻ کان بہ انڪار ڪيائين. چوڻ لڳو تہ جنازي کي غسل پٽ ڏين، ملان کي نہ سڏائجو. جنازي نماز بہ پٽ يا ڪو عالم پڙهائي، جيڪو معاوضو نہ وٺندو هجي. چوندا آهن تہ موڪلائيندڙ ماڻهو کي پرون پئجي ويندا آهن. هيءَ بہ اهائي ڳالهہ تي نہ! مان وٽس ڪرسي وجهيون ويٺو رهيس. گهر جون عورتون بہ آيون ويون. چاچو علي محمد آيو ۽ اچي چيائينس تہ سائين ڪلمو پڙهو، هي ڪلمي پڙهڻ جو وقت آهي. ناراض ٿي، ڪمال اعتماد سان چيائين هي تہ بيڪاري جو وقت آهي، ڪلمو پڙهڻ معنيٰ ان تي عمل ڪرڻ، ان لاءِ تہ سڄي حياتي ملي ٿي، پر ماڻهو ان تي عمل ڪونہ ٿا ڪن، وتن ايري غيري جي خوشامد ۽ تعريفون ڪندا. چاچو ڏڪارو ٿي. اٿي ويو ۽ اندر وڃي اسان جي نندي ڀيڻ کي دانهن ڏنائين تہ پيجاڙي ڪلمو بہ نصيب نٿو ٿئين. اتي اچي شام جا پنج ٿيا تہ چيائين تہ منهنجي پٽن کي گهرايو. ادا شمس ۽ ڪمال اوطاق تي ويل هئا. جيسين اهي اچن تہ عورتن جو دٻنبلو اندر هليو آيو. خفي ٿي چيائين تہ مون تہ پٽن کي سڏايو آهي، توهان کي نہ، توهان وڃو، وڃو. سڀ عورتون هليون ويون. امان بہ هلي وئي. مون ٿي ڪرسيون ملائي رکرايون. جڏهن ٽئي ڀائر ويٺاسون تہ اسان ڏي منهن ڪري چيائين تہ مونکي ٽي ڳالهيون چوڻيون آهن:

هڪڙو تہ ماءُ کي عزت ڏجو.

ٻيو تہ جيئن گڏيل گهر هلائيندا ٿا اچو، ڪوشش ڪري هلائيندا اچجو.

ٽيون تہ پاڻ ۾ ڪوبہ اختلاف ٿئيوَ تہ ڪنهن مشترڪہ دوست کي ٻڌائجو.

بس مونکي اهو چوڻو هو هاڻي توهان وڃو. اسان کي جهڙو سپ سنگهي ويو. ڪوئي ڪونہ چُريو تہ سختي سان چيائين تہ چيم تہ وڃو. ادا شمس ۽ ڪمال اتي اوطاق ڏانهن ويا. مان اتي چيڙي ڪري سندس مٿن کان ٿي ٻيٺس. ادي نندي جا تمام داناءُ ۽ صابر آهي سا آئي ۽ اچي بابا کي چيائين تہ بابا ڪلمو پڙهڻ ۾ ڪو گناهہ تہ ڪونهي. نياڻيءَ جي الجهن کي سمجهندي مشڪيو ۽ چيائين چڱو چوان ٿو.

”ربنا آتنا آمنا فغفرلنا...“ بس، معنيٰ ”يا رب تحقيق توتي ايمان آڻيان ٿو پوءِ منهنجا گناهہ بخش ڪر ۽ باهہ جي عذاب کان بچاءِ.“

مون اهي اکر دلنشين ڪري ڇڏيا ۽ اڳتي هلي منهنجي زندگي بچائڻ جو سبب بنيا. اهو ذڪر بعد ۾ ايندو.

بس گهڙي اها گذري. پنج لڳي ويهہ منٽن تي چرڪ ڀري سڏو تي سمهيو ۽ روح پرواز ڪري ويو. مون وٺي زور زور سان "بابا بابا" ڪري رڙيون ڪيون. مونکي جيڪو ان وقت ڀھريون ۽ اوچتو جهٽڪو محسوس ٿيو سو اهو تہ مان يتيم ٿي ويس. ڀلي ٻيءُ ماءُ پيرسن ۽ معذور يا بيمار هجن تڏهن بہ سندن وجود اهڙو مرڪز ۽ گهاٽي ڇانوَ آهي، جنهن جي آسائش نس نس، وار وار ۾ وڪڙجي وڃي ٿي ۽ ماڻهو هر لُڪ لوسات ۽ ڪوسي واءُ جي جهوٽي ڪان پاڻ کي محفوظ سمجهي ٿو ۽ هر ايندڙ آفت کان بي نياز ٿي وڃي ٿو. اهو احساس ايڏو تہ اونهو ۽ گهرو اهي جو اڄ جڏهن خود بہ پيرسن ٿي ويا آهيون، تہ بہ اٿئي ويئي ابو امان وسري نٿو. منهنجي زوردار چيخ تي سڀ گهر جون عورتون، مائٽياڻيون اوڙي پاڙي واريون ڳاهٽ ڪري اندر ايون ۽ مان ٻاهر وراندي ۾ نڪري جافري جي دروازن کي زور سان پڪڙي بيٺس تہ ادا وڏو شمس سڏو مون وٽ آيو ۽ ڀراتڙي پائي، دلداري ڏيندي چائين، ادا تون تہ سمجهدار آهين پاڻ جيڪي سو ڀين کي سنڀال ۽ آتت ڏي. امان، ڪمال صبر سان اکيون اگهندي اندر آئي ۽ آخري سلام ڪري ٻاهر اڳڻ ۾ وار ڇوڙي ويئي، گهر ۾ ٻاهرئين تلهي تي اچي ماڻهو گڏ ٿيا. ڳوٺ، ميهڙ ۽ ڀين پاسن ڏي اطلاع موڪليو ويو. سانگهڙ عبدالحق کي تار ڪئي وئي. حيدرآباد مان ادا شمس جا ساهرا ۽ منهنجا ساهرا ڀهچي ويا. سانگهڙ مان عبدالحق ۽ اسان جي وڏي ڀيڻ ڪونہ ڀهتا. ڇا ٿيو جو ڪلارڪ تار وصول ڪري، عام سرڪاري ٽپال ۾ رکي ٽئين ڏينهن ايس پي صاحب جي آڏو فائيل ٺاهي رکيو. تار تي نظر پيس تہ پريشان ٿي اٿيو ۽ ٻار ٻچا وٺي چوٿين ڏينهن اچي پٽر تي وينو.

بابا جي وصيت موجب تہ غسل ڪيس سندس پٽ ڏين، سو اسين ٽيئي جوان پٽ وينا هڪٻئي کي ڏسون. خاموشي جي سوالن ۽ جوابن ۾ اهو معلوم ٿيو تہ ڪنهن ۾ اهڙي همت ڪانہ هئي. ڪير هو جو پنهنجي پياري کي مرده ڏسي ۽ اٿلائي پٿلائي. اهو معاشرو ئي ويو جو اوڙي پاڙي يا مٽ مائٽ جي موت تي هرڪو ٻانهون ڪنجي بيهي تہ مان ٿو اهو نيڪ ڪم سرانجام ڏيان ۽ ايئن هرڪو دل ڏاڍي ڪري وڃي ۽ لوازمات بہ سڪي وڃي. هاڻي هرڪو ڪٿو ڪٿو تي ويو آهي ۽ ڪنهن ۾ اهڙي ڪا مراد رکڻ بہ بيوقوفي

آهي. سو بابا جي آخري وصيت اسين سندس فرمانبردار پٽ پوري ڪري نه سگهياسون. ادا شمس عملي ماڻهو هو پنهنجي منشيءَ کي چيائين ته ملا کي وٺي اچ. مون رڳو اينرو ڪڇيو ته چيئجانس ته بنا معاوضي جي ڪم ڪري وڃي. هي دؤر ماهرن جو آهي. هر شعبي جو ماهر ماڻهو آهي، ته پوءِ مذهب ۽ شرع جو ڇو نه؟ ملان آيو ته پاڻي گرم ۾ بير جا پن ڪاڙهيائين بيا به الائي ڪيترا وکر، صابڻ، ڪپڙو وغيره ۽ تختو به گهرايائين. ٿلهي تي اوٽ ڪري بابا کي غسل ڏنو ويو. اسين به مدد لاءِ اتي وياسين، پر دل جهلي نه سگهياسين ۽ سڄو ڪم ملان ۽ هڪ ٻن ٻين ماڻهن تي ڇڏيوسين. جنازي نماز لاءِ هڪ عالم سڳورو مولانا غلام الرسول ٻيڙو چانديو وارو جو جان محمد عباسي جماعت اسلامي واري جو والد ۽ استاد هو، ان ڏانهن نياپو موڪليوسين. هو آيو. ڪيس ٻڌايو ويو ته تدفين ٻئي ڏينهن ٿيندي. وعدو ڪيائين ته هو عين وقت تي ايندو. هاڻي سوال هو ته قبرستان ڪهڙي ۾ رکجي. مونکي ڪيترن ڏينهن کان ور ور ڪري اهو خيال ايندو هو ته درگاهه قائم شاهه بخاري تي رکجي، سو اهو اظهار ڪيم. رئيس روشن علي خان جو اسرار هو ته ڪيس اجازت ڏني وڃي ته هو سندس ڳوٺ خيرپور جوسه واري مسجد وٽ جتي خانبهادر صاحب جي مرقد آهي، اتي تدفين ڪرائي. سنو خيال هو پر پاڻ ئي چيائين درگاهه قائم شاهه تي بندوبست ٿي وڃي ته اهو تمام چڱو ٿيندو. ادا شمس، وڏي رهائي پڪائي وارو هو سو اهڙو بندوبست ٿي ويو. قائم شاهه بخاري جي درگاهه، وچ شهر ۾ مدرسه هاءِ اسڪول پرسان آهي. ڪليڪٽر کان ۽ متولي کان اجازت وٺي پوي ٿي. جسد کي غسل ڪفن ڏئي ساڳئي ڪمري ۾ رکيو ويو. ڪمري ۾ گرم موسم سبب، برف جون وڏيون وڏيون ناديون رکيون ويون. عبدالحق ۽ وڏي ادي جو انتظار ڪندا رهياسون، پر هو ڪونه پهتا. ٻئي ڏينهن ٽيپهري ڌاري جنازو کڄيو. گهر ۾ روج راڙو پئجي ويو. الله اڪبر ۽ ڪلمه شهادت سان گڏ مولودي مولود ڳائيندا هليا ۽ جلد ئي اچي درگاهه قائم شاهه بخاري تي پهتاسون. درگاهه جي پنيان اولهه ۾ پڊر آهي جتي به چار قبرون اڳي ئي هيون. جنازي نماز ٻيڙي چانديي واري بزرگ بنا معاوضي پڙهائي. مولوي صاحب وڏو عالم ۽ بزرگ هو ۽ سندس خيال ساڳيا بابا ورا هئا. مولوي صاحب ته هليو ويو، باقي ٻيون رسمون پيشه ور ملان پوريون ڪيون، جنازو لحد ۾ لاهڻ، منهن ڦيرائي قبلي طرف ڪرڻ، پهريون

مٿيءَ جون ليون قرآني آيتون پڙهي مڙهه مٿان اچلڻ ۽ پوءِ لوڙهه لڻ تائين قرآن شريف جون آيتون پڙهڻ ۽ دعائو گهرڻ اهي سڀ فرض ملان سڳوري نڀاهيا. ڪيترن قرآن بخشيا وغيره. لاڙڪاڻي جا معزز ماڻهو، سڄي وڪيل برادري، جج صاحبان ۽ سانگي مائٽ ۽ قوم جا ڳچ سارا ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا. جڏهن سڀ ٽڙي پکڙي ويا ۽ ملان موڪلايو ته ادا کيس پاسيرو وٺي پنجاهه رپين جا نوٽ لڪائي ڏنا. هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ تنهن زماني جا پنجاهه رپيا وڏي ڳالهه هئي. بابا جي وصيت موجب معاوضو نه، ته به سيڙپ ۽ محنت جو معاوضو نيٺ ته هن به لهڻو. درگاهه تي هڪ پوڙهي مائي متولي هئي، ان ڏاڍا چوهه چنڊيا ۽ ڪاوڙي. جڏهن تربت تي وجون ته اعتراض ڪري ۽ ڪوسو ڳالهائي. خدا جي ڪرڻي اهڙي ٿي جو هڪ ملان درگاهه تي قبضو ڪري مالڪ ٿي ويٺو، پڌر جا پلاٽ وڪيائين ۽ دوڪان نهراياڻين. مائي ويچاريءَ جو پٽوئي ڪونه پيو ته ڪاڏي وئي. هونئن مائي به حق تي اعتراض ڪيو. اسان کان پوءِ هر سگهر ماڻهوءَ جو جنازو اتي پورجڻ لڳو. قاضي عبدالمنان ۽ سندس مامو قاضي فضل الله سابق چيف منسٽر به اتي ئي مدفون آهن. هاڻي ته اهڙي سوڙهه ٿي وئي آهي جو پير رکڻ به مشڪل ٿي پيو آهي. مرقد لاءِ سنگ مرمر جو پٿر مان حيدرآباد جي پڪي قلعي وٽان هڪ جيسلميري خاڪسار کان پنج سؤ روپين ۾ وٺي ايس. نالي جي تختي جو مضمون محترم احمد خان لانگاهه ائڊووڪيٽ، جو لفظن جي چونڊ جو ماهر هو، تنهن لکيو جو ساڳئي جيسلميري خاڪسار کان نقش ڪرايم. هي پٿر تي ٽڪ جڙاءُ ۽ نقش نگاري جو ڪم جيسلمير، راجستان، اجمير ۽ احمد آباد وارن جو آبائي پيشو آهي. مڪلي جا مقبرا به سندن هنر جا مرهون منت آهن.

بابا جي لاڏاڻي بعد ڪيترن اديبن، عالمن، ۽ عالم ماڻهن جا سندس علمي، ادبي ۽ اخلاقي جاکوڙ بابت، مهينن جا مهينا اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون ۽ تاثر ڇپبا رهيا جي مان گڏ ڪندو ويس ۽ هڪ وڏو بنڊل يا ٿهو ٿهي پيو، جنهن کي سانديندي سانديندي سال گذري ويا ۽ نيٺ اوٺيءَ جو ڪاڄ ٿي ويا. پنجويهه ٽيهه سال مون وٽ محفوظ هئا، پر پوءِ گئراج ۾ رکڻ سبب 1980ع ڌاري سڄو ڪُنو ٿي ويا. شابس هجي علي نواز وفائيءَ کي جنهن مولوي دين محمد وفائي تي لکيل تاثر ترتيب ڏئي ڪتابي صورت ۾ ڇپائي ڇڏيا. مونکي به اچا تائين بار بار چوندو اچي ته خان صاحب علي خان ابڙي جا لاجواب

مضمون وٽس ڇپيل صورت ۾ "توحيد" رسالي ۽ "اخبار تعليم" ۾ موجود آهن جي گڏ ڪري ڇپائجن پر ايئن نہ ٿي نہ ٿيو. بدر جاکوڙي آهي، من اُهو، هي ڪم سر انجام ڏئي وجهي. بابا جو لکيل قرآن شريف جو تفسير بہ هاڻي چاليهہ سالن کان پوءِ، بدر جي ڪوشش سان ڇپائي جي مرحلي تي پهچي چڪو آهي. الله اجر ڏيندس، شال اهو جذبو ۽ ولولو قائم دائم رهيس.

بابا جي حڪم موجب سندس جماڻا ۽ ٻارها ڪونہ ڪياسون نڪو ورسيون ملهايونسين. باقي ٽيجهو ۽ چاليهو ڪيوسين. سندس چوڻ هو تہ اسان جو ڪوبہ عمل ڪيس ڪونہ پهچندو هر ڪنهن کي پنهنجا عمل ڇڏائيندا. ماڻهوءَ جيڪي سڄي عمر چڱو يا برو عمل ڪيو ان جي جزا ۽ سزا پاڻ ئي پوڳيندو. اهو تہ برابر آهي ۽ عين قرآن مطابق آهي، پر منهنجا خيال هاڻ بدليا آهن. الله رحيم ۽ رحمان آهي. غفور ۽ مغفرت ڪرڻ وارو آهي ۽ مالڪ مختيار آهي. عجب نہ آهي جو هڪ جو عرض اگهائي ٻئي کي معاف ڪري يا مغفرت ڪري ڇڏي. ڪهڙن جي مخدوم نيڪ محمد صاحب جي چوڻي مطابق تہ موت جو معين وقت بہ ٽري سگهي ٿو ڇاڪاڻ تہ الله سائين مجيب الدعوات آهي. حج بدل بہ تہ آهي نہ؟ پوءِ ڇہ عجب تہ هڪ جا چڱا عمل، مالڪ الملڪ ٻئي جي کاتي ۾ لکي ڇڏي. ڇا بہ هجي، شخصي عمل ۽ حسن سلوڪ، عدل ۽ احسان، پنهنجي جاءِ تي اهم ۽ بنياد آهن نجات لاءِ.

ادا شمس، مان ۽ ڪمال ٽيئي ڏيک ويک ۽ ديکا ديکيي کان پري، خاموش طبيعت ۽ هيٺائين ڊگر جا ماڻهو آهيون (اهو ڊگر اکر، انگريزيءَ جي ڊگري اکر يعني سطح سان ڪيڏو نہ ملي ٿو) انهيءَ محجوبيءَ ۾ بابا جي نالي تي ڪوبہ يادگار ادارو، مڪتب يا لئبريري وغيره قائم ڪونہ ڪري سگهياسون، ٻيو نہ تہ جيتري اسان جي هلندي پڄندي هئي ۽ جيترو علي خان ابڙي جي عزت ۽ شان مان هو، ان آهر ڪم از ڪم لاڙڪاڻي جي ڪنهن روڊ يا گهٽيءَ کي ميونسپالٽي معرفت سندس نالي ڪرائي سگهياسون ٿي. علي خان ابڙي جو نانءُ رڳو ماڻهن جي دلين تي نقش رهيو. پر اهي ماڻهو بہ آهستي آهستي الله کي پيارا ٿيندا وڃن. تازو 1995ع ۾ ڪراچيءَ ۾ مونسان هڪ ماستر محمد بشير جوکيو، ويٽل ڪانوڙ نزد ڪراچي، وڏي اُڪير سان ملڻ آيو ۽ اچي بابا جون ڳالهيون عزت ۽ عقيدت سان ڪندو رهيو. وٽس بابا جا ڪتاب ۽ ڪجهہ مخطوطا بہ هئا. عبدالله ميمڻ صاحب،

سابق هوم سيڪريٽري ۽ ڪمشنر، هاڻ ڪجهہ مهينا ٿيا تہ ڪن سي ايس پي آفيسر دوستن سان گڏجي منچر ۽ نئين گاج جي سير تي ويو، ٻڌايائين تہ هڪ صاحب جو ترپارڪر جو هو سو ڳالهين ڪندي اچي جو علي خان ابڙي جي وصفن بيان ڪرڻ ۾ پيو تہ ماٺ ئي نہ ڪري. مڃاڻ تہ هو بابا جي ميرپورخاص ۾ قيام دوران، اتي ئي پليو ۽ وڏو ٿيو هو ۽ هڪ محض لاتعلق شهري ۽ مداح هو. بيا بہ اهڙا ڪيئي قصا.

اڄ تاريخ 10- مارچ 1996ع شام جو چيف جسٽس سيد سجاد علي شاهہ جي نياڻيءَ جي شادي جي دعوت ۾ ويس. وڏا وڏا ماڻهو، آفيسر، جج صاحبان، خود پريزيڊنٽ فاروق احمد لغاري صاحب ۽ چيئرمين سينيٽ وسيم سجاد صاحب بہ آيل هئا. مونکان پرين ٽيبل تي ويٺل ڪجهہ صاحبن بابا متعلق ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ سندس وصفون بيان ڪرڻ شروع ڪيون. مان اٿي وڃي ساڻن مليس. مان کين سڃاڻان ئي نہ پيو. هڪ صاحب تہ مهاجر هو ۽ سنڌي تمام رواني‌ءَ سان ڳالهايائين ٿي. مڃاڻ ڪو ميرپورخاص جا هئا. مون تعارف ڪرايو تہ سڀ ڏاڍي اُڪير سان مليا. ماڻهو هليا وڃن ٿا پنيان رهجو نيڪيون ڇڏي وڃن ٿا جي پيون ڳائجن.

مان جڏهن پٽر تان موٽي ڪپري آيس نہ دوست احباب ۽ آفيسر همدردي خاطر اچي مون وٽ گڏ ٿيا. ذڪر خير هلندي ماستر محمد حسين ڀهوڙ بہ آيو جو بابا جو وڏو مداح ۽ دوست هو. ان کي ڏسي منهنجي دل ڀرجي آئي ۽ ڪچهري مان اٿي اندر هليو آيس ۽ کٽ تي ويهي ڳوڙها اگهندو رهيس جڏهن پندرهن ويهہ منٽ ائين گذري ويا تہ منهنجو حجاڻتو دوست سانوڻ خان بلوچ اندر هليو آيو ۽ مونکي بانهن کان جهلي ٻاهر وٺي ايو. موت جا ڦٽ پلا ڪٿي ٿا ڇٽن. اڄ منداٽي مينهن وانگر اوچتو ڇڪي ٿا پون.

بابا جي ڏاڍي گهڻ پاسائي شخصيت هئي. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ بہ وٽس آفيسر، عالم، مولوي صاحبان، شاگرد، توڙي ڳائڻا پيا ايندا هئا. مون استاد مُنو خان ڪلهوڙو اڪثر وٽس ايندي ڏٺو جو سنڌس ڇوڻ تي راڳ ۽ راڳڻيون ڪيس جهونگاري ٻڌائيندو هو. منو خان جو "اڏر وڃ طوطل" مون ائين روبرو ٻڌو جو نيم ڪلاسيڪل انداز ۾ ڳائيندو هو، پر گگ مر پد" بدران هو اکرن جو ورجاءُ ڪندو هو جيئن طوطل بجاءِ "طوطل طوطل" ڪري ڪلاسيڪل انداز ۾ ورجائيندو هو. ٻيو تہ نهيو بابا وٽ هندو پڳت بہ گهڻو ايندا هئا. هڪ

قد جو نندڙو سنهڙو پتڪڙو ڀڳت جنهن جو نالو دل تي نقش اڄيم شايد ڀوهو ڀڳت اهو وتس گهڻو ايندو ويندو هو ان جي ڀڳت روبرو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ٻه ويندا هئاسون. ڀڳت ڪنور رام جي ڀڳت ٻه هڪ رات اسانجي پاڙي ڪرمان باغ ۾ مون پاڻ ٻه ڏٺي ۽ ٻڌي. ڀڳت صاحب ۾ ڏاڍي نماڻائي ۽ نهٺائي هئي. گهير وارو پهراڻ پائي، پڳڙي ٻڌي. ڇير ڇمڪائي ٻه ڀڳت هڪ ٻئي جي آمهون سامهون بيهي اوراڻا ڏيندا هئا ۽ ڀوءِ ڦيرڙي پائي، ڇير ڇمڪائيندا هڪڙو هڪڙي پاسي ٻيو ٻئي پاسي هليا ويندا هئا ۽ وري وري اوراڻا ڏئي ايئن ڪندا هئا. بابا کي راڳ جي ٻه ڪجهه ڄاڻ هئي. منهنجي زور ڀرڻ تي هڪ دفعو سر سارنگ ۽ سر سورٺ جهونگاري ٻڌايائين ۽ اهو مونکي ذهن نشين تي ويو. سر سورٺ جي ڪافي جي هڪ سٽ ته مونکي اڄان ياد آهي ته، ”هڪ درد اڳيئي دل ۾ گهڻو، ٻيو سڄر سور سمايو آ.“

بابا جي طبيعت ۾ صبر، ڌيرج ۽ شانتي ايترو ته ڀرپور انداز ۾ موجود هئا جو ماڻ ماپ کان متيرو هئا. اونهاري جي سخت گرمين ۽ اٺ تي سفر ڪري، آفيس جو ڪم اُڪلائي، ڌاڪ منجهند جو نماز پڙهي ماني کائي سمهندو هو. تڏهن بجلي جا پکا، ايئرڪنڊيشنر (ٿڌڪارا) يا ريفريجريٽر (برفارا) ڪين هئا. سرڪار طرفان جهلي ڇڪيندڙ مقرر هئا جي جهلي هلائيندا هئا ته در دروازا بند ڪري، اوندهه ڪري سمهبو هو. منجهند جي ننڊ کهڙي نه مٺي تي ٿئي. ڦڪا عرف خدا آباد جي بنگلي ۾، يان بنگلي ۾ توڙي لڪي تيرٿ بنگلي ۾ بابا سمهي ۽ مان پنجن سالن جو ٻار نه ننڊ اڄيم نه سک سان ويهان. نيٺ ورچجي ڇا ڪيان جو آگرين سان بابا جون اکيون ڇڪي پٽيان ته جيئن جاڳي. حيرت آهي جو بابا کي ڪڏهن ڪاوڙ نه آئي. پيشانيءَ ۾ رڳو گهنج ٻه نه پيس. ڪلي چوندو هو بابا اٿارٺو آهي ته سڌ ڪر يا ٻانهن کان وٺي لوڏ. اٿين اکيون ته نه پٽ، پر منهنجي اها ساڳي ٻاراڻي حرکت ۽ ٻي ڳالهه سجهيم ٿي ڪونه، پر ڪڏهن ڪوسا نه ٿيا ڏوراپو ڏئي. رڳو ڪلي ڪٽي ماٺ ڪندا. بس ايترو چوندا ته بابا ڏاڍو زورآور آهين. اهڙي شفيق پيءُ جون اهڙيون شفقتون وسرئي نه ٿيون وسرن جو اڄ ٻه اڇي ڏاڙهي سان اٿئي ويئي ابا ـ امان پٽي پوي. خوش نصيب آهن اهي جن جو ابو ـ امان حيات آهن ۽ اڄان ڪين خدمت جو موقعو ميسر آهي.

بابا جي دوستي تمام محدود هئي، هڪڙو ته متياري وارو الهه بخش

انصاري صاحب جنهن پوءِ حيدرآباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي ۽ الهندي ڪچي ۾ اسان جو پاڙيسري هو. ڪراچيءَ ۾ ٽي چار ماڻهو سڄهن جن وٽ بابا اسان ٻارن کي بہ وٺي ويندو هو ڇاڪاڻ تہ انهن سان گهرو رستو هو. هڪڙو خانبهادر غلام النبي قاضي پاٽ وارو جو سولجر بازار نشتر پارڪ وٽ هڪ بنگلي ۾ رهندو هو. سندس بہ پٽ تمام مشهور ٿيا هڪ اي جي ابن قاضي جو اسٽيٽ بئنڪ جو گورنر ۽ پاڪستان حڪومت جو سيڪريٽري جنرل بہ ٿيو، ٻيو جسٽس بشير قاضي، خانبهادر صاحب وجيهہ شڪيل ۽ تمام شاندار شخصيت جو مالڪ هو. جيتوڻيڪ بابا جو بالا عملدار هئو تہ بہ کيس گهڻي عزت ڏيندو هو ۽ پاڻيءَ جو رستو رکندو هو. امان ۽ اسين ٻار سندس گهر ۾ اڪثر ايندا هئاسون. ڪراچي ڪلچر ايڏو مختلف هو جو 1935ع ۾ خانبهادر صاحب جي گهر واري هڪ انگريز ليڊي جيان لڳندي هئي، ويس بہ اهڙو يعني صرف فراڪ پائيندي هئي ۽ وار ڪٽيل هوندا هئس ۽ اسين انهن ڳالهين تي حيران ٿيندا هئاسين. خانبهادر صاحب ڳالهائڻ جو ڏاڍو فهميدو ۽ مهذب هوندو هو. مونکي ياد آهي تہ هڪ هڪ لفظ جدا ڪري ڏيرج سان ڳالهائيندو هو. مثلاً چوندو هو تہ، ”خان ـ صاحب ـ توهانجي ـ تجويز ـ نهايت ـ مناسب ـ آهي. انهيءَ تي ـ ويچار ـ ڪرڻ ـ کپي.“ اهو سندس انداز ڏاڍو پيارو لڳندو هو. هڪ لڳا وجون تہ پنهنجي پٽ جي ـ اين قاضي سان ڊرافٽ راند وٺو کيڏي ۽ نهايت محو هجي. بعد ۾ پڇڻ تي بابا کي ٻڌايائين تہ سندس مذڪوره پٽ جو ڌيان هڪ جڳهہ نٿو کپي ۽ ان ڪري پڙهڻ ۾ بہ خيال چڙوچڙ ٿي ٿا وڃنس ۽ علم جي حصول ۾ پوئتي پوندو وڃي سو ڊاڪٽر صلاح ڏني آهي تہ سائس شطرنج يا ڊرافٽس راند کيڏو تہ سندس ڌيان هڪ جاءِ کپندو ۽ پڙهڻ ۾ بہ هوشيار ٿي ويندو. ٿيو بہ ائين جو قاضي صاحب نهايت محنتي ۽ چالو آفيسر ٿيو ۽ آءِ سي ايس جو امتحان بہ پاس ڪيائين. ڏسو شطرنج جا رنگ.

اتي ئي سولجر بازار وٽ وڏا بنگلا هئي جتي معزز مسلمان آفيسر ۽ ٻيا وڏا ماڻهو رهندا هئا سائين جي ايم سيد جو بنگلو حيدر منزل بہ اتي ئي آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي بہ اتي پرسان ئي رهندو هو. ٻيو بنگلو هو مسٽر علي بخش چنا جو جيڪو ان وقت ڪراچيءَ جو سٽي مئجسٽريٽ هو جو تمام اهم ۽ بااثر عهدو هئو. جسٽس ضياءالحق چنا سندس فرزند آهي. انهن تي بہ اهڙو

ڪراچي ڪلچر جو اثر هئو جو انگريزي پتلون ڏينهن رات پٽي هوندي هئن. اسين سلوار قميص وارا. سو اها ڳالهه پسند نه ڪونه ڪندا هئا پر مورڳو سلوار قميص واري سان ڳالهائڻ ۾ به گهٽتائي سمجهندا هئا. علي بخش چنا صاحب جي بابا سان گهاٽي ياري هئي، ايتري قدر جو اسان ٻارن جي ڪنن تي اهي ڳالهيون به پيون ته ڪا سڱابندي ٿيڻ واري آهي. اها ڳالهه ڪانه ڪبي. خدا جي ڪرتي اهڙي ٿي جو مان ستن اٺن سالن جو هئس ته مونکي پيٽ ۾ سخت سور پيو جو لهي ئي نه. تن ڏينهن ايڪسري وغيره ته هئا ڪونه پر ڊاڪٽر پوهومل سمجهي ويو ۽ بابا کي سمجهاياڻين ته هي اپينڊڪس جو سور آهي. ان لاءِ آپريشن ضروري آهي جا لاڙڪاڻي ۾ ڪانه ٿيندي، دير نه ڪر ڪراچي وڃو. بابا اهڙو ڪو تاثر نه ڏنو ته متان گهر وارن کي هراس ٿئي سو رڳو ايترو چيائين ته ڪراچي علاج لاءِ وڃڻو پوندو. امان هراسجي ته وئي پر هڪدم تياري شروع ٿي وئي. ان ڏينهن تياري ڪا اڄ جيان ڪانه ٿيندي هئي جو بئگ ۾ به وڳا وڌا ۽ ماڻهو روانو ٿي ويندو. ڪٽڪ پيسائي اتي جون ڳوٽيون تيار ڪيون ويون. چانورن جون ڳوٽيون، سچي گيهه جا وڏا دٻا، مرچ مسالا، نوان سليتا (بيڊ، ڪور) گهرايا ويا جن ۾ بسترا بند ڪيا ويا. ڪپڙن جون لوهي ٽرينڪون ڪلفن سان تيار ڪيون ويون. مامو جمعو ته هئو ئي پر پيو به هڪ نوڪر ۽ مائٽ موسيٰ سانگي ساڻ ڪنيوسين ۽ ٻاڙي جي هڪ مائي اسماعيل ماء، نوڪرياڻي طور شامل ٿي. بابا پنهنجي ڄاڻ سڃاڻ سان حسن علي آفندي مرحوم وارن ڪان هڪ فليٽ، خورشيد لاج بلڊنگ آرام باغ روڊ تي ورتي جا هنن مهربانن بنا مسواڙ جي ڏني. اها خورشد لاج اڄڪلهه ڊهي وئي آهي جا پروفيسر اياز قادري واري ڏني رام بلڊنگ لڳ هئي، چار ٻائر، به پينر، امان بابا، به نوڪر ۽ هڪ نوڪرياڻي اچي ڪراچي رهياسين. ڪراچي عجيب پئي لڳي، پڪا روڊ، وڏيون وڏيون بلڊنگون، تڏيون هوائون ۽ جهڙالو جڻ نه ملڪ ئي ڪو ٻيو هو، پر انهن اوچين بلڊنگن ۾ اسماعيل ماءِ اهڙو اچي منجهي جو پندڻ لائي ڏنائين نه منهنجو ساهه ٿو گهٽجي مونکي واپس موڪليو. نيٺ روئي، رئو لاهي امان جي پيرن تي رکيائين. امان کيس ڪجهه خرچي ڏئي، ٽڪيٽ وٺي ريل ۾ چاڙهائي ڇڏيو ۽ هوءَ هلي وئي. ڪراچي جو دستور اهڙو جو رڳو بيا ڊبل روٽي کائين جا ٿيڪي ۽ بنا ذائقي جي هئي. اسان کي ڪل تڏهن آئي جڏهن هڪڙو ماڻهو گاڏڙي تي مٽي ڪٽي وڪڻڻ جا هوڪا پيو ڏئي.

چيوسين مار ڪراچيءَ ۾ مٽيءَ جو بہ مان آهي جو ٽڪن تي تي ملي. ڪراچيءَ ۾ هوائون تن ڏينهن ۾ اهڙيون تيز گهلنديون هيون يا جايون اهڙو هوا جي رخ تي نهيل هيون جو وچايل هندن تان چادرون اڏامي وينديون هيون. اهو انجنيئرن ۽ معمارن جو ڪمال هو جو سنڌ سيڪريٽريٽ جهڙي بلڊنگ ۾ پڪا بہ لڳل ڪونہ هئا پر آمهون سامهون وارا در کول تہ ميز تان ڪاغذ بہ اڏامي وڃيندا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پڙهيل اڻ پڙهيل ڪوڙيون ڏگريون ڪٽي هر محڪمي ۾ گهسي ويا ۽ اهڙيون ڏبهڙ جايون ناهيائون ۽ اهڙي شهري رٿابندي ڪيائون جو هوا مورڳو ڪيڏانهن منهن ڪري ڀڄي وئي. گهر جهڙا ڪبوترن جا ڏڙبا. گٽر ڀيا اٿلن. مينهن پوي تہ تلاءُ ۽ ڏبا نهيو پون. گهٽ ۽ ڪسمرو اهڙو جو ساهہ ڀيو نڪري. مٿان ڏنئونس وري اها تہ ڪراچيءَ جي موسم، معشوق جي مزاج جيان تبديل تي وئي آهي. اهو معشوق بہ ظاهر آهي تہ ڪوئي هڪ درجن رقيب رکڻ وارو سندن ئي ڪڙم قبيلي جو هوندو. اسان تي ٽوڪ اها تہ سنڌي سڀ اڻ پڙهيل ۽ گڏهہ گاڏي ۽ اٺ گاڏي هڪلڻ وارا تن کي شاندار رهائش جو شعور ئي ڪونهي. نڪي مرچ مسالي ۽ طعام مان چاٽن تنهن ڪري احسان ڪري اسان کي ڪلچر سيکارڻ ۽ حڪومتي گر سمجهائڻ آيا آهن. پاڪستان تي بہ ٽورو اسان تي بہ ٽورو. مون تہ ڪوبہ اهڙو هڪ بہ اديب، دانشور، آفيسر، نواب، نوابزادو نہ ڏٺو جنهن وٽ ”امان ياٽچوت، سالا ۽ چوتيا“ جو ڪلچر نہ هو. سڌريل وري اهڙا هئا جو حيدرآباد ۾ هندن جي محل نما مڪانن ۾ جو سنگ مرمر جا چلهن وارا ڪاڪوس ڏٺائون تہ انهن کي بورچيخانا سمجهي انتي رڌ پچاءَ شروع ڪيائون. اها سزا حقيقت ۾ اسان کي ملي آهي. پنهنجو ڪيتو ڀيا لوڙيون جو پنهنجا هڏڏوڪي، هم زبان ۽ هم وطن نرم مزاج ۽ نياز نوڙت وارا پاڙيسري ڪڍي، ياجوج ماجوج آڻي وهارياسون جن اسان کان اسان جي ڪلچر کان ۽ اسان جي ٻوليءَ کان نفرت ڪئي ۽ اسان کي ماري ڪٽي، ڪُهي پنهنجي ابن ڏاڏن جي گهرن ۽ شهرن مان لوڏي ڪڍيائون. حد کان وڌيڪ شريف ٿيڻ بہ ڏاڍو خطرناڪ عمل آهي. پنهنجي ورثي جي پاڻ حفاظت نہ ڪبي تہ ٻيو ست ڏاريو ڪيئن ڪندو. اسان رڳو مذهب جي پُٺي رسي کي چنبڙي پياسون. اها پتي رسي پلا ڪيئن تي بچاءَ ڪري. اڳي ئي هنڌان هنڌان ٽٽي پئي هئي. مذهب ۾ ئي سؤ فرقا ٿي پيا آهن ۽ هڪٻئي جي رت جا پياسي آهن. مذهب تہ رڳو ڍڪو

سلو آهي باقي اصل ۾ تہ هرڪو پنجابي، پٺاڻ، سنڌي، بنگالي ۽ اڙدستاني آهي. اها ڳالهہ مولانا ابوالڪلام آزاد اڳ ۾ ئي صاف سڌي طرح چئي ڇڏي هئي. بلڪ اڳڪٿي ڪري ڇڏي هئي. پر اسان بہ مولانا جي ٻڌي نہ علامہ المشرقيءَ جي. هيءَ ياجوج ماجوج جي قوم تہ اصل کان نرلجي، نڪ پڪي ۽ پُستيون هٽڻ واري هئي. مولانا آزاد جهڙي نفيس، شريف، عالم ۽ ديندار شخص تي عليڳڙهہ ريلوي اسٽيشن تي گاڏي اندر گهڙي حملو ڪري هاٿا پائي ڪري سندس بيعزتي ڪيائون پوءِ بہ سڄي هندستان مان ڪنهن هڪ مسلمان بہ ان بي شرميءَ جي عمل جي ننڊا نہ ڪئي. الٽو هنبوڇيون هٽڻ ۽ خوش ٿيڻ لڳا ڇڻ ڪو وڏو تير ماريو هجين. مٿان جناح صاحب بہ مولانا کي شـو بواءِ آف ڪانگريس يعني ”ڪانگريس جو گـڏو“ چئي. جهـڙوڪر شربسندن جي پٺي ٺپري ڇڏي. ڪهڙا اندر جا ڦٽ کولي ڪهڙا کولجن. ڪاغذ ڪارا ڪبا تہ اهو دفتر ڪتندو ئي ڪونہ. اکين ڏٺا شاهد آهيون ۽ اندر ۾ اهڙا ۽ ايترا ڦٽ آهن جو کولبا تہ جدا دفتر ٿي ويندا. اسان وٽ چوٽيون بہ اهڙيون آهن جو الٽو ڳچيءَ ۾ پئجي ٿيون وڃن. ڇي مِني بہ ماٺ، مُني بہ ماٺ. اٿين هوندو، پر معروضي حالتن هيٺ، هينئر ۽ ههڙي دور ۾ ماٺ مِني ڪيئن چئبي؟ ها صبر ۽ دفاعي تياري لاءِ چئجي تہ پوءِ ٺيڪ آهي. نہ تہ هاڻي تہ ماٺ، مُني آهي، جٺ آهي، تعدي آهي.

سو ڳالهہ پي ڪيم بابا جي دوستن جي، علامہ عمر بن محمد دائودپوٽي سان تمام گهٽيون روح رهاڻيون هئس. هڪ دفعي سڄي فئملي کي ٻگهوڙي بگيءَ ۾ چاڙهي علامہ صاحب جي گهر وٺي ويو. اهو گهر، خدا نٿو پلائي تہ عامل ڪالونيءَ ۾، اڄ جي ڊاڪٽر قمر صديقي جي نئشنل هاسپيٽل جي پنيان هئو. ڊاڪٽر صاحب ۽ بابا تہ ٻاهر ٿلهي تي ڪچهريءَ ۾ ويهي رهيا. اسين ٻار، اديون ۽ امان اندر گهر ۾ هليا وياسون. مونکي جيترو ياد پوي ٿو تہ ڊاڪٽر صاحب کي رڳو نياڻين جو اولاد هئو. بہ نياڻيون تہ ذري گهٽ جوان يعني تيرهن چوڏهن سالن جون هيون ۽ اسان ٻارن سان نهايت شفقت سان پيش آيون. انهن مان هڪ نياڻيءَ جي شادي حيدرآباد جي مشهور وڪيل ۽ رڄ چڱي مڙس الهہ بچايو آخوند سان ٿي، جنهن جو فرزند عبدالحميد آخوند نهايت قابل ۽ صاف ذهن وارو وڏو آفيسر آهي. ٻي نياڻي کي ڪنهن بدمعاش چور، زيل پاڪ جي بنگلي ۾ قتل ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر صاحب ٻي شادي بعد ۾،

حيدرآباد جي مشهور شخصيت ڊاڪٽر ضياءالدين شيخ جي پيءُ سان ڪئي. علامہ صاحب کي بابا لاءِ ۽ بابا کي علامہ صاحب لاءِ ڏاڍي عزت ۽ محبت هئي. ڊاڪٽر اياز حسين قادري ڳالهہ ٿو ڪري تہ جڏهن علامہ صاحب کي بابا جي موت جو ٻڌايو ويو تہ آبديده ٿي ويو ۽ وفات جي تاريخ ڊائري ۾ نوٽ ڪري ڇڏيائين.

بابا جو حجائتو ۽ گهاٽو يار هو مسٽر علي بخش چنا، سٽي مئجسٽريٽ ڪراچي جو. ان ڏينهين، 1932ع ۾ وڏو اهم عهدو هو. چنا صاحب قابليت ۽ چڱي طبيعت ڪري وڏو اثر رسوخ وارو هئو. مونکي سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ داخل ڪيو ويو. ڪرنل سمپسن سول سرجن هو ۽ سندس بنگلو بہ اتيئي هو. اها اسپتال اڄ واري نہ هئي جو رڳي ڌپ ۽ گندگيءَ جو ڍير لڳي پئي آهي. بس اهو سامهون وارو پٿر جو نهيل بلاڪ هو. صفائي اهڙي جو مک پئي ترڪي. صبح شام ٽائيلس وارو فرش فنائيل جي پاڻيءَ سان ڌوپبو ۽ اگهبو هو. نرسون گهڻو ڪري اينگلو انڊين هيون. سهڻيون اهڙيون جهڙو پريون. پاڻ تہ وڻنو ڏسجين. مان هئس ٻار سو مون سان تہ ڏاڍو پيار ڪنديون هيون. ٽوال سان لڱ اگهي، ڪپڙا مٽائي، سينڊ ڪدي، ڦٽي ڏئي منهنجا ڳٽا پٽينديون هيون. ذري پرزي جو خيال ڪنديون هيون ۽ ڏاڍو ڏيان ڏينديون هيون. اڄڪلهہ جي نرسن جيان ڪونہ، جو هڪ تہ ڇُهڙن جهڙيون، مٿان پاڻ کي سمجهن اپسرائون ۽ ڳالهائڻ جون رکيون ۽ کهريون ۽ ڊيوٽي کان جواب. هڪ انگريز نرس تہ ڪرسي وجهي منهنجي پرسان ويهي رهندي هئي ۽ دل وندندي هئي. منهنجا وار هئا گهاٽا ۽ وڏا سو ڦٽي ڏئي چوندي هئي، "اب بيبي بن گئي". نيٺ آپريشن وارو ڏينهن بہ ايو. بابا نہ مونکي ٻڌايو نہ گهر وارن کي. پاڻ ۽ مسٽر علي بخش چنا اسپتال ۾ ويٺا رهيا. جڏهن مونکي اسٽريچر تي کڻي هلڻ لڳا تہ بابا چيو تہ رڳو چڪاس ڪري واپس ڪندا. خيال هئس تہ مٿان ڊڄي. پاڻ ۽ چنا صاحب اسٽريچر جي پنيان پنيان پيي آيا. جڏهن هڪ دروازي وٽ آيا تہ مون پڙهي ورتو تہ آپريشن ٿيئٽر لکيل هو، سو وٺي بابا بابا ڪري سڏ ڪيم تہ مٿان بابا کي ٻڌائڻ بنا آپريشن پيا ڪن. دروازو بند ٿي ويو تہ بہ مان بابا بابا ڪندو رهيس تہ خبر نہ پويس. تن ڏينهين نہ بيهوش ڪرڻ وارا ماهر هئا نہ بيهوشيءَ جي سئي. ڪلوروفارم جو هڪ ڪوپو ڪٽي نڪ تي رکيائون. مونکي ڏاڍي گهٽ ۽ مونجهہ ٿي سو هٿ سان ڪوپو ڪٽي پري ڪيم.

پوءِ تہ ھٿ پير ڪٺي جھلياءُون ۽ مان ڦٿڪندي ڦٿڪندي بيھوش ٿي ويس. پوءِ جڏھن اسان ڪاليج ۾ ڏيڏر ۽ سھي کي ڪلورو فارم سان بيھوش ڪرڻ لڳاسون تہ ڏنم تہ ويچارا ڪيئن تہ تڙڦيا ۽ ڦٿڪيا ٿي. بابا جو منجھند تائين ڪونہ موٽيو تہ امان سمجھي وئي ۽ ويچاري قرآن مٿي تي رکي ڪلٺي آسمان ھيٺان بيھي رُئندي ۽ دعائون گھرندي رھي. آپريشن ڪري مونکي ٻاھر ڪڍيائون تہ مونکي ھوش ٿي نہ اچي، شايد ڪلورو فارم، انداز کان ڪجھہ وڌيڪ اچي وئي ھئي. نيٺ ٽيپھريءَ جو امان کي گھراياءُون. بابا ۽ مسٽر چنا بہ شام تائين بيٺا رھيا. ڊاڪٽر بہ پريشان. نيٺ ڊاڪٽر سمپسن پاڻ آيو ۽ چڪاسي چيائين ڪو خطرو ناھي. نرسون مونکي جاڳائڻ لاءِ ٿڦڙون پيون ھڻن پر مان ٻڙھہ ٻٽ. بابا جو وڏي دليري سان اڏول ٽيو بيٺو ھو سو ان کي چيائون تہ تون سڏ ڪرينس. بابا جو جمال جمال ڪري بہ سڏ ڪيا تہ اچي روئڻ ۾ ڇٽڪيو. امان چوندي ھئي تہ دل جي بيماري ان واقعي کان ٿيس. ڊاڪٽرن منھنجي پيٽ ڇاتيءَ کي زور ڏنا تہ وات مان گجي نڪرندي رھي ۽ نيٺ اکيون کوليم تہ سيني جي جان ۾ جان آئي. اتي اچي اونده ٿي ۽ سڀ ھليا ويا. اھو قائدو ھو. رڳو موسو نوڪر مون وٽ رھيو. ٽي ڏينھن ڪاڏو تہ ٿھيو پر پاڻي بہ ڪونہ پيا ڏين. پاڻي بجاءِ ھڪ دوا گاڏڙ پاڻيٺ چمچي سان پيا ڏين. مان پيو منٿون ڪيان تہ خالص پاڻي، خالص پاڻي، پر انتظام اھڙو جو مجال آجو ھڪ ڦڙو پاڻي جو مليم. ٽن ڏينھن کان پوءِ اسپتال جي ماني ڏنائون. اھا اھڙي سٺي جو مزو اچي ويو. ڪسٽرڊ ۽ ميوو بہ ماني سان گڏ. اھڙو ھو انتظام ۽ ايمانداري،جي ھٺي اڄ ناپيد آھن. بستري تي اٿڻ بہ ڪونہ ڏيندا ھئا. پيشاب بہ ٿامچينيءَ جي ٿانءَ ۾ ڪرائيندا ھئا جو موسو وڃي غسلخاني ۾ ھاري ايندو ھو. مھينو کن اسپتال ۾ رھاياءُون. ڦيٿن واري ڪرسيءَ تي گھمائيندا ھئا. آخري ڏينھن تي امان پيشاب ڪرايو ۽ وڃي ھاري آئي تہ صفا پيلي ٿي وئي چي گھوڙا پيشاب رڳو رت. امان جو وھم تہ شايد پيٽ ۾ يا آندي ۾ ڦٽ آھي. پر موسو چوي تہ اھڙي تہ ڳالھہ ڪانھي روز ڳاڙھو پيشاب ايندو آھي. امان پوندو گھروڙي ڏنس چي ھھڙا تھڙا تو ڳالھہ بہ ڪانہ ڪئي. ڊاڪٽر کي سڏايو ويو ۽ ڊاڪٽر سمپسن پاڻ آيو ۽ مونکي ۽ رڪارڊ کي چڪاسي چائين تہ ڪو فڪر نہ آھي، بلڪل ٺيڪ آھي. ھلي گھر وٺي وڃوس. مٿاني ۾ ننڍڙي پٿري ھئي، جنھن معمولي زخم ڪري وڌو آھي.

دوائن سان پٽري پاڌهئي ڳري نڪري ويندي. تيو بہ ائين. اهڙي هئي تشخيص، بنا چڪاسن ۽ بنا ايڪسري جي. اهي پٽري جون دوائون مونکي اڃان بہ ياد آهن. هڪ يورو بونل، ٻي سالوٽي، ٻوءِ بہ مونکي ڏاڪڻ لهڻ چڙهڻ، ڊوڙڻ، ٻڪڻ ۽ سائيڪل هلائڻ جي ڇهن مهينن تائين منع هئي. بهرحال آپريشن وارو سڄو ڏينهن، صبح کان شام تائين، مسٽر علي بخش چنا، بابا سان ٻٽ اسپتال ۾ ويٺو رهيو ۽ ڊيوٽيءَ تي ڪونہ ويو. مونکي جنهن ڏينهن اسپتال مان ڊسچارج ڪيا ڪن تہ مان ڏکاروهئس. نرسن جو پيار، اسپتال جو ماحول ۽ سٺو ڪاڌو. سيني مونکي گهر جهڙو بلڪ گهر کان بہ چڱو پيار، محبت ۽ سک ڏنو. اهڙو هئو انتظام ۽ ڊاڪٽرن ۽ نرسن جو ورتاءُ، تن ڏينهن. اڄڪلهہ تہ سڀ ڪو پيو ڇڪي ۽ ڏاڙهي ۽ اسپتالون گند ۽ ڏپ جو مرڪز ٿي ويون آهن. ڊاڪٽر هڪڙو انگريز ٻيا سڀ هندو ماڻهو شيوا ڌاري سو جيڏي مهل سڏ ڪجين تہ هڪدم هليا اچن. اسان مسلمانن وانگر ڪونہ جو طور خان ۽ صاحب ٻٽيو آڪڙ خان تيو پيا گهمن. لاڙڪاڻي آياسون تہ اوڙي پاڙي وارا ۽ ڳوٺ جا مائٽ بہ ٻهچي ويا. همدردي ۽ پائبيءَ جا اهي نظارا ياد ٿا اچن تہ اکين ۾ پاڻي پرجي ٿو اچي. اڄ در در سان گڏ آهي تہ پورو سڃاڻن بہ ڪونہ، اچڻ وڃڻ تہ نهيو. ڏوهہ اسان جو پنهنجو آهي. ماڻهو تہ قرب وارا آهن، ماڻهو تہ آهي ئي ملنسار جانور پر هي مڪينيڪي (مشيني) دور اهڙو آيو آهي جو اسين پاڻ ئي ڪل پرزي جهڙا بيجان ۽ بي حس ٿي ويا آهيون. آئي جو آدر نہ ڪبو تہ اڳلو ڇو ايندو. ڪنهن جي گهر سيڙجي ملڻ ٿو وڃجي تہ اڳوات ٻڌائي ۽ وقت وٺي وڃڻو ٿو پوي. سو بہ پڇندا تہ ڪيئن اچڻ ٿيو؟ اهو ڪيڏو نہ ناموزون ۽ اڻ سهائيندڙ سوال آهي. ملڻ تہ نهيو رڳو ڪنهن کي فون ڪيو تہ بہ پڇندو تہ يلا ڪيئن فون ڪيوَ، حڪم ڪيو. مان انهيءَ کي سڏيندو آهيان ڪراچي ڪلچر پر هاڻي اهو ڪلچر سرحدن جو پابند نہ رهيو آهي. پائي هي بہ ڪا ڳالهہ آهي جو ڪنهن کي ياد ڪري خوش خير عافيت لاءِ فون ڪجي تہ اڳلو ورِي پڇي تہ ڪم ڪهڙو اٿئي. مان تہ چئي ڏيندو آهيان تہ سائين معافي ملي اڳتي فون ڪونہ ڪنداسون. حيدرآباد ۾ وڪيل هوندو هو مسٽر نور محمد ٻگهيو، مرحوم گذاري ويو آهي. لطيف آباد ۾ پاڙيسري هئاسون. سو چڱي حجائتي دوستي ٿي وئي. مون وٽ تہ چا، مرحوم جو ڪنهن بہ ڪورٽ ۾ ڪيس ڪونہ هوندو هو. هو روينيو جا ڪيس ڪٽندو هو ۽ ان ۾ ماهر ليکيو

ويندو هو. اڪثر بورڊ آف روينيو ۾ سندس ڪيس هوندا هئا. هڪ ڏينهن ڪورٽ ۾ مان پنهنجي چئمبر ۾ ويٺو هئس تہ نور محمد صاحب حجت ڪري هليو آيو. اتي هٿ ڏنومانس ۽ ڪرسيءَ تي ويٺو. مان جو ڪم مان ورچيو ويٺو هئس سو سڌو سنئون سوال ڪيومانس تہ ٻڌايو صاحب حڪم؟ هن بہ نہ ڪئي هم نہ تم اتي سلام ڪري چيائين. صاحب سلامالیڪم. اڳي بہ ڪڏهن ڪم سان آيا آهيون، جو اڄ تا ايئن چئو." مونکي هڪدم پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ اتي بيهي ڪيس سڌ ڪري چيم تہ ويهو، تہ ويٺو تہ ڪونہ الٽو چيائين تہ صاحب جڏهن ڪم پيو تہ اينداسين ۽ هليو ويو. مان پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو شرمسار ٿيس ۽ شام جو سندس بنگلي تي ويس ۽ چار ٿهڪ ڏئي موڪلايوسين، پر ندامت جو احساس اڄ بہ اٿم. اڳي ڪو قدم پري ايندو هو تہ چنبڙي پئبو هئس ۽ وڃڻ ڪونہ ڏبو هئس. اتي موڪلائيندو هو تہ بہ چئبو هئس تہ نہ ويهو. مامو حاڪم اسان وٽ ايندو هو تہ مامي جو بوٽ لڪائي ڇڏيندا هئاسين، تڙ تڪڙ ۾ اتي بوٽ ڳولهي ڳولهي، ڪلي ويهي رهندو ۽ چوندو هو تہ ٻارن بوٽ لڪائي ڇڏيو آهي نهيو ٺٿو وڃان. پوءِ اسين وٺي خوشيءَ مان تاڙيون وڄائيندا هئاسون تہ مامو امان کي چوندو هو ادي ڏنئي نہ ٻارن جا ڪم؟ اهڙو هو پيارو زمانو ۽ پيار ونڊڻ جو هنر. اڄ اهڙو نفسانفسي جو دور ايو آهي جو ماني پئي ميز تي رکجي ۽ مهمان پڳا پيا وجن پنهنجين جيبن ۽ ڳاڏين ڏانهن. اڙي سائين ويهو ماني کائي وڃو تہ پيا واڇ ڏي ڏسندا تہ سائين تائيم ڪونهي، پر منهنجو مرحوم دوست ٽپيدار تڳوسر وارو احمد خان رئيس اها ڳالهہ اصل نہ مڃيندو هو. هن جا وزندار ۽ حقيقت پسندانہ پنهنجا نجي خيال ۽ تجربا هئا. سو چوندو هو تہ "پاڻو ماني ڪارائڻ واري جي نيت سچي ۽ پختي هجي تہ پوءِ مجال آ جو ڪائڻ وارو نہ ڪائي". اها ڳالهہ بہ سورنهن آنا سچي آهي ۽ وزندار. ڪجهہ پاڻ ڏي بہ ڏسجي. ٻيل ڪارتبجيءَ چواٺي، غلطي پاڻ ۾ ڳولهجي. پٽائي گهوٽ بہ سسئي جي زباني چيو "ونگيئي ڪين وارن سين تن ڳورن جا ڳوڙا". ڏسو سسئي پنهون توڙي ڏيرن کي بيڏوهي نهرائي، پنهنجي غلطي ۽ ويسلائي ڏي تي ڏسي. چي ائن جا ڳوڙا پنهنجي وارن سان ٻڌي ڇڏين ها تہ ڪو پنهون وڃي ها ڇا. اهو سوچي چيم ملا سچو آهين. احمد خان کي اسين سڀ دوست ملان احمد ڪري سڏيندا هئاسين. الله هن کي ملان جهڙو علم لدني عطا ڪري ڇڏيو هو. ڳالهہ آهي اندر ۾ جهاتي پائڻ جي ۽ پاڻ کي ڏوهي سمجهڻ جي. اڄ هر ڪنهن جي هوڏ

تہ مان بيڏوھي ۽ اڳلو ڏوھي. پوءِ لتيون ڪھاڙيون (اڄ جي زبان ۾ بندوقون) ڪڇنديون ڪِ نہ؟ شاھہ سائين سچ چيو تہ نمي ڪمي نھار. نمڻ ڪمڻ جو مطلب ياڙيائپ ۽ بزدلي ڪونھي. تربيت، تياري، سجاڳي ۽ ترتيب پنھنجي جاءِ تي اھم ۽ ضروري آھن. نمرتا ۽ گيدبيٽي وچ ۾ ھڪ اڻ لکو سنڌو آھي. ڏاڍ، ڏمر ۽ ڏنگي يا بري تي بڇ تہ ڪرڻي ئي ڪرڻي آھي. اھا عين عبادت آھي. ملان احمد ہي بہ ھڪ پتي جي ڳالھہ ڪندو ھو. ڪنھن ڪاموري يا آفيسر جي ڳالھہ ھلندي ھئي تہ فلاڻو ڪھڙو ايماندار ھڙو آنيسٽ تہ ملان چپ ڪري ٻڌي ٻڌي چوندو، مان نہ مڃيان. اڙي ملان فلاڻو تہ نپ آنيسٽ آھي، تہ بہ چوندو، مان نہ مڃان. ھا قيمت وڌيڪ ھوندس. باقي آنيسٽ ھڪ الله آھي. قيمت وڌيڪ ھوندس. اھو بہ ھڪ وڏو سچ آھي پر سڄو سچ نہ. مون شمس السين صديقي ولد ماستر تاج محمد صديقي رٽائرڊ سيشن جھڙا عملي توڙي ذھني ايماندار شخص ڏٺا آھن جي ڪنھن بہ قيمت تي ڪونہ وڪاڻا. ملان احمد جي ڪسوٽي پنھنجي جاءِ تي سچي پر تڏھن بہ، اھان پڻ آھين ڪلجڳ ۾ ڪاپڙي. جسٽس محمد بچل ميمڻ جون ڪھاڻيون تہ گھڻن کي ياد ھونديون. مون تہ پنھنجو ہيءُ ڏنو جنھن جو ملان احمد بہ متعرف ھو. ڳالھہ ہي ھلي منھنجي آپريشن جي. ڳوناڻن جو منھنجي پيٽ تي چير ۽ ٽاڪن جا نشان ڏٺا سو حيران پيا ٿين. ڇي بلي انگريز بلي، پيٽ ڦاڙي مرض کي جڙئون ڪڍيو ڇڏين. ھاڻي تہ اپينڊڪس جي آپريشن اھڙي عام رواجي ٿي وئي آھي، جھڙو طھر، اسڪول ويس تہ منھنجي ماستر سائين ھمت سنگ بہ سڌي پيار ڪيو ۽ مٿي تي شفقت پريو ھٿ ڦيريو.

بابا جو مونکي بيھوشيءَ جي عالم ۾ سڏ ڪري روئڻ، مون تہ ڪونہ ڏٺو پر سوچي اڄ بہ غمزده ٿي وڃان ٿو. اھي ٿورا ۽ محبتون ڪي وسارڻ جون آھن. وساري نٿيون وسرن. مان پاڻ بہ اھڙين وارداتن مان گذريو آھيان ۽ اھي گھڙيون ڏاڍيون اذيتناڪ ٿين ٿيون. انھيءَ واردات جي ڪري يا ھونئن ئي، بابا جو پيار ۽ شفقت مونسان مڙيئي متيرو ھئو. يا مان ائين سمجھندو ھئس. مان آخر گھڙيءَ تائين ساڻس گڏ ھئس. سندس نبض جي ٽڪ ٽڪ اڄ بہ منھنجي ذھن ۽ آڱرين ۾ محسوس ٿيندي آھي جو اتاولي مان ھر ھر سندس نبض تي ھٿ رکندو ھئس. اڄ رڳ رڳ ڪيس دعائون پئي ڪري.بلڪ لکين ماٺھن جون دعائون متانئس نڇاور ٿيون ٿين جن کي پڙھائي، علم ۽ اخلاق ڏني،

مان وارو شهري ٻڌاياٿين. مير علي احمد خان ٽالپر چوندو هو تہ سندس گرو ۽ گائيڊ علي خان ابڙو هو، حالانڪ مير صاحب پاڻ وڏو عالم، حافظ قرآن هو ۽ ڪڏهن بہ بابا جوشاگرد نہ رهيو هو. جڏهن بدر کي ضيائي مارش لا دوران جيل ۾ وڌو ويو تہ مير صاحب ڊفينس منسٽر جي حيثيت ۾ سرڪاري طرح ضياءالحق کي خط لکي موڪليو تہ ملٽري وارن منهنجي گهرڻيندڙ جي پوٽي کي بيگناهہ جيل ۾ وڌو آهي. اهڙي جرئت صرف شاهي خاندان جو مير علي احمد خان ئي ڪري سگهيو ٿي. ان خط جي ڪاپي سرڪاري طرح مون ڏي بہ آئي جا مون وٽ هٿيڪي هوندي. بنا شاگرد هوندي، ڪنهن ماڻهو جي علم، اخلاق ۽ ڪردار مان ايڏو متاثر ٿيڻ معمولي ڳالهہ ناهي. اهو خط مون ملٽري ڪورٽ ۾ پيش نہ ڪيو. جيتوڻيڪ اسان جي وڪيل جسٽس شفيع محمدي اسرار ڪيو. مير صاحب سان ڳالهہ ڪيم تہ مرڪندي فرماياٿين تہ سرڪار، اهو تعويذ اتي اڳ ۾ ئي پهچي ويو هوندو ۽ يقيناً اسان جي ۽ اسانجي قوم تي علي خان ابڙي جا احسان ناقابل فراموش اهن.

## قدر جوهر، جوهري بداند

ڪنهن بہ ماڻهو جي عظمت جي ڪسوٽي آهي، سندس واسطيدارن جي اخلاقي، معاشي ۽ اقتصادي ترقيءَ تي. پير، بزرگ ۽ چڱا مڙس پاڻ وڃن ترقي ڪندا، ماڙيون اڏيندا ۽ زميندارين وڌائيندا ۽ سندن مريد ۽ پوئلڳ وڃن پوئتي پوندا ۽ بد کان بدحال ٿيندا. اهو ڪهڙو فيض آهي؟ بس رڳو ٺڳي جو ناهہ آهي. نبي سڳورا ﷺ جن آيا تہ پاڻ اهوئي فقيري حال، سادو ڪاڌو يا لنگهڻ، سادو ڪپڙو، پٽ تي سمهڻ وغيره. هي پير صاحب ڏسو تہ ڪوٽ قلعا ماڙيون بنگلا اڏيندا وڃن ۽ سندن پوئلڳ ساڳيائي جاهل، اڻ پڙهيل ۽ سچا، جيڪي تورو گهٽو هجين سو بہ پيرن جي حوالي. انهيءَ ڪسوٽيءَ تي پرکيو تہ ڪري ۽ کوٽي جي جاڻ سؤلائي سان پئجي ويندي. بابا هڪ نوڪر يا پٽيوالو رکيو جان محمد جمالي، سندس تعليم ۽ تربيت بہ ڪندو رهيو. نيٺ ان کي ماستر ڪياٿين. اهو ساڳيو جان محمد جمالي سنڌي اُستادن جو وڏو جوشيلو اڳواڻ ۽ مثالي استاد ٿي ويو، ڪڏهن ڏاڍ آڏو ڪونہ جهڪيو ۽ جيل بہ ڪاٽياٿين.هي تہ ٿيو جهرڪڙيءَ کي شاهين بڻائڻ، بيو ڇا. انهيءَ ليڊري واري زماني ۾ بہ مونکي ڪٿي ڏسندو هو تہ ڏاڍي قرب ۽ نوڙت سان هلي اچي ملندو هو.

هرقل شهنشاهہ روم، پنهنجو خاص داناءُ ماڻهو موڪليو مدينه منوره تہ پنهنجي سر جاچ ڪري اچي تہ پيغمبر اسلام ﷺ ۾ اُها ڪهڙي خاص ڳالهہ آهي جو ماڻهو سندس فدائي بڻجي ٿا وڃن. ان ماڻهوءَ جيڪا رپورٽ ڏني سان دلچسپ ۽ وزنائتي آهي. چيائين تہ، جيڪو بہ وڏو ماڻهو رسول عربي ﷺ سان ملي ٻاهر اچي ٿو سو پاڻ کي ائين ٿو سمجهي تہ هن جهڙو معمولي ماڻهو ٻيو ڪونهي، انهيءَ جي برعڪس جيڪڏهن ڪو معمولي ماڻهو رسول ڪريم ﷺ سان ملي ٻاهر ٿو نڪري تہ هو ائين ٿو ڀانئي تہ هو ڪو تمام وڏو ماڻهو آهي. اهي آهن رسول اڪرم ﷺ جا اصلي معجزا جو گهڙيءَ ۾ اهڙو ڦرڪو ڦريو وڃي جو هڪ وڏو ماڻهو پاڻ کي تمام ننڍو ماڻهو سمجهڻ لڳي ۽ هڪ مسڪين ماڻهو سمجهي تہ مان معمولي نہ پر تمام وڏو ماڻهو آهيان. لڳي جادو ٿو، پر اها هڪ غير جانبدار دانشور جي رپورٽيل راءِ اهي. لاشڪ حضور سائين جا غلام، سڪندر ۽ دارا کان عظيم تر هئا.

علي خان ابڙي ۽ جان محمد جماليءَ جو ذڪر انهيءَ پس منظر ۾ پيش ڪيو ويو باقي تڪبر کان توبه الله معاف ڪندو، مونکي بہ ابي کي بہ.

نيو فيلڊس طرفان
جلد شايع ٿي رهيو آهي

# ڏولي ڏکي آهيان

(آتم ڪهاڻي)

جلد II

مصنف: جمال ابڙو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي -non commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي تي تہ هو وَسَ پٽانڊڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان ڳڻ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)